# لب تاريخ سنڌ


تاليف

خان بهادر خداداد خان

(سال ١٣١٨ هه مطابق سال ١٩٠٠ع)





تصحيح

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ





مترجم

حافظ خير محمد اوحدي





سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو/حيدرآباد سنڌ

١٤١٠ھ/١٩٨٩ع

چاپو پهريون ١٩٨٩ع تعداد ٢٠٠٠

[سنڌي ادبي بورڊ جا سڀ حق ۽ واسطا قائم]

**قيمت: سٺ روپيا**
**[Price: Rs. 60–00]**

ملڻ جو هنڌ:

سنڌي ادبي بورڊ جو بُڪ اسٽال
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

نيپال ائڊوريس
(جي. پي. او باڪس نمبر ١٢، حيدرآباد سنڌ)

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو سنڌ ۾ مئنيجر مِيان الله بچائي يوسف زئي ڇپيو ۽ مسٽر حبيب الله صديقي سيڪريٽري/ ڊائريڪٽر سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ڪتاب جي مضمونن جي لسٽ

# اشاعت جو مقصد

سنڌي ادبي بورڊ پنهنجي پروگرام "قومي تاريخ ۽ ادب جي نشر و اشاعت" جي تحت جيڪي ڪتاب شايع ڪندو رهيو آهي، هيءُ ڪتاب انهيءَ ئي سلسلي ۾ تصحيح ۽ ترجمو ڪرائي، ڇپايو ويو آهي.

قارئين ڪرام کان مخفي نه هوندو ته سنڌ جي دانشورن عربي ۽ فارسي زبانن ۾ تاريخ، سيئر، حديث، تصوف، ادب، شعر ۽ ٻين علمي موضوعن تي گهڻيون ئي قيمتي ۽ يادگار تصنيفون ڇڏيون آهن، جن مان ڪي اڃا تائين قلمي مسودن جي صورت ۾ شخصي ڪتب خانن جي گوشن ۾ پيل آهن ۽ جڻ ڏيان تان ئي لهي ويل ٿيون ڀانئجن. سنڌي ادبي بورڊ چاهي ٿو ته اهڙي علمي ۽ ادبي سرمايي کي تاريڪيءَ ۽ گمناميءَ مان ڪڍي، ان کي اهل علم ۽ اهل ذوق تائين پهچائي.

هيءُ ڪتاب، جو قارئين ڪرام جي خدمت ۾ پيش ڪيو وڃي ٿو، سو فارسي ڪتاب "لُبِ تاريخ سنڌ" جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن جو متن سنڌي ادبي بورڊ ۱۹۵۹ع ۾ پنهنجي ڏهن سالن واري پروگرام (۱۹۵۱ع کان ۱۹۶۰ع تائين) موجب ڇپايو هو. جڏهن بورڊ ٺهيو هو ته انهيءَ عرصي ۾ عربي جا ۱۴، فارسي جا تاريخي ڪتاب ۳۰، فارسي جي شعر ۽ ادب جا ۵۷، اردوءَ جا ۷ ۽ انگريزيءَ جا ۷ ڪتاب ڇپائي، پڌرا ڪيا ويندا، ۽ هاڻي ان جو سنڌي ترجمو شايع ڪيو وڃي ٿو. جيڪي حضرات فارسي زبان کان پوري طرح آشنا نه آهن، انهن جي لاءِ هيءُ سنڌي ترجمو مفيد ثابت ٿيندو.

# ديباچو

انهيءَ بي مثل مالڪ جي حمد ۽ ثنا ڪان پوءِ، جو "تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَاءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَاءُ" سندس ڪامل قدرت جو هڪ ادنيٰ ڪرشمو آهي، ۽ انهيءَ خاتم المرسلين جي تعريف ۽ توصيف ڪان پوءِ، جنهن جو شان "لَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْأَفْلَاكَ" جي ارشاد مان ظاهر آهي، مان انهن اصحابن ڪرامن جي سهڻين وصفن جو ذڪر ضروري ٿو سمجهان، جي دين متين جا ٿنڀا ۽ شريعت محمدي جا اجاريندڙ آهن.

مان انگريز سرڪار جي ڪهڙي تعريف ڪريان. بس، فقط هيترو چوڻ ڪافي ٿو سمجهان، ته هن دور جي اندر انصاف، شفقت ۽ رعيت پروريءَ ۾ سندس ڪو به مٽ ثاني ڪونهي.

ان ڪان پوءِ هيءُ عاجز خان بهادر خداداد خان ولد مرحوم راضو خان يا رضا محمد خان پٺاڻ حال رهندڙ پراڻو سکر، تاريخ سان دلچسپي رکندڙن کي عرض ٿو ڪري، ته مان فرصت جو گهڻو وقت سنڌ جي تاريخ پڙهڻ ۾ گذاريندو هوس، جا هاڻي منهنجو وطن آهي، ۽ مون کي خاطري آهي ته گهڻائي ماڻهو منهنجي هن شوق کي پسند ڪندا. هڪ هندوستاني دانشور جي قول مطابق:

بيٹھکر سير ملک کي کرنا،
يہ تماشا کتاب ميں ديکھا.

اهڙو ڪتاب، تاريخ جو ڪتاب ٿي سمجهڻ گهرجي. انهيءَ باري ۾ پيا به ڪيترائي اقوال آهن. جنهنڪري سان تاريخ جي اڪثر ڪتابن جهڙوڪ ”چچ نامي“، ”تاريخ معصومي“، ”ارغون نامي“، ”بيگلارنامي“، ”طاهري نسياني“، ”تحفةالڪرام“، ”فريئر نامي“، انگريزيءَ جي تاريخن ۽ سنڌيءَ جي مختصر تاريخن جي مطالعي ۾ وقت صرف ڪندو هوس، جي سڀئي سنڌ جي حالات تي مشتمل آهن. مؤلفن، مصنفن ۽ مؤرخن مٿي ڄاڻايل تاريخي ڪتابن ۾ پوري فراست، فصاحت ۽ بلاغت سان اهڙا حالات بيان ڪيا آهن، جي ضروري به هئا ۽ تاريخ سان تعلق رکندڙ بہ. مثال طور هرقسم جي فتحمنديءَ جو احوال، هر طرح جون عجيب ۽ دلچسپ ڳالهيون، ۽ انهيءَ زماني جي حڪمرانن جا اوصاف ۽ ٻين ضروري ۽ تفصيلي حالات وغيره.

مطلب تہ انهن مؤرخن اهڙي فصاحت ۽ تفصيل کان ڪم ورتو، تاريخ سان دلچسپي رکندڙن جون دليون خوش ڪيون آهن ۽ کين پنهنجو گرويدہ ۽ مداح بنايو اٿن. انهن تاريخي ڪتابن جا مصنف وڏي ساراہ جا مستحق آهن. الله تعاليٰ کين پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان نوازي.

جيتوڻيڪ مٿي ڄاڻايل تاريخن مان سنڌ جا تفصيلي حالات معلوم ٿين ٿا، مگر پوئين زماني جا ڪي ضروري حالات، جن جو هن ڪتاب ۾ درج ڪرڻ انگريز سرڪار جي نقطہ نگاہ کان تمام ضروري آهي، انهن وڏن ۽ ڏکهن ڪتابن ۾ ملڻ ناممڪن آهن. انهيءَ ڪري ڪن دوستن ۽ خاص طور تي مسٽر جيمس صاحب بهادر ڪمشنر سنڌ، جي صلاح سان ’چچ نامي‘ ’تاريخ معصومي‘، ’طاهري نسياني‘، ’ارغون نامي‘، ’بيگلارنامي‘ ۽ ’تحفةالڪرام‘ مان، جي پنج (ڇهہ) ئي معتبر ۽ آخري ڪتاب آهن، گهڻي مدد ورتي وئي، ۽ ان کي ترتيب وار مرتب

ڪري، ۽ پنهنجن پنجاه سالن کان ورتل قلمي نوٽن مان ڪي خاص، ضروري ۽ تعلق رکندڙ ڳالهيون وٺي، "لُبِ تاريخ سنڌ" (سنڌ جي تاريخ جو خلاصو) جي نالي سان، الله جي آسري، سنڌ جي هيءَ تاريخ لکي وئي آهي.

پڙهندڙن ۾ اميد آهي ته جيڪڏهن مون کان ڪا ڪوتاهي سرزد ٿي وئي هجي، ته ان ڏانهن ڌيان ڏيڻ بدران، رڳو پنهنجي مقصد تي نظر رکن ۽ مون کي نيڪيءَ سان ياد ڪن. چوڻ چيو ويو آهي ته:

"ٻڍرو چوڻ ٻڍرن ساٿين جو ڪم آهي."

— وَ بالله التوفيق.



هي ڪتاب پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس، اسلام آباد جي تعاون سان شايع ڪيو ويو آهي.

# باب پهريون

## سنڌ جو نالو، حدون، دارالحڪومت ۽ سنڌس صوبن جو بيان

سنڌ جي مثان، "سنڌ" نالي پوڻ جو سبب تاريخي ڪتابن مان ظاهر آهي. خاص طرح 'بيگلارنامي'، 'تحفة الطاهرين' ۽ 'تحفة الڪرام' مان، جن لکيو آهي ته "هند" ۽ "سنڌ" حام بن نوح عليه السلام جي پٽن جا نالا هئا (جن هنن ملڪن تي رکيا ويا). صحيح علم الله کي آهي.

هند ۽ سنڌ جون حدون اڪثر تاريخن مطابق هيٺين ريت هيون:

١- اوڀارين حد- ڪشمير ۽ قنوج تائين، جي هن وقت سنڌ جي موجوده حدن کان هزارين ميل پري آهن.

٢- اولهائين حد- مڪران ۽ سمنڊ جي ڪناري تائين يعني لاهوري ۽ ديبل (ديبل بندر) تائين، جا هن وقت به سنڌ جي حد آهي.

٣- اترين حد- قندار، سيستان، جبل سليمان ۽ ڪيڪانان تائين، جي هن زماني ۾ سنڌ کان سوين ميلن جي فاصلي تي آهن.

٤- ڏاکڻي حد- سورت بندر تائين، جو هن وقت سنڌ کان سوين ميل پري آهي.

سنڌ جون موجوده حدون اڳيرو هلي موقعي اچڻ تي لکيون وينديون.

انگريز مؤرخن موجب سڪندر ذوالقرنين ٣٢٨ قبل مسيح ۾ پنجاب کان درياءَ جي رستي سنڌ ۾ آيو هو. انهيءَ زماني ۾ سنڌ ۾ ڪو مستقل بادشاه ڪونه هو، ۽ سنڌ جدا جدا حڪمرانن جي قبضي ۾ هئي. سڪندر مهراڻ (سنڌو ندي) ۾ پيڙا هلائيندي، سمنڊ تائين وڃي پهتو هو. سندس آمد جي باري ۾ متي چاڻايل سنه سان گڏ هجري سنه جو ذڪر ڪري نه سگهبو، جو هجري سنه اڃا شروع ئي نه ٿيو هو.

## انهيءَ دور ۾ سنڌ جي دارالحڪومت ۽ سندس صوبن جو بيان (چچنامي مطابق)

دارالحڪومت "الور" (اروڙ) جنهن ۾ انهيءَ زماني جو بادشاه يا راجا خود جلوه افروز هوندو هو، مهراڻ جي ڪناري تي هو.

(١) "برهمڻ آباد" (بانبران)، "نيرون ڪوٽ" (حيدرآباد)، "ديبل" (ٺٽو)، "لوهاڻا"، "لاکا"، "سما" ۽ مهراڻ جي سڄي ماتري هڪڙي حاڪم جي هٿ ۾ هوندي هئي.

(٢) "سيوستان" (سيوهڻ)، "جنڪان"، "ڪوه پايه" ۽ "رونجهاڻ" مڪران جي حد تائين، وارو علائقو ٻئي حاڪم جي ماتحت هو.

(٣) "اسڪلنده" جو قلعو، "باتيه"، "تلواره"، "چچپور" ۽ هندن جي حد تائين، وارو علائقو ٽئين حاڪم جي عملداريءَ ۾ هو.

(٤) "ملتان"، "سڪو"، "برهمپور" "ڪروڙ"، "اشهار" ۽ "تاڪيه" ڪشمير جي حد تائين چوٿين حاڪم جي هٿ ۾ هو.

هن ڪتاب (لُبِّ تاريخ) جو مؤلف ضروري ٿو سمجهي، ته پڙهندڙن جي واقفيت لاءِ دارالحڪومت ۽ متي چاڻايل سندس صوبن جو ڪجهه احوال بيان ڪجي، ته جيئن موجوده دور

جا ماڻهو حال جو ماضيءَ سان مقابلو ڪري سگهن ۽ زماني جي انقلابن مان عبرت حاصل ڪن.

## دارالحڪومت اروڙ جو بيان

اروڙ هاڻي به مشهور آهي ۽ روهڙيءَ کان ڏکڻ- اوڀر جي ڪُنڊ ۾ پنجن ميلن جي فاصلي تي وڏي ناري جي ڪناري تي آهي. هڪ ننڍڙو ۽ ويران ڳوٺ آهي، جنهن ۾ ڪوري ۽ هندو رهن ٿا، جن جا گهر هڪ سؤ کان زياده نه ٿيندا. البت اتي حضرت شاه شڪرگنج عليه‌الرحمت جي مزار پُرانوار آهي، جتي سکر، روهڙي ۽ اوسي پاسي جي ڳوٺن جا ماڻهو ميلي جي موقعي تي زيارت ڪرڻ ۽ گدرن کائڻ لاءِ ايندا رهندا آهن.

## سنڌ جي صوبن جو بيان

هن وقت برهمڻ آباد "بانبران" جي نالي سان مشهور آهي. ننڍڙو ڳوٺ آهي. رڳو واريءَ جا دڙا. ٽنڊي آدم جي اوڀر ۾ نون ميلن جي فاصلي تي آهي. نيرون ڪوٽ جو نالو بدلجي، "حيدرآباد" ٿيو آهي. حيدرآباد جو شهر سنڌ جي حاڪم مياں غلام شاه ولد مياں نورمحمد ڪلهوڙي ١١٨٢هه مطابق ١٧٦٨ع ۾ ٻڌايو هو. ديبل بندر بدلجي، "ٺٽو" ٿيو آهي، جو سنڌ جي سمّي حاڪم ڄام نظام‌الدين عرف ڄام ننڍي ٨٩٣هه مطابق ١٤٨٧ع ۾ ٻڌايو هو. ستي ڄاڻايل هجري سنه ابجد جي حساب موجب "ببين اين بسم‌الله الرحمٰن الرحيم" مان نڪري ٿو(١). لوهاڻا، لاکا ۽ سمان، جي انهيءَ صوبي ۾ هئا، هن وقت موجود ڪونهن، ۽ اهو پتو به نه آهي ته اهي شهر هئا يا ڳوٺ يا قلعا؟ البت سهراڻ (سنڌو ندي) اڃا تائين سنڌ ۾ وهندو رهي ٿو. انگريزي ۽ سنڌي تاريخن مطابق ديبل بندر سنهوڙي ۾ هو، جو سمنڊ جي اندر آهي.

---

(١) هن فقره جا عدد ٩١١ آهن، نه ٨٩٣ (مترجم).

مگر اها ڳالهہ غلط آهي. مسلمان مؤرخن جيڪي تاريخون لکيون آهن، انهن سڀني جو هن ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ ديبل بندر ٺٽي ۾ هو.

سيوستان جو نالو بدلجي، "سيوهڻ" ٿي ويو آهي، ۽ جنڪان، ڪوه پايہ ۽ رونجهاڻ جو هن وقت نالو نشان بہ ڪونہ آهي، ۽ نہ اها خبر آهي تہ اهي ڇا هئا؟ قلعا يا شهر؟ مگر مڪران ۽ سنڌ جي حد اڄ تائين ساڳي ئي آهي.

اسڪلنده جو قلعو، ڀاٽيہ، تلواره، ڇچپور ۽ هندن جي حد تائين وارو علائقو ظاهر آهي ئي ڪونہ، تہ ڪهڙي هنڌ هو، ۽ سنڌ جي اندر هو يا ٻاهر؟ ۽ اهي شهر هئا يا ٻيو ڪجهہ؟

ملتان جو نالو نشان اڄ تائين قائم آهي ۽ هن وقت پنجاب ۾ آهي. سڪو، برهپور، ڪرور، اشهار ۽ تاڪيہ شايد پنجاب ۾ هئا ۽ شايد اڄ بہ انهي ڄاڻل سڃاتل هوندا.

پڙهندڙؤ! ماضي ۽ حال جي ڀيٽ ڪان پوءِ اميد آهي تہ اوهان عبرت حاصل ڪندؤ، تہ ڇا هو ۽ ڇا ٿي ويو؟!

بزرگن سچ چيو آهي تہ:

طرفتہ العيني جهان برهم زند
کس نمی یاور کہ آنجا دم زند

(الله تعاليٰ اک ڇنڀ ۾ سڄي دنيا کي زير زبر ڪري سگهي ٿو، ۽ ڪنهن کي بہ مجال نہ آهي جو ڪُڇي پُڇي سگهي).

۽ هيئن بہ چيو اٿن تہ:

بيک گـردش چرخ نيلوفری،
نہ نادر بجا ماند، نے نـادري.

(آسمان جي هڪ ئي چڪر سان نہ نادر بچي سگهيو، نہ سندس نادري).

راقمالحروف (مؤلف) سيوهڻ جي باري ۾ تمام ٿورو لکيو آهي. سيوهڻ ۾ ”قلندر“ رونق افروز آهي، جو سنڌ جو بادشاه آهي. هائي، هن موقعي تي سندس احوال ضرور لکڻ گهرجي.

حضرت عثمان مروندي (ميمندي) عرف ”لال شهباز قلندر“ ولد سيد ڪبير، ولد سيد شمس الدين، ولد سيد نور شاه، ولد سيد احمد شاه، ولد سيد هادي، ولد سيد مهدي، ولد سيد منتخب، ولد سيد غالب، ولد سيد منصور، ولد سيد اسماعيل، ولد حضرت امام جعفر صادق عليه السلام. سندس اصلي رهائش مروند (ميمند) ۾ هئي، جو افغانستان جي مشهور شهر ”هرات“ جي پسگردائي ۾ آهي. چيو وڃي ٿو ته سندس والد ماجد جڏهن اڃا ڪنوارو هو، ته هڪ رات کيس خواب ۾ چيائين ته ”مون کي ٻاهر ڪڍو“. پڻس جواب ڏنو، ته ”بهشت مان ٻاهر اچڻ بهتر آهي.“ وري والد کي دوباره عرض ڪيائين ته ”دنيا ۾ ظاهر ٿيڻ به بهتر آهي.“ آخر انهيءَ دور جي بادشاه کي سيد ڪبير جي شاديءَ جي خواهش جي خبر پئي، جنهن پنهنجي شاهزادي سندس نڪاح ۾ ڏني. قصو ڪوتاه، حضرت قلندر شهباز ۵۸۳هه مطابق ۱۱۸۷ع ۾ ڄائو. جڏهن وڏو ٿيو ته هندوستان جي سياحت لاءِ روانو ٿيو. ٻهريائين شيخ منصور جي خدمت ۾، سندس صحبت اختيار ڪيائين، جو پنهنجي وقت جو عارف ڪامل هو. علم حاصل ڪرڻ بعد سندس هٿ تي بيعت ڪيائين ۽ ڪانئس موڪلائي، حضرت بهاءالدين زڪريا ملتاني، حضرت فريدالدين شڪر گنج پاڪ پٽڻ واري ۽ حضرت جلال جهانيان اُچ واري سان گڏجي، هند ۽ سنڌ جي اڪثر حصن جي سياحت ڪيائين. اهي چارئي بزرگ ”هندوستان جا چار يار“ مشهور هئا.

حضرت قلندر شهباز جي ڪيترن ئي اشعارن منجهان هيٺيان ٻه مشهور ۽ مقبول شعر (غزل) پيش ڪيا وڃن ٿا:

(١)

ز عشق دوست هر ساعت درون نار می رقصم
گهی بر خاک می غلطم، گهی بر خار می رقصم

شدم بدنام از عشقت بیا ای یار من اکنون
نمی ترسم ز رسوائی، به هر بازار می رقصم

بیا ای مطرب و ساقی! سماع و ذوق را داده
که من از شادیء وصلش قلندر وار می رقصم

منم عثمان میمندی، که یار خواجه منصورم
ملامت می کند خلقی، که من بردار می رقصم

(٢)

من آن دُرّم که در بحر جلال الله بوده ام
به کوه طور با موسیٰ کلیم الله بوده ام

گهی زُنّار می بستم، گهی قرآن می خواندم
گهی در مذهب ترسا بسی محنت کشیده ام

دو صد جامه کُهن کردم، لباس فقر پوشیدم
بر آن برجی که من بودم هزاران یک رسیده ام

به اسماعیل پیغمبر، به ابراهیم بن آزر
دران سر وقت قربانی بقربان گاه بوده ام

آیا مُلّا! مکن ظاهر سر اسرار مردان را
ندانستی، ندانستی، که سِرّ الله بوده ام

آيا عثمان ميمندی! چرا مستی درين عالم
کہ جز "يا هو" و "يا مَن هو" دگر چيزی نمی‌دانم (١).

ترجمو

( ١ ) هر وقت دوست جي عشق ۾ باه جي اندر رقص ڪندو (تڙپندو) ٿو رهان- ڪڏهن مٽيءَ ۾ ليٽڙيون ٿو پايان ۽ ڪڏهن ڪنڊن جي مٿان رقص ٿو ڪريان.

( ٢ ) اي دوست! هاڻي اچ، مان تنهنجي عشق ۾ بدنام ٿي پيو آهيان- (تاهم، مان) بدناميءَ کان نٿو ڊڄان (بلڪ) سر بازار رقص ڪندو ٿو رهان.

( ٣ ) اي مطرب! ۽ اي ساقي! اچو، ڳايو ۽ منهنجي ذوق ۾ اضافو ڪريو- جو مان، دوست سان وصل جي خوشيءَ ۾ قلندرن وانگر رقص ٿو ڪريان.

( ٤ ) مان عثمان ميمندي، خواجه منصور (منصور حلاج) جو دوست آهيان- ماڻهو مون کي ملامت ٿا ڪن ته مان ڦاسيءَ جي تختي تي به رقص ٿو ڪريان.

( ٢ )

( ١ ) مان اهڙو گوهر آهيان، جو الله جي عظمت ۽ جلال جي سمنڊ ۾ زهي چڪو آهيان- ۽ حضرت موسيٰ ڪليم الله سان طورسينا تي گڏ رهيو آهيان.

---

(١) هن غزل جي قافين ۽ رديفن مان ائين ٿو پائجي، ته منجهس ٽن مختلف غزلن جا ابيات شامل آهن، جي هڪ ئي بحر ۾ ۽ هڪ ئي وزن تي چيل آهن. چوٿين، پنجين ۽ ستين جا قافيا ۽ رديف مطلع جي قافين ۽ رديف سان ملن ٿا. گويا اهي ٽئي بيت هڪ الڳ غزل جا بيت آهن. نمبر ٻئي ۽ نمبر ٽئين بيتن ۾ رديف ڪونه آهي. صرف قافيا اٿن، ۽ ٻنهي جا قافيا هڪ جهڙا هجڻ سبب، ٻئي بيت هڪ الڳ غزل جا بيت معلوم ٿا ٿين. مقطع جو قافيو بالڪل الڳ آهي، اهو ڪنهن ٽئين غزل جو آخري بيت معلوم ٿو ٿئي (مترجم).

( ۲ ) ڪڏهن جهيو پڌندو هوس، ڪڏهن قرآن مجيد پڙهندو هوس - ڪڏهن نصراني مذهب ۾ رهي، وڏي مشقت برداشت ڪئي اٿم.

( ۳ ) ۾ سؤ لباس چوڙي پراڻا ڪري، چڏيم ۽ (آخر) فقيراڻي آلفي پاتم - مان جنهن برج تي هوس، انهيءَ تي هزارن ماڻهن پهچڻ جي ڪوشش ڪئي، پر فقط مان ئي هڪڙو جڻو پهچي سگهيس.

( ۴ ) مان، حضرت اسماعيل پيغمبر ۽ حضرت ابراهيم بن آزر سان قربانيءَ جي وقت قربان گاه ۾ گڏ هوس.

( ۵ ) اي ملا! مردان خدا (الله وارن) جا راز ظاهر نه ڪر - تون نٿو سمجهين، تون سمجهين، مان الله وارن جو راز آهيان.

( ٦ ) اي عثمان ميمندي! هن دنيا ۾ ايڏي مستي چو ٿو ڪرين ؟ - مون کي "يا هو" ۽ "يا من هو" (الله جي ذات پاڪ) کان سواءِ ٻي ڪابه خبر ڪانهي.

حضرت قلندر شهباز گهڻو عرصو سير سياحت ۾ گذارڻ بعد، نيٺ سيوهڻ کي اچي رونق بخشي. ڪنهن شاعر سندس تشريف آوريءَ جي تاريخ "نمود آفتاب دين" (دين جو سج ظاهر ٿيو) مان ڪڍي آهي جنهن مان ابجد جي حساب موجب هجري سن ٦۴۴ ٿو نڪري، جو عيسوي سن ۱۲۴٦ جي مطابق آهي (۱) چيو وڃي ٿو ته حضرت قلندر شهباز سيوهڻ ۾ جنهن هنڌ اچي منزل انداز ٿيو، اهو بدڪار عورتن جو محلو هو. حضرت قلندر جي روحاني تصرف سبب انهيءَ رات ڪوبه مرد بدڪاري ڪرڻ تي قادر ٿي نه سگهيو. ڏينهن جو اهڙن ماڻهن پاڻ ۾ چوپچو ڪئي ۽ پانياڏون ته اهو هن بزرگ جو ڪرشمو آهي. شرمسار ٿيا. توبهه ڪيائون ۽ حضرت قلندر کان معافي گهر يائون.

(۱) انهيءَ فقري جا عدد ٦۵۸ آهن، نه ٦۴۴ (مترجم).

اهو به چيو وڃي ٿو ته جنهن هنڌ حضرت قلندر جو روضو مبارڪ آهي، اهو هڪ خالي ۽ بيڪار زمين جو ٽڪر هو. حضرت قلندر ان کي هڪ مزور کان صاف ڪرائڻ لڳو، ته ايتري ۾ انهيءَ زمين جو مالڪ اچي ويو ۽ ائين ڪرڻ کان منع ڪيائينس. قلندر کي جوش آيو. هڪ لٺ وهائي ڪڍيائينس هو ڪري پيو ۽ مري ويو. قلندر اتي ئي دفن ڪرائي ڇڏيس. هن جا عزيز آيا ۽ حجت بازي ڪرڻ لڳا. قلندر چيو ته "ڪنهن ساڻهوءَ کي نه ماريو ويو آهي، هڪ ڇتو ڪتو هو، ان کي ماري هت پورايو ويو آهي." زمين کوٽائي ڏٺائون ته واقعي ڪتو هو. هو پشيمان ٿيا ۽ موٽي ويا.

اي مؤلف! اختصار کان ڪم وٺ نه ته حضرت قلندرشهباز جي احوال ۽ سندس ڪرامتن جي بيان لاءِ هڪ جدا داستان مرتب ڪرڻو پوندو.

حضرت قلندر شهباز شادي نه ڪئي هئي. سيوهڻ ۾ فقط ڇهه سال رهيو، ۽ پوءِ ٦٥٠هه مطابق ١٢٥٢ع ۾ رحمت ايزديءَ جي آغوش ۾ وڃي آرامي ٿيو. ڪنهن شاعر سندس وصال جو سال "برحمت" جي لفظ مان ڪڍيو آهي، جنهن جا عدد ٦٥٠ آهن (١).

حضرت قلندر جو روضو پهريائين هندوستان جي بادشاه سلطان محمد شاه جي سؤٽ سلطان فيروز شاه جي زماني ۾ تعمير ڪيو ويو هو، جو سلطان محمد شاه جي وفات کانپوءِ ٧٥٢هه مطابق ١٣٥١ع ۾ تاج ۽ تخت جو وارث ٿيو. سلطان فيروز شاه انهيءَ وقت ٺٽي ۾ هو ۽ هندوستان رواني ٿيڻ کان اڳ ۾ قلندر جي زيارت کان فيضياب ٿي، پوءِ ويو هو. روضي جي تعمير جو ڪم ملڪ رڪن الدين عرف اختيارالدين کي سونپي ويو،

(١) "نمود آفتاب دين" ۽ "برحمت" جي عددن مان ظاهر آهي ته قلندر سيوهڻ ۾ فقط ٻه سال رهيو (مترجم).

جو اُن وقت سيوستان (سيوهڻ) ۾ ٺٽي جو حاڪم هو، جنهن ٧-رجب ٧٥٧هه تي روضي جي تعمير جو ڪم مڪمل ڪرايو،
جيئن هيٺين قطعہ مان ظاهر آهي:

بعهد دولت فيروز شهہ سلطان دين پرور
کہ خاک درگهش سازند شاهان جهان افسر
از آن گاهي کہ بر تخت شهنشاهي نشست آن شهہ
سراسر گشتہ گيتي از شعاع دولتش انور
عمارت شد مقام شيخ عثمان پير ميمندي
ولي اللّٰہ کہ او باز سفيد بحر بود و بر
چہ زيبا بارگاهي شد بهشتي طاق برگنبد
کہ رنگ نہ فلک گشتہ ز رنگ بام او اخضر
اگرچہ اوليا اندر زمان شيخ بس بودند
وليکن بود او از همگنان بالاتر و برتر
بروز هفتم از ماه رجب مبني شد اين روضہ
بسال هفصد و پنجاه و هفت از هجرت مهتر
بنايش کرد والي اختيارالدين ملک ارشد
اسيري عادل و بادل، تهمتن، ثاني اسکندر
کہ تابود است سيوستان، نبود است اينچنين والي
سخي و مشفق و مکرم، تقي و پاک دين ديگر
اميد است اينکہ مي يابد جزائي اينچنين چيزي
هزاران قصر در جنت بفضل ايزدي اکبر

ترجمو

(١) سلطان فيروز شاه دين پرور بادشاه جي حڪومت جي زماني ۾-جنهن جي بارگاه جي مٽيءَ کي، دنيا جا بادشاه پنهنجو تاج ٿا پائين.

( ٢ ) جڏهن ڪان وٺي اهو بادشاه، شهنشاهيءَ جي تخت تي جلوه افروز ٿيو آهي - سڄي دنيا سندس بادشاهيءَ جي نور سان منور ٿي وئي آهي.

( ٣ ) حضرت عثمان ميمنديءَ جو روضو تعمير ٿي ويو آهي، جو ولي الله هو ۽ بحر ۽ بر جو سفيد باز.

( ٤ ) ڪهڙي نه سهڻي درگاه آهي، جنهن جو گنبذ بهشت جهڙن محرابن سان سينگاريل آهي - ۽ نون ٿي آسمانن جو رنگ، سندس بالاخاني جي رنگ جي اڳيان ڦڪو آهي (يا بالا خاني جي رنگ جي ڪري سائو نظر اچي رهيو آهي).

( ٥ ) جيتوڻيڪ حضرت قلندر جي زماني ۾ ٻيا اولياء به گهڻا ٿي هئا، پر قلندر سڀني ڪان تمام وڏي درجي وارو هو.

( ٦ ) هيءَ روضو مبارڪ رجب مهيني جي ستين تاريخ تعمير ٿيو ۽ هجري سال ٧٥٧ هو.

( ٧ ) هيءَ روضو معزز حاڪم ملڪ اختيارالدين تعمير ڪرايو - جو منصف مزاج حاڪم، سخي، بهادر ۽ رتبي ۾ سڪندر جهڙو آهي.

( ٨ ) جڏهن ڪان سيوهڻ شهر آباد ٿيو آهي، اهڙو حاڪم نه ٿيو آهي، جو سخي، مهربان، بخششون ڏيندڙ، پرهيزگار ۽ خوش اعتقاد ديندار آهي.

( ٩ ) اميد آهي تہ ڪيس انهيءَ شي جي عيوض الله تعاليٰ جي فضل سان بهشت ۾ هزارين محلات ملندا.

(جيتوڻيڪ مؤلف ڪي ڪن بيتن ۾ سقم نظر اچن ٿا، پر جيئن تہ روضي مبارڪ تي لکيل آهن، انهيءَ ڪري ڪُجهہ ڦِيرڻ جي مجال نہ آهي).

ان کان پوءِ ٺٽي جي حاڪم مرزا جاني بيگ ترخان پنهنجي حڪومت جي زماني (٩٩٣هه کان ١٠٠٠هه مطابق ١٥٨٥ع کان ١٥٩١ع تائين) ۾ روضي کي ٺئين سر اڳي کان وڌو، سوزون ۽ خوبصورت ڪري ٺهرايو. سندس وفات کان پوءِ، سندس فرزند مرزا غازي بيگ ترخان پنهنجي حڪومت جي ڏينهن (١٠٠٩هه کان ١٠٢١هه مطابق ١٦٠٠ع کان ١٦١٢ع تائين) ۾ سندس مرمت ڪرائي، مگر اها اڃا پوري نه ٿي هئي، تہ وري هندوستان جي بادشاه دين پناه شهنشاه شاه جهان ان کي ٺهرايو. جو سچ پچ اسم بامسميٰ هو (يعني جهڙو سندس نالو هو، پاڻ بہ اهڙو ئي هو). چُو تہ راقم الحروف (مؤلف) هندستان جي سياحت وقت پنهنجين اکين سان سندس ڪرايل خير جا ڪم مسجدون، تلاءَ ۽ پليون وغيره ڏٺيون آهن. مان تفصيل ۾ وڃڻ بدران اختصار کان ڪم ٿو وٺان. دارالسلطنت دهليءَ جي جامع مسجد ۽ ٺٽي جي جامع مسجد انهي ئي بادشاه جهان پناه جي خواهش سان تعمير ٿيون. سيوهڻ ۾ نواب ديندار خان بخاريءَ کي ١٠٣٦هه مطابق ١٦٢١ع ۾ خاص طور تي قلندر جي روضي جي تعمير لاءِ مقرر ڪيائين، ۽ هڪ جريب زمين، خانقاه مبارڪ ۽ سندس صحن شريف وغيره پنهنجي خرچ تي ڪاشيءَ جي اعليٰ درجہ جي سرن سان ٺهرايائين. سندس تعمير، زيبائش ۽ آرائش جي تاريخ هيٺين قطعہ مان نڪري ٿي:

بہ دوران شهاب‌الدين جهان شاه ــ جهان از فضل او خرّم سند و آباد
قبول آمد نياز خان‌دين را ــ درآن حضرت کہ چون طالع بود شاد
چہ گويم وصف آن صحن مقدس ــ بجاي خشت انجم چيد استاد
چو خواهي سال آن بافهم و دانش ــ بمقطع بين کہ آمد سال بنياد
يکي باشد ز "فرش مسند شاه" ــ دگر باشد ز "فرش جنت آباد"

١٠٤٠هه        ١٠٤١هه

ترجمو

( ١ ) بادشاه شهاب الدين شاه جي زماني ۾ - جنهن جي سخا جي ڪري دنيا آباد ۽ خوشحال آهي.
( ٢ ) قلندر جي حضور ۾ ديندار خان جو نذرانو قبول پيو - جو سندس بخت چڱو هو.
( ٣ ) مان انهيءَ مقدس صحن جي ڪهڙي تعريف ڪريان - ڪاريگر سرن جي بجاءِ ستارا سجايا آهن.
( ٤ ) جيڪڏهن توهان ان جو سال معلوم ڪرڻ ٿو گهرين - ته مقطع (آخري بيت) تي نظر ڪر، جنهن مان تعمير جو سال نڪري ٿو.
( ٥ ) هڪڙو سال آهي "فرش مسند شاه" - ٻيو آهي "فرش جنت آباد".

۽ دروازي جي ٻاهران مسجد شريف، چبوترو ۽ حجرا بادشاه دين پناه (شاهجهان) جي ياران نواب ديندار خان جا ٺهرايل آهن. مسجد جي تعمير جو سال هيٺين قطعه مان نڪري ٿو:

بروز شهنشاهِ شاه جهان - جهان از نوالش چو باغ بهشت
چو مسجد بنا کرد دیندار خان - بدرگاه شهباز عالی سرشت
خرد گفت سالش "چو بيت العتيق - دگر "مسجد از شيخ بهوه" نوشت

١٠٣٢ ١٠٤٣

ترجمو

( ١ ) شهنشاه شاه جهان جي دور حڪومت ۾ - جنهن جي سخا جي ڪري دنيا بهشت جو باغ بڻجي پئي آهي.
( ٢ ) جڏهن ديندار خان قلندر شهباز جهڙي عالي شان خاندان جي درگاه ۾ مسجد تعمير ڪرائي.
( ٣ ) ته عقل سندس تعمير جو (هڪ) سال "چو بيت العتيق" ٻڌايو - ۽ ٻيو سال "مسجد از شيخ بهوه" لکيائين.

سون (مؤلف) کي شابس هجي، جو ايتري محنت سان متي ڄاڻايل شخصيتن جا ڪارناما بيان ڪيا اٿس. هاڻي سجاده نشين صاحبن جو مختصر احوال بيان ڪري، هيءَ ذڪر ختم ڪرڻ گهرجي.

هن وقت سجاده نشينن جا ٽي خاندان مشهور آهن. هر هڪ (١) سيد حاجي گل محمد شاه باجارن وارو، (٢) سيد حاجي محمد صادق شاه لڪياري ۽ (٣) سيد حاجي فتح علي شاه سيوهاڻي. اهي خاندان زميندار ۽ سرڪار دربار ۾ ڪرسي نشين آهن. سال بسال جڏهن ١٨-١٩ ۽ ٢٠ شعبان المعظم تي حضرت قلندر جي درگاه تي ميلو لڳندو آهي ۽ انهيءَ موقعي تي هندوستان، افغانستان، بلوچستان ۽ سنڌ ڪسان هر طبقي جا ماڻهو مسلمان، هندو، اعليٰ، ادنيٰ، پوڙها، جوان، عورتون ۽ مرد اچي گڏ ٿيندا آهن، تہ سيئي، سجاده نشين صاحبن جا سلامي هوندا آهن ۽ درگاه تي آمدني ۽ خرچ وغيره جيڪي بہ ٿيندو آهي، سو سڄو سجاده نشين صاحبن جي ٽي معرفت ٿيندو آهي. ميلي جي موقعي ڪان سواءِ روزانو صبح شام حضرت قلندر جي دروازي تي خلق جا ايڏا هجوم هوندا آهن، جي بيان ڪرڻ ڪان ٻاهر آهن. ڇونہ هجن؟ آخر تہ حضرت قلندر شهباز سنڌ جو باد شاه آهي.

# باب ٻيو

## سنڌ جي حڪمران گهراڻن جا طبقا

### راءِ گهراڻي جو بيان، جو مٿي ڄاڻايل هند ۽ سنڌ جي علائقن تي قديم زماني کان حڪومت ڪندو هو

جيتوڻيڪ سنڌ جي قديم تاريخن مان اهو تہ معلوم ٿئي ٿو، تہ هت راءِ گهراڻو حڪومت ڪندو هو، مگر ڪنهن بہ مؤرخ اهو نہ لکيو آهي تہ انهيءَ گهراڻي جي حڪومت ڪڏهن کان شروع ٿي، ۽ ڪهڙو حڪمران ڪڏهن تخت تي ويٺو ۽ ڪڏهن لٿو. ڪن مؤرخن راءِ گهراڻي جي حڪومت جو عرصو سؤ سٺيهہ (١٣٧) سال لکيو آهي، مگر اهو زمانو بہ حضور رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جي هجرت کان اڳ جو آهي، تنهنڪري راقم الحروف بہ اڳئين مؤرخن جي پيروي ڪندي، لکي رهيو آهي.

راءِ گهراڻي جو پهريون حڪمران "راءِ ديوانج" هو. ان کانپوءِ سندس پٽ "راءِ سهارس" تخت نشين ٿيو. ان جي مرڻ کانپوءِ "راءِ سهاسي" سندس جانشين ٿيو. پوءِ "راءِ سهارس ٻيو" تخت تي ويٺو. هن جي ڏينهن ۾ "نيمروز" (ايران) جي بادشاہ، مڪران تي چڙهائي ڪئي، جنهن جو تعلق دارالحڪومت اروڙ سان هو (يعني مڪران سنڌ جو علائقو هو). راءِ سهارس وڏو لشڪر ساڻ ڪري ۽ گهربل ساز سامان کڻي، مڪران پهتو. ڏرين ۾ لڙائي لڳي، جا صبح کان نيمروز (منجهند) تائين چڱي نموني ۾ هلي. پر خدا جي قدرت، جو راءِ سهارس لڙائي ۾ مارجي ويو ۽ سندس لشڪر ڀاڄ کائي،

ٻينا راءِ سهارس جي، سنڌ ۾ اچي پهتو. راءِ سهارس جيئن ته بي اولاد هو، تنهن ڪري "راءِ سهاسي ٻيو" اميرن جي صلاح سان تخت نشين ٿيو ۽ پنهنجي حڪومت جو زمانو تمام چڱي نموني سان گذاريائين. رعيت جي مٿان جيڪا ڍل مقرر ٿيل هئي، سا معاف ڪيائين ۽ ان جي عيوض هن ڪان "آچ"، "ماٿيلي" "سيوراٽي"، "مئو" (١) "اروڙ" ۽ "سيوهڻ" جا قلعا مٽي سان پرائي جڙيائين. هن وقت آچ پنجاب ۾ آهي ۽ سيوراٽي ۽ مئو جو نالو نشان ظاهر ڪونه آهي (٢).

راءِ سهاسي ٻيو سنه ٧ هجري مطابق ٦٢٨ عيسوي ۾ بي اولاد مري ويو ۽ ان جي جاءِ تي "چچ ولد سيلائج" برهمڻ، جو اروڙ جو باشندو هو، ۽ ڏاڍو خوبصورت ۽ عقلمند هو. فوتي راجا جي راڻي "سوهندي" جي محبت ۽ سياٽپ سبب تخت نشين ٿيو ۽ پوءِ ساڻس شادي ڪيائين.

هن وقت راءِ گهراڻي جي حڪمرانن جو اولاد سنڌ ۾ نظر نٿو اچي. شايد مسلمانن يا هندن جي ڪنهن ذات ۾ گڏجي سڏجي ويو آهي.

## ٻهريون طبقو

### برهمڻ گهراڻي جي حڪومت، جا راءِ گهراڻي کانپوءِ سنڌ ۾ قائم ٿي

جڏهن چچ ولد سيلائج برهمڻ سنه ٧هه مطابق ٦٢٨ع ۾ تخت نشين ٿيو، ته "راڻو مهرت"، جو راءِ سهاسي جو عزيز هو، ۽ "چتورپور" يا "جوڌپور" (راجپوتانا) جو حاڪم هو(٣) لڙائي لاءِ تيار ٿي آيو، پر چچ کيس دوکي سان قتل

(١) اصل ۾ "مود" آهي(٢) "سيورا هي" (سيوراٽي) رياست بهاولپور جي حدن ۾ موجود آهن (٣) هيءَ لفظ "فتحنامي" موجب "چترور (چتوڙ) آهي، جو هاڻي به راجپوتانا (هندوستان) ۾ موجود آهي.

ڪري ڇڏيو ۽ سندس لشڪر کي شڪست ڏنائين. ان کانپوءِ ڇچ سلطنت جون سرحدون چڱي طرح مضبوط ڪري ڇڏيون ۽ چاليهن سالن تائين حڪومت ڪيائين. ڇچ کانپوءِ سندس ڀاءُ چندر تخت تي ويٺو ۽ ٧ سال حڪومت ڪرڻ بعد مري ويو. چندر کانپوءِ ڇچ جو پٽ ڏاهر پنهنجي موروثي سلطنت جو حڪمران ٿيو، ۽ سنه ٩٣هه مطابق سنه ٧١٢ع ۾ (١) مسلمان غازين جي هٿان قتل ٿي ويو. سندس احوال مسلمان غازين جي احوال ۾ بيان ڪيو ويندو. برهمڻ گهراڻي جي حڪومت اٽڪل ٨٥ سال رهي.

## سنه ٩٣هه مطابق سنه ٧١٢ع ۾ محمد بن قاسم جي فوجن جي اچڻ کان اڳ ۾، خلفاءِ راشدين جي زماني ۾، سنڌ جي حڪمرانن سان ڪن عرب حڪمرانن جي جنگين ۽ سنڌ جي ڪن علائقن فتح ڪرڻ جو احوال

ڪن روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته حضور پُرنور محمد مصطفى احمد مرتضى صلي الله عليه و سلم جو ارادو هو ته هند ۽ سنڌ جا ملڪ فتح ڪيا وڃن. پر "ڪُلُّ اَمْرٍ مَرْهُوْنٌ بِاَوْقَاتِهَا" (هر ڪم پنهنجي وقت تي ٿيندو آهي) جي مصداق ائين نه ٿيو، ۽ اهوئي سبب آهي جو اڄ تائين هر پيش امام، فرض نماز پڙهائڻ کانپوءِ (دعا گهرڻ کان اڳ ۾) آتر ڏانهن منهن ڪري ويهندو آهي. ائين حضور جن جي پيرويءَ ۾ ڪيو ويندو آهي. حضور جن فرض نماز کانپوءِ هميشه منهن مبارڪ آتر پاسي ڪري ويهندا هئا، جو سندن دل ۾ هند ۽ سنڌ فتح ڪرڻ جي تمنا هوندي هئي.

سنڌ جي ڪن تاريخن مان معلوم ٿئي ٿو ته مڪران ۽ ڪرمان خلفاءِ راشدين (رضوان الله تعالى عليهم اجمعين) جي

(١) راجا ڏاهر 'فتحنامي' موجب سنه ٩٢ هه مطابق سنه ٧١٠ يا ٧١١ع ۾ قتل ٿيو (نبي بخش بلوچ)

خلافت جي زماني ۾ سنڌ قبضي ۾ اچي ويا هئا ۽ سنڌ ئي زماني ۾ ديبل بندر (ٺٽي) (١) تي ڪاه ڪئي وئي هئي، ۽ حالات معلوم ڪرڻ لاءِ ماڻهو به موڪليا ويا هئا، جيئن حڪيم بن جبلہ جي ڳالهه مان معلوم ٿئي ٿو، جنهن بابت چيو وڃي ٿو ته هو ڪنهن خليفي جي زماني ۾ آيو هو، ۽ هتان وڃڻ بعد سنڌ جي باري ۾ دربار خلافت ۾ رپورٽ ڪئي هئائين ته "ماؤها وشل و ثمرها دقل و ارضها جبل و اهلها بطل، إن قل الجيش بها ضاعوا و إن كثروا جا عوا" (سنڌ جو پاڻي ميرو آهي، ميوو بي مزي، زمين پٿريلي ۽ ماڻهو ڏاڍا نڙس آهن، لشڪر ٿورو هوندو ته ختم ٿي ويندو ۽ گهڻو هوندو ته بک سري ويندو). راقم الحروف جو مطلب هيءَ آهي ته ٽنهي وڏن خليفن حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان ذوالنورين ۽ حضرت علي المرتضيٰ (رضي الله تعاليٰ عنهم) ۽ انهن ڪانپوءِ جيڪي حضرات (خلافت جي) مسند تي جلوه افروز ٿيا، انهن حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي مرضي مبارڪ کي عملي جامو پهرايو.

## پهريون طبقو

## اُموي گهراڻو

خليفي وليد بن عبدالملڪ بن مروان جي زماني سنه ٩٢هه

مطابق سنه ٧١٠-١١ع ۾ سنڌ ۾ اسلام جي فتح

سنڌ جي تاريخ سان دلچسپي رکندڙن کي معلوم هجي ته سنه ٩٢هه مطابق ٧١٠-١١ع ۾، بلڪ ان کان به اڳ ۾

(١) مؤلف خواه مخواه ديبل بندر کي ٺٽي سان ملايو آهي، جا ڳالهه غلط آهي. ٺٽي جو بنياد سمن جي دور ۾ اٺين صدي هجريءَ ۾ پيو هو. ديبل هڪ قديم شهر هو، جو سمنڊ جي ڪناري تي هو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو مضمون "ديبل جو امڪاني محل وقوع"، جو حيدرآباد دڪن جي هڪ رسالي "اسلامڪ ڪلچر" جولاءِ ١٩٥٦ع ۾ شايع ٿيو.

کن ورهين کان وٺي ڏاهر ولد چچ، برهمڻ هند ۽ سنڌ جي انهن علائقن تي راڄ ڪندو هو، جن جو احوال مٿي بيان ڪيو ويو آهي. ڏاهر جي حڪمرانيءَ جي زماني ۾ سرنديپ جو هڪ قافلو جهازن ۾ يا ٻيڙين جي ذريعي ديبل بندر (ٺٽي) وٽان اچي لنگهيو. قافلي ۾ خليفي لاءِ سوکڙيون پاکڙيون به هيون ۽ ٻانهيون به (جي سرنديپ جي راجا موڪليون هيون). اهو قافلو ديبل بندر جي عملدارن جي شرارت سبب لُٽجي ويو. ٻانهيون قيد ڪيون ويون، جن ٽي دفعا "اغثني، اغثني، اغثني يا خليفة پڪاريو، يعني اي خليفة المسلمين اسان جي فريساد ٻڌ." خليفة المسلمين، مکران جي گورنر حجاج بن يوسف ثقفي (١) جي معرفت ديبل بندر جي حاڪمن سان لکپڙهه ڪئي. هنن، ۽ خاص طور تي (سنڌ جي راجا) ڏاهر ولد چچ جواب ۾ انهيءَ واقعي کان بي خبري ڏيکاري ۽ ڪوڙا بهانا ٺاهيائون.

نيٺ ڪجهه عرصي بعد خليفة المسلمين، محمد بن قاسم (بن محمد) بن (ابي) عقيل ثقفيءَ کي، جو حجاج بن يوسف جو سوٽ ۽ ناٺي هو ۽ اچا سترهن سالن جو نوجوان هو، سنڌ ۽ هند فتح ڪرڻ جو حڪم ڏنو. محمد بن قاسم سوارن ۽ پيادن جو لشڪر ساڻ ڪري ۽ رسد ۽ جنگي هٿيار پنوهار ڪٺي، ڪرمان ۽ مکران جي رستي بارسن بيلي (لس ٻيلي) پهتو ۽ ان کي فتح ڪري، خشڪيءَ جي رستي اچي سنڌ ۾ وارد ٿيو.

هن موقعي تي راقم الحروف کي ڪجهه چوڻو آهي، ۽ "تاريخ معصومي" جي مؤلف تي اعتراض ڪرڻو آهي، جنهن لکيو آهي ته "اسلامي لشڪر محمد بن قاسم جي ڪمانڊ هيٺ ٻهريائين نيرون ڪوٽ يعني حيدرآباد ۾ آيو ۽ ان کانپوءِ ديبل بندر

---

(١) حجاج بن يوسف عراق جو گورنر هو ۽ مکران به سندس عملداريءَ ۾ هو (ن. ب).

ويو." مگر تحفة الڪرام وارو ۽ ٻيا مؤرخ لکن ٿا تہ "محمد بن قاسم اول ديبل بندر تي وڃي حملو ڪيو هو." راقم الحروف بہ هيٺين سببن جي ڪري انهن مؤرخن سان اتفاق ٿو ڪري:

(١) جيئن تہ اسلامي لشڪر عراق عجم، مڪران ۽ لس ٻيلي جي رستي سنڌ ۾ آيو، تنهن ڪري ڪيس حب نديءَ وٽان لنگهڻو پوندو هوندو. راقم الحروف ٻتي چاٽايل علائقن مان گهٽا علائقا پاڻ وڃي ڏٺا آهن. انهن علائقن ڪي هڪ طرف کان جبلن جون قطارون آهن ۽ ٻئي طرف کان سمنڊ جڏهن صورت حال اها آهي تہ پوءِ اسلامي لشڪر جا سپاهي حب نديءَ وٽان لنگهي اول ڪراچي پهتا هوندا (جيتوڻيڪ انهيءَ زماني ۾ ڪراچي شهر جو نالو نشان بہ ڪونہ هوندو، جو هن وقت سنڌ جو دارالحڪومت آهي) ۽ پوءِ ڪراچيءَ کان ديبل بندر ويا هوندا، جو ٽوي ميلن کان زياده فاصلي تي نہ آهي.

(٢) سنڌ جي تاريخ جي سڀني ڪتابن مان معلوم ٿو ٿئي تہ محمد بن قاسم ڪي، قيدي آزاد ڪرائڻ ۽ واپارين کي سندن غصب ڪيل مال واپس ڏيارڻ لاءِ موڪليو ويو هو، جي ديبل بندر تي ڦريا ويا هئا پوءِ اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو، جو اهڙي اهم ۽ اصلي هنڌ ڪي وچ تي ڇڏي، جتي اهو واقعو ٿيو هو، ٽيهہ ڪوهہ اڳتي وڌي، نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) ويو هوندو؟. اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي اچي. تاهم ڳالهہ پراڻي آهي، ۽ چئي نٿو سگهجي. تہ اصل حقيقت ڇا آهي؟

مطلب تہ پوين مؤرخن جي راءِ مطابق محمد بن قاسم لشڪر ساڻ ڪري، ديبل بندر (ٺٽي) پهتو ۽ ٻيو لشڪر ۽ ساز سامان بہ، جو خليفة المسلمين جهازن ۾ چاڙهي، سنڌ روانو ڪيو هو، محمد بن قاسم وٽ پهچي ويو. ديبل جو قلعو تمام مضبوط هو. ڪيس منجنيق سان ٽوڙيو ويو ۽ ماڻهن کي قتل ۽ زخمي

ڪيو ويو. جيسر(١) ولد ڏاهر، جو ديبل جو حاڪم هو، نيرون ڪوٽ ڏانهن ڀڄي ويو. غنيمت جو مال هٿ ڪرڻ ۽ "ديول" نالي بت کي ڀڃڻ ڪانپوءِ مسجد تعمير ڪرائي وئي. محمد بن قاسم، قيدين کي آزاد ڪرائي پاڻ وٽ گهرايو ۽ ڪانئن حال احوال ورتائين. قيدين "گيلي" نالي جيل جي محافظ (جيلر) جي تعريف ڪئي ۽ چيائون ته "جيتوڻيڪ هو مسلمان نه آهي، پر انهيءَ هوندي بہ اسان سان مسلمانن وانگر پيش ايندو رهيو آهي." محمد بن قاسم قيدين کي سوکڙيون پاکڙيون ۽ مال غنيمت جي حصي سميت خليفة المسلمين ڏانهن روانو ڪيو، ۽ پاڻ اسلامي دستور مطابق انتظامي ڪمن ۾ مصروف ٿي ويو. احمد بن وداع نجدي(٢) کي ديبل جو حاڪم مقرر ڪيائين ۽ پوءِ نيرون ڪوٽ ڏانهن رخ رکيائين. ڪجهہ سامان "ساڪري" ندي جي رستي نيرون ڪوٽ موڪليائين، جنهن جو نالو هن وقت "بگهاڙواه" آهي. پاڻ هفتي کن ۾ نيرون ڪوٽ وڃي پهتو، ۽ وڃڻ کان اڳ ۾ گيلي (جيلر) کي، جنهن اسلامي طرز زندگي اختيار ڪئي هئي، احمد بن وداع سان ديبل جي حڪومتي ڪاروبار ۾ شريڪ ڪري ويو (يعني مدد ڪرڻ لاءِ سندس ماتحتيءَ ۾ ڏئي ويو).

جيسر ولد ڏاهر، جو ديبل کان ڀڄي، نيرون ڪوٽ پهتو هو. ديبل جي فتح ٿي وڃڻ ۽ نيرون ڪوٽ ۾ محمد بن قاسم جي پهچڻ جي ڳالهہ ٻڌي، اتان برهمڻ آباد (ٻانڀران) ڏانهن ڀڳو ۽ نيرون ڪوٽ جي اڳين حاڪم "سمنيءَ" کي اتي ڇڏي ويو. نيرون ڪوٽ وارن قلعي جو دروازو بند ڪري، جنگ جي راه اختيار ڪئي ۽ مسلمانن جي لاءِ پاڻي، گاه ۽ ٻي گهربل رسد بند ڪري ڇڏيائون. جنهن ڪري اسلامي لشڪر کي سخت تڪليف ٿي. پر نيٺ قلعي جو حاڪم ٽڪجي پيو

---

(١) فتحنامي مطابق "جيسينہ" (٢) فتحنامي مطابق حميد بن وداع (ن. ب).

۽ مسلمانن ڏانهن گهربل رسد به موڪليائين، پاڻ به مسلمان ٿي، اطاعت قبول ڪيائين ۽ قلعي جون ڪنجيون به مسلمانن جي حوالي ڪري ڇڏ يائين. مؤرخن اهو به لکيو آهي ته محمد بن قاسم جي دعا سان سينهن وسيو ۽ ان جي ڪري مسلمانن جي تڪليف ڍري ٿي.

آخر امير محمد بن قاسم فتحيابي ۽ سيني انتظامي ڳالهين جي سرانجاميءَ کان پوءِ، مسلمانن جي دستور مطابق نيرون ڪوٽ ۾ هڪ شاندار مسجد تعمير ڪرائي ۽ ان لاءِ مؤذن (۽ امام) وغيره جو سهڻي نموني سان بندوبست ڪري، شهر جو انتظام هڪ شمنم حاڪم (۱) جي سپرد ڪيائين، ۽ پوءِ پنهنجي سڄي لشڪر ۽ سامان اسباب سميت سيوهڻ ڏانهن ڪوچ ڪيائين. جڏهن سيوهڻ پهتو، ته نيرون ڪوٽ جي اڳئين حاڪم سمنيءَ جو مسلمان ٿي چڪو هو ۽ محمد بن قاسم سان گڏ هو، سيوهڻ جي حاڪم بجيراءِ ولد چندر ڪي لکي موڪليو ته ”عربن جي سپاه سان جنگ ڪرڻ مشڪل آهي. تنهن ڪري توکي به مون وانگر اطاعت قبول ڪري، قلعي جون ڪنجيون مسلمانن جي حوالي ڪرڻ گهرجي.“ مگر هن اها صلاح نه مڃي ۽ جنگ شروع ڪري ڏنائين. اسلامي لشڪر ستن ڏينهن تائين قلعي جو محاصرو ڪيو. آخر سيوهڻ جي حاڪم لاچار ٿي، ڀاڄ ڪاڍي ۽ ”حصار سيسم“ (سيسم جي قلعي) (۲) جي حاڪم وٽ وڃي پناه ورتائين (هن وقت اهو پتو نه ٿو پوي ته سيسم جو قلعو ڪهڙي هنڌ هو). محمد بن قاسم سيوهڻ جي قلعي ۾ داخل ٿيو. قلعي وارن کي قتل ۽ زخمي ڪيائين. جن امان گهري، انهن کي امان ڏنائين. سيني ديني معاملن جو پورو پورو ۽ نهايت ئي سهڻو بندوبست ڪيائين. خليفة المسلمين

---

(۱) دراصل هن جو نالو ئي شمنم هو. (۲) فتحنامي موجب سيني مؤرخن ”سيبر“ لکيو آهي.

ڏانهن موڪليائين ۽ ساري مال غنيمت جو پنجون حصو موڪليائين ۽ هڪ معتبر ماڻهوءَ کي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪري، پاڻ سيسم جي قلعي ڏانهن رخ رکيائين، جتي "ڪاڪو ولد ڪوتل"(١) حاڪم هو. درياء جي پرينءَ پر ڪن ماڻهن اسلامي سپاه تي راتاهو هڻيو (يعني شبخون=رات جو لڪي غنيم تي حملو ڪرڻ). مگر حملہ آور (موٽڻ وقت) رستو ڀلجي ويا ۽ پشيمان ٿي، اچي محمد بن قاسم جي پيش پيا. جنهن کين پناه ڏني، مٿن ڍل مقرر ڪئي. ڪي ڀڄي ويا ۽ ٻهطور(٢) سالوج ۽ قندائيل جي قلعن ڏانهن هليا ويا.

راقم‌الحروف کي چڱي طرح خبر آهي تہ هن وقت تنهي قلعن جو ڪو نالو نشان ڪونہ آهي ۽ نہ اهو معلوم آهي تہ اهي قلعا ڪهڙي هنڌ هئا. محمد بن قاسم وڏي خونريزيءَ کان پوءِ انهن قلعن کي فتح ڪيو. جدا جدا قومن کي امان ڏنائين ۽ مٿن ڍل مقرر ڪيائين. ان کان پوءِ حجاج بن يوسف جي حڪم سان نيرون ڪوٽ جي قلعي ڏانهن وڃڻ لاءِ سنبريو تہ ايتري ۾ چنا قوم جو هڪ مُخبِر اچي سهڙيو.

انهيءَ وقت ظهر (ٻن پهرن جي نماز) جي اذان ٿي هئي ۽ محمد بن قاسم جماعت جون صفون سڌيون ڪرائي، نماز پڙهائي رهيو هو ۽ جماعت، نماز جا سڀئي ارڪان قيام، رڪوع، قعود، سجود ۽ ٻيون حرڪات ۽ سڪنات سنت موجب امامت ۾ ادا ڪري رهي هئي. اهو مخبر، اهي حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهيون ڏسڻ بعد موٽي ويو ۽ پنهنجي قوم کي وڃي چيائين تہ "مان هن سپاه ۾ اهڙي ڳالهہ ڏٺي آهي، جو هو جنهن مقصد پوري ڪرڻ جو ارادو ڪندا، ان کي ضرور پورو ڪندا." ۽ پوءِ هُن امامت ۽ جماعت جو احوال، جيئن ڏٺو هئائين، تيئن بيان ڪري ٻڌايائين. اهو عجيب ۽ حيرت انگيز

(١) فتحنامي موجب ٻڌو ولد ڪاڪو ولد ڪوتڪ.
(٢) اصل ۾ "محصل" (ن. ب).

احوال ٻڌي، هنن جي دلين ۾ سخت خوف پيدا ٿيو ۽ هو نذرانو کڻي، محمد بن قاسم جي حضور ۾ اچي حاضر ٿيا. هو اهڙي وقت آيا، جڏهن مسلمانن جي اڳيان دسترخوان وڇايل هو ۽ ماني کائي رهيا هئا. جنهن ڪري محمد بن قاسم کين "مرزوق" (رزق وارا) سڏيو(۱). چنا اسلام قبول ڪري ۽ پنهنجي مٿان عُشر مقرر ڪرائي، واپس ويا. انهيءَ واقعي جي ڪري اچا تائين بہ چنن کي ڪڏهن ڪڏهن "مرزوق" سڏيو ويندو آهي. چنا هن وقت دادو ۽ جوهي تعلقن ۾ ڪاشتڪاري زمينداري ڪندا آهن. چنن جو سردار وڏيرو خدا بخش خان ولد مرحوم پنهون خان آهي، جو سرڪار جو درباري يعني ڪرسي نشين آهي.

امير محمد بن قاسم انهن قلعن فتح ڪرڻ بعد "چچنامي" ۽ "تحفة الڪرام" مطابق نيرون (حيدرآباد) جي قلعي ۾ آيو مگر "تاريخ معصومي" مطابق ٽلٽيءَ وٽان، جو اچا تائين سنڌوندي جي ڪناري تي هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي، درياءَ اڪاري، سنڌ جي دارالسلطنت اروڙ ڏانهن روانو ٿي ويو.

راقم الحروف جيئن تہ اختصار کان ڪم وٺي دارالسلطنت اروڙ جي فتح جو بيان ڪرڻ گهري ٿو، تنهنڪري مٿي ڄاڻايل مؤرخن جي اقوالن کي نظرانداز ڪندي، لکي ٿو.

بهرحال امير محمد بن قاسم سنڌونديءَ منجهان انهيءَ پل جي ذريعي اڪريو، جا ٻيڙين مان ٺاهي هئائون، پرينءَ پر پهتو. درياءَ جي ڪناري تي ڪافرن تمام وڏي تعداد ۾ گڏ ٿي، لڙائي شروع ڪري ڏني. پر مسلمانن جو جهنڊو فتح ۽ نصرت جي هير سان ڦڙڪڻ لڳو ۽ هو راور(۲) جي پرسان وڃي پهتا. مگر قلعو تمام مضبوط هو، جنهن ڪري هنن منجنيقون، باه جا گولا ۽ ٻيا هٿيار استعمال ڪرڻ شروع ڪيا، جي روم ۽ ايران

---

(۱) هن خطاب مان ائين ٿو ڀانئجي تہ ڪين ٻاڻ سان گڏ دسترخوان تي ويهاري، ماني کارائي هوندائين (مترجم).

(۲) فتحنامي موجب "الور" (اروڙ) (ن. ب)

وارن کي استعمال ڪندي، ڏڦا هٿائون. اهڙيءَ ريت ڏهن ڏينهن تائين جنگ جاري رهي. تانجو رمضان شريف سنه ٩٣هه مطابق سنه ٧١٢ع جي ڏهين تاريخ راجا ڏاهر زره پهري، وڏي جوش خروش سان سفيد هاٿيءَ تي سوني پالڪيءَ ۾ چڙهي، ڪافرن جو وڏو لشڪر ساڻ ڪري، قلعي کان ٻاهر نڪتو. مٿي تي جڙاءُ دار تاج ۽ بدن تي شاهي پوشاڪ ۽ خوبصورت ٻانهون ساڻ. هڪڙي شراب جو پيالو ڀري ٿي پيارس ۽ ٻي پان پٽي ڪارايس.

صبح کان وٺي شام تائين ٻنهي لشڪرن جي وچ ۾ ايڏي سخت لڙائي لڳي، جو ان جو بيان ڪري نه سگهبو. چيو وڃي ٿو ته ڏاهر جي هٿ ۾ اهڙي عجيب و غريب چرخي ۽ لوهي سرڪڻ ڦاهي هئي، جو جيڪو به ويجهو ٿي آيس، اک ڇنڀ ۾ ان جي سيسي وڍي، پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي ورتائينس. انهيءَ تباه ڪُن صورت حال مسلمانن جو دماغ پريشان ڪري ڇڏيو. محمد بن قاسم پاڻ به حيران ۽ پريشان ٿي ويو. ڇنڀ خشڪ ٿي ويس ۽ "أطعمني السماء" (مونکي پاڻي پياريو) ٿي چيائين. آخر اسلامي جهنڊو هٿ ۾ کڻي، راجا ڏاهر جي هاٿيءَ وٽ وڃي پهتو ۽ زورشور سان نعره تڪبير "الله اڪبر، الله اڪبر" هڻڻ شروع ڪيائين. مسلمان سپاهين تيرن وسائڻ، ترارن هلائڻ، نيزن اُڇلائڻ ۽ آتشي هٿيارن استعمال ڪرڻ ۾ پنهنجي وسان ڪين گهٽايو. ٻنهي لشڪرن جا هزارين سپاهي قتل ٿي ويا. نيتِ الله جي مرضي پوري ٿي، جو اتفاقاً يا ڄاڻي واڻي ٻاه جو هڪ شعلو راجا ڏاهر جي پالڪيءَ ۾ وڃي پيو. جنهن ڪري هاٿيءَ ڏاه ڪاڏو ۽ پاڻي جي طرف وٺي ڀڳو، جو ميدان جنگ جي ويجهو هو. جنگ جاري هئي ۽ تيرن جو وسڪارو ٿي رهيو هو، ته هڪ تير راجا ڏاهر جي ڳلي ۾ وڃي لڳو ۽ سندس روح جو پکي بدن جي پڃري مان پرواز ڪري ويو. اهو عجيب واقعو اهڙي وقت ٿيو، جڏهن سج لهڻ وارو هو.

برهمڻ اهو حيرت انگيز حادثو ڏٺو، تہ انهن مان گهڻن پڇڻ شروع ڪيو، ۽ ڪن راجا ڏاهر جو لاش پالڪيءَ مان ڪڍي، درياء جي ڪناري تي ڪپ ۾ لڪائي ڇڏيو، ۽ پوءِ قلعي ڏانهن ڀڳا، تہ مسلمانن جي ورّ چڙهي ويا، جي سنڌن لنگهہ روڪيو ۽ دروازو بند ڪيو بيٺا هئا. انهيءَ وقت انهن مسلمانن جو سرڪردو قيس هو، جنهن برهمڻ کي قتل ڪرڻ تي چاهيو. مگر برهمڻ اسان گهري ۽ راجا ڏاهر جي قتل تي وڃڻ جي خبر ٻڌايائون. اهي پڻ خوبصورت ٻانهيون بہ گرفتار ڪيون ويون، جي راجا ڏاهر سان گڏ سفيد هاٿيءَ تي پالڪيءَ ۾ ويٺل هيون.

برهمڻ جي ڏس تي راجا ڏاهر جو سر، ڌڙ کان ڌار ڪري محمد بن قاسم وٽ پيش ڪيو ويو. ٻانهين راجا جو سر سڃاڻي، تصديق ڪئي. مسلمان ڏاڍو خوش ٿيا. اها جمعي رات هئي، جا فتح جي خوشيءَ ۾ ۽ پنهنجي پروردگار جي عبادت ۽ رياضت ۾ گذاريائون.

محمد بن قاسم جمعي ڏينهن صبح جو سوير راجا ڏاهر جي سيسي برهمڻ ۽ ٻانهين جي هٿ قلعي جي دروازي تي ڏياري سوڪلي. اها رمضان شريف سنہ ٩٣ هجري (مطابق ڀهرين جولاءِ ٧١٢ع) جي ٻارهين تاريخ هئي(١). قلعي وارن کي راجا ڏاهر جي قتل تي وچڻ تي اعتبار نٿي آيو. جڏهن اها ڳالهہ راڻي لاڏيءَ ٻڌي، تہ هڪدم محلات مان نڪري، قلعي جي دروازي تي آئي ۽ ٻانهين جي واتان بہ سا ڳالهہ ٻڌائين، جي روئي رهيون هيون، ۽ پاڻ بہ راجا ڏاهر جو سر سڃاتائين. پوءِ هڪدم پاڻ کي قلعي جي فصيل تان هيٺ اڇلايائين. جنهن ڪري قلعي ۽ شهر ۾ وڏو شور مچي ويو. قلعي جو دروازو کوليو ويو ۽ مسلمان اندر گهڙي پيا. بت ڀڃي ڇڏيائون، ۽ مسجدون تعمير ڪيائون.

---

(١) سنہ ٩٢ هجري مطابق ٧١١ عيسوي (ن. ب).

جمعي نماز کانپوءِ خزانو هٿ ڪيائون، جنهن ۾ هيرا جواهر ۽ قيمتي ڪپڙا هئا. سيني شين جي فهرست تياري ڪري، راجا ڏاهر جون ٻه ڌيئر "سرل ديوي" ۽ "سورج ديوي"، راجا ڏاهر ۽ ٻين برهمڻ اسيرن جا سر، قيس جي هٿ، جنهن سان هڪ سؤ سوار ساڻ هئا، دارالحڪومت (دمشق) ڏياري موڪليائون. محمد بن قاسم مڪمل بندوبست ۽ نظم نسق قائم ڪري، شرعي احڪام نافذ ڪري ۽ برهمڻ آباد (ٻانڀران) وغيره جا قلعا فتح ڪري بعد خليفة المسلمين کان اجازت وٺي، راجا ڏاهر جي پيڻ سان نڪاح ڪيو.

راقم الحروف (لب تاريخ جو مؤلف) هن احوال لکڻ جي جرات ٿو ڪري، جيتوڻيڪ پڙهندڙن کي طوالت جي ڪري اها ڳالهه نه وڻندي، پر جيئن ته هن ڪتاب جي ديباچه مطابق ضروري ڳالهين بيان ڪرڻ ۾ ڪو حرج نه آهي، تنهنڪري لکڻو ٿو پوي، ته راجا ڏاهر جي اها ڀيڻ، آهائي هئي، جنهن جي باري ۾ برهمڻن ڏاهر کي اڳواٽ ئي ٻڌايو هو ته هن جو نڪاح انهيءَ شخص سان ٿيندو، جو سنڌ جي سلطنت جو والي هوندو، ۽ انهيءَ ڪري ئي ڏاهر هن سان شادي ڪئي هئي. مگر برهمڻن جو چوڻ نيٺ صحيح ثابت ٿيو، جو سنڌ جي سلطنت جي والي محمد بن قاسم جي نڪاح ۾ اچي وئي.

محمد بن قاسم سڄو سال دارالسلطنت (اروڙ) ۾ رهي، ان جي اوسي پاسي وارن قلعن فتح ڪرڻ ۾ گذاريو. انهيءَ وچ ۾ راجا ڏاهر جي پٽن ۽ ٻين مائٽن جي برپا ڪيل شورشن سبب ڪي ننڍيون وڏيون جنگيون به ٿيون، مگر خدا جي فضل ۽ دين اسلام جي برڪت سان هو سيني ۾ ڪامياب ٿيو. انهن ڪاميابين کانپوءِ "ساوند ري"(١) ۽ ان جي اوسي پاسي رهندڙ سمّا قوم جا ماڻهو، جي اڄا تائين سنڌ ۾ جدا جدا هنڌن تي

(١) فتحنامي مطابق "نري".

رهن ٿا سي (مگر "ساوندري" جو شهر هن وقت ناپيد آهي) دهل دماما وڄائيندا ۽ ناچ ڪندا، ستي اگهاڙا محمد بن قاسم وٽ اچي حاضر ٿيا. محمد بن قاسم ماڻهن کان پڇا ڪئي ته "هيءَ ڪير آهن؟". ٻڌايائونس ته "جڏهن ڪو بادشاه فتحياب ٿيندو آهي، ته هيءَ ماڻهو انهيءَ نموني خوشيءَ جو اظهار ڪندا ۽ مبارڪباد چوڻ ايندا آهن." محمد بن قاسم هنن جي اها خلوص پري روش ڏسي ڪين، ڍل معاف ڪري ڇڏي. اهڙيءَ ريت لوهاڻا، سهتا، چند ر، ماڇي ۽ ڪوريجا به، جي سنڌ جي جدا جدا ضلعن ۾ رهن ٿا ۽ ڪاشتڪاري ڪن ٿا، محمد بن قاسم وٽ آيا، جن جي مٿان ڍل وجهڻ بدران، "سونهين" جو ڪم رکيو ويو. يعني جيڪي ماڻهو دارالسلام(۱) کان دارالسلطنت (اروڙ) اچن، يا دارالسلطنت کان دارالسلام وڃن، ته انهن جا سونها ٿين ۽ کين رستو ڏيکارين.

محمد بن قاسم سڄو سال اروڙ ۾ گذارڻ ۽ اروڙ جي رهاڪن کي نصيحت ۽ هدايت ڪرڻ بعد، حڪومت جو انتظام اسلامي شريعت موجب رکيو ۽ اضف بن قيس جي ڏهٽي، رواح اسدي کي اروڙ جو حاڪم مقرر ڪيائين. قضا جو عهدو موسيٰ بن يعقوب بن طائي (بن محمد بن موسيٰ) بن شيبان بن عثمان ثقفيءَ جي حوالي ڪري، کيس "قاضي القضاة" (چيف جج) جو اعزاز عطا ڪيائين (راقم الحروف جو خيال آهي ته اهو موسيٰ بن يعقوب "وقائع سنڌ" يا "چچنامي" (فتحنامي) جو مؤلف آهي). برهمڻ آباد ۾ وداع بن حميد البحري (۲) کي حاڪم ڪري رکيائين ۽ پين قلعن ۽ ننڍن شهرن جو مناسب انتظام ڪرڻ بعد،

(۱) "دارالسلام بغداد شريف". (ن. ب).

(۲) فتحنامي مطابق "وداع بن حميد نجدي" (سنڌي ترجمو حاشين ۽ تعليقات سان. سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ۱۹۵۴ع)

پاڻ ربيع الاول ٩٤هه مطابق ڊسمبر ٧١٢ع (١) ۾ آچ ۽ ملتان فتح ڪرڻ لاءِ ڪوچ ڪيائين.

انهيءَ وقت محمد بن قاسم جي جهنڊي هيٺ پنجاه هزار سوارن ۽ پيادن جو لشڪر هو. واٽ تي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ جيڪي سرڪش باغي ڏٺائين، تن انهن کي دڙڪو داٻ ڪري ۽ جزيه مقرر ڪري، چڏي تي ڏنائين. 'باتيه' ۽ 'سڪه' جي قلعن فتح ڪرڻ بعد ملتان فتح ڪيائين. ملتان جا سرڪردا ماڻهو استقبال لاءِ آيا ۽ (اطاعت گذاري ۽ وفاداريءَ جا) انجام اقرار ڪيائون. ملتان ۾ "دائود بن نصر بن وليد عماني"(٢) کي امير مقرر ڪيائين. "خريم بن عبدالملڪ تميمي" کي "برهمپور" جي قلعي جو والي ڪري رکيائين، جو جهلم (پنجاب) ۾ هو(٣). پوءِ پاڻ ديبالپور (پنجاب) روانو ٿيو. ديبالپور فتح ڪرڻ بعد قنوج ۽ ڪشمير ويو. اتان جي راجا ۽ حڪمرانن به اسلام جي اطاعت قبول ڪئي ۽ دل به دارالخلافت موڪلڻ جو اقرار ڪيائون.

جڏهن محمد بن قاسم راجا ڏاهر جي سلطنت جي سڀني علائقن تي فتح حاصل ڪئي ۽ سنڌ مان دل هر قسم جي انديشي ۽ وسوسي کان مطمئن ٿي، ۽ واپس وڃڻ جو ارادو ڪيائين ته اوچتو خليفي وليد وٽان معزوليءَ جو حڪم پهتو، جنهن جو تفصيل هن ريت آهي ته محمد بن قاسم اروڙ فتح ڪرڻ بعد راجا ڏاهر جي ٻن ڌيئرن کي هيرن جواهرن جي تحفن ۽ نذرانن سميت خليفة المسلمين جي خدمت ۾ موڪليو هو. هڪ رات خليفي ٻنهي ڀينرن کي پاڻ وٽ گهرايو. جڏهن ٻنهي شهزادين جي منهن تان نقاب هٽايائون، ته خليفو سندن حسن ۽ جمال ڏسي،

(١) آڪٽوبر ٧١١ع (٢) عثماني (٣) حريمن بن عبدالملڪ بن تميم کي "حصار پوره" (پنجاب) ۾ رکيائين جو درياءَ ڪمال جي ڪناري تي هو (ن.ب).

پهرين نظر ۾ ئي مٿن فدا ٿي پيو. پهريائين ترجمان جي معرفت هنن کان نالا پڇيائين. پوءِ هڪڙيءَ کي پنهنجي بستري تي اچڻ جو حڪم ڏنائين. پنهي ڄڻين عرض ڪيو ته ”اسين شاهي خلوت گاه جي لائق نه آهيون. ڇو ته محمد بن قاسم اسان کي ٽي ڏينهن پاڻ وٽ رکي ڇڏيو آهي.“ شهزادين جو اهو بيان سنڌيءَ ۾ هو، جو ترجمان عربيءَ ۾ خليفي جي خدمت ۾ عرض ڪيو. خليفة المسلمين اها ڳالهه ٻڌڻ شرط غصي ۽ غيرت جي جوش کان ٽپي باه ٿي ويو ۽ حڪم ڏنائين ته ”محمد بن قاسم، هن بي ادبيءَ جي ڪري پاڻ کي ڳئون جي ڪچيءَ کل ۾ وجهرائي، دارالخلافت ۾ حاضر ٿئي.“ ۽ شاهي فرمان جي حاشيه تي پنهنجي هٿ سان ڪاوڙ ۾ ۽ تاڪيد خاطر هيءَ الفاظ لکيائين ته ”محمد بن قاسم جتي به هجي، هن حڪم جي تعميل ڪري.“ امير محمد بن قاسم کي جڏهن هيءَ غضبناڪ فرمان مليو، تڏهن هو ”اڊي پور“ (هندوستان) ۾ هو. فرمان پهچڻ شرط سندس تعميل ڪيائين. ٽن ڏينهن کان پوءِ سندس روح پرواز ڪري ويو. دربان، سندس لاش، جو صندوق ۾ رکيل هو، دربار خلافت ۾ پهچايو. انهيءَ ڏينهن دربار عام هئي. لاش واري صندوق خليفي جي حضور ۾ پيش ڪئي وئي. خليفي پڇيو ته ”ڇا، محمد بن قاسم جيئرو آهي؟“ دربان عرض ڪيو ته ”ٽن ڏينهن بعد انهيءَ کل جي اندر فوت ٿي ويو.“ پوءِ خليفي جي حڪم موجب صندوق حرم سراءِ ۾ موڪلي وئي ۽ پنهي شهزادين کي گهرائي، سندن روبرو کولي وئي. خليفي چين ته ”سچائو، لهو آهي يا ڪو پيو، ڏسو، منهنجو حڪم ڪيئن ٿو هلي؟“ پنهي ڀينرن خليفي جي تعريف ڪئي ۽ کيس هٿ کٽي دعائن ڪرڻ بعد چيائون ته ”منصف مزاج بادشاهه کي ڪنهن به اهم ڪم ۾ تڪڙ ڪرڻ نه گهرجي. اسان محمد بن قاسم جي مٿان اها تهمت دشمنيءَ جي ڪري رکي هئي. ڇو ته اسان جو پيءُ هن جي هٿان

قتل ٿيو. بادشاهي اسان جي خاندان مان هلي وئي ۽ اسان کي قيدي ۽ مجبور بڻجي، پرديس ۾ اچڻو پيو. بادشاهه (خليفي) جوش سبب اسان جي الزام جي تحقيق نه ڪئي، سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ امتياز ڪرڻ کان سواءِ ئي اهڙو حڪم صادر ڪيائين. حالانڪ محمد بن قاسم اسان جي لاءِ اسان جي پيءُ ۽ ڀاءُ جي برابر هو ۽ هن جو هٿ اسان جي عصمت جي دامن تائين ڪين پهتو هو. جيتوڻيڪ اسان جو مطلب پورو ٿي ويو. يعني پنهنجي پيءُ جو انتقام ورتو، مگر خليفي جو انصاف داغدار ٿي پيو." خليفي جڏهن ترجمان جي معرفت اها ڳالهه ٻڌي، تہ پهريائين شرمساريءَ کان ڪنڌ هيٺ ڪيائين، پر پوءِ سخت جوش ۽ غصي ۾ حڪم ڏنائين تہ "ٻنهي ڀينرن کي گهوڙن جي پڇن سان ٻڌي، شهر (دمشق) جي چوڌرد ڦيرائي، درياءَ ۾ اڇلايو وڃي." ڪن مؤرخن جو چوڻ آهي تہ ڪين ديوارين ۾ پورائي، مٿان اوساري ڪرائي ڇڏيائون ۽ محمد بن قاسم جو لاش دمشق جي قبرستان ۾ دفنايائون. جيتوڻيڪ ڳالهه وڏي آهي، پر راقم الحروف ان کي اختصار سان قلمبند ڪيو آهي. محض پڙهندڙن جي عبرت لاءِ تہ ڪيئن نہ اهڙي بهادر ۽ هڪ ڪافرانہ سلطنت جي فاتح جي خلاف، وقت جي خليفي نفساني خواهش جي جوش ۾ اهڙو ناجائز ۽ نامناسب حڪم صادر ڪيو(١). اهو واقعو ٩٦هه مطابق ٧١٥ع

(١) هيءَ هڪ بيهودو ۽ بالڪل ڪوڙو قصو آهي ۽ ان لاءِ تاريخي ثبوت ڪونہ آهي. محمد بن قاسم جي معزولي ۽ موت جو سبب سياسي حالات هئا، جي خليفي وليد جي پوئين وقت ۾ پيدا ٿيا. خليفي وليد چاهيو ٿي تہ پنهنجي ڀاءُ سليمان جي بدران، پنهنجي پٽ کي ولي عهد مقرر ڪري. حجاج بن يوسف انهيءَ ڳالهه ۾ هن جو پورو پورو ساٿ ڏنو، جنهنڪري سليمان ۽ حجاج جي وچ ۾ دشمني پيدا ٿي پئي. وليد جي فوت ٿيڻ کان پوءِ، سليمان خليفو ٿيو ۽ محمد بن قاسم کي، جو حجاج جو ڀائيٽو هو، معزول ڪيائين. محمد بن قاسم بي وقوف ۽ احمق حاڪمن جي ور چڙهي ويو ۽ صالح بن عبدالرحمان جي قيد ۾ فوت ٿي ويو (ن. ب)

۾ ٿيو(۱).

محمد بن قاسم جي رحلت کان پوءِ سال ۾ (۱۳۲-۱۳۳ھ مطابق ۷۴۹-۷۵۰ع ۾) سنڌ جو ملڪ لا وارث ٿي پيو(۲) ۽ سنڌ وارن بغاوت ۽ نا فرماني ڪئي ۽ خود مختار بنجڻ جي ڪيائون. برهمڻ آباد تي ڏاهر جي پٽ جيسر قبضو ڪيو ۽ ملڪ جا پيا به ڪيترائي علائقا برهمڻ جي قبضي ۾ اچي ويا. فقط هيٺين سنڌ جو ڪجهه علائقو، جو سمنڊ کي ويجهو هو، اموي حڪومت جي ماتحت رهيو. مگر انهيءَ علائقي ۾ به اموي گهراڻي جي حڪمراني نالي ماتر هئي.

جڏهن ۹۶ھ مطابق ۷۱۵ع ۾ خليفو وليد فوت ٿيو(۳) ۽ سليمان بن عبدالملڪ خلافت جي مسند تي ويٺو، تہ عامر بن عبدالله کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪيائين(۴). هن سنڌ ۾ پهچندي ئي جيسر ولد ڏاهر سان برهمڻ آباد جي پرسان جنگ ڪري، قلعي تي قبضو ڪيو ۽ ڪن ٻين علائقن تي به قبضو ڪيائين. راقم الحروف جو پختو خيال آهي تہ سنڌو نديءَ جي ڪناري تي (هيٺين سنڌ ۾) "عامريءَ" نالي جيڪو ڳوٺ آهي

(۱) سنہ ۱۳۱ھ مطابق سنہ ۷۴۸ع غلط آهي. ڇو تہ وليد جمادي الاخر ۹۶ھ مطابق فبروري ۷۱۵ع ۾ فوت ٿيو (ڏسو تاريخ طبري. ڇاپو لنڊن ۲ × ۱۲۶۹) ۽ سليمان وليد جي جاءِ تي خليفو ٿيو. محمد بن قاسم جي معزولي ۽ موت گهٽ ڪري انهيءَ ئي سال ٿيو (ن. ب).

(۲) اهو "لب تاريخ" جي مؤلف جو رڳو خيال آهي (ن. ب).

(۳) خليفو وليد سڀني مؤرخن جي قول مطابق وچ جمادي الاخر ۹۶ھ ڇنڇر ڏينهن فوت ٿيو. (ڏسو تاريخ طبري ۲ × ۱۲۶۹). (ن. ب).

(۴) خليفي سليمان، يزيد بن ابي ڪبشتہ السڪسي کي سنڌ جو حاڪم ڪري موڪليو (ڏسو بلاذري، فتوح البلدان، ڇاپو ليڊن صفحہ ۴۴۴). (ن. ب).

۽ جتي هڪ پراڻي قلعي جو وڏو ڊڳو آهي، شايد اهو قلعو سنڌ جي انهيءَ حاڪم عاسر جو هوندو.

سليمان کان پوءِ مروان بن محمد، جو "القادر باللّٰه" جي لقب سان ملقب هو، خليفو ٿيو ۽ هن، ابوطالب کي سنڌ جو حاڪم ڪري موڪليو. ۽ اهو اموي گهراڻي جو آخري حاڪم هو، ۽ پوءِ (سنڌ ۾) اموي گهراڻي جي حڪومت ختم ٿي وئي(١). سنڌ جي تاريخن مطابق سنڌ تي اموي گهراڻي جو قبضو چاليهه سال مس رهيو. سنه ٩٢هه مطابق ٧١١ع کان وٺي سنه ١٣٤هه مطابق ٧٥١ع تائين. ان کان پوءِ ٻه ٽي سال پوءِ سنڌ ۾ انتشار پيدا ٿيو. تحفة الڪرام جي مؤلف جو چوڻ آهي ته "سسئي-پنهون" وارو واقعو، جنهن جو قصو سنڌ ۾ مشهور آهي، انهي زماني ۾ ٿيو هو.

## ٽيون طبقو

## عباسي گهراڻي جا حاڪم

جي سنه ١٣٢ هه مطابق ٧٥٠ع کان سنڌ تي قابض ٿيا

اڪثر تاريخن مطابق عباسي گهراڻي جو پهريون خليفو عبداللّٰه بن علي بن عباس، جو "سفاح" جي لقب سان مشهور هو، ١٣٢ هه مطابق ٧٥٠ع ۾ (٢) جڏهن خلافت جي مسند تي جلوه افروز ٿيو، ته دائود بن عليءَ کي هڪ وڏو لشڪر ساڻ ڏئي، سنڌ ۾ موڪليائين، جنهن اچي سنڌ سان اموي گهراڻي جي حڪمرانن ۽ سندن سيني واسطيدار ماڻهن کي ڪڍي، ملڪ جي وڏي حصي تي قبضو ڪيو. دائود پورن ڇهن سالن تائين تمام سهڻي نموني سان حڪومت ڪئي. ١٣٦هه مطابق ٧٥٤ع ۾ ابو جعفر منصور کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪيو ويو.

(١) اهو رڳو مؤلف جو خيال آهي. ان جي ڪا تاريخي ثابتي ڪانهي
(٢) اصل ۾ سال ١٣٧هه مطابق سال ٧٥٤ع. (ذ. ب).

تنهن کان پوءِ هارون رشيد جي خلافت جي زماني ۾، جنهن جي جرئت ۽ دانائي مشهور آهي، فضل برمڪيءَ جو ڀاءُ موسيٰ سنڌ جو حاڪم ٿيو، ۽ پوءِ فضول خرچيءَ جي ڪري ڪيس معزول ڪري، سندس جاءِ تي سيد علي بن موسيٰ بن هامان کي مقرر ڪيو ويو، پر هن جي دؤر ۾ امن امان ختم ٿي ويو ۽ ڪيترائي شهر ۽ قلعا جهڙوڪ ٻنڀور وغيره ويران ٿي ويا. نيٺ هو شهيد ٿي ويو. ٢٠٧هه مطابق ٨٢٦ع ۾ مهدي ابوالعباس سنڌ جو حاڪم ٿيو، جو تمام گهڻي عرصي تائين وڏي جرئت ۽ دانائي سان حڪومت ڪندو رهيو، جنهن ڪري ملڪ جو رقبو وسيع ٿي ويو. مهدي ابوالعباس کان پوءِ دارالسلام بغداد کان سنڌ ۾ جدا جدا حاڪم ايندا رهيا. القادربالله ابوالعباس احمد بن اسحاق بن مقتدر جي زماني تائين. سنڌ ۾ عباسي گهراڻي جي حڪومت الڪل ٢٨١ يا ٢٨٢ سال رهي. ١٦ ٤هه مطابق ١٠٢٥ع تائين.

تحفةالڪرام جي مؤلف جو چوڻ آهي ته بکر ۽ اروڙ جا قاضي ثقفي خاندان سان آهن. بني تميم سنڌ ۾ "تهيم" جي نالي سان مشهور آهن ۽ عباسي، صديقي، فاروقي، عثماني، پنوهار ۽ سپيا وغيره سنڌي قومون بني اميه ۽ بني عباس جي نسل مان آهن.

راقم‌الحروف هن موقعي تي هيءَ ڳالهه لکڻ مناسب ٿو سمجهي، ۽ ان لاءِ پڙهندڙن کان معافي به گهري ٿو، ته تحفةالڪرام جي مؤلف لکيو آهي ته حضرت سليمان عليه السلام جڏهن جي هڪ ٽولي کي روم مان چند ٻانهيون خريد ڪري اچڻ لاءِ موڪليو هو. واپسيءَ تي رستي ۾ هڪ جن" جو "لوليا" نالي هڪ ٻانهيءَ سان تعلق پيدا ٿي پيو جنّن جو نطفو ٻانهيءَ جي پيٽ ۾ رهجي ويو. حضرت سليمان کي اها خبر پهچي وئي ۽ اها ٻانهي انهيءَ جن" کي بخشي ڇڏيائين، جنهن مان "لودره" (لودرو يا لوڊو) نالي هڪ ٻار پيدا ٿيو.

ان جو اولاد گهڻي عرصي بعد عربن سان رَلي ملي ويو. سنڌ فتح ڪرڻ وقت عربن سان گڏجي سنڌ ۾ آيو ۽ هت ئي رهي پيو ۽ مشهور ٿي ويو. اها ڳالهه صحيح ٿي سگهي ٿي. چوته هن قوم (لولي) جا جيڪي ماڻهو پنجاب ۽ سنڌ ۾ رهن ٿا ۽ پنهنجي قديم هجڻ جي دعوىٰ ڪن ٿا، سي پاڻ کي "لوڏو" سڏائيندا آهن ۽ پنهنجي اصليت يعني حسب نسب تي فخر ڪندا آهن.

پراڻن تاريخي ڪتابن ۾ ڏٺو ويو آهي ته بکر جي قلعي جي تعمير جي تاريخ "بالاحصار" مان نڪري ٿي، جنهن جا عدد ٣٣٣ آهن. اهو هجري سنه (٣٣٣) عيسوي سنه ١٠٤١ جي مطابق آهي. ان مان سمجهجي ٿو ته شايد ان جو بنياد عباسي گهراڻي جي حاڪمن جي ڏينهن ۾ پيو آهي. جيتوڻيڪ تاريخن مان اهو به معلوم ٿو ٿئي ته جڏهن سيد ميرمحمد مڪي رضوي، جو سنه ٦٠٦هه مطابق ١٢٠٩ع ۾ بکر وٽ پهتو، جنهن جو نالو ان وقت "فرشتو" هو، ته سنڌس خادمن کانئس پڇيو ته "سامان اسباب ڪٿي رکيو وڃي؟". جواب ڏنائين ته "جتي ڳئون جي رنبي پڌڻ ۾ اچي." ۽ اهو به چيائين ته "جعل الله بڪرتي في البقعة المبارڪة" (الله تعاليٰ منهنجو صبح برڪت ڀرئي خطي ۾ مقرر ڪيو آهي، يعني مون کي ڪنهن برڪت ڀرئي خطي ۾ رهڻو آهي). نيٺ هوريان هوريان انهيءَ علائقي جو نالو "بکر" ٿي ويو. هن وقت سنڌس مزار جيتوڻيڪ سکر ۾ آهي ۽ سنڌس اولاد گهڻو ڪري روهڙيءَ ۾ ۽ ڪن ٻين هنڌن تي مدفون آهي، مگر مشهور "رضوي البکري" جي نالي سان آهي.

"خواجه خضر" جي آستان جي تعمير جي تاريخ، جنهن کي هندو "جند پير" يا "زنده پير" سڏيندا آهن ۽ سنڌوندي‌ءَ جي وچ ۾ آهي، "درگاه عالي" آهي، جنهن جا عدد ١٣٤١ آهن،

۽ اهو هجري سنہ، عيسوي سنہ ٩٥٢(١) جي مطابق آهي، غالباً اهو استان بہ عباسي گهراڻي جي حاڪمن جي زماني ۾ ڏٺيو هوندو. گمان ڪڍهن صحيح ثابت ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن غلط.

## چوٿون طبقو

### نامور سلطان محمود غزنويءَ جي پاران مقرر ڪيل سنڌ جا حاڪم

سنہ ٤١٦ھ مطابق ١٠٢٥ع کان

سنڌ جون اڪثر تاريخون هن ڳالهہ تي متفق آهن، تہ سلطان محمود غزنوي هندستان فتح ڪرڻ کان پوءِ ملتان ۽ اُچ ۾ پهتو ۽ عباسي گهراڻي جي حاڪمن کي ڪڍي، سڄي ملڪ تي قبضو ڪيائين ۽ پنهنجي وزير عبدالرزاق کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ موڪليائين. هن پهريائين اچي ٻکر کي فتح ڪيو ۽ پوءِ سيني انتظامي ڳالهين جو مڪمل بندوبست ڪري، پنهنجي قبضي کي چڱي طرح پختو ڪيائين. ہِ سال ٻکر ۾ گذارڻ بعد ٤١٨ھ مطابق ١٠٢٧ع ۾ سيوهڻ ڏانهن رخ رکيائين. اتي بہ مڪمل فتح حاصل ڪرڻ ۽ تمام سٺو انتظام رکڻ بعد، ديبل بندر (ٺٽي) ۾ داخل ٿيو ۽ اُن کي فتح ڪري، عربن کي ڪيي ڇڏيائين، جيڪي اتي رهجي ويل هئا. باقي ڪي ٿورا عرب، جي عيالداريءَ جي ڪري مجبور هئا (شايد سنڌين سان مٽي مائٽي ڪرڻ سبب) يا پنهنجي فضيلت (علم ۽ هنر وغيره) جي ڪري مشهور هئا، انهن کي مناسب عهدا ۽ وظيفا ڏنائين، جن جو اولاد تحفة الڪرام جي قول موجب اڄا تائين موجود آهي.

---

(١) سال ٩٤٩ع (ن. ب.).

نامور غازي سلطان محمود غزنوي ٤٢١هه مطابق ١٠٣١ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري عالم جاوداني ڏانهن راهي ٿيو ۽ سندس جاءِ تي سندس فرزند ارجمند سلطان مسعود تخت نشين ٿيو. هن به سنڌ جي حڪومت جو اهوئي انتظام برقرار رکيو، جو سندس والد بزرگوار جي وقت ۾ هو. جڏهن ٤٣٢هه مطابق ١٠٤١ع ۾ هن جو انتقال ٿيو، ته سندس فرزند مودود پنهنجي موروثي تخت تي ويٺو. جيتوڻيڪ هن، سنڌ جا اڳيان حاڪم تبديل ڪري، نوان حاڪم مقرر ڪيا هئا، پر انهن جا نالا ڪنهن به تاريخ ۾ نٿا ملن. نيٺ هن ٤٤١هه مطابق ١٠٤٩ع ۾ رحلت ڪئي. ان کان پوءِ سلطان مسعود ثاني غزنيءَ جي تخت تي ويٺو. هن به سنڌ جو انتظام ائين ئي قائم رکيو، جيئن هلندو ٿي آيو. جڏهن سندس حياتي پوري ٿي ۽ لاهور ۾ وفات ڪيائين، ته غزنوي گهراڻي جو هڪ شهزادو خسروملڪ تخت نشين ٿيو، ۽ هن به ساڳيوئي انتظام برقرار رکيو. نيٺ ٥٨٣هه مطابق ١١٨٧ع ۾ جڏهن سندس ڪامرانيءَ جو جام اچا گردش ۾ ئي هو، ته غزنوي سلطنت جو دور پورو ٿي ويو. خسروملڪ، غياث الدين غوريءَ هٿان قيد ٿيو ۽ غزنيءَ جي قيدخاني ۾ گذاري ويو.

راقم الحروف جو پختو خيال آهي ته بکر جي قلعي جي تعمير، جا پهريون دفعو ٿي آهي، ۽ جنهن جي تاريخ "شهر گل" مشهور آهي (جنهن مان ٥٥٥ عدد نڪرن ٿا، ۽ اهو هجري سال، ١١٦٠ عيسوي سال جي مطابق ٿئي ٿو) شايد غزنوي گهراڻي جي حاڪمن جي زماني ۾ ٿي آهي.

غزنوي گهراڻي جيتوڻيڪ سنڌ ۾ گهڻي عرصي تائين حڪومت ڪئي، تاهم سندس اولاد سنڌ ۾ نظر نٿو اچي، ۽ ائين ٿو سمجهجي ته، يا ته خراسان موٽي ويا، يا هت رهندڙ پٺاڻن يا مغلن سان گڏجي سڏجي ويا، ۽ هاڻي پٺاڻ يا مغل سڏبا هوندا.

# پنجون طبقو

## غوري گهراڻي طرفان وڪيل حاڪم

(سنہ ۵۹۱ھ مطابق سنہ ۱۱۹۴ع کان)

اڪثر تاريخن مطابق شهاب الدين محمد بن سام (۱) جي زماني ۾ مٿي ڄاڻايل سال ۾ قطب الدين ايبڪ کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. قطب الدين ڏن مهينن جي اندر سڄي سنڌ تي قبضو ڪري، سيف الملوڪ کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪيو ۽ پاڻ پٺتي موٽي ويو. جڏهن سلطان شهاب الدين ۶۰۲ھ مطابق ۱۲۰۶ع ۾ بي اولاد رحلت ڪئي، تہ سندس سلطنت قطب الدين کي ملي، جو سلطان شهاب الدين جي حياتيءَ ۾ ئي سندس قائم مقام هو. قطب الدين سنڌ جي حڪومت تي وري بہ سيف الملوڪ ئي برقرار رکيو. جڏهن سلطان قطب الدين ۶۰۷ھ مطابق ۱۲۱۰ع ۾ لاهور ۾ چوگان کيڏندي، گهوڙي تان ڪِري فوت ٿي ويو، تہ درباري اميرن سندس پٽ آرام شاهہ کي تخت تي ويهاريو. پر جيئن تہ هن ۾ لياقت ڪانہ هئي، تنهنڪري گهڻو وقت آرام ڪري نہ سگهيو، ۽ سلطنت شمس الدين التمش کي ملي. مگر مورخن جي قول موجب انهيءَ زماني ۾ هندوستان ۾ وڏو انتشار پيدا ٿيو، جنهنڪري هندوستان جي سلطنت چئن حصن ۾ تقسيم ٿي ويئي. دارالسلطنت دهليءَ وارو علائقو سلطان التمش جي هٿ ۾ رهيو. اُچ، ملتان ۽ سنڌ جا علائقا ناصر الدين قباچہ کي ڏنا ويا. لکنو تي (لکنؤ) جو علائقو ملڪ خليج کي مليو، لاهور ۽ ان جي اوسي پاسي وارا علائقا تاج الدين يلدوز جي قبضي رهيا.

راقم الحروف جو چوڻ آهي تہ غوري خاندان جو اولاد هن وقت سنڌ ۾ نظر نٿو اچي، ۽ تحفة الڪرام جي مؤلف جو

---

(۱) شهاب الدين بن قاسم (ن. ب).

چوڻ آهي ته سلطان ناصرالدين قباچه جي زماني ۾ سنڌ، ستن راڻن جي حڪومت هيٺ هئي، جي سڀئي سلطان کي ڏن ڏيندا هئا. انهن ستن ئي راڻن جو احوال سنڌ جي تاريخ سان دلچسپي رکندڙن جي لاءِ هت درج ڪيو وڃي ٿو، ته جيئن سندن معلومات ۾ اضافو ٿئي.

## سنڌ جا ست حڪمران راڻا

(سنه ۶۱۰هه مطابق ۱۲۱۳ع کان)

(۱) هڪڙو راڻو ڀهتر(۱) سعتو راٺور ڊيري، تعلقي دُرٻيلي جو رهاڪو هو. هي راٺور مسلمان آهن، جي هن وقت به سنڌ جي گهڻن ئي ضلعن ۾ رهن ٿا، ۽ انهن مان گهڻا ڪاشتڪاري ڪندا آهن. هاڻي "سعته" جو لفظ بدلجي "سهتو" ٿي پيو آهي. سهتا مسلمان آهن، جي ڊيري جي اوسي پاسي رهندا آهن، جنهن کي فارسيءَ ۾ "دربيله" لکندا آهن.

(۲) ٻيو راڻو سيهڙ ولد ڏاچ ڪوريجو هو، جو روپاه جي اوسي پاسي "تونگ" ۽ "تقع" (؟) جو رهاڪو هو. ڪوريجا مسلمان آهن، جي هن وقت به سنڌ جي گهڻن هنڌن تي رهن ٿا ۽ ڪاشتڪاري ٿا ڪن. روپاه هڪ علائقو آهي، جو شڪارپور ۽ جيڪب آباد جي وچ ۾ آهي، مگر تونگ ۽ تقع جي باري ۾ خبر نه آهي ته ڪهڙي هنڌ هئا(۲).

(۳) ٽيون راڻو جيسر ولد ڇهچه چيچ(۳) ماڇي سولنگي "هانگتاره" (۴) جو رهاڪو هو. جيتوڻيڪ ماڇي سولنگي گهڻو

---

(۱) تحفة الڪرام مطابق ڀهونر (۲) مؤلف جو ماخذ تحفة الڪرام آهي، پر عبارت نقل ڪرڻ ۽ ان جي وضاحت ڪرڻ ۾ ڪي غلطيون ڪيون اٿس. تحفة الڪرام فقط "تونگ" لکيو آهي، جو هن وقت ڪوٽڙي تعلقي ۾ آهي. مؤلف "تقع" جو لفظ وڌايو آهي ۽ هوندن به هيءُ لفظ سبهم آهي (۳) تحفة الڪرام مطابق "ججه". (۴) تحفة الڪرام مطابق "مانگتاره". (ن. ب).

ڪري لاڙڪاڻو، قنبر، نصير آباد ۽ ڪن ٻين هنڌن تي رهن ٿا. مسلمان آهن ۽ ڪاشتڪاري ڪندا آهن. مگر هانگتاره جي باري ۾ خبر نہ آهي تہ ڪٿي هو؟

(۴) چوٿون راڻو وڪيو ولد پنهون چنو هو، جو "درهٔ سيوي" جو رهاڪو هو. هن وقت سيوي "سبي" جي نالي سان مشهور آهي ۽ سنڌ کان ٻاهر، بلوچستان ۾ شامل آهي.

(۵) پنجو راڻو چنو ولد دهته "ٻاگ نئہ" جو رهاڪو هو. پنجين راڻي جو احوال بہ چوٿين راڻي جهڙو معلوم ٿو ٿئي. ٻاگ نئہ، "ٻاگ ناڙي" جي نالي سان مشهور آهي جا سبيءَ جي پرڳڻي ۾ هن وقت سنڌ کان ٻاهر، بلوچستان ۾ شامل آهي.

(٦) ڇهون راڻو "جيئو" ورياه هو، جو "جهم" يعني "وگہ ڪوٽ" (۱) جو رهاڪو هو. ورياه اڃا تائين سنڌ ۾ رهن ٿا. مسلمان آهن ۽ سنڌ ۾ ڍنڍو ڪاشتڪاري آهي. جهم يعني وگہ ڪوٽ هن وقت بدين تعلقي ۾ هڪ ويران مٽيءَ جو ڍير آهي.

(۷) ستون راڻو جسودن (۲) هو، جو "سين نگر" تعلقي "ٻانڀران واه" جو رهاڪو هو. هن زماني ۾ انهيءَ خطي جو سنڌ ۾ وجود ڪونہ آهي. ٻانڀران واه شايد "ٻانڀران" هجي، جو اصل ۾ برهمڻ آباد هو. هاڻي اهو هڪ ويران ڪوٽ آهي، جو شهداد پور تعلقي ۾ آهي.

---

(۱) مؤلف جي اها وضاحت صحيح نہ آهي. "وگہ ڪوٽ" هڪ پراڻو شهر هو، جنهن جي کنڊرن جا نشان بدين جي ڏکڻ (هيٺين سنڌ) ۾ اڃا تائين موجود آهن. باقي جهم هڪ خطي جو نالو آهي، جو ڪوٽڙي ۽ ٺٽي جي وچ ۾ آهي. تحفة الڪرام وگہ ڪوٽ جي بجاءِ "هيمہ ڪوٽ" لکيو آهي. مگر مؤلف عبارت نقل ڪرڻ وقت خلط ملط ڪيو آهي. (ن. ب).

(۲) تحفة الڪرام مطابق معبود بن آگره (ن. ب).

قصو ڪوتاه، ٦٣٣ هه مطابق ١٢٣٦ع ۾ ملڪ خان خلجيءَ سيوهڻ تي ڪاهه ڪئي، ۽ سلطان ناصرالدين قباچه سندس مقابلي لاءِ ملتان کان ٽڪرو اچي پهتو، ٻنهي جي وچ ۾ سخت لڙائي لڳي، جنهن ۾ ملڪ خان خلجي مارجي ويو ۽ سلطان ناصرالدين قباچه فتحمندي حاصل ڪرڻ بعد آچ ڏانهن ڪوچ ڪيو. سنڌ جا حاڪم ساڳيءَ ريت پنهنجين جاين تي قائم رهيا، سنه ٦٢۴ هه مطابق ٢٧-١٢٢٦ع ۾ سلطان شمس الدين التمش پنهنجي وزير نظام الملڪ کي، آچ جي محاصري لاءِ موڪليو، جنهن ٦٢٥ هه مطابق ١٢٢٧ع ۾ آچ تي قبضو ڪيو ۽ ناصرالدين قباچه بکر هليو ويو. نظام الملڪ سندس پيڇو ڪيو. قباچه ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ڀڄڻ لڳو، مگر سندس عمر جي ٻيڙي موت جي نديءَ ۾ غرق تي وئي، ۽ سڄي سنڌ سلطان شمس الدين التمش جي وزير نظام الملڪ جي قبضي ۾ اچي وئي، ۽ هن سنڌ جو انتظام تمام سهڻي نموني سان رکڻ بعد ٦٣٠ هه مطابق ١٢٣٣ع ۾ نورالدين محمد کي سنڌ جي حڪومت هلائڻ لاءِ مقرر ڪيو.

٦٣٣ هه مطابق ١٢٣٦ع ۾ سلطان شمس الدين التمش دارالسلطنت دهليءَ ۾ وفات ڪئي ۽ سندس جاءِ تي سلطان مسعود شاه ولد رڪن الدين فيروز شاه ولد سلطان شمس الدين التمش پنهنجي موروثي تخت تي جلوه افروز ٿيو ۽ سنڌ جي حاڪمن کي، جي سندس ڏاڏي جا مقرر ڪيل هئا، برقرار رکيائين. ٦۴٣ هه مطابق ١٢۴٥ع ۾ مغلن (تاتاري منگولن) جو لشڪر سنڌونديءَ اڪري اچ پهتو، تہ سلطان مسعود شاه بہ دهليءَ کان آچ ڏانهن روانو ٿيو. مغلن جو لشڪر اتان ڀڄي بکر ۾ آيو. سلطان مسعود شاه، سنڌ جي حاڪم معزالدين کي سندس ڪوتاهين سبب معزول ڪري، سندس جاءِ تي ملڪ جلال الدين کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪيو ۽ پاڻ دارالسلطنت دهليءَ ڏانهن موٽي ويو. مگر واپس وڃڻ وقت ملتان ۾ گهڻي شراب پيئڻ سبب، جا سندس عادت هئي، سلطنت جي ڪاروبار کان

غافل ٿي ويو. هن جي پرپٺ اميرن هن جي چاچي ناصرالدين محمود کي بهرائچ مان گهرائي، ٦۴۴ هه مطابق ۱۲۴٦ع ۾ دهليءَ جي تخت تي ويهاريو، ۽ سلطان مسعود شاه کي قيد ڪيائون. جو قيد ۾ ئي حياتيءَ جا باقي ڏينهن گذاري، فوت ٿي ويو. سلطان ناصرالدين محمود ٦۴۹ هه مطابق ۱۲۵۱ع ۾ دارالسلطنت دهليءَ کان لاهور، ملتان ۽ اُچ جي رستي بکر پهتو، جو سنڌ جو دارالحڪومت هو. مگر هاڻي ان کي به بدلائي، سيوهڻ کي منتخب ڪيائين ۽ ملڪ جلال‌الدين حسن ”قلغ خان“ کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪري، دهليءَ واپس هليو ويو.

سلطان ناصرالدين اسم بامسمىٰ هو ۽ پنهنجين سهڻين وصفن سبب ڪنهن به اڪثين خواه پوئين بادشاه کان گهٽ نه هو. هڪ سال ۾ ٻه قرآن شريف لکندو هو ۽ انهن جي ڪتابت جي واجبي رقم مان پنهنجو گذارو ڪندو هو. هڪ دفعي ڪنهن امير، بادشاه جو لکيل قرآن شريف زياده رقم ڏئي خريد ڪيو. بادشاه کي خبر پئي، ته ڪيس اها ڳالهه نه وڻي ۽ چيائين ته ”آئنده قرآن شريف مخفيءَ ريت فروخت ڪيا وڃن.“ ازانسواءِ بادشاه جي گهر ۾ ڪا ٻانهي يا نوڪرياڻي به ڪانه هوندي هئي. بادشاه جي اهليه محترمه پاڻ ماني پچائيندي هئي. هڪ ڏينهن بادشاه کي چيائين ته ”ماني پچائڻ ۾ هٿن کي تڪليف ٿئي ٿي. جيڪڏهن رڳو ماني پچائڻ لاءِ ڪا ٻانهي خريد ڪري ڏيو ته ان ۾ ڪهڙو حرج آهي؟“ جواب ڏنائينس ته ”بادشاه جي لاءِ ضرورت کان زياده ڪا شئي خريد ڪرڻ مناسب نه آهي، صبر ڪر. الله تعاليٰ آخرت ۾ توکي انهيءَ صبر جو سٺو اجر ڏيندو.“ سچ پچ اهڙو بي ريا ۽ حق پرست بادشاه دنيا ۾ ڪنهن به نه ڏٺو هوندو.

نيٺ اهو بي رياءُ ۽ حق پرست بادشاه ٦٦۴ هه مطابق ۱۲٦٦ع ۾ هن فاني دنيا مان عالم جاودانيءَ ڏانهن رحلت ڪري ويو، ۽ دهليءَ جي تخت تي سلطان غياث‌الدين بلبن کي

و يهاريو ويو، جو سلطان شمس الدين التمش جي زر خريد غلامن مان هو. سلطان غياث الدين سنڌ، ملتان ۽ لاهور جي حڪومت پنهنجي فرزند ارجمند سلطان محمد جي حوالي ڪئي، جنهن سنڌ جي حاڪم قلغ خان کي سنڌ ۾ سا گڏي ريت قائم رکيو. سلطان محمد سهڻن گڻن وارو هو. درويش سان عقيدت رکندو هو ۽ گهڻو وقت حضرت بهاءُ الدين زڪريا ملتاني ۽ حضرت فريدالدين گنج شڪر پاڪپٽڻ واري جي صحبت ۾ گذاريندو هو. وڏو بهادر، سخي ۽ علم دوست هو. امير خسرو ۽ امير حسن (دهلوي) سندس ملازم ۽ باقاعده وظيفه خوار هئا. ڪيس امير خسرو ۽ امير حسن جي نثر ۽ نظم پسند هوندي هئي. سلطان محمد ايڏو مهذب هو، جو ڪيس دربار ۾ سڄو ڏينهن ۽ (ڪڏهن ڪڏهن) سڄي رات ويهڻو پوندو هو، ته به گوڏ مٿي نه ڪندو هو يعني هميشه گوڏا پٺي ويهندو هو ۽ جنهن حالت ۾ هوندو هو، انهيءَ ئي حالت ۾ رهندو هو، ۽ قسم کڻندو هو ته فقط "حقا" (يعني خدا جو قسم، يا سچ آهي) چوندو هو.

روايت آهي ته حضرت عثمان مروندي (ميمندي) يعني قلندر شهباز، جو سنڌ جي وڏن اوليائن مان آهي، هڪ دفعي ملتان ويو، ته شهزاده محمد تمام وڏي عزت ڪيس. سندس خدمت ۾ نذرانا پيش ڪيائين ۽ ملتان ۾ رهائش اختيار ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائينس. مگر حضرت عثمان مروندي نه مڃيو ۽ ملتان مان هليو ويو. چيو وڃي ٿو ته هڪ دفعي حضرت عثمان مروندي ۽ حضرت بهاءُ الدين ذڪريا جو فرزند صدرالدين شهزاده محمد جي مجلس ۾ موجود هئا. سماع ۾ يعني ڪن شعرن ۽ غزلن پڙهڻ سان ڪين به ۽ ٻين درويشن کي به وجد اچي ويو ۽ رقص ڪرڻ لڳا. شهزادو محمد سيني تي هٿ ٻڌيو، ادب سان هنن جي اڳيان بيٺو هو ۽ زارو زار روئي رهيو هو. اهو به چيو وڃي ٿو ته شهزاده محمد ٻه دفعا پنهنجا خاص ماڻهو موڪلي شيخ مصلح الدين سعدي شيرازي کي ملتان اچڻ جي دعوت ڏني

۽ ڪجهه رقم به موڪليائينس. شهزاده محمد جو ارادو هو ته شيخ سعدي لاءِ ملتان ۾ خانقاه ٺهرائي ۽ هڪ ڏيهه خريد ڪري سندس نالي وقف ڪري ڇڏي. مگر شيخ سعدي انهن ڏينهن ۾ بالڪل پوڙهو ۽ ڪمزور ٿي ويو هو، جنهن ڪري ملتان اچي نه سگهيو، پر ٻئي دفعا پنهنجو ڪلام پنهنجي هٿ سان لکي، شهزاده ڏانهن موڪلي ڏنائين ۽ امير خسرو جي پارت به ڪيائينس (سچ پچ، اهڙي زندگي ئي سڀ کان بهتر آهي، جنهن ۾ اسيري به ميسر هجي ۽ فقيري به). شهزادو محمد ۶۸۳هه مطابق ۱۲۸۴ع ۾ لاهور ۾ چينگيز خاني جنگ ۾ شهيد ٿي ويو. سلطان غياث الدين شهزاده جي حڪومت سندس فرزند ڪيخسرو خان جي سپرد ڪئي جنهن سنڌ جي اڳين حاڪمن ڪئ پنهنجي والد ماجد جي دستور موجب قائم رکيو. نيت مشيت ايزدي سان سلطان غياث الدين بلبن پنهنجي فرزند ارجمند شهزاده محمد جي غم ۾ ۶۸۶هه مطابق ۱۲۸۶ع ۾ انتقال ڪيو، ۽ دهليءَ جي تخت تي سلطان جلال الدين خلجي، جو سلطان غياث الدين بلبن جي ملازمن مان هو، پنهنجي طاقت ۽ عقلمندي سان قبضو ڪيو(۱). تاريخن مان معلوم ٿو ٿئي ته خلجي، چينگيز خان جي داماد "خليج خان" جو اولاد آهن.

سلطان جلال الدين خلجيءَ ۶۹۳هه مطابق ۱۲۹۳ع ۾ نصرت خان کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪيو. ۶۹۵هه مطابق ۱۲۹۶ع ۾ جڏهن سلطان جلال الدين پنهنجي ڀائيٽي ۽ ناٺي سلطان علاءالدين خلجيءَ جي هٿان شهيد ٿيو، تڏهن به سنڌ جو حاڪم نصرت خان ئي هو. پاڻ دهليءَ جي بادشاه سلطان علاءالدين کيس هڪ هزار سوار زياده ڏنا، ۽ بکر، سيوهڻ ۽ ديبل جو

(۱) سلطان غياث الدين جي وفات کانپوءِ سندس ڏهٽو سلطان معزالدين ڪيقباد تخت‌نشين ٿيو ۽ ۶۸۹هه مطابق ۱۲۹۰ع تائين حڪومت ڪيائين. ان کانپوءِ سلطان جلال الدين خلجي حڪومت تي قبضو ڪيو (ن. ب).

معقول بندوبست ڪرڻ جو حڪم ڏنائينس، ۽ اهو حڪم به ڏنائينس ته "ملتان ۾ رهائش اختيار ڪر". جيتوڻيڪ ۶۹۷هه مطابق ۱۲۹۷ع ۾ مغلن جو لشڪر سيستان کان سيوستان (سيوهڻ) جي مٿان اچي ڪڙڪيو ۽ قلعي جو محاصرو ڪري، مٿس قبضو ڪيائين. مگر نصرت خان ملتان کان زبردست لشڪر وٺي آيو ۽ مغلن کي شڪست ڏئي قلعو هٿ ڪيائين، ۽ اڳوڻو بندوبست برقرار رکي پٺتي موٽي ويو. ۷۱۶هه مطابق ۱۳۱۶ع ۾ سلطان علاءالدين هيءَ فاني دنيا ڇڏي، عالم جاودانيءَ راهي ٿيو.

سلطان علاءالدين جي رحلت کان پوءِ هندوستان جي اڪثر علائقن ۾ شورش برپا ٿي، ۽ دهليءَ جي تخت تي خسرو خان قبضو ڪيو(۱). ڪجھ عرصي کان پوءِ غازي ملڪ ملتان ۽ سنڌ مان لشڪر وٺي دهليءَ ويو ۽ زبردست جنگ ۽ خونريزيءَ بعد، خدا جي فضل سان فتحياب ٿيو ۽ ۷۲۰هه ۾ "غياث الدين تغلق" جي لقب سان هندوستان جو مستقل بادشاهه بڻيو. جيتوڻيڪ ملڪ غازي (غياث الدين تغلق) دهليءَ وڃڻ وقت پنهنجي غيرحاضريءَ ۾ خواجه خطير کي بکر ۾ ۽ ملڪ علي شير کي سيوهڻ ۾ مقرر ڪري ويو هو، مگر سومرا قوم، جا ٺٽي جي آوسي پاسي رهندي هئي، بغاوت ڪئي ۽ ٺٽي ۽ ان جي ويجهن علائقن تي قبضو ڪيائين. جڏهن غياث الدين تغلق جي زندگيءَ جو چراغ ۷۲۵هه مطابق ۱۳۲۴ع ۾ سوٽ جي هوا سان اُجهامي ويو، تڏهن سندس فرزند سلطان محمد شاهه تخت نشين ٿيو. جنهن ۷۲۷هه مطابق ۲۷-۱۳۲۶ع

(۱) سلطان علاءالدين جي وفات کانپوءِ سندس فرزند شهاب الدين عمر ۷۱۵هه ۾، ۽ ان کانپوءِ ان جو فرزند قطب الدين مبارڪ (۷۲۰-۷۱۶هه ۾) تخت نشين ٿيا. انهن کانپوءِ ۷۲۰هه ۾ ناصر الدين خسرو چند تسلط ٿيو (ن. ب).

۾ ”ڪشلو خان“ يا ”خسرو خان“ کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪيو، پر هو جلد ئي پنهنجي سلطان جو نافرمان ۽ باغي ٿي پيو ۽ ان جي عيوض قتل ٿي ويو. سنڌ جاءِ تي پيو هڪ نواب مقرر ڪيو ويو، مگر ڪنهن به تاريخي ڪتاب مان ان جو نالو معلوم نه ٿو ٿئي. نيٺ سلطان محمد شاه کي ”بغي“ نالي هڪ غلام جي بغاوت، گجرات جي حاڪم جي نافرماني ۽ سومرن جي سرڪشيءَ سبب کين سرزنش ڪرڻ لاءِ پاڻ دهليءَ کان گجرات جي رستي ٺٽي ۾ اچڻو پيو، جو بغي به اتي هو ۽ سومرا به اتي ئي هئا، پر مشيت ايزدي ائين هئي، جنهنڪري ٧٥٢ هه مطابق ١٣٥١ع ۾ دارالفنا ڇڏي، دارالبقا ڏانهن راهي ٿي ويو.

راقم الحروف هن ديندار بادشاه جا چند اوصاف حميده بيان ٿو ڪري. چيو وڃي ٿو ته سلطان محمد شاه جمعي نماز هميشه جامع مسجد ۾ ادا ڪندو هو، ۽ ائين سمجهندو هو ته بادشاهي يا صوبه داري (علائقائي حڪومت) وقت جي خليفي جي اجازت کان سواءِ نه ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ڪري انهيءَ دور جي خليفي ڏانهن قيمتي تحفا مصر موڪلي، ڪانئس حڪمرانيءَ جي اجازت ورتائين، ۽ خطبي ۾ خليفي جي نالي کان پوءِ پنهنجو نالو شامل ڪرايائين.

سلطان محمد شاه جي رحلت ٺٽي ۾ ٿي. هن کان پوءِ هن جو سؤٽ سلطان فيروز شاه، جو ٺٽي ۾ هن سان گڏ هو، تخت نشين ٿيو. جنهن شاه دين پناهم سلطان محمد شاه جي خواهش موجب سومرن، سمن ۽ جاريجن کي سرزنش ڪئي، ۽ جام خيرالدين سمي(١) کي ٺٽي جو حاڪم ۽ ”نصر“ کي هڪ هزار سوار ڏئي، ”سنڌ جو فوجدار“ مقرر ڪيائين. ”نصرپور“ شهر جو بنياد انهيءَ نصر جو وڌل آهي. سلطان

(١) ”سومرو“ (ن. ب).

فيروز شاه ٧٥٣ھ مطابق ١٣٥٢ع ۾ سيوهڻ ويو ۽ حضرت قلندر شهباز ۽ ٻين مشائخن جي زيارت جو شرف حاصل ڪيائين. ملڪ علي شير خان ۽ ملڪ تاج الدين ڪافوريءَ کي اتان جو حاڪم مقرر ڪري، پاڻ بکر ۾ اچي وارد ٿيو (حضرت قلندر شهباز جي روضي جي تعمير جو ڪم انهيءَ بادشاهه شروع ڪرايو هو، جنهن جو احوال مٿي بيان ڪيو ويو آهي). ويهه ڏينهن بکر ۾ رونق افروز رهيو. ملڪ رڪن الدين کي "اخلاص خاني" جو خطاب عطا ڪيائين. ملڪ عبدالعزيز کي بکر جو ديوان مقرر ڪيائين ۽ قلعي جي حفاظت لاءِ ٨٠ سپاهي سندس سپرد ڪرڻ بعد، سنڌ جي سڀني معاملن جي انتظام جي ذمه داري مٿس رکيائين. معلوم ٿئي ٿو ته ٧٧٢ھ مطابق ١٣٧٠ع ۾ بادشاهه جهان پناهه،ڄام خيرالدين سمّي جي بغاوت کي دٻائڻ لاءِ ننگرڪوٽ (گجرات) جي رستي دوباره سنڌ ۾ تشريف فرما ٿيو، ۽ ڄام خيرالدين کي ۽ سندس عزيزن ۽ ٻين جي ڪن نامور زميندارن کي گرفتار ڪري، دهليءَ وٺي ويو. جيتوڻيڪ ڄام خيرالدين سيوهڻ جي پرسان رستي مان ڀڄي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪيس زنجير وجهي، دهليءَ نيو ويو، جتي قيد ۾ مري ويو. سندس فوت ٿي وڃڻ بعد ٧٨١ھ مطابق ١٣٧٩ع ۾ سندس فرزند ڄام جوڻي کي شاهي سروپاءِ پهرائي، ٺٽي جي حڪومت سپرد ڪئي وئي. انهيءَ عرصي ۾ سنڌ جي حڪومت ٽن علائقائي حڪومتن بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي ۾ تقسيم ٿي چڪي هئي. سلطان فيروز شاه ٧٩٠ھ مطابق ١٣٨٨ع ۾ انتقال ڪيو ۽ سلطان تغلق شاه دهليءَ جي تاج ۽ تخت جو وارث ٿيو. پوءِ سلطان ابوبڪر شاه سندس قائم مقام بڻيو. ان کان پوءِ سلطان محمد شاه، پوءِ سلطان سڪندر شاه ۽ سڀ کان پوءِ سلطان نصرت شاه(١) هن خاندان مان دهليءَ جي تخت تي جلوه افروز ٿيندا رهيا.

---

(١) سلطان ناصرالدين (ن. ب).

جيئن ته انهيءَ دور جي بادشاهن جي باري ۾، جن جو سنڌ جي حڪومت سان تعلق رهيو آهي، تفصيلي احوال معلوم نه ٿو ٿئي، تنهنڪري راقم الحروف کي ڪهڙي ضرورت پئي آهي، جو سندن تخت نشيني، سلطان جي خاتمي ۽ سندن حياتي ۽ موت جي متعلق تفصيل هٿ ڪري، پنهنجي مٿي ۾ سور وجهي. انهيءَ صورت ۾ مان غير ضروري حالات کي نظرانداز ڪري، اصلي مقصد تي ٿو اچان. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته جڏهن مٿي ڄاڻايل سلطنت ۾ ڪمزوري پيدا ٿي ۽ جهڳڙن ۽ تفرقي بازي منهن ڪڍيو، ته ڪيترائي ڏورانهان ۽ خصوصاً سرحدي علائقا نا فرمان ٿيا ۽ مرڪز جي اطاعت کان منهن موڙي، خود مختار ٿي ويا. تان جو اهڙين حالتن کان پوءِ ۸۰۰ هه مطابق ۱۳۹۷ع ۾ صاحبقران امير تيمور جو ڏهٽو مرزا پيرمحمد پنجاب کان سنڌ ۾ آيو ۽ ڪن علائقن تي قبضو ڪيائين. مگر ائين ڪرڻ سبب وڏو انتشار پيدا ٿيو. راقم الحروف جو پختو خيال آهي ته "غوري قوم" جا ماڻهو شايد انهن بادشاهن جي نسل مان آهن، جي هاڻي باقي وڃي بچيا آهن ۽ شايد انهن مان زياده تر افغانستان موٽي ويل نه ڏسجن.

## طبقو ڇهون

## سومرا گهراڻي جي حڪومت جو قيام

سال ۸۰۱ هه مطابق سال ۱۳۹۸ع کان

سنڌ جون ڪي تاريخون جهڙوڪ "طاهري نسياني" ۽ "مختصر هندي" لکن ٿيون ته سومرا هندو هئا. تحفة الڪرام جو مؤلف لکي ٿو ته "هندو آهن يا مسلمان، مگر دراصل "سامره" (۱) جي عربن مان آهن، ۽ اها به يقيني ڳالهه آهي

(۱) "ساده".

ته قديم سنڌ جا رهاڪو آهن ۽ ڪاشتڪاري ۽ زميداري ڪندا آهن“.

مطلب ته مٿي ڄاڻايل عرصي ۾ (جڏهن ملڪ جي اندر انتشار هو) سومرن ”ٿري“ شهر جي اوسي پاسي ڪان، جنهن جو وجود اڄ-ڪلهه ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي(١) ماڻهو گڏ ڪري ۽ هندوستان جي مختلف هنڌن تي، برپا ٿيل فساد جو موقعو وٺي، ”سومري“ نالي هڪ شخص کي، ٺٽي جي ويجهڙائي ۾ تخت تي ويهاريو. سومرو تمام سهڻي نموني سان حڪومت ڪري، فوت ٿي ويو. ان کان پوءِ سندس فرزند ”ڀونگر“، جو ”صاد“ نالي هڪ زميندار جي نياڻيءَ مان هو، پيءُ جي جاءِ تي تخت نشين ٿيو. هن پنهنجي پيءُ جي بنسبت پنهنجي حڪومت کي وسيع ڪيو. ڀونگر کان پوءِ سندس فرزند ”دودو“ تخت تي ويٺو ۽ پنهنجي حڪومت نصرپور تائين وڌايائين. مگر جوانيءَ ۾ ئي فوت ٿي ويو ۽ پنهنجي پٺيان ”سنگهار“ نالي هڪ پٽ ۽ ”تاري“ يا ”پاري“ نالي هڪ نياڻي ڇڏي ويو. سنگهار ننڍو هو، انهيءَ ڪري سندس ڀيڻ تاري (يا پاري) حڪومت هلائڻ لڳي. جڏهن سنگهار وڏو ٿيو، ته پاڻ حڪومت هلائڻ شروع ڪيائين ۽ تمام سهڻي نموني سان ملڪ کي به وڌايائين ۽ بغاوتون به ختم ڪيائين. سنگهار کي اولاد ڪونه هو، ان ڪري سندس گهرواري ”هيمون“ ۽ سندس ڀائر حڪومت هلائڻ لڳا. نيٺ ”پٿو“، جو دودي جي اولاد مان هو، تخت نشين ٿيو، ۽ چند سال چڱي نموني حڪومت هلائي، فوت ٿي ويو، ان کانپوءِ ”خيرو“ نالي سومرو ملڪ جو والي ٿيو. جڏهن سندس حڪومت جو سج سوٽ جي آفق ۾ غروب ٿي ويو، ته ”ارسيل“ نالي سومرو گادي نشين ٿيو، جو ظالم ۽ بدمزاج هو.

(١) هن پراڻي شهر جا کنڊر ماتلي، ضلعي حيدرآباد جي اوڀر ۾ اڃان تائين موجود آهن (ن. ب).

رعيت کي ايذائون ڏيڻ لڳو، جا خالق اڪبر جي مخلوق آهي. جنهن ڪري ساٺهو چڙ و چڙ ٿي، هيڏانهن هوڏانهن نڙي پڪڙي ويا. هو پاڻ به قتل ٿي ويو ۽ سومرا گهراڻي جي حڪمراني به ختم ٿي وئي.

مٿيون احوال "تاريخ معصومي" مان، جا نهايت ئي معتبر تاريخ آهي، ۽ تحفة الڪرام مان، جا بالڪل مفصل تاريخ آهي، ورتو ويو آهي. مگر تحفة الڪرام جي مؤرخ سومرا گهراڻي جي حڪمرانن جو احوال سندن حڪمرانيءَ جي عرصي سميت لکيو آهي. جيڪڏهن تحفة الڪرام جي لکڻ موجب اهو عرصو لکيو وڃي ته ڪوڙ به مؤرخ ان تي اعتبار نه ڪندو تنهنڪري راقم الحروف سندن حڪمرانيءَ جي عرصي کي ڇڏي، تاريخ مان دلچسپي رکندڙن جي معلومات لاءِ صرف سندن ترتيب وار نالن لکڻ تي اڪتفا ٿو ڪري:

پهريون حاڪم سومرو هو. ٻيو سندس پٽ ڀونگر، جو صاد نالي هڪ زميندار جي نياڻيءَ مان هو ۽ پندرهن سالن جي عمر ۾ تخت نشين ٿيو هو. ٽيون دودو. چوٿون سنگهار. پنجون خفيف. ڇهون عمر. ستون "دودو ٻيو". اٺون پٿو. نائون خيرو (يا کيرو). ڏهون محمد طور. يارهون "خيرو (يا کيرو) ٻيو". ٻارهون "دودو ٽيون". تيرهون طائي. چوڏهون چنيسر. پندرهون "ڀونگر ٻيو". سورهون "خفيف ٻيو". سترهون "دودو چوٿون". ارڙهون "عمر ٻيو". اڻويهون "ڀونگر ٽيون". ويهون حمير، جو ظالم، چيڙاڪ ۽ رنگيلو هو، ۽ انهيءَ ئي نااهل جي زماني ۾ حڪومت سومرا گهراڻي مان نڪري، سمن گهراڻي ۾ هلي وئي.

راقم الحروف سومرا قوم جون ڪي عجيب و غريب ڳالهيون بيان ڪري ٿو، جي پڙهندڙن جي دلچسپيءَ جو سبب ٿينديون.

سومرا قوم جو "حمير" نالي هڪ امير، هڪ خوبصورت ۽ پاڪدامن عورت ڏانهن مائل هو. جيتوڻيڪ عورت پنهنجي

عفت ۽ عصمت جي پوري حفاظت ڪندي هئي، مگر حمير پنهنجي بڇڙي ارادي تان دست بردار نه ٿيندو هو. هڪ ڏينهن ڪو بهانو ڪري، انهيءَ جي گهر ۾ گهڙي ويو ۽ ساڻس دست درازي ڪرڻ لڳو. عورت چيس ته ”ترس هن ڪم ۾ تڪڙ ڪرڻ مناسب نه آهي. پهريائين منهنجن سوالن جا جواب ڏي، پوءِ پي ڳالهه ڪر“. عورت پڇيس ته ”مشهور آهي ته عقل کي چاليهن حصن ۾ ورهايو ويو. اٺيتاليهه حصا مرد کي ڏنا ويا ۽ فقط هڪ حصو عورت کي، ڇا اهو صحيح آهي؟ حمير چيو ته ”ها، صحيح آهي“. وري پڇيائين ته ”چوندا آهن ته ’شهوت کي چاليهه حصا ڪيو ويو. اٺيتاليهه حصا عورت کي ڏنا ويا ۽ فقط هڪ حصو مرد کي‘. ڇا اهو صحيح آهي؟“ حمير جواب ڏنو ته ”ها، صحيح آهي“. تنهن تي عورت چيس ته جڏهن اهي ڳالهيون توکي معلوم آهن، ته پوءِ تعجب آهي جو تون شهوت جي فقط هڪڙي حصي ۽ عقل جي اٺيتاليهن حصن هوندي به پنهنجي وس کان ٻاهر نڪري ٿو وڃي ۽ پنهنجي مٿان ضابطو رکي نٿو سگهين. جڏهن ته مان عقل جي ڪمي ۽ شهوت جي ڪثرت جي باوجود پاڻ تي ضابطو رکان ٿي“. حمير لاجواب ٿي پيو ۽ انهيءَ پاڪدامن عورت کان معافي وٺي، سندس گهر مان نڪري ويو.

عمر سومري ۽ تميم قوم جي هڪ ڇوڪريءَ گنگا جو قصو، حمير سومري جو قصو، سومل مينڌري جو قصو، چنيسر ۽ ليلان جو قصو ۽ ٻيا به ڪيترائي قصا آهن، جي مشهور آهن ۽ سومرا قوم ڏانهن منسوب، مگر طوالت سبب لکي نٿا سگهجن. هن قوم ۾ جيڪي عجيب و غريب عادتون هيون، انهن مان ڪي هت بيان ڪجن ٿيون.

سومرا حڪمران پنهنجي رعيت کي، حتيٰ ڪ پنهنجن ڀائرن کي به ڏنبي ڏيندا هئا. پڳ فقط سردار ٻڌندا هئا. هٿن جا ننهن به نه ڪاٽيندا هئا. اها هڪ علامت هئي، جا حڪمرانن

۽ پين ساٿهن جي وچ ۾ امتياز ڪرڻ خاطر ضروري سمجهي وينديون هيون. سپئي سومرا فقط نوان ڪپڙا پائيندا هئا. ڌوتل ڪپڙن پائڻ ۾ عار سمجهندا هئا. اهڙيءَ ريت جيڪا عورت ٻار ڄڻيندي هئي، پيهر اُن جي ويجهو نه ويندا هئا. چيو وڃي ٿو ته انهيءَ قوم جي هڪ عورت کي پنهنجي مرد سان غيرمعمولي محبت هئي. جڏهن حامله ٿي، ته ڳڻتي وٺي ويس ته جڏهن ويم ڪنديس، ته مڙس مون کي نظر انداز ڪري ڇڏيندو. اهو خيال ڪري سوچ ۾ پئجي وئي. عقلمند عورت هئي. نيٺ هيءَ رستو ڳوليو ڪڍيائين، جو پنهنجي گهر جون چادرون جي ميريون هيون ۽ ردي سمجهي، هڪ پاسي اڇلايون ويون هيون، سي ڌوبيءَ کان ڌوئاري، صاف ڪرائي رکيائين. هڪ دفعي جڏهن سندس مڙس وهنجڻ بعد لڱن اگهڻ لاءِ ڪپڙو گهريس، ته هڪ ڌوتل چادر آڻي ڏنائينس، جا بالڪل نرم هئي. مڙس پڇيس ته "هيءَ چادر ڪهڙي قسم جي آهي؟". چيائينس ته "هيءَ اها ئي چادر آهي، جا تو بيڪار سمجهي، اڇلائي ڇڏي هئي. الله تعالىٰ توهان ساٿهن کي تنگ نظر بڻايو آهي، جو اهڙن نرم ۽ صاف ڪپڙن کان محروم آهيو". مڙس کي زال جي ڳالهه معقول نظر آئي ۽ ڌوتل ڪپڙن استعمال نه ڪرڻ جي عادت ڇڏي ڏنائين. پين ساٿهن پڌو ته انهن کي به اها ڳالهه دل سان لڳي ۽ هنن به اها عادت ترڪ ڪري ڇڏي. زال جڏهن ڏٺو ته سندس ڳالهه مڙس جي دل تي اثر ڪيو آهي، تڏهن وجهه وٺي چيائينس ته "عورت ٻار ڄڻڻ کانپوءِ به اهڙي ئي پاڪ صاف هوندي آهي، جهڙو ڌوتل ڪپڙو". مڙس جيئن ته زال جي معقوليت جو قائل ٿي چڪو هو، تنهنڪري وقت اچڻ تي اها ڳالهه به آزمائي ڏٺائين ۽ ان کي پسند ڪيائين. پين مردن به جڏهن اها ڳالهه پڌي، ته انهن کي به آزمائڻ کانپوءِ پسند آئي ۽ اهڙيءَ ريت آهستي آهستي سومرن مان انهيءَ بري رسم جي پاڙ پٽجي وئي.

مؤرخن سومرن جي حڪومت جي زوال جي باري ۾ لکيو آهي ته سومرا شراب پيئڻ وقت ڳهڻو ڪري ننڍي ڪُونهڻ جو گوشت واپرائيندا هئا. هڪ دفعي ڪنهن سمّي جي گهر مان زوريءَ ڪونهڻ ڪنبيائون ۽ ڪائي ڇڏيائون. سمّا، سومرن جي رعيت هئا. اُنهيءَ گهرَ جي عورت پنهنجي مرد کي چيو ته "سومرا جيئن اڄ ڪونهڻ زوريءَ ڪٺي ويا آهن، سڀاڻي توهان جون زالون به ائين ئي ڪٺي ويندا." مرد کي غيرت آئي. سنڌ ۽ ڪڇ مان پنهنجي قوم جي ماڻهن کي گڏ ڪري، اول چند سرڪرده سومرن کي قتل ڪيائين، ۽ پوءِ هڪ وڏو حملو ڪري، ملڪ تي قبضو ڪري ورتائين.

جيتوڻيڪ مؤرخن جي قول موجب سومرن جي حڪومت جو زوال سندن ظلم ۽ ٻڙن ڪمن جي ڪري ٿيو، پر حقيقت ۾ اهو سيڪجهه "توُتي الملڪ من تشاء و تنزع الملڪ ممن تشاء" جي حڪمت سبب ٿيو، ۽ سومرن جي حڪومت سمن جي هٿ ۾ هلي وئي.

هن وقت سومرا قوم مان ڪو به عزت وارو ماڻهو موجود ڪونه آهي (١). هن قوم جا اڪثر ماڻهو ڌوٻي، رنگريز ۽ ڪورڪو ڪم ڪندڙ آهن. ڪي ڪاشتڪاري، زميندراي ۽ گهٽ درجي جي ملازمت ڪندڙ به آهن. الله جو شان باقي آهي، ۽ ٻيو سيڪجهه فاني. ڪنهن بزرگ چيو آهي ته:

"هر ڪسي را پنج روزه نوبت است"(٢).

---

(١) "لب تاريخ" جي تاليف کان پوءِ، خان بهادر الله بخش سومرو سنڌ جو سابق وزير اعظم هڪ معززترين شخصيت جو مالڪ ۽ سياسي خواه اخلاقي نقطہ نگاه کان اعليٰ درجي جو انسان ٿي گذريو آهي. جنهن تي سنڌ کي هميشه فخر رهندو ۽ سنڌ جي تاريخ سندس ذڪر خير کان سواءِ غير مڪمل رهندي. سنڌ ۾ ٻيا به ڪيترائي نامور ۽ معزز سومرا اڳ ۾ به ٿي گذريا آهن ۽ هن وقت به موجود آهن (مترجم).

(٢) شيخ سعديءَ چيو آهي ته "هر ڪسي پنج روز نوبت اوست" (مترجم).

# ستون طبقو

## سما ڄام سنڌ جا حڪمران

### اٽڪل سنه ٨٧٥ هه مطابق ١٤٧٠ع کان

تاريخ معصوميءَ جي روايت موجب سما قوم جا ماڻهو اروڙ جي فتح ۽ ڏاهر جي قتل کان پوءِ دهل ۽ شرنايون کڻي محمد بن قاسم جي خدمت ۾ "نري"(١) کان آيا هئا ۽ اسلام قبول ڪيو هئائون. تاريخ طاهريءَ جي بيان موجب اصل ۾ هندو هئا، ۽ تحفة الڪرام جي لکڻ موجب عڪرمه بن عصام بن ابي جهل جي اولاد مان هئا، ۽ "ڄام" جو لقب به انهيءَ ئي قبيلي مان پاڻ سان آندو هئائون. ڪيئن به هجي، مگر اها ڳالهه ثابت آهي ته سنڌ جا قديم باشندا، سومرن جي رعيت ۽ سنڌ ڏن پرينڌڙ هئا.

مطلب ته خونريزيءَ کان پوءِ سنڌ جي حڪومت سومرن جي هٿان کسي، پنهنجي قبضي ۾ آندائون. ۽ "اُنڙ" ولد "پاپيه"(٢) کي "ڄام" جو لقب ڏئي، گاديءَ تي ويهاريائون. ڄام انڙ "ساموئي" شهر تي، جو مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي هو ۽ هن وقت سنڌس وجود مفقود ٿي چڪو آهي(٣) مڪمل ضابطو رکڻ بعد سيوهڻ فتح ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ ملڪ "رتن" کي جو ترڪ سلطان(٤) جو مقرر ڪيل حاڪم هو، جنگ ۾ شڪست ڏئي، بکر ڏانهن رخ رکيائين، مگر بکر جي حاڪم علي شير جي هٿان مارجي ويو. ڄام انڙ جي حڪومت جو عرصو ساڍا ٽي سال لکيو ويو آهي، پوءِ سندس پٽ ڄام جوڻو تخت نشين ٿيو. ڄام جوڻو حڪومت تي مڪمل

---

(١) سمّا "ساوندري" کان آيا هئا (ن. ب). (٢) صحيح "بانبهنيه" آهي.
(٣) ساموئي جا کنڊر ڪوه مڪليءَ جي پرسان آتر جي پاسي کان اڃا موجود آهن. (٤) يعني سلطان محمد شاهه تغلق (ن. ب).

ضابطي رکڻ بعد، ٺٽيءَ وٺان، جو سنڌو نديءَ جي ڪناري تي هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، درياءَ ٽپي، بکر پهتو. بکر جو حاڪم، جو ترڪ هو، پنهنجن ساٿين سميت ڀڄي، اُچ هليو ويو. ڄام جوڻي بکر تي قبضو ڪيو. مگر بادشاهي لشڪر پهچڻ کان اڳ ۾ فوت ٿي ويو. ان کان پوءِ "ڄام ٻاٻيه" سنڌ جو حاڪم ٿيو، ۽ چند سال حڪومت ڪرڻ بعد وفات ڪري ويو. پوءِ "ڄام تماچي" سنڌ جو حڪمران ٿيو. هن جي مٿان شاهي لشڪر ڪاهه ڪئي ۽ سيوهڻ ۾ ساڻس لڙائي ڪرڻ بعد گرفتار ڪيائينس ۽ ٻارن ٻچن سميت دهليءَ نيائينس. ڪجهه عرصي گذرڻ بعد سندس فرزند ڄام خيرالدين کي، جو ننڍي پڻ کان پيءَ سان دهليءَ ۾ گڏ هو، شاهي سروپاء پهرائي، سنڌ جو حاڪم بڻايو ويو. مگر تحفة الڪرام جي مؤلف جو چوڻ آهي ته ڄام ٻاٻيو ولد ڄام انڙ حاڪم ٿيو. پر تاريخ معصوميءَ جو قول زياده صحيح آهي ته ڄام خيرالدين حاڪم ٿيو.

راقم الحروف هن برگزيده انسان (ڄام خيرالدين) جون ڪي سهڻيون وصفون بيان ڪرڻ گهري ٿو. هيءَ ڄام اسم بامسمٰى هو يعني جهڙو نالو چڱو هوس، پاڻ به اهڙو ئي چڱو هو، بلڪ ولي الله هو. هڪ ڏينهن پنهنجن خاص ماڻهن سان گڏجي گهمڻ لاءِ نڪتو. اوچتو انساني بدن جي هڏن تي نظر پيس، جي هڪڙي کڏ ۾ پيل هئا. گهوڙو جهلي، ڪجهه وقت انهن هڏن کي بيهي ڏٺائين ۽ پوءِ پنهنجن ماڻهن کي چيائين ته "توهان کي خبر آهي ته هي هڏا مون کي ڇاٽا چون؟" هو ڪو به جواب ڏئي نه سگهيا. ڄام چيو ته "هي مظلوم آهن ۽ انصاف جي تقاضا ٿا ڪن." پوءِ حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ اوسي پاسي وارن ڳوٺن ۾ ماڻهو روانا ڪيائين. هڪڙو پوڙهو ماڻهو، جو انهيءَ تر جو هو، حاضر ٿيو ۽ انهن هڏن جي باري ۾ ٻڌايائين ته "ست سال اڳ ۾ گجرات کان واپارين جو هڪ قافلو آيو هو، جنهن کي هن تر جي ماڻهن قتل ڪيو

۽ سندن سامان اسباب ڪٺي ويا. ڄام انهيءَ ڳالهه تي اعتبار
ڪيو ۽ اهو سال هٿ ڪري، گجرات جي حاڪم ڏانهن ڏياري
موڪليائين ۽ ڪيس لکيائين ته ”هيءَ مال مقتولن جي وارثن
کي ڏنو وڃي“، ۽ پوءِ قاتلن کي سندن ڪيفر ڪردار تائين
پهچايائين. ڄام خيرالدين چند سال اطمينان ۽ آزاديءَ سان
حڪومت ڪرڻ بعد هن عالم فاني مان رحلت ڪئي.

پوءِ ڄام خيرالدين جو فرزند ”ڄام پاڇيو پيو“ پنهنجي
پيءُ جو جانشين ٿيو. پر دهليءَ جي بادشاه سان بغاوت ڪرڻ
جي الزام ۾ قيد ڪري، کيس دهليءَ نيو ويو، جتي تمام
سٺيون خدمتون بجا آنديائين، جنهنڪري کيس آزاد ڪري
واپس موڪليو ويو ۽ سنڌ جي حڪومت سندس حوالي ڪئي وئي.
آخر پندرهن سال حڪومت ڪرڻ بعد انتقال ڪيائين (١).
ڄام پاڇيي کان پوءِ ڄام تماچي حڪمران ٿيو ۽ چند سالن جي
حڪمرانيءَ کان پوءِ وفات ڪري ويو. سندس جانشين سندس
فرزند ڄام صلاح الدين ٿيو ۽ تمام سٺي طريقي سان حڪومت
ڪري فوت ٿي ويو. پوءِ ڄام نظام الدين پنهنجي موروثي
حڪومت جو وارث بڻيو. مگر هو عياش هو، ۽ عياشيءَ جي
ڪري حڪومت جي معاملات کان بي خبر رهندو هو.
جنهنڪري سندس چاچي مٿس حملو ڪيو. ڄام نظام الدين
ڪڇ ڏانهن ڀڄي ويو ۽ اتي ئي رهي پيو. ڄام علي شير، جو
گهڻو ڪري گوشه نشين رهندو هو، پنهنجي عقلمنديءَ ۽ بهادريءَ
سبب حڪمران ٿيو ۽ چند سالن بعد شهيد ٿي ويو. ڄام علي شير
کان پوءِ ”ڄام ڪرن“ تخت نشين ٿيو. پر سخت گير ۽ چيڙاڪ
هجڻ سبب سندس نوڪرن غسلخاني ۾ ماري وڌس. جنهن کان پوءِ
ڄام فتح خان ولد سڪندر خان پنهنجي شجاعت، سخاوت ۽
مروت سبب حڪمران بڻيو ۽ نهايت ئي دانشمنديءَ سان حڪومت

---

(١) پندرهن سالن واري ڳالهه مشڪوڪ آهي (ن. ب)

ڪرڻ بعد رحلت ڪري ويو. ان کان پوءِ سندس پاٽ "جام تغلق شاه" سندس جانشين ٿيو، جنهن ڪمال درجي جي دانائيءَ ۽ حڪومت جي معاملات کان پوري پوري آگاهيءَ سان حڪمراني ڪئي. پنهنجن ڪيترن ئي عزيزن قريبن کي سيوهڻ ۽ بکر ۾ اعليٰ عهدن تي مقرر ڪيائين. مڪليءَ تي "تغلق آباد" جي نالي سان هڪ شهر تعمير ڪرايائين، جنهن جا کنڊر اڃا تائين موجود آهن، پنهنجي گادي ٺٽي مان ڦيرائي، تغلق آباد ۾ وٺي رکيائين ۽ پنهنجي مملڪت ۾ جابجا "ٺاٺيدار" مقرر ڪيائين. نيٺ چند سال حڪومت ڪرڻ بعد فوت ٿي ويو، ۽ سندس فرزند جام سڪندر ننڍپڻ ۾ سندس جانشين ٿيو. جام سڪندر جي عمر ننڍي هجڻ سبب سرڪشي، حڪم عدولي ۽ بغاوت پيدا ٿيڻ لڳي. "مبارڪ" نالي سندس هڪ غلام، سندس غير حاضريءَ ۾ ٽن ڏينهن تائين حڪومت ڪندو رهيو. جنهنڪري سڄي ملڪ ۾ افراتفري مچي وئي. انهن حالتن جي ڪري "جام رائدن" ڪڇ کان هلي، سنڌ ۾ آيو ۽ حڪومت تي قابض ٿي ويو. جام رائدن اهڙو داناءُ ۽ بيدار دماغ هو، جو ڏيڍ سال جي عرصي اندر ملڪ جون حدون "اوباري"(١) تائين ڦهلائي ڇڏيائين. نيٺ چند سالن جي حڪومت بعد "سنجر" نالي پنهنجي هڪ ملازم جي هٿان زهر ملڻ سبب شهيد ٿي ويو. پوءِ "جام سنجر" رعيت، اميرن ۽ فوج جي صلاح سان ملڪ جو والي ٿيو. چيو وڃي ٿو ته جام سنجر ايڏو ته خوبصورت ۽ حسين و جميل هو، جو ڪيترائي ماڻهو (ڪيس ڏسڻ خاطر) بنا ڪائڻ پيئڻ جي پنهنجو گهڻو وقت سندس

(١) اصل "بادره" آهي، جا غالباً "اوباره" جي بگڙيل صورت آهي. هن سلسلي ۾ تاريخ معصوميءَ جي عبارت هن ريت آهي: "ڏيڍ سال جي عرصي ۾ سنڌ جو سڄو ملڪ سمنڊ کان وٺي ڪاجريلي ۽ ڪنڊيءَ تائين، جا ماڇيلي ۽ اوباري جي سرحد آهي، پنهنجي قبضي ۾ آندائين. (ن. ب).

خدمت ۽ ڪمن ڪارين ۾ گذاريندا هئا. هڪ اهل دل ۽ صاحب ڪرامت درويش تہ مٿس مفتون ٿي پيو. هڪ ڏينهن وجهہ وٺي درويش کي عرض ڪيائين تہ ”مان چاهيان ٿو تہ سنڌ جو حڪمران ٿيان، ڀلي تہ اٺ\ڏينهن ئي سهي.“ درويش چيس تہ ”تون اٺ سال سنڌ جو حڪمران ٿيندين.“ درويش جي دعا مستجاب ٿي ۽ ڄام سنجر پورا اٺ سال بالڪل بي فڪريءَ سان سنڌ جي مٿان حڪومت ڪندو رهيو. مير محمد معصوم بکري روايت ٿو ڪري تہ (١) ”معروف“ نالي هڪ قاضي، جو ڄام سنجر جي تخت نشينيءَ کان اڳ ۾ ئي قضا جي عهدي تي فائز هو، معمولي پگهار هجڻ سبب فيصلي ڪرڻ وقت مدعيءَ کان بہ ۽ مدعاعليہ کان بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ رقم ضرور وٺندو هو. اها خبر ڄام کي پئي تہ قاضيءَ کي حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنائين. قاضي حاضر ٿيو، تہ ڄام چيس تہ ”مان ٻڌو آهي تہ تون مدعيءَ خواه مدعاعليہ کان زوريءَ رشوت وٺندو آهين؟“ قاضيءَ جواب ڏنو تہ ”ها، وٺندو آهيان ۽ چاهيان ٿو تہ شاهدن کان بہ وٺان، پر جيستائين مان هنن کان ڪجهہ وٺان، تنهن کان اڳ ۾ ئي هو ٻاهر نڪري ٿا وڃن.“ ڄام کلي ويٺو، پوءِ قاضيءَ عرض ڪيو تہ ”سڄو ڏينهن دارالقضا (ڪورٽ) ۾ ويهان، سمورو وقت سرڪار جي خدمت ۾ صرف ڪريان، ۽ پٺيان گهر ۾ منهنجا ٻچا بک ۾ پناه پيا ٿين!“ ڄام کي اها ڳالهہ دل سان لڳي. قاضيءَ جي پگهار ۽ سندس الاونس وڌائي، کيس رخصت ڏنائين. ان کانپوءِ جي سنڌ جي اندر سڀني قاضين جون پگهارون، صالحن ۽ درويشن جا وظيفا وڌائي ڇڏيائين. نيٺ ڄام سنجرالله جي حڪم ۽ درويش جي دعا سان پورا اٺ سال سنڌ تي حڪومت ڪري، راه رباني وٺي ويو، ۽ ڄام نظام الدين عرف ڄام نندو سندس جانشين ٿيو.

---

(١) تاريخ معصومي، مطبوعہ ڀنڊارڪر اورينٽل انسٽيٽيوٽ پونا ص ٧٢.

تحفة الڪرام واري ڄام نظام الدين جو شجرو هن ريت لکيو آهي: نظام الدين ولد ڀاٻيو ولد انڙ ولد صلاح الدين ولد تماچي". پر سنڌ جي مقبري جي مٿان، جو مڪليءَ تي آهي، هن ريت لکيل آهي: "سلطان نظام الدين شاه ولد سلطان صدرالدين شاه ولد سلطان صلاح الدين شاه ولد سلطان رکن الدين شاه ولد سطان فيروز شاه". تنهنڪري راقم الحروف ڄام نظام الدين جي انهيءَ شجري تي اعتبار ٿو ڪري، جو سندس مقبري تي لکيل آهي. هيءُ ڄام نهايت ئي ديندار، متواضع ۽ سهڻين خصلتن وارو، فقيرن جو دوست ۽ برگزيدو انسان هو. هت سندس سهڻيون خصلتون بيان ڪيون ٿيون وڃن.

ڄام نظام الدين جي دور حڪومت ۾ ڪو به ساٿهو بي نماز ۽ بنا وضو نه رهندو هو(١) ڄام هر هفتي اصطبل ۾ ويندو هو ۽ گهوڙن جي پيشانين تي هٿ گهمائي، ڪين چوندو هو ته "اي غازيو! مان نٿو چاهيان ته توهان جي مٿان هرو ڀرو سواري ڪئي وڃي. ڇو ته منهنجي مملڪت جي چئني پاسن کان مسلمان حڪمران آهن. دعا ڪريو ته سونڪيءَ بنا ڪنهن شرعي سبب جي ڪيڏانهن وڃڻو نه پوي. ته مان مسلمانن جي خون ۾ ملوث نه ٿيان ۽ نه وري ڪو غنيم مون تي چڙهائي ڪري اچي". اهو به چيو وڃي ٿو ته مڪليءَ جي قبرستان ۾ ڪنهن بزرگ جو لاش قبر مان ظاهر ٿي پيو. ڄام جي مٿان اها ڳالهه منڪشف ٿي، ته هن جي جنازي جي نماز پيهر پڙهڻي آهي ۽ امامت اهڙي شخص کي ڪرڻي آهي، جنهن بنا وضوءَ جي آسمان ڏانهن نظر نه ڪئي هجي ۽ نه وري بنا سبب جي پنهنجي آڱر ڏني هجيس. شهر ۾ منادي ڪرائي وئي، مگر اهڙو پرهيزگار خود ڄام ڪانسواءِ ٻيو ڪو به ملي نه سگهيو. جنهنڪري ڄام کي امامت ڪرڻي پئي.

(١) اهو مبالغو ٿو ڏسجي. البت اها حقيقت آهي ته ڄام هڪ صالح انسان هو ۽ پاڻ هميشه باوضو رهندو هو.

سنڌ جي ڪن مؤرخن جو چوڻ آهي ته ٺٽي شهر جو بنياد ڄام نظام الدين ٺي وجهرايو هو. جڏهن سنڌ سن دل ۾ نئين شهر تعمير ڪرائڻ جو خيال آيو، ته نجومين ڏانهن رجوع ڪيو ويو. هنن چيو ته جيڪڏهن نئون شهر (مڪليءَ جي) ٽڪريءَ تي اڏيندا ته شهر جا ماڻهو ڪي قدر سنگدل، جاهل ۽ آره زورا ٿيندا، جنهنڪري وقت جي حاڪم کي هميشه فڪرمند رهڻو پوندو، ۽ جيڪڏهن ٽڪريءَ کان هيٺ نرم زمين تي شهر اڏايو ويو ته ماڻهو نرم دل، عقلمند ۽ نازڪ بدن ٿيندا. جن سان وقت جي حاڪم کي ڪو به فڪر لاحق نه ٿيندو. آخر نجومين جي صلاح سان شهر جو پايو مڪليءَ کان هيٺ ميداني علائقي ۾ وڌائون. ٺٽي جي تعمير جي تاريخ "به بين بسم الله الرحمٰن الرحيم" مان نڪري ٿي، جنهن جا عدد ٨٩٣ آهن ۽ اهو هجري سال مطابق آهي ١٥٨٥ عيسوي سال جي(١) شهر جو نالو "ٺهه ٺهه" رکيو ويو، ۽ ان جو سبب هيءَ آهي جو ٺٽي جو شهر، زمين تي تعمير ٿيل ٻين شهرن جي بنسبت گهڻو هيٺ آهي، انهيءَ ڪري "ٺهٺه" مشهور ٿيو، ۽ نيٺ اڳيرو هلي "ٺٽو" بڻجي ويو.

بيشڪ، انهيءَ زماني جي نجومين جي صلاح ڏاڍي معقول هئي، جو ٺٽي جي شهر جي باشندن جو حال ڏسڻ سان خبر پوي ٿي ته هو نازڪ مزاج، داناءُ ۽ ڪم همت آهن.

---

(١) هن روايت جي ڪا تاريخي ثابتي ڪانهي. ٺٽو ڄام نظام الدين کان اڳ ۾، سلطان محمد بن تغلق جي دور (٧٢٥-٧٥٢هه) ۾ به موجود هو. ابن بطوطه، جو ٧٣٤هه ۾ سنڌ ۾ آيو هو، ٺٽي جو ذڪر نه ڪيو آهي. جنهنڪري ائين سمجهڻ گهرجي ته ٺٽي جو بنياد ٧٣٤ ۽ ٧٥٢ جي درميان رکيو ويو. "ببين بسم الله الرحمٰن الرحيم" جا عدد ٨٥٠ آهن، نه ٨٩٣. ازانسواءِ سال ٨٩٣ هجري، تاريخ ١٧- ڊسمبر ١٤٨٧ع کان شروع ٿيو. تنهنڪري عيسوي سال ١٤٨٧-١٤٨٨ جي مطابق آهي، نه ١٥٨٥ع جي (ن. ب).

راقم الحروف جـي، نئي جي ڪيترن ئي معززن سان دوستي ۽ محبت آهي ۽ ڪيترائي سال سائن گڏجي اٿڻ ويهڻ جا تعلقات رهيا آهن. شهر جي تعميز جي تاريخ بہ بالڪل موزون آهي، جو سهڻي ديني ۽ ڪتابن جو زيب عنوان "بسم اللّٰه الرحمٰن الرحيم" ئي آهي.

جيئن تہ هن ڪتاب ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي مڪليءَ جو نالو آيل آهي، ۽ اتي گهڻن ئي اوليائن، حڪمرانن، نامورن ۽ معزز ۽ بزرگ شخصيتن جون مزارون آهن، جي اڃا تائين موجود آهن، تنهنڪري اهو لڪڻ ضروري نظر ٿو اچي تہ مڪليءَ تي "مڪلي" نالو ڪيئن پيو. راوين جو چوڻ آهي تہ هڪ خدا پرست درويش ۽ اهل اللّٰه هندوستان کان مڪليءَ ۾ آيو، جنهن کي زيارت لاءِ مڪہ معظمہ وڃڻو هو. هڪ رات ڪو عجيب و غريب خواب ڏٺائين. جڏهن جاڳيو تہ جذب ۽ بيخوديءَ جي عالم ۾ چوڻ لڳو تہ "هٰذا مکۃ لي، هٰذ مکۃ لي" يعني منهنجو مڪو هيءُ آهي، منهنجو مڪو هيءُ آهي. پوءِ آهستي آهستي انهيءَ خطي جو نالو "مڪلي" مشهور ٿي ويو. سچ پچ مٿي ڄاڻايل بزرگن جي مزارن جي ڪري هيءُ هڪ برڪت ڀريو خطو آهي ۽ پنهنجين عجيب و غريب ڪالهين، شاندار عمارتن ۽ رنگا رنگي نقش و نگارن جي ڪري سنڌ جي هيءَ نڪري ڏسڻ وٽان آهي. راقم الحروف مڪليءَ تي وڃي اڪثر عمارتون ڏٺيون آهن، ۽ ڄام نظام الدين جي وفات جي تاريخ "سال ٩١٤" بہ ڏٺي اٿس. اهو هجري سال، ١٥٠٨ عيسوي سال جي مطابق آهي. قصو ڪوتاه، اهڙا حاڪم تمام ٿورڙا ٿي گذريا آهن.

ڄام نظام الدين کان پوءِ سندس فرزند "ڄام فيروز" پنهنجي موروثي تخت تي ويٺو، پر جيئن تہ اڃا صغير هو، تنهنڪري پٽس جي وصيت موجب حڪومت جو ڪاروبار سندس وزير دريا خان هلائيندو رهيو. ڄام فيروز جڏهن لائق ٿيو، تہ

حڪومت جو ڪاروبار پنهنجي پيءُ جي دستور جي خلاف هلائڻ لڳو، جنهنڪري دريا خان ناراض ٿي، ٺٽو ڇڏي هليو ويو. دريا خان جي عدم موجودگيءَ جو فائدو وٺي، ڄام صلاح الدين، جو هميشه حڪومت جو دعويدار هوندو هو، ڪڇ کان سنڌ ۾ آيو ۽ معمولي لڙائي کان پوءِ فيروز جي مٿان فيروزمند (فتحمند) ٿيو ۽ اٺ مهينا حڪومت ڪيائين. تنهن کان پوءِ ڄام فيروز، دريا خان جي مشوري ۽ مدد سان ڄام صلاح الدين کي پڇائي ڪڍيو ۽ ٩٢٦هه مطابق ١٥٢٠ع تائين سنڌ جي مٿان اطمينان ۽ آزاديءَ سان حڪومت ڪيائين. آخر ٩٣٧هه مطابق ١٥٢١ع مرزا شاه بيگ ارغون قنڌار کان سنڌ ۾ آيو (جنهن جو تفصيل ارغونن جي احوال ۾ بيان ڪيو ويندو) ۽ سنڌ تي قبضو ڪري، حڪومت ڪرڻ لڳو.

راقم الحروف ارغونن جي احوال لکڻ کان اڳ ۾ مناسب ٿو سمجهي ته سومرن ۽ سمن جي حڪومت جي عرصي (ميعاد) جي باري ۾ ڪجهه احوال بيان ڪري. ڇو ته سنڌ جي متعلق لکيل تاريخن جي ڪنهن به مؤلف انهن ٻنهي گهراڻن جي حڪومتن جي عرصي جي باري ۾ ڪوبه احوال بيان نه ڪيو آهي ۽ هر پوئين مؤرخ اڳين مؤرخن جي نقش قدم تي هلي، سڀڪجهه پنهنجي خيال ۽ گمان جي آڌار تي لکيو آهي ۽ وري سڀني مؤرخن جا خيالات هڪ ٻئي کان مختلف آهن، جي تاريخ سان دلچسپي رکندڙن لاءِ مونجهاري جو باعث بڻجي ٿا پون.

پڙهندڙن کي نيڪ روشن هجي ته سنڌ جي باري ۾ آخري، معتبر ۽ تفصيلي تاريخ، "تاريخ معصومي" آهي، جنهن جو مؤلف مير محمد معصوم بکري "نامي" هو. مير معصوم هندوستان جي بادشاهه جلال الدين محمد اڪبر جي زماني ۾ هو ۽ پنهنجي وقت جو وڏو داناءُ، تجربيڪار ۽ نامور انسان هو. مٿي ڄاڻايل ڪتاب (تاريخ معصومي) ۾ سنڌ جا حالات مرزا جاني بيگ ترخاني جي قيد ٿيڻ واري زماني ٩-١٠٠٨هه مطابق ١٦٠٠-١٥٩٩ع

تائين قلمبند ڪيا اٿس. مير محمد معصوم ١٠١٤هه ۾ هن جهان فانيءَ مان عالم جاودانيءَ ڏانهن رحلت ڪئي. سندس وفات جو سال (١٠١٤هه) ”بود نامي صاحب ملک سخن“ مان نڪري ٿو، جو ١٦٠٥ع جي مطابق ٿو ٿئي. هيءُ هڪ عجيب اتفاق هو، جو اڪبر بادشاهه جو انتقال به انهيءَ ئي سال ٿيو، جو ”فوت اڪبر شه“ مان ظاهر ٿو ٿئي. مير محمد معصوم جو اولاد اڃا تائين سکر ۾ موجود آهي.

مير محمد معصوم پنهنجي تاريخ جي شروع ۾ لکي ٿو ته ”جڏهن سنه ٨٠١هه (مطابق ١٣٩٨ع) جي صفر ۾ صاحبقران (امير تيمور) جو ڏهٽو مرزا پير محمد ملتان کان سنڌ ۾ آيو، ته ان کان پوءِ سومرا گهراڻي جا حڪمران، دهليءَ جي بادشاهن جي اطاعت ترڪ ڪري، سنڌ جي مٿان آزادي ۽ خود مختاريءَ سان حڪومت ڪرڻ لڳا.“ تاريخ معصوميءَ ۾ بيشڪ هنڌ درج آهي ته ”ڪوبه ڪتاب، جنهن ۾ سومرن ۽ سمن جو تفصيلي احوال درج هجي، منهنجي نظر کان نه گذريو آهي، تنهنڪري جيڪو مختصر احوال هٿ اچي سگهيو آهي، سو لکيو ويو آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي هن کان وڌيڪ ڪجهه ملي سگهي، ته اهو هو (تاريخ معصومي) ۾ شامل ڪري ڇڏي.“

بي تاريخ ”بيگلارنامه“ آهي، جا ١٠٠٠هه مطابق ١٥٩١ع ۾ مغلن جي دور حڪومت جي باري ۾ لکي وئي آهي. پر افسوس هيءُ آهي، جو مؤلف جو نالو نٿو ملي(١) ۽ سندس اولاد جو پتو به ڪونه ٿو پوي. انهيءَ تاريخ ۾ لکيل آهي ته ”سومرا گهراڻي سنڌ جي مٿان پنج سؤ پنج سال حڪومت ڪئي. ان کان پوءِ سما حڪمران ٿيا ۽ هنن مان پندرهن ڄڻن سنڌ ۾

---

(١) بيگلارنامي جي مؤلف جو نالو ”ادراڪي بيگلار“ آهي، جو پنهنجي وقت جي مشهور ۽ نامور شاعرن منجهان هو (ن. ب).

وڏي. ڪرفر ۽ ديدبي سان حڪومت ڪئي ۽ هڪ سؤ نوي سالن جي حڪمرانيءَ بعد سندن حڪومت جو دور ختم ٿي ويو."

ٽين تاريخ "طاهري" آهي، جنهن جو مؤلف سيد طاهر محمد نسياني ولد سيد حسن ٺٽوي آهي (جنهن جو اولاد هن وقت ظاهر نه آهي) تاريخ طاهريءَ ۽ بيگلار نامه جي تاليف جو زمانو ساڳيو ٿي نظر اچي ٿو. تاريخ طاهري وارو لکي ٿو ته "سومرا ۽ سما سنڌ جا آڳاٽا زميندار هئا ۽ انهن مان گهڻا هندو هئا. جيڪڏهن انهيءَ زماني ۾ سنڌ جا حالات ڪنهن شخص لکيا هوندا، ته اهي هندي رسم الخط ۾ هوندا، جو مشهور (يعني عام طور تي مروج) نه آهي." ٻئي هنڌ لکي ٿو ته "سنڌ جي جهونن ماڻهن کان جيڪي ٻڌڻ ۾ آيو آهي، سو هيءَ آهي ته سنڌ ۾ ستين صدي هجريءَ کان ٨٤٣ هجريءَ تائين هندو مذهب رکندڙ سومرا حڪمران هئا." ٽئين هنڌ لکي ٿو ته "سمن جي حڪومت جو عرصو ٨٤ سال هو."

چوٿين تاريخ تحفة الڪرام آهي، جا بالڪل آخري ۽ تفصيلوار تاريخ آهي ۽ ١١٨٧هه مطابق ١٧٧٣ع ۾ لکي وئي آهي. ان جو مؤلف ميرعلي شير (قانع) مير شڪرالله شيرازيءَ جي اولاد مان هو. مير شڪرالله مرزا شاه بيگ ارغون جي زماني ۾ ٺٽي ۾ آيو هو ۽ اڃا تائين سندس اولاد ٺٽي ۾ موجود آهي. تحفة الڪرام وارو لکي ٿو ته "سومرا گهراڻي سنڌ تي پنج سؤ پنج سال حڪومت ڪئي"، ۽ سمن جي باري ۾ لکي ٿو ته "هڪ سؤ پنجهتر سال حڪومت ڪيائون."

مٿي ڄاڻايل چئني مؤرخن ۾ سومرن ۽ سمن جي حڪمرانيءَ جي ميعاد ۾ اختلاف آهي(١) اڪثر تاريخن مان ثابت ٿي چڪو آهي ته جڏهن صاحبقران امير تيمور جي ڏهٽي مرزا پيرمحمد کان پوءِ هندوستان ۾ وڏو انتشار پيدا ٿيو، تڏهن سنڌ جي

---

(١) تحفة الڪرام ۽ بيگلار نامي ۾ ٿورڙو اختلاف آهي، ۽ اهو به فقط سمن جي حڪومت جي ميعاد جي باري ۾ (مترجم).

مٿان سومرا گهراڻي جو آزادانه ۽ خود مختيارانه تسلط ٿيو، ۽ اهو سال ٨٠١هه مطابق ١٣٩٨ع هو. تنهنڪري هن گهراڻي جي حڪومت جي ابتدا انهيءَ ئي زماني کان سمجهڻ گهرجي. ازانسواءِ تاريخ معصومي ۽ تحفة الڪرام مطابق هن گهراڻي جي حڪومت جو خاتمو "ارميل" جي دور حڪومت کان سمجهڻ گهرجي، جنهن جي ظلم جي نتيجي ۾ سومرن جي حڪومت ختم ٿي وئي. پر افسوس اهو آهي جو سندن حڪومت جي خاتمي جو سال يقيني طور تي معلوم ٿي نه ٿو سگهي. تحفة الڪرام جو هيءُ چوڻ ته "سومرن جي حڪومت جو زوال 'حمير سومري' کان ٿيو"، اعتبار جوڳو نه آهي. تحفة الڪرام واري اها روايت "منتخب تاريخ" تان ورتي وئي آهي، مگر هن وقت انهيءَ ڪتاب جو نالو نشان نه ظاهر آهي، ۽ نه وري ڪنهن ٻئي تاريخي ڪتاب مان ئي ان جي تائيد ٿي ٿئي. البت راقم الحروف تحفة الڪرام جي ٻئي قول جي فقط هيتري تائيد ڪري ٿو، ته ڪن شعرن، ڪافين ۽ قصن ۾ سومرا قوم جي چند سرڪرده ماڻهن جا نالا ملن ٿا، جي عوام ۾ مشهور آهن. جهڙوڪ دودو، چنيسر، پهٽو، عمر، حمير ۽ مينڌرو وغيره. انهيءَ ڪري غالباً گمان آهي ته شايد انهن ماڻهن سنڌ جي ڪنهن علائقي تي انهيءَ زماني جي بادشاهن جي طرفان حڪومت ڪئي هجي. باقي سندن آزاد ۽ خود مختيار حڪومت جي ثابتي نه ٿي ملي.

راقم الحروف پنهنجي مٿان واجب ٿو سمجهي ته جڏهن سومرا گهراڻي جو سورو احوال بيان ڪيو ويو آهي ته سمن گهراڻي جو احوال به بيان ڪري.

مٿي بيان ڪيل احوال مان واضح ٿو ٿئي ته ارميل سومري کان پوءِ سما گهراڻي جي حڪومت شروع ٿي، مگر افسوس آهي جو سخت ڪوشش جي باوجود راقم الحروف جي

نظر مان اهڙو ڪوبہ ڪتاب نہ گذريو آهي، جنهن مان پتو پوي تہ سمن جي حڪومت ڪهڙي سال ۾ شروع ٿي. باقي، جا ڳالهہ ثابت ٿي سگهي آهي، سا اها آهي تہ سما گهراڻي جي پهرئين حڪمران جو نالو ”انڙ“ هو. اهڙيءَ ريت اها ڳالهہ بہ يقيني آهي تہ ٩٢٦هہ مطابق ١٥٢٠ع ۾ شاه بيگ ارغون جي قبضي ڪان پوءِ هن گهراڻي جو خاتمو ڄام فيروز ولد ڄام نظام الدين عرف ڄام ننڊي تي ٿيو.

راقم الحروف جو چوڻ آهي تہ مٿي بيان ڪيل احوال مان سومرا گهراڻي جي حڪومت جي شروعات ٨٠١هہ مطابق ١٣٩٧ع ڪان بنا شڪ شبهي جي ثابت آهي ۽ سما گهراڻي جي حڪومت جو زوال ٩٢٦هہ مطابق ١٥٢٠ع ڪان بہ بنا شڪ شبهي جي ظاهر آهي، ۽ اهو عرصو هڪ سئو پنجويهہ سال آهي. ٻنهي گهراڻن جي وچ ۾ انهيءَ عرصي (١٢٥ سال) جي تقسيم نهايت ئي پڪن دليلن ۽ سهڻي طريقي سان ڪري، مٿي بيان ڪئي وئي آهي.

هن وقت سمن جو اولاد بہ سومرن جي اولاد وانگر پنهنجي اصليت بدلائي، ٻين قومن سان گڏجي سڏجي ويو آهي، ۽ جيڪو جنهن رنگ ۾ آهي، اهو انهيءَ ئي رنگ ۾ سڃاڻجي ٿو. گهڻا ڌوٻي، نيروڻي ۽ درزي آهن. ڪي زميندار، سرڪاري ملازم ۽ هنر وارا بہ آهن. مگر نالي وارا زميندار ۽ جاگيردار ”نهمردي“ يا ”نوهڙي“ قوم جا آهن، جن جو سردار ملڪ صوبدار خان ولد سردار خان آهي. يا جت قوم، جنهن جو سردار ملڪ غلام حسين ولد جهان خان جت آهي، ۽ اهي پاڻ کي ”سماٽ“ سڏائيندا آهن يعني سمّي جو اولاد.

## اٺون طبقو

# سنڌ تي ارغون گهراڻي جي حڪومت

(سنه ٩٢٧ھ مطابق ١٥٢١ع جي شروعات کان)

تحفة الڪرام جي قول مطابق ارغون، چنگيز خان جو اولاد آهن، جنهن جو تفصيل هن ريت آهي: ارغون خان، ولد هلاڪو خان، ولد تولي خان، ولد چنگيز خان. ارغون جي اولاد مان مرزا شاه بيگ ولد امير ذوالنون ولد حسن بصري ٩٢٦ھ مطابق ١٥٢٠ع ۾ بابر شاه کان ناراض ٿي، قندار کان سيوي ۽ گنج آبہ (سبي ۽ گندا واه) جي رستي ننڍي آيو ۽ انهيءَ وقت جي حڪمران ڄام فيروز سان لڙائي ڪري، شڪست حاصل ڪيائين. ڄام فيروز اطاعت قبول ڪئي ۽ ٻنهي جي وچ ۾ معاهدو ٿيو ته لڪ علوي (لڪي) کان هيٺ وارو حصو سمنڊ جي ڪناري تائين ڄام فيروز جي هٿ ۾ رهندو، مگر مير علي اڪبر ارغون هن جو معاون هوندو. انهيءَ معاهدي موجب مرزا شاه بيگ ارغون ـ مير عليڪم ارغون، سلطان مقيم بيگلار ۽ ڪيبڪ ارغون کي سيوهڻ ۾ مناسب عهدن تي مقرر ڪرڻ بعد، پاڻ بکر ڏانهن ڪوچ ڪيو ۽ اتي سلطان محمود خان ولد مير فاضل خان، ڪوڪلتاش کي، جو اڃا پندرهن سالن جو هو، حاڪم مقرر ڪيائين. بکر جو قلعو کيس پسند آيو، ۽ رضوي ساداتن ۽ ترڪن وغيره کي، جي گهڻي عرصي کان اتي رهندا هئا، روهڙيءَ ۾ وڃي رهڻ جو حڪم ڏنائين. انهن ڏينهن کان بکر جا سادات هيڏانهن هوڏانهن ٽڙي پکڙي ويا. هن وقت گهڻا روهڙيءَ ۾ آهن. ڪي سنگرار ۾، ڪي ڪنڊياري ۾، ڪي نصرپور ۾ ۽ ڪي گجرات ۾ ته رهن. بکر جي قلعي ۾ جيڪي عمارتون آهن، سي اروڙ شهر جي سرن مان ڊاهيون ويون (انهيءَ قلعي جي اها تعمير ٻيون دفعو ٿي آهي). مطلب ته مرزا شاه بيگ پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي

عملي جي لاءِ هر ڪنهن جي لياقت آهر عمارتن جي تعمير ۽ مرمت ڪرائي، پاڻ شال ڪوٽ (ڪوئٽه) هليو ويو.

اڃا هڪ سال به نه گذريو هو ته ڄام صلاح الدين، جو هميشه حڪومت جو دعويدار هوندو هو (۽ جنهن جو ذڪر مٿي به ڪيو ويو آهي) ٺٽي تي ڪاهه ڪئي، ۽ ڄام فيروز کي ڀڄائي پاڻ حڪومت تي قبضو ڪري ويهي رهيو. ڄام فيروز سيوهڻ جي ارغون حاڪمن وٽ ويو ۽ اتان مرزا شاه بيگ کي مدد لاءِ عرضي موڪليائين. مرزا شاه بيگ پنهنجي فرزند ارجمند مرزا شاه حسن غازيءَ کي وڏو لشڪر ڏئي روانو ڪيو، جنهن ٺٽي پهچي، ڄام صلاح الدين سان جنگ ڪئي ۽ سندس پٽ ڄام هيبت علي خان کي ميدان جنگ ۾ ماري، فتح ۽ نصرت حاصل ڪيائين، ۽ دستور موجب حڪومت ڄام فيروز جي حوالي ڪري، پٺتي موٽ ڪاڏائين. انهيءَ وچ ۾ سندس والد بزرگوار مرزا شاه بيگ به "باغبان" ۾ اچي پهتو، جو دادو ضلعي جو هڪ ننڍو ڳوٺ آهي. اتي ٻنهي (پيءُ پٽ) جي ملاقات ٿي ۽ پٺي گڏجي سيوهڻ ويا، جتي ڪي جايون وغيره تعمير ڪرايائون. پوءِ ٺٽيءَ وارا سنڌوندي آڪري بکر جي قلعي ۾ پهتا. جيتوڻيڪ ٺٽيءَ وٽ ڪي سما ۽ ٻين قومن جا ماڻهو مرزا شاه بيگ سان وڙهيا، مگر هن سان پڄي نه سگهيا. مرزا شاه بيگ بکر جي قلعي ۾ عمارتن درست ڪرائڻ بعد سال کن اطمينان سان گذاريو. ٩٢٨هه مطابق ١٥٢٢ع ۾ پنهنجي فرزند ارجمند مرزا شاه حسن سان گڏجي، وڏو اٽالو ساڻ ڪري، بکر کان گجرات فتح ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو، ته نصرپور وٽ ملڪ الموت جي لشڪر مٿس ڪاهه ڪئي ۽ ٢٢- شعبان ٩٢٨هه تي هن فاني جهان مان عالم جاودانيءَ ڏانهن راهي ٿيو. ڪنهن ظريف سندس وفات جي تاريخ "شهر شعبان" (شعبان مهينه) جي لفظن مان ڪڍي آهي، جنهن جا عدد ٩٢٨ آهن. مرزا شاه بيگ جو لاش چنگيز خاني

رسمن ادا ڪرڻ بعد ٻکر نيائون ۽ هڪ سال بعد مڪه معظمه (زاد الله شرفها) نيئي دفن ڪيائون.

اڪثر تاريخن مطابق مرزا شاه بيگ سڪرات جي وقت، محمد شريف نالي هڪ حافظ قرآن کي گهرايو ۽ کيس يٰسين شريف پڙهڻ لاءِ چيائين. حافظ جڏهن هن آيت تي پهتو 'و مالي لا اعبد الذي فطرني و اليه ترجعون' (مونکي ڇا ٿيو آهي، جو مان ان جي عبادت نٿو ڪريان، جنهن مونکي پيدا ڪيو آهي. حالانڪ اوهان ۽ اسان کي ان ڏانهن موٽي وڃڻو آهي) تہ چيائينس "حافظ! وري پڙهہ." وري حافظ جڏهن هن آيت تي پهتو 'قال يا ليت قومي يعلمون بما غفرلي ربي' (چيائين تہ ڪاش، منهنجي قوم کي اها ڄاڻ هجي ها تہ منهنجي پروردگار مونکي ڇا جي ڪري بخشي ڇڏيو) تہ سندس روح پرواز ڪري ويو.

مؤرخن اهو بہ لکيو آهي تہ مرزا شاه بيگ نہ فقط ميدان جنگ جو سپاهي هو، پر ديني علمن تفسير ۽ حديث کان بہ چڱي طرح واقف هو ۽ ڪيترن ئي ڪتابن تي پنهنجي هٿ سان حاشيا لکيا هئائين. انهيءَ ئي سال ٩٢٨هہ مطابق ١٥٢٢ع ۾ مرزا شاه بيگ نصرپور ۾ پنهنجي پيءُ جي گاديءَ تي ويٺو ۽ بابر بادشاه جي نالي جو خطبو پڙهيائين (نصرپور هن وقت ٽنڊي الهيار تعلقي ۾ هڪ وڏو ڳوٺ آهي).

چام فيروز، مرزا شاه بيگ جي وفات کان پوءِ قدري نافرماني ڪئي، جنهنڪري مرزا شاه حسن نصرپور کان ٺٽي تي ڪاهہ ڪئي ۽ بندوقن، تيرن ۽ ترارن جي جنگ کان پوءِ چام فيروز شڪست کائي ڀڳو ۽ مرزا شاه حسن فتح حاصل ڪئي. روايت آهي تہ جڏهن ارغونن ۽ سمن جو لشڪر هڪ ٻئي کي آمهون سامهون ٿيو، تہ انهيءَ وقت سمن گهوڙن تان لهي پيا. مٿن تان پڳون لاهي اڇلايائون ۽ پيراهڻ جي دامن هڪ ٻئي سان ٻڌي، جنگ جوٽيائون (انگريزن جي تسلط کان اڳ ۾ سڄي سنڌ جي اندر اها رسم موجود هئي، جا

قسم جي برابر سمجهي ويندي هئي). قصو ڪوتاه، جام فيروز پڄي ويو ۽ مرزا شاه حسن فتح ۽ نصرت حاصل ڪرڻ بعد ٺٽي ۾ داخل ٿيو ۽ اميرن ۾ مال غنيمت تقسيم ڪري، ڇهه مهينا "تغلق آباد" ۾ رهي پيو (هن وقت تغلق آباد جو فقط هڪ ويران دڙو موجود آهي) ۽ ٺٽي ۾ ترخان قوم منجهان هڪ حاڪم مقرر ڪري، پاڻ هالاڪنڊي (هالا) سيوهڻ ۽ دربيلي (ڏيري) ڪان شڪار ڪندو ۽ مستحقن ۾ انعام ورهائيندو "ٻيرلوءِ جي چار باغ" ۾ اچي داخل ٿيو (هن وقت هيءَ هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، البت ان جي پرسان "شاه جو دونهون" نالي هڪ پيو نئون اڏيل ڳوٺ آهي، جنهن ۾ گهڻو ڪري سادات رهندا آهن، جن جو وڏو سيد انورعلي شاهه ولد سيد خاڪي شاهه آهي). مرزا شاه حسن ٻيرلوءِ ۾ چند ڏينهن آرام ڪرڻ بعد بکر ۾ آيو ۽ پنهنجي دليري ۽ عقلمنديءَ سان سنڌ جي حدن ۾ اضافو ڪيائين. انهيءَ زماني ۾ سنڌ جون حدون هن ريت هيون: اوير ۾ ملتان جي ويجهڙائي تائين، آتر ۾ سبيءَ تائين، ڏکڻ ۾ ڪڇ تائين ۽ اولهه ۾ سمنڊ تائين. مرزا شاه حسن پنهنجي سر ايڏو وڏو دلير ۽ عقلمند هو، جو ڏاريجا، ڌهر، ماڇي ۽ ڪي ٻيون قومون، جي سخت سرڪش هيون، انهن کي دڙڪي داٻ سان پنهنجو فرمان بردار بڻائي ڇڏيائين. مرزا شاه حسن ڇهه مهينا بکر جي قلعي ۾ رهندو هو ۽ ڇهه مهينا ٺٽي ۾. سلطان محمود خان حاڪم جي حيثيت ۾ مستقل طور تي بکر ۾ رهندو هو ۽ بکر جو سڄو نظم نسق سندس ئي هٿ ۾ هوندو هو.

جيتوڻيڪ ٧٩٤٧هه مطابق ١٥٤٠ع ۾ سلطان همايون بادشاهه ملتان ۽ اُڇ جي رستي روهڙيءَ پهچي، بکر هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ سلطان محمود سان جنگ جهڙي روش اختيار ڪيائين. مگر سلطان محمود، مرزا شاه حسن جي اجازت کان سواءِ بادشاهه کي بکر ۾ ڪنهن به قسم جي مداخلت ڪرڻ جي اجازت نه ڏني. بادشاهه همايون جي شاهي حق کي

مد نظر رکندي، خوراڪ ۽ ضروريات زندگيءَ جون پيون شيون موڪليندو رهڻ ۾ ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪيائين. نيٺ بادشاهہ مجبور ٿي، چند مهينا ٻيرلوءَ جي چار باغ ۾، ڪجهہ عرصو درٻيلي ۽ سيوهڻ ۾ گذاريو. ٻکر تي ڪيترائي ڀيرا ڪاهہ ڪيائين، پر ڪامياب نہ ٿيو. انهيءَ زماني ۾ سنڌ ۾ وڏو ڏڪار هو ۽ ڪيترائي شهر ويران ٿي ويا هئا. انهن ڏينهن ۾ بادشاهہ درٻيلي ڪان پاٽ ۾ آيو (پاٽ هن وقت سنڌو نديءَ جي ڪناري تي هڪ ننڍو ڳوٺ آهي) ۽ شيخ علي اڪبر جي نياڻي حميده بانو بيگم سان نڪاح ڪيائين. شيخ علي اڪبر مرزا هندال جي اميرن مان هو.

مطلب تہ همايون پنهنجين پريشانين، سنڌ جي ڏڪار ۽ اڪثر اميرن جي ڇڏي وڃڻ سبب تنگ اچي ويو. جيتوڻيڪ مرزا شاه حسن کيس رهڻ لاءِ ڏني، سيوهڻ ۽ ٻکر کان سواءِ ٻي ڪابہ جڳهہ ڏيڻ واسطي تيار هو، مگر همايون ٻئي ڪنهن بہ هنڌ رهڻ لاءِ تيار نہ پئي ٿيو. انهن ڏينهن ۾ همايون پنهنجي صحيح سان هڪ خط ارباب دائود ولد عمر شاهہ کي لکي ڏنو هو، جو درٻيلي جو هڪ رئيس هو. "تاريخ طاهري" جي مؤلف تاريخ سان دلچسپي رکندڙن جي عبرت لاءِ اهو خط نقل ڪيو آهي، جنهن مان همايون جي لاچاريءَ جو پتو پوي ٿو:

مان همايون بادشاهہ ولد ظهيرالدين بادشاهہ ولد عمر شيخ بادشاهہ پنهنجي بزرگ ۽ برتر الله سان، ۽ رسول عربي آسي زڪيءَ سان، جنهن جي رسالت ۾ ڪوبہ شڪ شبهو نہ آهي، عهد ٿو ڪريان تہ، جيڪڏهن بادشاهہ ڪارساز، نگهبان، بلند ۽ برتر (الله) ٻکر جو علائقو مون کي عطا ڪيو، تہ اَوْفُوْا بِعَهْدِيْ اُوْفِ بِعَهْدِكُمْ (اوهين مونسان وعدو پاڙيو، مان اوهان سان وعدو پاڙيندس) جي ارشاد جي معمولي پڇڪڙي ۾ نہ ڪندس. مون درٻيلي

جو علائقو ارباب دائود ولد عمر شاه سهتي کي ۽ سندس اولاد کي ۽ انهن جي پوين کي بخشيو. باللّٰه الطالب الغالب (اللّٰه جو قسم، جو طالب ۽ غالب آهي).

جيئن ته اللّٰه جي مرضي نه هئي، تنهنڪري ائين نه ٿيو. بيشڪ ان ۾ به اللّٰه جي حڪمت هوندي. اها روايت به آهي ته همايون جن ڏينهن ۾ ٻيرلوءَ جي چار باغ ۾ رهندو هو، جمعي جي ڏينهن جمعه نماز پڙهڻ لاءِ روهڙيءَ جي جامع مسجد ۾ آيو. ان وقت هڪڙي شاعر سندس حضور ۾ هيٺيون قطعه پڙهيو، ۽ همايون کيس صلو عطا ڪيو!

تا همايون نام او در سکه بر دل نقش کرد
مهر از مُهرش دهان سکه پرزر ميکند
منبري کز خطبهٔ القاب او زينت گرفت
مشتري گوهر نثار فرق منبر ميکند

(ترجمو: جڏهن کان همايون بادشاه جو مبارڪ نالو سِڪّي جي دل تي نقش ٿيو آهي، تڏهن کان ائين ٿو ڀانئجي، ڄڻ زماني همايون جي مُهر لڳائي، سڪ جو وات سون سان پري ڇڏيو آهي. جنهن منبر خطبي وقت سندس لقبن جو اعزاز حاصل ڪيو آهي، مشتري (سيارو) انهيءَ منبر جي مٿان موتي گهوريندو ٿو رهي).

همايون، بکر جي علائقي تي فتح حاصل نه ڪري سگهڻ، عزيزن ۽ واسطيدارن جي ڇڏي وڃڻ ۽ ڏکار پوڻ جي ڪري مير محمد معصوم بکريءَ جي قول موجب: سنڌ ۾ همايون جي دل جي مراد پوري نه ٿي ۽ ساٿين جي بي وفائي ظاهر ٿي پئي. ڀائرن جي بي وفائي ۽ بي مروتي به ڏٺائين ۽ زماني جي ناسازيءَ جو مشاهدو به ڪيائين، جنهنڪري لاچار ٿي پيو، ۽ اجايا خيال ڪرڻ لڳو. مڪه معظمه ڏانهن وڃڻ جو ارادو به ڪري رهيو هو، پر نيٺ ٩٣٩هه مطابق ١٥٤٢ع جي شروع ۾

جوڌپور جي راجا جي منافقانہ دعوت تي اُچ ۽ بيڪانير جي رستي راجپوتانا روانو ٿيو. همايونءَ حي وڃڻ کان پوءِ مرزا شاه حسن ٺٽي کان بکر آيو، ۽ جن ماڻهن همايون جي مدد ڪئي هئي، انهن مان ڪن کي سزائون ڏنائين ۽ ڪن کي رکيو ڦيٽ جُٽ ڪيائين. قلعي جي پڪل ٺلهن حصن جي مرمت ڪرايائين. ارباب دائود جي پائرن کي، جن جا نالا جمال ۽ ڪمال هئا ۽ بادشاه همايون جي خير خواهن مان هئا، جوال ۾ وجهرائي بکر جي قلعي جي خوني برج تان درياءَ ۾ اڇلايائين. جتي هو غرق ٿي ويا. (قلعي جو خوني برج جماله ۽ ڪماله جي نشان جي مٿان هوندو هو. اهو نالو اڃا تائين مشهور آهي ۽ انهيءَ هنڌ يعني بکر وٽ درياءَ جي ڪناري تي ننڍڙي ٽڪري آهي).

مرزا شاه حسن بکر ۾ ٿورو ڪم ڪاريون پورا ڪري، سيوهڻ ويو ۽ اتي به مرمت وغيره جا ڪم ڪرائي، "سَن" جي رستي، جو درياءَ جي ڪناري تي هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، ٺٽي پهچي، آرام ڪرڻ لڳو، ته ايتري ۾ همايون جي، سنڌ ۾ اوچتو موٽي اچڻ جي خبر پکڙجي وئي. همايون جوڌپور جي راجا، ظل آلٰهيءَ جي تعظيم خاطر قلعو خالي ڪري، سندس حوالي ڪيو. مگر همايون شروع ۾ قلعي کان ٻاهر منزل انداز ٿيو ۽ قلعي کي پوءِ پنهنجي سڪونت جو شرف بخشيائين. مير محمد معصوم بکريءَ جي قول مطابق اتي هڪ رات، جا آچر رات هئي ۽ تاريخ ٥-رجب ٩٤٩هه مطابق ١٥٤٢ع، بلقيس زماني حميده بانو بيگم کي محمد اڪبر باد شاه تولد ٿيو.

آنجهاني سر بارٽل فريئر صاحب بهادر، جو سنڌ جو پهريون ڪمشنر هو، ١٢٦٩هه مطابق ١٨٥٣ع ۾ اتي ويو ۽ وڏي عمر وارن ماڻهن کان پڇا ڳاڇا ۽ جاچ ڪرڻ بعد عمرڪوٽ جي قلعي کان اتر طرف هڪ ميل جي فاصلي تي محمد اڪبر باد شاه جي ولادت واري جڳهه ڳولي لڌائين ۽ ان تي پٿر جو نشان نصب ڪرائي، ولادت جو سال لکايائين. راقم الحروف ڪيترائي ڀيرا اهو نشان ڏٺو آهي.

همايون باد شاه پنهنجي فرزند ارجمند جي ولادت جو جشن ملهائڻ بعد اتان نڪري، سنڌ ڏانهن متوجه ٿيو ۽ ”باغستان“ (جون) ۾ تعلقي بدين ۾ هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، منزل ڪيائين، جنهنڪري سنڌ ۾ وڏي شورش برپا ٿي، ۽ انهيءَ شورش، فساد ۽ جنگ ۾ فتح ۽ نصرت جي هير مرزا شاه حسن جي پرچم جي مٿان پئي گهُلي. پر جيئن ته ارغون ۽ ترخانن کي هر وقت باد شاه ظل الله جو انديشو لاحق پئي رهيو، تنهنڪري نقد ۽ جنس جي صورت ۾ نذرانا ڏئي ۽ باد شاه جون ضرورتون پوريون ڪري، کيس راضي ڪيائون. باد شاه اتان نڪري، ”جون“ جي پل پار ڪري، جا انهن ڏينهن ۾ تازي تيار ٿي هئي ۽ هڪ شاعر سندس تعمير جي تاريخ ”صراط مستقيم“ چئي هئي، جنهن جا عدد ٩٥٠ آهن ۽ اهو هجري سال، عيسوي سال ١٥٤٣ع جي مطابق آهي، قنڌار جي طرف روانو ٿي ويو. راقم الحروف کي غالب گمان آهي ته ”همايون“ ڳوٺ ٿي، جو شڪارپور ۽ جيڪب آباد جي وچ تي آهي، باد شاه همايون جي منزل انداز ٿيڻ سبب همايون نالو پيو آهي. ارغونن ۽ سندن واسطيدارن کي باد شاه جي طرفان جيڪو انديشو هو، سو دُور ٿي ويو ۽ هاڻي اطمينان ۽ آسودگيءَ سان رهڻ لڳا. جڻ ڪا آسماني آفت هئي، جا سندن سرتان ٽري وئي.

٩٥١هه مطابق ١٥٤٤ع ۾ باد شاه همايون جو ننڍو ڀاءُ مرزا ڪامران، ڀاءُ کان ناراض ٿي، سنڌ ۾ آيو، مرزا شاه حسن، شاهي خاندان جي مان ۽ مرتبي کي مد نظر رکي، پنهنجي صاحبزادي ”چوچڪ بيگم“ سندس نڪاح ۾ ڏني ۽ خوب ڏاج ڏاوڻ، وڏا ساز سامان ۽ ٻانها ٻانهيون ڏئي مرزا ڪامران کي خوش ڪري قنڌار روانو ڪيائين. قنڌار ۾ همايون باد شاه، مرزا ڪامران جون اکيون ڪڍائي، کيس نابين ڪري ڇڏيو. جنهنڪري دوباره ٩٥٤هه مطابق ١٥٤٧ع ۾ بکر موٽي آيو، ۽ مرزا شاه حسن سندس رهائش جو انتظام ”شاد پيلي“ ۾ ڪيو، جو بکر جي

اولهه ۾ درياءَ جي وچ ۾ آهي ۽ ”ساڌ ٻيلي“ جي نالي سان مشهور آهي. مرزا ڪامران چند ڏينهن اتي رهڻ بعد، مڪه معظمه (زاد الله شرفها) روانو ٿي ويو. روانگيءَ وقت سندس اهليه محترمه چوچڪ بيگم به ساڻس گڏجي وڃڻ لاءِ تيار ٿي. سندس والد مرزا شاه حسن ۽ ٻين عزيزن منع ڪيس، مگر چوچڪ بيگم کين چيو ته ”ماڻهو مهڻو ڏيندا ته جيستائين ڪامران ڪسي اکيون هيون، تيستائين گهرواري وفادار رهيس ۽ جڏهن نابين ٿيو ته بي وفائي ڪيائينس.“ مير محمد معصوم بکريءَ جي قول مطابق چوچڪ بيگم پنهنجي والد مرزا شاه حسن کي چيو ته جڏهن ڪامران کي اکيون هيون، ته تو مونکي هن جي حوالي ڪيو. هاڻي دنيا ڇا چونديِ ته شاه حسن جي ڌيءَ، مڙس جي نافرمان ٿي پيئي، ۽ ماڻ واقعي بدنام ٿي پونديس.“

مرزا شاه حسن پنهنجي حياتيءَ جي آخري زماني ۾ جڏهن سخت پوڙهو ٿي ويو هو، فالج ۾ مبتلا ٿي پيو. انهيءَ ڪري ٺٽي جي حڪومت پنهنجن غلامن ۽ ٻين ادنيٰ درجي جي ماڻهن جي حوالي ڪري، ”تخت روان“ (محفي) ۾ چڙهي ڪڏهن ٺٽي ۾، ڪڏهن ٻيرلوءَ جي چار باغ ۾، ڪڏهن بکر ۾ وڃي رهندو هو. انهيءَ ڪري گهٽائي ارغون، ترخان ۽ مغل هن جي خدمت کان پري رهڻ سبب باغي ٿي پيا، بلڪ سندس انتها درجي جي غفلت ۽ بي پرواهيءَ سبب جنگ ڪرڻ لڳا. انهيءَ سرڪشي ۽ بغاوت جي شروعات مرزا عيسيٰ ترخانيءَ جي طرفان ٿي، جو انهيءَ وقت ترخان قوم جو وڏو هو. هنن مرزا شاه حسن جي اهليه محترمه ”ماه بيگم“ کي به نظربند ڪيو. مرزا شاه حسن، سلطان محمود خان (بکر جي امير) کي ٺٽي ۾ گهرايو، جنهن مرزا شاه حسن کان مرزا عيسيٰ کي معافي وٺي ڏني ۽ ماه بيگم کي به نظربنديءَ کان آزاد ڪرائي، مرزا شاه حسن جي حوالي ڪيائين.

انهن ٿي ڏينهن ۾ سلطان محمود خان ۽ مرزا عيسيٰ خان جي وچ ۾ مخفي طور تي طئي ٿيو ته "مرزا شاه حسن جيئن ته ڏاڍو ضعيف، بيمار ۽ بي اولاد آهي ۽ فقط چند ڏينهن جو مهمان آهي، تنهنڪري پنهنجي قدرتي موت مري، ته اسين پاڻ ۾ سنڌ کي اڌو اڌ تقسيم ڪري، متس قبضو ڪنداسين ۽ سندس جيڙي ڪيس تڪليف نه ڏينداسين." اهو عهد نامو قرآن مجيد تي لکيو ويو. پوءِ مرزا شاه حسن کي پيڙيءَ تي سوار ڪري، بکر ڏانهن وٺيو ٿي ويا، ته رستي ۾ ١٢- ربيع الاول ٩٦٢هه مطابق ١٥٥٤ع ٽپهريءَ جي نماز وقت سندس روح "ارجعي الي ربک راضية مرضية" (اي روح! پنهنجي پروردگار ڏانهن خوشيءَ سان موٽي اچ) جو سڏ ٻڌي، بهشت جي چراگاهن ڏانهن پرواز ڪري ويو. سچ پچ، اها هڪ مبارڪ تاريخ آهي، ۽ راقم الحروف مڪليءَ تي پنهنجين اکين سان ڏٺي آهي (يعني انهيءَ تاريخ تي سندس وفات جي تصديق ڪئي وئي آهي). مرزا شاه حسن جو لاش چنگيزخاني رسمن جي ادائگي بعد، سلطان محمود خان بکر نيڻ ٿي گهريو. مگر سندس بي بي ماه بيگم، احمد ولي جي حاويليءَ ۾ امانت طور رکايو ۽ ٽن مهينن بعد پوري عزت، احترام ۽ ماتم گساريءَ کان پوءِ اول مڪليءَ تي، ۽ پوءِ اتان مڪه معظمه (زاد الله شرفها) نيئي، سندس والد ماجد مرزا شاه بيگ ارغون جي پاسي ۾ دفن ڪرايو. مير محمد معصوم بکريءَ جي قول مطابق مرزا شاه حسن جي ولادت ٨٩٦هه مطابق ١٤٩٠ع ۾ ٿي هئي. انهيءَ حساب سان سندس عمر ٦٦ سال ٿي. اڪثر تاريخن جي لکڻ موجب مرزا شاه حسن غازي، بهادر، سخي، غريب نواز ۽ فاتح هو.

ارغون گهراڻي جي حڪومت ٩٢٧هه مطابق ١٥٢١ع کان شروع ٿي، ۽ ٩٦٢هه مطابق ١٥٥٤ع ۾ ختم ٿي وئي. يعني مرزا شاه بيگ جي حڪومت ٩٢٨هه مطابق ١٥٢٢ع تائين هلي

۽ ان کان پوءِ سندس فرزند مرزا شاه حسن جي حڪومت شروع ٿي، جا ٣٦ سال هلي. مرزا شاه حسن ڪمال درجي جي جرأت، حشمت، دانائي ۽ انتهائي شاهانه انداز سان حڪمراني ڪرڻ بعد رحلت ڪئي. ارغون، جي چنگيز خان جي اولاد مان هئا، پڙهندڙ انهن جي احوال مان عبرت حاصل ڪندا (ته ڪيئن نه مختصر عرصي جي اندر سنڌن حڪومت ختم ٿي وئي) بيشڪ، فنا ڪي بقا ڪانهي.

تاريخ "طاهري" جي مؤلف نيسيانيءَ جي مٿان افسوس آهي جو پنهنجي تحرير کي اهڙي انسان جي شڪايت سان آلودو بڻايو اٿس. جيتوڻيڪ هر شخص جي راءِ پنهنجي هوندي آهي، پر مرڻ کان پوءِ ڪنهن انسان جي گلا ڪرڻ عقلمند ماڻهو جائز نه سمجهندا آهن. راقم الحروف کي چڱي طرح معلوم آهي ته هن وقت سنڌ جي اندر ڪوبه ارغون نالي ماتر به موجود ڪونه آهي. مگر تاريخ طاهريءَ جي تحرير مان ائين ٿو معلوم ٿئي ته مرزا عيسيٰ ترخان جي فرزند مرزا محمد باقيءَ جي دور حڪومت ۾ ارغون جو قتل ڪيو ويو ۽ جيڪي باقي بچيا، سي گجرات ڏانهن ڀڄي ويا. اميد آهي ته اجا اتي هوندا (١).

## نائون طبقو

## سنڌ ۾ ڪوڪلتاش ۽ ترخان گهراڻن جي گڏيل حڪومت

### (الف) ڪوڪلتاش گهراڻو

مرزا شاه حسن غازي ولد مرزا شاه بيگ ارغون ٩٦٢هه مطابق ١٥٥٤ع ۾ هن فاني دنيا مان بي اولاد ٿي رحلت ڪئي هئي. تنهن کان اڳ ۾ مرزا شاه حسن جي ٻُڍاپڻ ۽ بيماريءَ جي زماني ۾ سلطان محمود خان ڪوڪلتاش ۽ مرزا عيسيٰ ترخان

(١) هن پيرا جو پوييون حصو مبهم آهي. لب تاريخ جي مؤلف جيڪي لکڻ گهريو ٿي، ان کي وضاحت سان لکي نه سگهيو آهي (مترجم)

جي درميان، جي ٻئي وڏا نامور ۽ طاقت وارا امير هئا، سنڌ جي متّان حڪومت ڪرڻ جي باري ۾ هڪ معاهدو ٿيو، جو قرآن مجيد تي لکيو ويو هو. انهيءَ معاهدي موجب سنڌ کي هن ريت ٻن حصن ۾ تقسيم ڪيو ويو هو، ته لڪ علويءَ (لڪي) کان مٿي ماتيلي ۽ آباوڙي تائين وارو علائقو بکر جي صوبي جي ماتحت سلطان محمود خان جي قبضي ۾ رهندو ۽ لڪيءَ کان هيٺ وارو علائقو سمنڊ جي ڪناري تائين مرزا عيسيٰ خان ترخان جي هٿ ۾ هوندو.

مير محمد معصوم بکريءَ جي قول موجب سلطان محمود خان ڪوڪلتاش ولد مير فاضل ولد عادل خواجہ اصفهاني، جنهن جي نسب جو شجرو، اٺويهين پيڙهيءَ ۾ عدي ولد حاتم طائي سان ملي ٿو، ۽ سندس والده ڪاشي، شال پشنگ جي پٺاڻن مان هئي (هيءَ قوم اجا تائين ڪوئٽه جي علائقي ۾ رهي ٿي). وڏو بهادر، سخي ۽ خوش خلق انسان هو، ۽ سنڌ جي مٿئين حصي تي تمام سهڻي نموني سان حڪومت ڪيائين ۽ ٻه ڀيرا ملتان جي حاڪمن لانگاهن، ڌاريجن، ڏهرن، ناهرن ۽ بلوچن تي غلبو حاصل ڪيائين. اگرچه شروع ۾ مرزا عيسيٰ خان ۽ سندس فرزند مرزا محمد باقيءَ سان عهد شڪني ڪري، شورش ۽ فساد برپا ڪيائين، پر نيٺ ڪيس پنهنجي عهدي تي قائم رهڻو پيو. هڪڙي نياڻيءَ کان سواءِ، جا پڻ نامور بادشاه جلال الدين محمد اکبر کي نڪاح ڪري ڏني هئائين، ڪيس ٻيو ڪوبه اولاد ڪونه هو، ۽ سندس پڇاڙڻ جي زماني ۾ گهڻو ڪري ارغون ۽ ترخان هن سان جهڳڙا ڪرڻ لڳا، جنهنڪري اکبر بادشاه کان هڪڙي اهڙي امير جي گهر ڪيائين، جو سنڌ ۾ اچي بکر جي حڪومت سنڀالي، مگر گيسو خان (اکبر جو موڪليل امير) اجا بکر تائين پهتو ئي ڪين هو، ته سلطان محمود خان ماه صفر ٩٨٢ هه مطابق ١٥٧٤ع ۾ ڇنڇر ڏينهن ٻپهريءَ جي نماز وقت هن

فاني جهان مان عالم جاوداني ڏانهن رحلت ڪئي، ڪنهن شاعر سندس وفات جو سال "دربهشت آسود" مان ڪڍيو آهي، جنهن جا عدد ٩٨٢ آهن. ميرمحمد معصوم بکريءَ جي قول موجب سندس ولادت ٨٩٨هه مطابق ١٤٩٢ع ۾ ٿي. انهيءَ حساب سان سندس عمر ٨٤ سال هئي. راقم الحروف جو پختو خيال آهي ته سندس تربت نئين سکر ۾ ٽڪريءَ تي ميرمحمد معصوم بکري جي مناري جي اتر ۾ آهي.

## اهي حاڪم يا نواب جيڪي سلطان محمود خان ڪوڪلتاش جي وفات کان پوءِ اڪبر بادشاه جي طرفان دهليءَ کان بکر ۾ مقرر ٿي آيا

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ١- گيسو خان | ٩٨٢هه مطابق ١٥٧٤ع | سلطان محمود خان ڪوڪلتاش جي وفات کان پوءِ پهتو. |
| ٢- ترسو خان | ٩٨٣هه مطابق ١٥٧٥ع | ... ... ... |
| ٣- ميرسيد محمد امير ولد مير عبدل | ٩٨٣هه مطابق ١٥٧٥ع | گذاري جي لاءِ پنجاهه هزار جريب جاگير مليل هيس. راقم الحروف جو پختو خيال آهي ته اها جاگير "ديهه بڪار" آهي. |
| ٤- سيد ابوالفضل ولد مير سيد محمد امير | ٩٨٤هه مطابق ١٥٧٦ع | پنهنجي والد (سيدمحمدامير) جي شهادت کان پوءِ مقرر ٿيو. |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| ٥- اعتماد خان خواجہ سرا | ٩٨٥ ھہ مطابق ١٥٧٧ع | ذليل طبقي مان هجڻ سبب، شريف ماڻهن کي تڪليفون ڏنائين. اهي ماڻهو بادشاه وٽ دانهن ڪئي ويا. بادشاه جي واتان نڪتو ته "اهڙو آهي ته مارجي ويندو" ۽ سچ پچ ائين ئي ٿيو يعني قتل ٿي ويو. بيشڪ، بادشاه جو سخن، سخنن جو بادشاه آهي. |
| ٦- نواب فتح خان مهادت جنهن سان راجا پرمانند جاگير ۾ شريڪ هو. | ٩٨٦ ھہ مطابق ١٥٧٨ع | ٻن سالن بعد راجا پرمانند جي شراڪت ختم ٿي ۽ سڄي جاگير نواب فتح محمد خان جي ٿي وئي ۽ سندس عهدي ۾ به اضافو ٿيو. راقم الحروف کي هيٺين نظم جي مضمون مان معلوم ٿو ٿئي ته روهڙيءَ جي جامع مسجد، جا حضور رسول اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي وار مبارڪ جي درگاه جي پرسان آهي. انهيءَ ئي نواب جي تعمير ڪرايل آهي. |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | نظم<br>خسرو دين پناه اڪبر شاه<br>هست ڪان تاج بخش ملڪستان<br>شاه انجم سپاه، چرخ سرير<br>جامع شرع ، مقتداي زمان<br>بندگانش چو قيصر و فغفور<br>چاڪرانش چوطغرل و خاقان<br>بندهٔ ڪمترين او يعني<br>جان جسم مستمند در دوران<br>سرورو نيڪ راي دريا دل<br>منبع الجود و مجمع الاحسان<br>چون فتح خان ڪه خون ريزش<br>ڪرد بنياد ظلم را ويران<br>مسجد جامع از براي ثواب<br>ساختم بر اميد قصر جنان<br>دل ڪشا همچو مسجد ڪعبه<br>جان فشا همچو روضهٔ رضوان<br>تا بود گنبذ فلڪ برپاي<br>باد سالم ز آفت دوران<br>سال تاريخ از خرد جستم<br>"مسجد گم جنان گفت" روان<br>ابجد جي حساب موجب<br>آخري مصرع مان ٩٩٣ هه<br>جو سال نڪري ٿو، جو |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | ۱۵۸۵ع حي مطابق ٿو ٿئي. اهو سال نواب فتح خان جي حڪومت جو آخري سال هو. |

(نظم جو ترجمو)

(۱) شهنشاه دين پناه اڪبر بادشاه. سخي اهڙو جو تاج ۽ تخت بخشي ڇڏيندو آهي ۽ بهادر اهڙو جو ملڪ فتح ڪندو آهي.

(۲) اهڙو بادشاه جنهن جو لشڪر ستارن جيترو (گهڻو) آهي ۽ سندس تخت آسمان جيڏو (بلند) آهي. شريعت جو پابند ۽ زماني جو پيشوا آهي.

(۳) سندس غلام (سرتبي ۾) روم ۽ چين جي بادشاهن جهڙا آهن ۽ سندس خادم سلجوق ۽ ترڪ تاجران جهڙا آهن.

(۴) جمشيد هن جو ادني غلام ۽ محتاج آهي.

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | (۵) سردار، سهڻي سمجهه وارو ۽ سخي آهي. سخا جو سرچشمو ۽ نيڪيءَ جو مجموعو آهي. |
| | | (٦) فتح خان جنهن جي خونريز (ترار) ظلم جون پاڙون پٽي ڇڏيون آهن. |
| | | (۷) ثواب جي خاطر ۽ بهشت جي آسري تي مسجد تعمير ڪرائي اٿس. |
| | | (۸) جا ڪعبي جي مسجد وانگر دلڪشا (فرحت بخش) آهي ۽ روضهء رضوان (بهشت) وانگر جان فزا (زندگي بخش) آهي. |
| | | (۹) جيستائين آسمان جو قبو (دنيا يا ڪائنات) قائم آهي. شال اوستائين زماني جي آفتن کان محفوظ رهي. |
| | | (۱۰) پنهنجي عقل کان سندس تعمير جو سال پڇيم، |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | ته منهنجي روح هيءَ جواب ڏنو(١). |
| ٧- نواب صادق خان | ٩٩٤هه مطابق ١٠٨٥ع | شاهي فرمان موجب ٺٽي جي حاڪم مرزا جاني بيگ تي ڪاهه ڪيائين. پهريائين هن کي عاجز ڪيائين. پوءِ باد شاه جي حڪم سان ڪيس "عاجزيءَ" کان آزادي بخشيائين. چوته مرزا جاني بيگ باد شاهه جي خدمت ۾ مناسب نذرانا موڪلي، کانئس معافي گهري هئي. |
| ٨- نواب اسماعيل قلي خان | ٩٩٢هه مطابق ١٠٨٧ع | انهيءَ سال سڄي سنڌ ۾ ڏڪار پيو. |
| ٩- نواب شيرو سلطان | ٩٩٧هه مطابق ١٠٨٨ع | هميشه نشي ۾ مدهوش رهڻ سبب ڪيس برطرف ڪيو ويو. |

(١) هن نظم جي ڪن بيتن (نمبر چوٿين، ڇهين، اٺين ۽ ڏهين) ۾ سقم آهن. خاص طور تي آخري بيت (نمبر ڏهين) جي مصرع ثاني، جنهن جي ڪن لفظن (مسجد گه جنان گفت) کي مادهٔ تاريخ بنايو ويو آهي، انتها درجه جي غلط، لغو، غير موزون ۽ بي معنيٰ آهي. انهن لفظن مان جيڪي عدد نڪرن ٿا، سي ٦٣٧ آهن. حالانڪ هت ٩٩٣ عدد گهربل آهن.

منهنجي خيال ۾ اهو قصور شاعر جو نه هوندو، بلڪ ڪاتب کان نقل ڪرڻ وقت ڪوتاهي ٿي هوندي. البت شاعر کان اهو سقم ضرور سرزد ٿيو آهي، جو اڪبر بادشاه جي مدح ڪانپوءِ فتح خان جي ڪارگذاريءَ ڏانهن گريز ڪرڻ جو ڪو معقول طريقو اختيار ڪري نه سگهيو آهي (مترجم).

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ١٠- نواب صادق خان | ٩٩٨هه مطابق ١٥٨٩ع | تجربيڪار هجڻ سبب ڪيس دوباره مقرر ڪيو ويو. |
| ١١- نواب مير ابوالقاسم خان نمڪين | ١٠٠٤هه مطابق ١٥٩٥ع | هن نواب جو مقبرو روهڙيءَ طرف درياءَ جي ڪناري تي آهي ۽ "قاسم خاني" جي نالي سان مشهور آهي. |
| ١٢- نواب مرزا نور والد خان اعظم | ١٠٠٥هه مطابق ١٥٩٦ع | "خان اعظم" شايد اشارو آهي خان خانان نواب عبدالرحيم خان ڏانهن. |
| ١٣- نواب مير ابوالقاسم خان نمڪين | ١٠٠٧هه مطابق ١٥٩٨ع | بکر جي حالات کان واقف هجڻ سبب ڪيس ٻيو ڀيرو مقرر ڪيو ويو. |
| ١٤- نواب سعد خان | ١٠٠٩هه مطابق ١٦٠٠ع | شايد روهڙيءَ جي سيدن مان هو. والله اعلم. |
| ١٥- نواب بقرا بيگ | ١٠١٤هه مطابق ١٦٠٥ع | انهيءَ سال اڪبر بادشاه فوت ٿيو. "فوت اڪبر شه" مان ابجد جي حساب سان ١٠١٤هه جو سال نڪري ٿو ۽ انهيءَ ئي سال کان سندس فرزند جهانگير جي سلطنت جو دور شروع ٿئي ٿو. |
| ١٦- نواب سردار خان | ١٠١٥هه مطابق ١٦٠٦ع | قنڌار جي مهم ۾ قتل ٿي ويو. |
| ١٧- نواب قاضي خان | ١٠١٦هه مطابق ١٦٠٧ع | ... ... ... |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ١٨- نواب سيد تاج خان | ١٠٢٠هه مطابق ١٦١١ع | ... ... ... |
| ١٩- نواب بازيد خان | ١٠٢٥هه مطابق ١٦١٦ع | ... ... ... |
| ٢٠- نواب هوشيار خان | ١٠٢٨هه مطابق ١٦١٨ع | هيءُ نواب "خانجهان" جو خواجه سرا هو. |
| ٢١- نواب مرزا علي محمد بيگ | ١٠٣١هه مطابق ١٦١١ع | هيءَ نورجهان بيگم جي طرفان حاڪم مقرر ٿيو هو. ڇو ته بکر جو علائقو نورجهان بيگم جي جاگير هو. |
| ٢٢- محمد علي فوجدار | ١٠٣٨هه مطابق ١٦٢٨ع | هيءُ، آصف جاهي خاندان جي پاران "بکر جي فوجدار" جي لقب سان مشهور هو. جو بکر انهيءَ خاندان جي جاگير هو. انهيءَ سال جهانگير بادشاهه وفات ڪئي ۽ سندس فرزند شاهجهان تخت نشين ٿيو. جهانگيرجو مقبرو لاهور ۾ آهي (١). |
| ٢٣- مرزا حسيني | ١٠٣٩هه مطابق ١٦٢٩ع | بيگ محمد ولد زنده علي بيگ جي تحرير موجب، جا "تاريخ معصوميءَ" سان |

(١) نواب آصف جاه ملڪهٔ نورجهان بيگم جو ڀاءُ ۽ لاهور جو گورنر هو. (مترجم).

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | لاحق ڪئي اٿس، بکر، گنجابہ (گندا واہ) ۽ سبي مرزا حسينيءَ جي جاگير هئا. مگر شيرخان ترين، "پشنگ" کان ڪاهہ ڪري، گندا واہ تي قبضو ڪيو، ۽ اهو شيرخان راقم الحروف يعني "لُبِّ تاريخ" جي مؤلف خان بهادر خداداد خان جو پڙڏاڏو هو. |
| ٢٤- عزت خان فوجدار | ١٠٤١هہ مطابق ١٦٣١ع | هيءَ "فوجدار" جي لقب سان مشهور هو. |
| ٢٥- سيد محمد فوجدار | ١٠٤٣هہ مطابق ١٦٣٤ع | هيءُ بہ "فوجدار" جي لقب سان مشهور ٿيو. |
| ٢٦- نواب اسد خان | ١٠٤٥هہ مطابق ١٦٣٥ع | هيءَ پنهنجن پٽن سميت حڪمراني ڪندو هو. ونس جاگيرون هيون. |
| ٢٧- نواب محمد يوسف خان | ١٠٤٦هہ مطابق ١٦٣٦ع | بهادر مڙس هو. |
| ٢٨- نواب محمد خان | ١٠٤٨هہ مطابق ١٦٣٨ع | ... ... ... |
| ٢٩- نواب شاهہ قلي خان | ١٠٤٩هہ مطابق ١٦٣٩ع | پرهيزگار انسان هو. سومر رات ۽ جمعي رات (مسڪينن کي) ماني کارائيندو هو. |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ٣٠- ميران سيد جاون | ١٠٥٠هه مطابق ١٦٤٠ع | وڏو بهادر ۽ شمشير زنيءَ جو ماهر هو. |
| ٣١- مرزا التفات بيگ | ١٠٥١هه مطابق ١٦٤١ع | هيءَ مشهور حاڪم هو. |
| ٣٢- مرزا زمان خان | ١٠٥٢هه مطابق ١٦٤٢ع | شهزاده مراد بخش جو ملازم هو ۽ "فوجدار" جي لقب سان مشهور هو. |
| ٣٣- نواب سعد خان | ١٠٥٤هه مطابق ١٦٤٤ع | شايد هيءَ اهوئي سعد خان آهي، جنهن جو احوال مٿي (نمبر ١٤ ۾) بيان ڪيو ويو آهي ۽ شايد ٻيو دفعو سنڌ ۾ آيو آهي. |
| ٣٤- خواجه لطف ۽ ميرمحمد ناظر | ١٠٥٨هه مطابق ١٦٤٨ع | پهريون فوجدار هو ۽ ٻيو ديوان. ٻئي ڄڻا شهزاده محمد دارا شڪوه جا ملازم هئا. |
| ٣٥- نواب خواجگي | ١٠٦١هه مطابق ١٦٥٠ع | شهزاده محمد دارا شڪوه جو ملازم هو. |
| ٣٦- شيخ احمد | ١٠٦٢هه مطابق ١٦٥٢ع | مشهور حاڪم هو. |
| ٣٧- مرزا لعل بيگ | ١٠٦٥هه مطابق ١٦٥٥ع | هيءَ "فوجدار" جي لقب سان مشهور هو. |
| ٣٨- خواجه عبدالواحد | ١٠٦٦هه مطابق ١٦٥٦ع | هن کي "حاڪم" سڏيو ويندو هو ۽ وڏو ڀلاڪي هو. |
| ٣٩- شيخ احمد | ١٠٦٧هه مطابق ١٦٥٧ع | هي ٻيو ڀيرو حاڪم ٿي آيو. |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| ٤٠- خواجه محمد شريف | ١٠٦٨هه مطابق ١٦٥٨ع | انهن ڏينهن ۾ شهزاده دارا شڪوه جي ڪري وڏو فساد برپا ٿيو. |
| ٤١- باقر خان | ١٠٦٩هه مطابق ١٦٥٩ع | هن کي "فوجدار" جو لقب مليل هو. انهيءَ سال شاهجهان بادشاه وفات ڪئي ۽ سندس وڏو فرزند اورنگزيب عالمگير تخت نشين ٿيو. |
| ٤٢- عبدالله خان | ١٠٧٠هه مطابق ١٦٦٠ع | هيءَ "قلعدار" جي لقب سان ملقب هو ۽ چئن مهينن بعد ڪيس تبديل ڪيو ويو. |
| ٤٣- خنجر خان | ١٠٧٠هه مطابق ١٦٦٠ع | هن جو لقب "فوجدار" هو. |
| ٤٤- شيخ ابراهيم | ١٠٧١هه مطابق ١٦٦١ع | هن جو لقب "قلعدار" هو. |
| ٤٥- نواب سيد عزت خان | ١٠٧٤هه مطابق ١٦٦٣ع | اڪثر معاملا "گوپي ناٿ" پيشڪار جي معرفت سرانجام ڪندو هو. |
| ٤٦- نواب سيد غلام مصطفیٰ خان | ١٠٧٨هه مطابق ١٦٦٧ع | شايد روهڙيءَ جي سيدن مان هو. |
| ٤٧- سيد مير يعقوب خان رضوي . | ١٠٨١هه مطابق ١٦٧٠ | هن جو اولاد اڃا تائين روهڙيءَ جي پرسان رهي ٿو ۽ ڪوٽ ۾ رهائش ٿو رکي، |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | جو سنڌ سُئي فالي سان مشهور آهي. هن وقت هن خاندان جو سرڪرد و سيد مير يعقوب خان پويون آهي. افسوس آهي جو غريب آهي، پر سرڪاري دربار ۾ ڪرسي نشين ۽ عزت وارو آهي. |
| ۴۸- سيد مير صادق علي خان ولد مير يعقوب خان | ۱۰۸۵هه مطابق ۱٦۷۵ع | پنهنجي والد جي وفات ڪانپوءِ ٻڪر جو نواب ٿيو. |
| ۴۹- نواب خدايار خان | ۱۰۸۷هه مطابق ۱٦۷۷ع | ... ... ... |
| ۵۰- مير محمد اڪرم حڪيم | ۱۰۹۰هه مطابق ۱٦۷۹ع | روهڙيءَ جي قاضين مان هو. سنڌس اولاد اڃا تائين قاضين جي محلي ۾ رهائش پذير آهي. |

پڙهندڙن کي معلوم هجي ته تاريخن مان پتو پوي ٿو ته مير محمد اڪرم حڪيم ڪانپوءِ سنڌ جي گهڻن حصن تي عباسين يعني ڪلهوڙن جو غلبو ٿيو، جنهنڪري دهليءَ جي بادشاهن طرفان حاڪمن يا نوابن جو اچڻ بند ٿي ويو، ۽ جتي ڪٿي ڪلهوڙن جي طرفان حاڪم مقرر ٿيڻ لڳا، مگر اهي دهليءَ جي بادشاهن طرفان موڪليل نوابن جهڙا (با اختيار ۽ با اقتدار) نه هئا. انهيءَ ڪري انهن جا نالا لکڻ مناسب نظر نه ٿا اچن.

## (ب) ترخان گهراڻو

مٿي تفصيل سان لکيو ويو آهي ته ۹٦۲هه مطابق ۱۵۵۴ع ۾ مرزا شاه حسن ولد مرزا شاه بيگ ارغون جي، هن دنياءِ فاني مان عالمِ جاوداني ڏانهن راهي ٿيڻ ڪانپوءِ، قرآن مجيد تي لکيل معاهدي موجب، سنڌ، مرزا عيسيٰ خان ترخان ۽ سلطان محمود خان ڪوڪلتاش ٻڪريءَ جي درميان تقسيم ٿي. هاڻي سنڌ جي هيٺين اڌ حصي يعني لڪيءَ ڪانوٺي سمنڊ تائين، جو مرزا عيسيٰ خان ترخان جي ماتحت هو، ان جو احوال لکيو ٿو وڃي!

تحفة الڪرام جي مؤلف جي قول موجب "ترخان" جي تعريف هن ريت آهي، ته هڪ ڏينهن صاحبقران امير تيمور ارڙهن ورهين جي عمر ۾ شڪار ڪندي، رستو ڀُلجي، پنهنجن ماڻهن کان وڇڙي ويو، ۽ حيران پريشان هڪ ڳوٺ ۾ پهتو. پهريائين ته ڳوٺ وارن سائس، وڙهڻ جو ارادو ڪيو، جو آونداهي رات هئي، پر پوءِ جڏهن سڃاتائونس، ته خوب خاطر تواضع ڪيائونس. سورهن سال پوءِ چونيهن ورهين جي عمر ۾ جڏهن صاحبقران تخت تي ويٺو، ته پهرئين ئي ڏينهن انهيءَ ڳوٺ جي ماڻهن کي گهرائي، مٿن وڏيون مهربانيون ڪيائين ۽ کين "ترخاني" جي خطاب سان نوازيائين، جنهن جو پهلوي زبان ۾ مطلب آهي "خدمت کان آزاد"، جو پوءِ هلي هلي "ترخان" ٿي ويو.

مطلب ته مرزا عيسيٰ خان ولد مرزا عبدالعلي ترخان مٿي ڄاڻايل سال (۹٦۲هه مطابق ۱۵۵۴ع) ۾ ٺٽي شهر ۾ سنڌ جي حڪومت جي مسند تي جلوه افروز ٿيو. جيئن ته مرزا عيسيٰ خان زماني جي لاهين چاڙهين مان لنگهي چڪو هو ۽ دنيا جو وڏو تجربو رکندڙ هو، انهيءَ ڪري حڪومت جو ڪاروبار تمام سهڻي نموني سان هلائيندو رهيو، ۽ هر قوم جي اعليٰ ۽ ادنيٰ، ارغونن خواه ترخانن ۽ رعيت خواه فوج کي خوب راضي رکيائين.

جيتوڻيڪ پنهنجي حڪومت جي زماني ۾ سلطان محمود خان ڪوڪلتاش جي مقبوضه حصن تي به ٻي پيرا پاڻ ۽ سندس وڏي فرزند مرزا محمد باقيءَ به حملا ڪيا، جي ناڪام رهيا. اهڙي ريت سلطان محمود خان به سندن حدن ۾ ڪهڙي حملو ڪندو رهيو، پر آنهي دور جي چڱن مڙسن ٻنهي ڌرين ۾ صلح ڪرائي ڇڏيو.

هڪ دفعي مرزا عيسيٰ خان جي عدم موجودگيءَ ۾ فرنگي "گويم" (گوا) ڪان سمنڊ جي رستي ٺٽي پهتا ۽ شهر کي ڦري لٽي، باه لڳايائون، ۽ مرزا فرخ جي جامع مسجد ۾، جتي شهر جا ماڻهو پنهنجن گهرن مان نڪري، پناه وٺڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا هئا، انهن جو قتل عام ڪيائون. ۽ جڏهن مرزا عيسيٰ خان جي واپسيءَ جو ٻڌائون تہ فرار ٿي ويا.

راقم الحروف ضروري ٿو سمجهي تہ "فرنگي" لفظ جي تشريح ڪري. هت فرنگيءَ جو مطلب آهي "پورچوگيز" جي هن وقت 'گوا' ۾ ٿا رهن، جا بمبئيءَ کان پاڻيءَ جي رستي هڪ ڏينهن جي پنڌ تي آهي، ۽ انهيءَ جزيري تي، پورچوگيزن جي حڪومت آهي. پورچوگيزن جي بادشاه جو تخت گاه يورپ ۾ آهي ۽ اڪثر ماڻهو (انهن جزيرن جا رهاڪو) جي يورپي آفيسرن وٽ بورچي، بٽلر، ڪلارڪ ۽ گهرو نوڪر آهن، اهي به فرنگي سڏبا آهن.

مرزا عيسيٰ ترخان ارڙهن سالن جي حڪمرانيءَ کان پوءِ ۹۸۰هه مطابق ۱۵۷۲ع ۾ حڪومت جي تخت تان لهي، زوال جي تختي تي وڃي ويٺو (يعني انتقال ڪيائين). بيگلار نامي جي قول مطابق ۹۶۱ هه ۾ حڪمران ٿيو ۽ ۹۹۱ هه وفات ڪيائين. مگر اڪثر روايتن موجب مٿي ڄاڻايل سال صحيح نہ آهي. مرزا عيسيٰ جي مقبري جي ديوارين جي مٿان ۽ انهن جي چوڌاري پٿر تي ڪلام الٰهي (جي آيات مقدسہ) کان پوءِ، فارسيءَ جا

جيڪي اشعار منقش آهن، اهي پڙهندڙن جي آگاهي ۽ عبرت لاءِ هت درج ڪيا ٿا وڃن:

مرزا عيسيٰ جي مقبري جي اولهائين پاسي کان هيٺيون ٻه رباعيون اُڪريل آهن:

( ١ )

افسوس که دور کامرانی بگذشت،
دوران نشاط و شادمانی بگذشت.
سرمايهٔ عمر و زندگی رفت ز دست،
شد عمر به باد، زندگانی بگذشت.

( ترجمو )

[افسوس، جو ڪامرانيءَ جو زمانو گذري ويو،
خوشي ۽ مسرت جو زمانو گذري ويو،
عمر ۽ حياتي جو سرمايو هٿان نڪري ويو،
عمر برباد ٿي ۽ حياتي گذري وئي].

( ٢ )

ديريست که صد هزار عيسیٰ ديد است،
طُوريست که صد هزار موسیٰ ديد است.
قصريست که صد هزار قيصر ديد است،
طاقيست که صد هزار کسریٰ ديد است.

( ترجمو )

[هيءَ دنيا اهڙي گرجا آهي، جنهن لکين عيسيٰ ڏٺا آهن،
اهڙو طورسينا آهي، جنهن لکين موسيٰ ڏٺا آهن،
اهڙو شاهي محل آهي، جنهن لکين قيصر ڏٺا آهن،*
اهڙو محرابدار محل آهي، جنهن لکين ڪسريٰ ڏٺا آهن].

(*) قيصر ۽ ڪسريٰ روم ۽ ايران جي بادشاهن جا لقب آهن (مترجم).

مقبري جي ڏاکڻي پاسي کان هيٺيان اشعار اُکريل آهن: (١)

مى رسد بيداد هر لحظه اجل از دست،
داد از دست اجل قسم باد اجل از دست.

---

يا رب تو ايمان ده که دارى مرا،
با قول شهادت ببرى جان مرا،
خوشنود کنى جمله خصمان مرا،
پرنور کفى تربت تاريک مرا.

---

گر من گناهى بر روي زمين کرده هستم،
اميد که لطف گيرد دستم،
گفتى که بروز غم دست گيرم،
عاجزم که کنون ترا ازين خواه هستم.

---

تربت جي چئني پاسن کان هيٺيون رباعيون، قطعا ۽ شعر درج آهن:

اى چرخ فلک را سيرت کينهٔ تست،
بيداد گرى شيوه ديرينهٔ تست،
اى خاک اگر سينهٔ تو بشگافند،
بس گوهر قيمتى که در سينهٔ تست.

---

(١) هي اشعار نه آهن، بلڪ شعر جي متان هڪ غليظ ۽ بدترين تهمت آهن. پر جيئن ته ڪتاب جي متن ۾ شامل آهن، تنهنڪري انهن کي نقل ڪرڻو ٿو پوي، مگر سندن ترجمو نٿو ڪيو وڃي. هنن اشعارن ۾ ڪو ڪو شعر يا ڪا ڪا مصرع درست آهي، پر منهنجي خيال ۾ ”گاه باشد که کودکى نادان – به غلط بر هدف زند تيري“ جي مصداق اها اتفاقي ڳالهه آهي (مترجم).

تا درند در رگ تم خون بود پوست،
از دوست مرا خود نخواهم جز دوست،
بستين اين جهان متاع دل نكوست،
كه آنها همه فانی باقی همه اوست.

—

ای از روی دیدن رویت مردم،
گاهی نظرت بود بسوي مردم،
تا چها جستم فانی از پی بستی،
شد بست در فيض بروی مردم.

—

اي آنكه قضا هميشه پرحذری،
بشنو حديث ازمن به اين بی‌خبری،
از سوی قضا نه باشدت راه گريز،
گر در حضری مقيم در سفری.

—

سالها ای چرخ! تخم درد... كاشتی،
عاقبت كردی بخاكم جاء درد دل داشتی.

تربت جي ميرانديءَ كان

غرض نقشيست كز ما ياد ماند،
كه دنيارا نه می بينم بقائی،
مگر صاحبدلی روزی برحمت،
كند دركار درويشان دعائی.

تربت جي پيرانديءَ كان

مشتاق آفتاب جمال محمديم،
ما بندهٔ محمد و آل محمديم،
پروانه وار سوختم از آتش فراق،
در آرزوي شمع جمال محمديم.

مٿيان ٻئي قطعا درست آهن، تنهنڪري انهن جو ترجمو لکجي ٿو.

( ١ )

ترجمو

[اسان جو مطلب اهڙو نقش ڇڏي وڃڻ آهي، جو اسان جو يادگار بڻجي. ڇوته دنيوي زندگيءَ کي ڪو به بقاء ڪونهي. شايد (ان کي ڏسي) ڪو اهل دل درويش ڪنهن ڏينهن مهرباني ڪري اسان مسڪينن جي حق ۾ دعا ڪري].

( ٢ )

[اسان حضور محمد مصطفىٰ جي حسن و جمال جي آفتاب جهان تاب جا مشتاق آهيون. اسان محمد ۽ آل محمد جا غلام آهيون. پرواني وانگر جدائي جي آگ ۾ جلڻ بعد، حضور محمد مصطفىٰ جي حسن و جمال جي شمع جي تمنا ۾ ٿا رهون].

تربت جي اوڀارين پاسي کان

دوستان ذکر حق فکر سرخود را کنيد،
عاقبت مرکب ياران فکر کار خود کنيد،
بگذريد از فکر خط و ذکر رخسار بتان،
بعد ازين انديشهٔ ليل و نهار خود کنيد،
نامهٔ طاعت کہ از دود گنہ آمد سياه،
اين بچشم شست و شوئي اشکبار خود کنيد،
ياد رخ همچو خزان خونگير آيد پربهار،
اين خزان خويش بادی از بهار خود کنيد.

غم دنيا مخور اي همنيشن تا يک نفس مانده،
کہ يک کس مانده در دنيا ولی ذنيا بکس مانده ۔

---

تني کہ بود وی را لباس حريرِ کتان،
ببين کہ جائی چسان کرده زيرسنگ گران،
زمانہ داشت هردو شان دو عيسيٰ رفتند،
يکی يکي بچرخ و در زمين گرفتند مکان،
دهان خاک چو شد پر ز لقمۂ تن او،
نهاد دست فلک حسرتش بزهل سنان،
بسال نهصد و هفتاد و سہ سن هجری،
جهان گذاشتہ بگرفت ملک جاويدان ۔

---

مٿي جيڪي اشعار لکيا ويا آهن، انهن مان اڪثر ناقص ۽ بحر ۽ وزن کان خارج آهن ۔ ازانسواءِ اهو بہ معلوم ٿو ٿئي تہ شايد مقبرو مرزا عيسيٰ جي انتقال کانپوءِ تعمير ٿيو آهي ۔

قصو ڪوتاه، مرزا عيسيٰ ترخان جو وڏو فرزند مرزا محمد باقي انهيءَ ئي سال يعني ٩٨٠هہ مطابق ١٥٧٢ع ۾ پنهنجي والد جي گاديءَ تي ويٺو ۔ جيتوڻيڪ مرزا محمد باقيءَ جي ديوانگي ۽ ظلم و ستم جي عادت جي ڪري، سندس اڪثر عزيزن کي بہ ۽ رعيت جي ماڻهن کي بہ سندس مسند نشيني پسند نہ هئي، پر سلطان محمود خان ڪوڪلتاش بکر کان ٺٽي آيو ۽ مرزا عيسيٰ جي گهرواري ماه بيگم سان، جا اصل ۾ مرزا شاه حسن ارغون جي گهرواري هئي، ۽ سندس وفات کانپوءِ مرزا عيسيٰ جي نڪاح ۾ آئي هئي، همخيال ٿي، مرزا محمد باقيءَ کي گاديءَ تي ويهاريو ۔

”تاريخ طاهري“ جي مؤلف ”نسياني“ جي قول مطابق، جو انهن ڏينهن ۾ زنده هو، ۽ ٺٽي ۾ موجود هو،

”مرزا محمد باقيءَ مسند نشينيءَ کانپوءِ ڪيترن ئي معززن کي بيگناه قتل ڪرايو، ۽ ارغونن جي ننڍن وڏن جو قتل عام ڪرايائين. جيڪي باقي بچيا، سي گجرات ڏانهن ڀڄي ويا ۽ اجا تائين اتي رهن ٿا.“

نيت الله جي حڪم سان پنهنجي ديوانگيءَ سبب، هڪ رات پاڻ کي پاڻ ئي ڪُهي ڇڏيائين، ۽ اهڙيءَ ريت قدرت هن کان هن جي ظلم جو بدلو ورتو. ٽيرهن سال جي حڪمرانيءَ کانپوءِ ۹۹۳هه مطابق ۱۵۸۵ع ۾ مُئو. سندس مرڻ جو اهو سال جيئن راقم الحروف پنهنجين اکين سان مڪليءَ تي سندس مقبري جي مٿان لکيل ڏٺو آهي، هن ريت آهي: ”وفات يافت حضرت جنت المقام، الواصل الى جوار الملڪ الرحمٰن مرزا محمد باقي بن مرزا محمد عيسى ترخاني بتاريخ هشتم روز شنبه شهر شوال ۹۹۳هه“ (يعني بهشت ۾ رهندڙ ۽ مهربان باد شاه (الله) جو پاڙيسري حضرت مرزا محمد باقي ولد مرزا محمد عيسى ترخاني ۸- ماه شوال ۹۹۳هه ڇنڇر ڏينهن وفات ڪئي).

مقبري جي مٿان مرزا محمد باقيءَ جي وفات جون هيٺيون تاريخون لکيل آهن، جن مان معلوم ٿو ٿئي ته مقبرو شايد انهن ئي سالن ۾ تعمير ٿيو آهي. مرزا محمد باقي جيئن ته ظالم، چيڙاڪ ۽ پاڳل هو، تنهنڪري هنن تاريخي بيتن جو مضمون ڏسي تعجب ٿو ٿئي. بهرحال انهن اشعارن جا آخري شعر (جن ۾ تاريخي مادا آهن) هت درج ڪيا ٿا وڃن:

زغيب آمد ندا تاريخ او گفت،
که گوئی سرور و سردار باقی.

---

ندا شد که وي واصل خدا شد گفت،
غمگين مباش که فردوس ساخته روشن.

---

بجستم از خرد تاريخ او گفت،
سپرس ازمن، بپرس از داغ دلها (١).

آخر مرزا محمد باقيءَ جو ڏهٽو مرزا جاني بيگ ولد مرزا پاينده بيگ (جنهن جو والد يعني پاينده بيگ کي قدر ديوانو هو) انهيءَ ئي سال يعني ٩٩٣هه مطابق ١٥٨٥ع ۾ اميرن ۽ رعيت جي صلاح سان مسند نشين ٿيو. هو بالڪل نوجوان، عقلمند، بهادر، سخي ۽ وڏي دل وارو هو. پنهنجي دور ۾ اعليٰ ۽ ادنيٰ کي ڏاڍو خوش رکيائين ۽ پنهنجي ملڪ جي حدن جي ڏاڍي سهڻي نموني سنڀال ڪيائين. پر جيئن ته طبيعت ۾ سرڪشي هيس، تنهنڪري اڪبر بادشاه جي حڪم سان ڀريائين بکر جي نواب محمد صادق خان ٩٩٤هه مطابق ١٥٨٦ع ۾ مٿس چڙهائي ڪئي. پر بادشاهه جي حضور ۾ حاضر ٿي، ڏاڍي عاجزيءَ جو اظهار ڪيائين ۽ نذرانا ڏنائين، جنهنڪري بادشاه دڙڪو داٻ ڪري، ڇڏي ڏنس. ان ڪانپوءِ جڏهن اڪبر بادشاه ٩٩٩هه مطابق ١٥٩٠ع ۾ لاهور تشريف فرما ٿيو، ته دوباره مرزا جاني بيگ جي سرڪشيءَ جون ڳالهيون ٻڌائين، جنهنڪري تنبيهه ڪرڻ، بلڪ ڪن گوشي ڪرائڻ لاءِ "خان خانان" نواب مرزا عبدالرحيم خان کي خاص احڪام ڏئي ٺٽي موڪليائين. مير محمد معصوم بکريءَ جي تحريرن مان معلوم ٿئي ٿو ته خان خانان ٢٢ - شوال ٩٩٧هه (٢) بکر پهتو ۽ ڪجهه ڏينهن

(١) ڀريان پر بيت بالڪل غلط ۽ غير موزون آهن. ٿيون بيت صوري لحاظ کان درست آهي ۽ سندس ٻي مصرع ته خاص طور تي دلڪش آهي. مگر معنوي اعتبار کان، اهو بيت به ڀرين ٻن بيتن جهڙو آهي. يعني تاريخي ماده هجڻ جي لحاظ کان ٽئي بيت هڪ جهڙا غلط ۽ فضول آهن. مرزا محمد باقيءَ جي وفات جو سال ٩٩٣هه آهي، ۽ هنن تاريخي مادن جا عدد (ترتيب وار) هيٺينءَ ريت آهن ١- ١٠٥٠، ٢- ٣١٣٦٠، ۽ ٣- ١٤١٧. (مترجم).

(٢) هيءَ سنه غلط معلوم ٿو ٿئي. جڏهن اڪبر، خان خانان کي ٩٩٦هه ۾ موڪليو، ته خان خانان ٩٩٧هه ۾ بکر ڪيئن پهتو (مترجم).

آرام ڪرڻ بعد سيوهڻ ويو ۽ اتان جو قلعو فتح ڪري، لکيءَ وٽ مرزا جاني بيگ سان جنگ ڪيائين. مرزا شڪست کائي نصرپور پڇي ويو. خان خانان تعاقب ڪيس، بري ۽ بحري جنگ ۾ سخت شڪست ڏنائينس. مرزا جاني بيگ نصرپور مان پڇي انڙپور هليو ويو (ممڪن آهي ته موجوده دور ۾ پڙهندڙن مان ڪو اهو خيال ڪري ته نصرپور ۾ درياءَ ڪٿي آهي، جو اتي بحري جنگ ڪٿي وئي. مان ان کي جواب ڏيندس ته نصرپور شهر جي هيٺئين پاسي ريگستان ڏانهن نهاريندا ته اوهان کي درياءَ جا نشان ڏسڻ ۾ ايندا. يعني اڳي اتان درياءَ وهندو هو، جو پوءِ ١١٧٣هه مطابق ١٧٦٠ع ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ پنهنجو وهڪرو ڦيرائي ويو). مطلب ته خان خانان انڙپور پهچي، ساڻس معمولي جنگ ڪئي. ان کانپوءِ خان خانان ۽ مرزا جاني بيگ جي وچ ۾ صلح ٿيو. مرزا جاني بيگ انڙپور کان نڪتي پهتو ۽ اتان پنهنجو اهل عيال کڻي، "تغلق آباد" ۾ وڃي رهائش پذير ٿيو، جو هن وقت مڪليءَ جي پرسان مٽيءَ جو هڪ دڙو آهي. خان خانان ڪجهه عرصو "سن" ۾ رهڻ بعد نڪتي پهتو ۽ معزز ماڻهن کي خلعتن سان سرفراز فرمائڻ بعد، مرزا جاني بيگ سان گڏجي سمنڊ جي سير ڪرڻ لاءِ سنڌ جي آخري ڇيڙي تائين ويو، ۽ پوءِ دارالسلطنت دهليءَ ڏانهن روانو ٿيو.

هن موقعي تي هڪ لطيفو بيان ڪيو ٿو وڃي. چيو وڃي ٿو ته هڪ ڏينهن نواب خان خانان، مرزا جاني بيگ کي طعنو هڻندي چيو ته "ڏٺم، توکي ڪيئن نه حيلي (انڪل) سان هٿ ڪيم؟." مرزا جاني بيگ وڏو عقلمند، با مذاق، بذله سنج، بهادر ۽ شاعر هو. ۽ موسيقيءَ جي فن ۾ چڱو درڪ رکندو هو، خان خانان کي هڪدم جواب ڏنائين ته "چڱو ٿيو جو پنهنجي حيلي (ٺڳيءَ) جو پاڻ ئي اعتراف ڪيئه. خدا جو شڪر آهي جو اسان جي

طرفان ڪو حيلو (فريب) نہ ٿيو" (يعني اسان ٺڳيءَ جو جواب ٺڳيءَ سان نہ ڏنو).

روايت آهي تہ خان خانان چوندو هو تہ مون ڪي سڄي عمر ۾ ايتري شرمساري ڪڏهن بہ نہ ٿي جيتري مرزا جاني بيگ جي انهيءَ جواب سان ٿي.

قصو ڪوتاه، نواب خان خانان ۽ مرزا جاني بيگ تمام جلد اڪبر بادشاه جي بارگاه فلڪ پايگاه ۾ وڃي حاضر ٿيا، ۽ تحفة الڪرام جي قول موجب اهو سنہ ١٠٠٠هہ مطابق ١٥٩١ع هو. مرزا جاني بيگ جي غير حاضريءَ ۾ "دولت خان" نالي لوڏي قوم جو هڪ حڪمران (ٺٽي ۾) مقرر ڪيو ويو.

مير محمد معصوم بکريءَ جي قول موجب، اڪبر بادشاه جي دربار ۾ شرفيابيءَ کان پوءِ خان خانان جي سفارش ۽ مرزا جاني بيگ جي پنهنجي بلاغت ۽ دانائي سبب مرزا کي سر وپاءُ ۽ پنج هزاري منصب سان نوازيو ويو، مگر کيس بادشاه جي حاضريءَ ۾ رهڻو پوندو هو. نيٺ مشيت ايزدي، جو مرزا، سرسام ٿي پوڻ سبب ١٠٠٩هہ مطابق ١٦٠٠ع ۾ فوت ٿي ويو. انهيءَ وقت هو دکن جي مهم ۾ بادشاه سان گڏ هو. سندس لاش ٺٽي آندو ويو، ۽ شاهي فرمان مطابق سندس فرزند مرزا غازي بيگ کي ننڍي عمر ۾ ٺٽي جو والي بڻايو ويو.

نسياني جو قول موجب مرزا جاني بيگ پورا آٺ سال بادشاه جي خدمت ۾ رهيو، ۽ آخر شراب نوشيءَ جي ڪثرت سبب انتقال ڪري ويو. پوءِ سندس فرزند مرزا غازي بيگ جي مسند نشينيءَ جي باري ۾ شاهي فرمان پهتو، جنهن عمر جي انهيءَ وقت سورهن سال هئي.

بيگلارنامي جي مؤلف جي قول مطابق جڏهن مرزا جاني بيگ شهنشاه جلال الدين محمد اڪبر سان گڏ برهانپور پهتو، تہ فاني جهان مان عالم جاوداني ڏانهن انتقال ڪري ويو، ۽

اڪبر بادشاه، سندس فرزند مرزا غازي بيگ کي شاندار خلعت ۽ ٺٽي جي اميريءَ جي سَنَد سان نوازيو.

تحفة‌الڪرام مطابق مرزا جاني بيگ پورا اٺ سال بادشاه جي حضور ۾ رهيو ۽ ١٠٠٨هه ۾ جو شايد ١٥٩٩ع جي مطابق ٿيندو، وفات ڪري ويو ۽ سندس لاش ٺٽي ۾ آڻي، مڪليءَ ۾ دفن ڪيو ويو ۽ شاهي فرمان مطابق سندس فرزند مرزا غازي بيگ ننڍي عمر هجڻ جي باوجود سندس جانشين ٿيو.

راقم‌الحروف، مرزا جاني بيگ جي وفات جي سلسلي ۾ مڪليءَ تي جيڪي پنهنجين اکين سان ڏٺو آهي، ان تي مڪمل اعتماد رکي ٿو ۽ مٿي ڄاڻايل مؤرخن جي تحريرن تي، جي هڪ ٻئي کان مختلف آهن، ڪوبه اعتبار نه ٿو ڪري. مڪليءَ ۾ مرزا جاني بيگ جي مقبري تي پٿر جي مٿان لکيل آهي ته ٢٧-رجب ١٠٠٩هه تي فوت ٿيو. اهو سال ١٦٠٠ع جي مطابق ٿيندو. مقبري جي تعمير ١٠١٠هه مطابق ١٦٠١ع ۾ پوري ٿي.

آهي حاڪم يا نواب، جي شهنشاه محمد اڪبر جي پاران مقرر ٿي، دهليءَ کان ٺٽي آيا

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ١- مرزا غازي بيگ ولد مرزا جاني بيگ ترخاني | ١٠٠٩هه مطابق ١٦٠٠ع | پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ اڪبر بادشاه جي حڪم سان پيءُ جو جانشين ٿيو. جيتوڻيڪ ڪن مؤرخن جو خيال آهي ته هو آزاد ۽ خود مختار حڪمران هو، پر جنهن صورت ۾ سندس حڪمرانيءَ جي سلسلي ۾ شاهي فرمان جو ثبوت موجود آهي، |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | تہ پوءِ اهڙا خيال ڪرڻ اجايا آهن. مرزا غازي بيگ عمر ۾ ننڍو هو، پر پنهنجي والد وانگر عقلمند، بهادر ۽ وڏيءَ دل وارو هو. مثال طور ١٠١٣هہ مطابق ١٦٠٤ع ۾ آگري وڃي بادشاه جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، جتي کيس تحسين ۽ آفرين سان نوازيو ويو. جاگيرون عطا ڪيون ويون ۽ ملتان جي نوابي ۽ قنڌار جي صوبيداري ڏني وئي، جنهنڪري بار بار اوڏانهن ويندو هو، ۽ سنڌ ۾ عدم موجودگيءَ ۾ حڪومت جو ڪاروبار امير خسرو چرڪس جي معرفت هلندو هو. مرزا غازي بيگ، اڪبر بادشاه جي عهد حڪومت ۾ وڏن منصبن ۽ عهدن تي فائز هو. اڪبر بادشاه پوري جاه جلال ۽ عزت ۽ عظمت سان بادشاهي ڪرڻ بعد، جيئن سنڌ ۾ سڄع مان ظاهر آهي: |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | شه شاهان عالم شاه اڪبر<br>تعاليٰ شانه الله اڪبر<br>(اڪبر بادشاه دنيا جي بادشاهن جو بادشاه آهي. الله وڏو آهي ۽ سندس شان به وڏو آهي). آخر ١٠١٤ هه مطابق ١٦٠٥ع ۾ جڏهن اڪبر بادشاه انتقال ڪيو ته سندس فرزند ارجمند جهانگير مسند نشين ٿيو، ۽ مرزا غازي بيگ ڪي هر طرح سان اڳي کان به زياده نوازيائين. مگر مرزا غازي بيگ حاسدن جي حسد جو شڪار ٿي، قنڌار جي پرسان عبداللطيف تالي هڪ غلام زاده جي هٿان قتل ٿي ويو. هڪ شاعر سندس تاريخ: "از دست غلام گل برون رفت دريغ" چئي آهي. اگرچه سندس شهادت جو سال ابجد جي حساب موجب انهيءَ مصرع مان نٿو نڪري(١) مگر |

(١) هن مصرع جا عدد ٣٧٣٥ آهن، جڏهن ته مرزا غازي بيگ جي وفات جو سال ١٠٢١هه آهي (مترجم).

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | عبارت جي موزونيءَ سبب هت درج ڪئي وئي آهي. مرزا غازي بيگ ١٠٢١هه مطابق ١٦١٣ع ۾ بي اولاد شهيد ٿيو. سندس لاش سنه ١٠٢٢هه مطابق ١٦١٤ع ۾ سنڌ ۾ آندو ويو ۽ مڪليءَ ۾ سندس والد مرزا جاني بيگ جي مقبري ۾ دفنايو ويو. |
| ٣- امير خسرو چرڪس | ١٠١٥هه مطابق ١٦٠٦ع | مرزا غازي بيگ جو نائب هو ۽ سندس عدم موجودگيءَ ۾ سندس پاران حڪومت جو ڪاروبار هلائيندو هو. مرزا جي وفات کانپوءِ "هندو خان" جي شراڪت سان حڪمراني ڪرڻ لڳو. هندو خان جو اصلي نالو "راءِ گهريومل" هو. مرزا غازي بيگ کيس مسلمان ڪري، 'هندو خان' جو لقب ڏنو. راقم الحروف، امير خسرو چرڪس جون ڪي خاص ڳالهيون هت لکڻ مناسب ٿو سمجهي. تحفة الڪرام |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | واري قول مطابق چرڪس خان، چنگيز خان جي اولاد مان هو. جنهن جي حڪومت دشت قبچاق، (توران ۽ ترڪستان جي وچ ۾ هڪ صحرائي علائقو) ۾ هئي ۽ امير خسرو چرڪس اُن ڏانهن منسوب هو. هو پهريائين ملا جاوداني جو وٽ هو. مرزا عيسيٰ ترخان، هن کان وٺي، کيس پاڻ وٽ "آفتابه چي" (ڪونرو پري ڏيڻ وارو) ڪري رکيو. اڳيرو هلي) سندس لياقتون ڏسي کيس، عملدار بڻايائين. مرزا جاني بيگ جي زماني ۾ هڪ معتبر امير بڻيو. انهن ڏينهن ۾ ڪوبه امير، بلڪ ڪو بادشاه به هن جهڙو مُتَخيِّر ڪونه هو. ٺي سؤ سٺ عمارتون مثلاً مسجدون، ۽ جامع مسجدون، مقبرا، پُليون ۽ تلاءَ وغيره تعمير ڪرايائين، جي ٺٽي شهر ۾، ان جي پاهران ۽ مڪليءَ تي آهن. انهن جي تعمير تي لکها رپيا |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | خرچ ڪيائين. انهن عمارتن مان هڪ جامع مسجد آهي، جا هاڻي پراڻي ٿي وئي آهي ۽ "مسجد دبگران" (چرت پرينده‍ڙن جي مسجد) جي نالي سان مشهور آهي. ٺٽي شهر جي ٻاهران اڃا موجود آهي. ٩٩٦هه مطابق ١٥٨٨ع ۾ تعمير ٿي هئي. پر افسوس آهي جو هن وقت سخت مرمت طلب آهي. شهروارن کي ايتري توفيق ڪانهي، جو اُن کي مرمت ڪرائي سگهن، جيئن هن جوان (امير خسرو چرڪس) جو نشان قائم رهي، ايترين عمارتن تعمير ڪرائڻ جو سبب هتي پڌايو ٿو وڃي، ته امير خسرو چرڪس هڪڙي ڏينهن پنهنجي گهر جي ڇت تي چڙهي، هيڏانهن هوڏانهن نهاري رهيو هو، ته اوچتو سندس نظر هڪ ٻاڙ يسري عورت جي مٿان وڃي پئي، جا وهنجي رهي هئي. انهيءَ ڪري پهر يائين |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | خيال ڪيائين ته پنهنجون اکيون ڪڍي ڇڏي. مگر علمائن منع ڪيس ۽ صلاح ڏنائونس ته اهڙيون عمارتون تعمير ڪرائي، انهيءَ گناه جو ڪفار ادا ڪري. بيشڪ ديندار انهيءَ ڪي چئبو آهي. روايت آهي ته وفات کان پوءِ ڪنهن درويش، جو ڪشف جو صاحب هو، کانئس پڇيو ته ايڏن نيڪ ڪمن جو ڪهڙو بدلو مليئه؟. چيائين ته جيڪي نيڪ ڪم حياتيءَ ۾ ڪيم، اهي دنيا ۾ رهجي ويا ۽ مون کي هٿ ڪم اچي نه سگهيا سواءِ هڪ نيڪيءَ جي، جو هڪ دفعي لکڻ ۾ مشغول هوس، ته ايتري ۾ هڪ مک، مس چوسڻ خاطر حرفن تي اچي ويٺي. ۽ مان هن جي آڏامي وڃڻ تائين لکڻ کان قلم روڪي ويهي رهيس. انهيءَ ساه واريءَ جي دل رکڻ خاطر |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | سون کي بخشيو ويو. بيشڪ، الله رحمان، رحيم ۽ بخشڻهار آهي. هن کي گهٽي ۽ ٿوري جي پرواه نه آهي. جڏهن چاهي، تڏهن بخشي ڇڏي، جو بخشڻهار اهوئي آهي. |
| ٣- مرزا رستم ولد سلطان حسين | ١٠٢٣ھ مطابق ١٦١٥ع | ... ... ... |
| ٤- مرزا مصطفيٰ خان | ١٠٢٥ھ مطابق ١٦١٦ع | ... ... ... |
| ٥- مرزا بايزيد بخاري | ١٠٢٨ھ مطابق ١٦١٨ع | ڀهريائين بکر جو فوجدار هو. |
| ٦- شريف الملڪ، جو ڀهريائين شريف خان جي نالي سان مشهور هو. پوءِ شريف خان "انڊو" مشهور ٿي ويو. | ١٠٣٠ھ مطابق ١٦٢٥ع | راقم الحروف ضروري ٿو سمجهي ته سندس انڊي ٿيڻ جو احوال بيان ڪري. انهيءَ سال (١٠٣٠ھ ۾) شهزادو شاهجهان پنهنجي والد (جهانگير) کان ناراض ٿي، حرمين شريفين (زادالله شرفها) وڃڻ جي ارادي سان ٺٽي ۾ آيو ۽ مڪليءَ جي هيٺاهين پاسي پل جي ڀرسان تنبو هڻي، رهي پيو. نواب (شريف الملڪ) بندوقون |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | ۽ توبون ڪٽي، شهزاده سان جنگ شروع ڪري ڏني. شهزاده ٻه ڪيترائي ڀيرا حملا ڪيا، مگر شڪست کائيندو رهيو. هڪ ڏينهن شهزاده جي بيگم، جا حامله هئي، شهزاده کان ڏاڙهونءَ جي گهر ڪئي. شهزاده ڏاڙهونءَ موڪلڻ لاءِ نواب کي پنهنجي هٿ سان خط لکيو. نواب جواب ڏنو ته اجهو ٿو ڏاڙهون موڪليان، پوءِ گولا باري ڪندڙن کي، جي فرنگي هئا، حڪم ڏنائين ته بيگم جي تنبوءَ تي گولا باري ڪئي وڃي، ۽ پاڻ دوربين اکين تي رکي، تماشو ڏسڻ لڳو، ۽ شهزاده کي چوائي موڪليائين ته هن شهر ۾ هيڙا ڏاڙهون (گولا) آهن. |
| | | جڏهن ته الله جي مرضي ائين هئي، ته شهزاده کي ڪو نقصان نه رسي، |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | تنهنڪري گولا نشاني تي نہ لڳا. البت بيگم جو حمل ضايع ٿي ويو. ۽ بارود جي غبار، گرمي ۽ اکين مهٽڻ سبب نواب جي اکين ۾ شورش پيدا ٿي ۽ هڪدم انڌو ٿي پيو. اها روايت بہ آهي تہ شهزادو شاهجهان جڏهن بادشاه ٿيو، تہ انڌي نواب کي سندس رفيقن ۽ متعلقن سميت بالڪل ختم ڪرائي ڇڏيائين . |
| ٧- مرزا عيسيٰ خان ننڍو ولد مرزا جان بابا ولد مرزا عيسيٰ ترخان وڏو. | ١٠٣٧ هہ مطابق ١٦٢٧ع | گهڻي عرصي کان بادشاهن جو خاص خدمتگار رهندو ٿي آيو. انهيءَ خدمتگذاريءَ جي صلي ۾ "شراڪت داريءَ" سان کيس ڪرنال صوبي جو حڪمران بڻايو ويو هو. جڏهن جهانگير بادشاه ١٠٣٨ هہ مطابق ١٦٢٨ع ۾ نيستيءَ جي تختي تان لهي، هستيءَ جي تخت تي وڃي جلوه افروز ٿيو. يعني هن |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | عالم جاوداني ڏانهن راهي ٿيو، تڏهن شاهجهان بادشاه ڪيس سنڌ جو نواب مقرر ڪيو. اهو ترخان گهراڻي جو آخري نواب هو، جنهن ڪمال حشمت سان حڪومت ڪئي ۽ ارڙهن سالن جي عرصي ۾ مڪليءَ تي پنهنجو اهڙو مقبرو تعمير ڪرايائين، جو اڳين حڪمرانن مان ڪنهن به ايڏو خوبصورت، پائيدار ۽ ڪشادو مقبرو تعمير نه ڪرايو هو. چيو وڃي ٿو ته پٿر ڪرنال جي قلعي مان گهرايائين، پر افسوس جو اجا مقبري جو ڪم پورو نه ٿيو هو، جو ١٠٥٤ع ۾ پاڻ ئي پورو ٿي ويو يعني وفات ڪري ويو. راقم الحروف اهڙو مقبرو نه ڏٺو آهي. هن وقت مرمت نه هجڻ ۽ برساتن پوڻ سبب ڪجهه خراب ٿي ويو آهي، نه ته |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | ڏسڻ جي لائق آهي. مقبري جي مٿان قرآن مجيد جي آيتن کانسواءِ هيٺيان ابيات لکيل آهن: چو رحلت کرد از دار فنا آن سرور ترخان، بہ بستان جنان آسوده شد در منزل اعلیٰ، بپرسیدم چو سال رحلت اوگفت از سر واه، آسوده میرزا بکام میرما واه. (١) |
| ٨- نواب اميرخان عرف ابوالبقا ولد نواب قاسم خان نمڪين ولد ملا مير سبزواري | ١٠٥٤هه مطابق ١٦٦٤ع | هيءُ نواب، نواب قاسم خان جو فرزند هو، جو بکر جو يارهون نواب ٿي گذريو آهي. ۽ جنهن جو مختصر احوال مٿي بيان ڪيو ويو آهي. ٺٽي جي جامع مسجد هن نواب جي ٺهرايل آهي، جا شاهجهان بادشاه جي |

(١) پيو نمبر بيت ۽ خصوصاً ان جي ٻي مصرع، جا تاريخي مادو آهي، بالڪل غلط آهي. انهيءَ بيت جي پهرين مصرع ۾ "گفت" جو فاعل غائب آهي. ٻي مصرع غير موزون، لغو ۽ قطعي بي معنيٰ آهي ۽ تاريخي مادو به نه آهي. ڇوته هت عدد گهربل آهن ١٠٥٤، ۽ هن مصرع جا عدد آهن ١٠٨٧ (يا "واه" جي پهرئين حرف (و) جي عدد ملائڻ سان ١٠١٤) [مترجم].

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | حڪم سان ٺهرائي هئائين. محلي پـاڙي خان واري مسجد شريف به سندس ئي تعمير ڪرايل آهي. اها مسجد اصل هنڌن جو بندر هو. مڪليءَ تي ڏاڏو سهڻو مقبرو ٺهرايائين. مير خاني سادات، جي ٺٽي ۾ ۽ پين هنڌن تي رهن ٿا، سندس ئي اولاد آهن. |

جيئن ته ٺٽي جي جامع مسجد شريف جي تعمير جو ذڪر ڪيو ويو آهي، ته شاهجهان بادشاه جي زماني ۾ ٿهي، جو خير جي ڪمن ۾ دنيا جي اڳين ۽ پوين بادشاهن کان گوءِ کٽي ويو هو، تنهنڪري راقم الحروف کي گهرجي ته انهيءَ ذڪر خير کي اڌ ۾ ڇڏي، ٻئي ڪنهن احوال لکڻ لاءِ قلم نه هلائي، ۽ جيڪي تاريخي ڪتابن مان يا مسجد شريف جي ديوارين، محراب ۽ فرش مان معلوم ٿيو هجيس، سو ذرو پُرزور بيان ڪري، ته جيئن پڙهندڙن کي آگاهي حاصل ٿئي.

تاريخن مان ثابت آهي ته حضرت شاهجهان بادشاه ۱۰۴۳ھ مطابق ۱۶۳۲ع ۾ مسجد شريف جي تعمير لاءِ ۹ لک رپيا شاهي خزاني مان ڏنا هئا. انهيءَ سال تعمير جو ڪم شروع ٿيو، ۽ ۱۰۴۹ھ مطابق ۱۶۳۹ع ۾ باقاعده هلڻ لڳو. نيٺ ۱۰۵۴ھ مطابق ۱۶۴۷ع ۾ مسجد جا ابتدائي حصا تيار ٿي ويا، جن جي تڪميل جي تاريخ ڪنهن شاعر هيٺينءَ ريت چئي آهي:

ندیده چشم فلک مسجدی بدین خوبی،
کم آمدند ملایک برای دیدن فیض،
بجستم از خردسن چو سال تعمیرش،
بندیه کرد اشارت کم هست "معدن فیض".

١٠٥٤

ترجمو

(آسمان جي اکين اهڙي خوبصورت مسجد نہ ڏٺي آهي. هن خير جي گهر کي ملائڪ بہ ڏسڻ اچن ٿا. مون پنهنجي عقل کان سنڌس تعمير جو سال پڇيو، تہ هڪدم اشارو ڪيائين تہ هيءَ "معدن فيض" (فيض جي کاڻ، آهي).

ابجد جي حساب موجب مٿيون سال (١٠٥٤هہ) "معدن فيض" مان نڪري ٿو. باقي مسجد شريف جو پيو ڪم ١٠٥٧هہ مطابق ١٦٥٠ع ۾ مڪمل ٿيو. ڪنهن شاعر سنڌس تاريخ هن ريت چئي آهي:

چون ز صاحبقران شاهجهان،
يافت ترتيب مسجد اعلى،
هاتفم گفت سال اتمامش،
گشت زيبا چو مسجد اقصى.

ترجمو

(جڏهن صاحبقران شاهجهان جي پاران هيءَ اعليٰ درجي جي مسجد ٺهرائي، راس ڪرائي وئي تہ، مون کي غيبي فرشتي سنڌس تڪميل جو سال ٻڌايو، تہ مسجداقصيٰ جهڙي سهڻي مسجد ٺهي آهي).

ابجد جي حساب موجب آخري مصرع مان مٿي ڄاڻايل سال (١٠٥٧هہ) نڪري ٿو. مسجد شريف جو صحن، فرش ۽ ٻيون ضروري تعميرات ١٠٦٨هہ مطابق ١٦٦١ع ۾، شاهجهان

بادشاه جي فرزند اورنگزيب عالمگير جي سلطنت جي اوائل ۾ پوريون ٿيون. فرش جي تاريخ ڪنهن شاعر هيٺينءَ ريت چئي آهي:

بادشاه زمان شاهجهان،
جامع ٺٽه دلڪشا پرداخت.

مرتفع جامعي که گنبذِ او،
سايه برقبّهٔ سما پرداخت.

خاص بهر خدائي ظل خدا،
خانهٔ رحمت خدا پرداخت.

فرش جامع بحڪم شاهجهان،
زبدهٔ آل مصطفيٰ پرداخت.

رضوي انتساب مير جلال،
که وزارت از و صفا پرداخت.

گشت فرشي که سنگ آن ز به صفا،
رشڪ جام جهان نما پرداخت.

سال تعمير آن دبير خرد،
"فرش مطبوع و دلڪشا" پرداخت.

١٠٦٨

ترجمو

١- دنيا جي بادشاه، شاهجهان ٺٽي جي جامع مسجد ٺهرائي آهي. جا دل فرحت بخشيندڙ آهي.

٢- اهڙي بلند ترين جامع مسجد، جنهن جو گنبد آسمان جي گنبد سان ٺو لڳي.

٣- ظل اللهي (شاهجهان) خاص خدا ڪارڻ خدا جي رحمت جو مرڪز تعمير ڪرايو آهي.

٤- شاهجهان جي حڪم سان جامع مسجد جو فرش آل محمد (سادات) جي هڪ برگزيده انسان ٺهرايو آهي.

٥- مير جلال، جو رضوي خاندان جو فرد آهي ۽ جنهن جي طفيل وزارت جي منصب کي جيلا ۽ ضيا عطا ٿي آهي.

٦- اهڙو فرش ٺهي تيار ٿيو آهي، جنهن جا پٿر پنهنجي صفائي جي ڪري "جام جهان نما (١)" جي لاءِ قابل رشڪ بڻجي پيا آهن.

٧- عقل جي منشيءَ فرش جي تعمير جو سال "فرش مطبوع و دلڪشا" (وڻندڙ ۽ دل کي فرحت بخشيندڙ فرش) ٻڌايو آهي.

آخري مصرعم سان ابجد جي حساب سان مٿيون سال (١٠٦٨) ٿو نڪري. پڙهندڙن کي مٿين احوال مان معلوم ٿيندو ته مسجد شريف جو ڪم پنجويهن سالن ۾ پورو ٿيو (١٠٤٣هه ۾ شروع ٿيو ۽ ١٠٦٨هه ۾ پورو ٿيو) ٺٽي جي جامع مسجد لمبائي ۽ ويڪرائي ۾ وڏي مسجد آهي ۽ تقريباً هڪ جريب، بلڪ ان کان به زياده زمين تي پکڙيل آهي. ٻه وڏا دروازا اٿس، ۽ هڪ هڪ قبي جي هيٺيان هڪ هڪ سؤ ماڻهو نماز ادا ڪري سگهن ٿا. اندرين ۽ ٻاهرين محرابن جي مٿان نهايت ئي نفيس ۽ رنگين ڪاشيءَ جو ڪم ٿيل آهي، جنهن جي خوبصورتي ۽ صفائي ڏسي حيرت ٿي ٿئي. اندريان ۽ ٻاهريان فرش اعليٰ قسم جي پٿر جا آهن ۽ نهايت مضبوط بڻايا ويا آهن. مؤذن جي جاءِ به تمام موزون ۽ خطيب جو منبر به ڏاڍو دلڪش آهي. مطلب ته اهڙي سهڻي ۽ گهٽين خوبين واري ٻي مسجد سڄي سنڌ ۾

---

(١) "جام جهان نما" ايران جي بادشاهه ڪيخسرو جو هڪ پيالو هو، جنهن مان "نوروز" جي ڏينهن دنيا جا حالات معلوم ڪندو هو (مترجم)

ڪئي ڪانه آهي. بلڪ دهليءَ جي جامع مسجد ڪانسواءِ سڄي هندستان ۾ ڪانه هوندي، جا پڻ شاهجهان جي ئي تعمير ڪرايل آهي.

راقم الحروف کي ياد ٿو اچي ته ١٢٧٢هه مطابق ١٨٥٥ع ۾ مرحوم سر بارٽل فريئر صاحب بهادر سنڌ جي پهرين ڪمشنر پنهنجي حڪمرانيءَ جي زماني ۾، ڪن هنڌن جي پٿر جي مرمت وغيره لاءِ سرڪاري خرچ سان ۽ ڪجهه اتان جي معزز ماڻهن جي مدد سان، سيد صابر علي شاه ۽ مرحوم الله بخش شاڪرانيءَ جي معرفت، جي تنهن جا معزز هئا، هن مسجد شريف جي مرمت ڪرائي هئي. آخري ڀيرو ١٣١١هه مطابق ١٨٩٤ع ۾ آنريبل مسٽر ايچ - اي - ايم جيمس صاحب بهادر سنڌ جي تيرهين ڪمشنر ٠٠-٢٥٠٠ رپيا سرڪاري خزاني مان، ٠٠-٤٠٠٠ رپيا هزهائنس مير فيض محمد خان صاحب بهادر والي رياست خيرپور کان ۽ ٠٠-٤٠٠٠ رپيا سنڌ جي ٻين معزز کان وٺي، خان صاحب رسول بخش ولد شير محمد مختيارڪار ٺٽي جي معرفت مرمت ڪرائي. صاحب موصوف گهٽي رقم پنهنجي کيسي مان ڏني. سون راقم الحروف جي ڪجهه رقم به ان ۾ شامل هئي، ۽ جملي رقم ٠٠-٢٠٥٠٠ رپيا جمع ڪئي وئي هئي. انهيءَ مرمت جو سال ڏاکڻي دروازي جي مٿان پاهرين پاسي کان لکيل آهي، ۽ اميد آهي ته مرمت جو اثر هڪ سؤ سال تائين قائم رهندو.

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ٩- مظفر خان عرف مير عبدالرزاق خان معموري. | ١٠٤٩هه مطابق ١٦٣٩ع | مشهور نواب هو. ٺٽي جي ڪودري بازار سندس تعمير ڪرايل آهي. |
| ١٠- سيد ابراهيم خان ولد بايزيد بخاري | ١٠٥٥هه مطابق ١٦٤٥ع | ... ... ... |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ١١- لعل خان | ١٠٥٧هه مطابق ١٦٤٧ع | ... ... ... |
| ١٢- ظفر خان | ١٠٦٣هه مطابق ١٦٥٢ع | مشهور ناظم هو. شهزاده دارا شڪوه ڪيس هفت هزاري منصب تي رسايو. ۽ انهن ڏينهن ۾ شهزاده جو نائب ٿيو هو. هيءَ شاهجهان بادشاه جي دور جو آخري ناظم هو. |
| ١٣- قباد خان | ١٠٦٩هه مطابق ١٦٥٨ع | شاهجهان بادشاه جي وڏي فرزند اورنگزيب عالمگير جي حڪم سان آيل هو. |
| ١٤- لشڪر خان | ١٠٧١هه مطابق ١٦٦٠ع | ... ... ... |
| ١٥- غضنفر خان | ١٠٧٥هه مطابق ١٦٦٧ع | ... ... ... |
| ١٦- سيد عزت خان عرف عزت خان(؟) | ١٠٧٨هه مطابق ١٦٦٤ع | پهريائين بکر جي قلعي جو فوجدار هو. (مهرباني ڪري بکر جي نوابن جي لسٽ ۾ ٢٤ نمبر تي نظر ڪريو). |
| ١٧- ابو نصرت خان | ١٠٨٢هه مطابق ١٦٧١ع | هيءَ نواب، اورنگزيب عالمگير جو ماسون هو. |
| ١٨- سعادت خان | ١٠٨٤هه مطابق ١٦٧٣ع | ٺٽي ۾ وفات ڪيائين ۽ مڪليءَ جي مقام ۾ مدفون ٿيو. سندس تربت جي مٿان هيٺيون ڪتبو لڳل آهي: |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ راڄ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | بگفتا بی‌حجاب ازغیب هاتف<br>سعادت جاودانی یافت پی پی |
| ١٩- سيد عزت خان | ١٠٨٦هه مطابق ١٦٧٥ع | پيو پيرو نواب ٿيو. |
| ٢٠- خان زاد خان | ١٠٩٠هه مطابق ١٦٧٩ع | ... ... ... |
| ٢١- سرور خان | ١٠٩٥هه مطابق ١٦٨٣ع | ... ... ... |
| ٢٢- مريد خان | ١٠٩٩هه مطابق ١٦٨٧ع | هڪ هندو راجا جو پٽ هو. پوءِ مسلمان ٿيو ۽ مريد خان جي نالي سان مشهور ٿيو. مؤرخن لکيو آهي ته جڏهن نئون نئون آيو ۽ ٺٽي شهر جي ٻاهران پهتو، ته کيس معلوم ٿيو ته وڏ ڪاسائن (ڳئون ڪُهيندڙن) جي بازار سان لنگهڻو پوندو. انهيءَ ڪري شهر جي قاضيءَ ڏانهن لکيائين ته سڀاڻي وڏي گوشت جي بازار بند ڪرائي ڇڏي. ڇو ته مونسان ڪي راجپوت ساڻ آهن. متان انهن کي اها ڳالهه نه وڻي قاضيءَ ان جي برعڪس |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | هڪ تاڪيدي حڪم جاري ڪيو ته جيترين ڳئون روزانو ذبح ڪندا آهيو، سياٽي انهن کان زياده ذبح ڪجو. مسلمان بادشاه جي حڪومت هجڻ سبب قاضيءَ جو نالو ته ڪوبه وٺي نه سگهيو، مگر راجپوت پين مسلمانن کي ايذائڻ لڳا، جنهنڪري سڀني مسلمانن گڏجي باد شاه جي خدمت ۾ هڪ عريضو موڪليو، حقيقت پيش ڪئي. اتان جواب آيو ته سندس نالي (سريد) جي حرفن جا نقطا هيٺان ڪڍي، ستان رکو (مُرتِد) ۽ ڪيس موقوف ڪري ڇڏيو. |
| ٢٣- زبردست خان | ١١٠١هه مطابق ١٦٨٩ع | ٺٽي ۾ فوت ٿيو. هڪ شاعر سندس تاريخ وفات تي اهڙو شعر چيو آهي، جو تقدير تدبير جي ستان ڪلي ٿي. |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
| --- | --- | --- |
| | | سبوئي زندگی خان زبردست قضابين از کجا آورده بشکست (١)۔ **ترجمو** زبردست خان جي عمر جو گهڙو، ڏس ته تقدير ڪٿان ڪٿي اچي ڪٿي ڀڳو. |
| ٢٤- نصرت خان | ١١٠١هه مطابق ١٦٨٩ع | ٻيو دفعو نواب ٿيو. |
| ٢٥- حفيظ الله خان | ١١٠٣هه مطابق ١٦٩١ع | هيءُ نواب، شاهجهان بادشاه جي وزير نواب سعدالله خان جو فرزند هو. سيوهڻ ۾ جهولي جي جهڙپ اچڻ (لُڪ لڳڻ) سبب فوت ٿي ويو. هڪ شاعر سندس وفات جو سال قرآن مجيد جي هن آيت شريف مان ڪڍيو آهي "فلهم جنت الماوىٰ نزلاً بما ڪانوا يعملون". جنهن مان سال ١١١٢هه ٿو نڪري، جو سال ١٧٠٠ع جي مطابق آهي. |

(١) هيءُ شعر مادهٔ تاريخ نه آهي، بلڪ قطعه جو ڪو ٻيو شعر آهي. ڇو ته هن جا عدد ٣٤٨٦ آهن، جڏهن ته زبردست خان جي وفات جو سال ١١٠١هه جي لڳ ڀڳ آهي (مترجم).

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ٢٦- سعدخان | ١١١٣هه مطابق ١٧٠١ع | عرف خان زاد خان، سعيد خاني ۽ چنگيز خاني هو. |
| ٢٧- سيد مير امين الدين خان حسين ولد سيد ابوالمڪارم بن مير ابوالبقا الملقب به امير خان | ١١١٤هه مطابق ١٧٠٢هه | هي ۽ نواب به امير خاني، خاندان مان هو. هن جو ذڪر مٿي ٻه دفعا ٿي چڪو آهي. نمبر ٨ ۾ ٺٽي جي نوابن جي سلسلي ۾، ۽ نمبر ١١ ۾ ٻکر جي نوابن جي سلسلي ۾. مڪلي ۾ سندس تربت تي قرآن مجيد جي آيتن ۽ حديثن کانپوءِ هيٺيون قطعو لکيل آهي:<br>خان با تمکين اميرالدين امير<br>عالي از حسن عمل درجات او<br>چون سفر کرد از جهان بی ثبات<br>سال فوتش "داخل الجنات او"<br>ابجد جي حساب موجب ان مان سال ١١٢٧هه ٿو نڪري، جو ١٧١٥ع جي مطابق آهي. |
| ٢٨- يوسف خان تبري | ١١١٥هه مطابق ١٧٠٣ع | ... ... ... |
| ٢٩- احمد يار خان ولد الله يار خان، جنو لاهور، ملتان | | هن نواب جي زماني ۾ باد شاه اورنگزيب عالمگير ١١١٨هه مطابق ١٧٠٧ع ۾ هن فاني دنيا مان عالم |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ۽ غزنيءَ جي حڪومتن جو بہ نواب هو. | | جاودانيءَ ڏانهن انتقال ڪيو ۽ سندس فرزند ارجمند بهادر شاه پنهنجي موروثي تخت تي ويٺو. |
| ٣٠- سعيد خان عرف عطر خان | ١١٢٠هہ مطابق ١٧٠٨ع | بهادر شاه جي حڪم سان مقرر ٿيو. |
| ٣١- مهين خان | ١١٢١هہ مطابق ١٧٠٩ع | ... ... ... |
| ٣٢- شاڪر خان | ١١٢٣هہ مطابق ١٧١١ع | ... ... ... |
| ٣٣- مهين خان | ١١٢٣هہ مطابق ١٧١١ع | ٻيو دفعو نواب مقرر ٿيو. جڏهن ١١٢٤هہ مطابق ١٧١٢ع ۾ بهادر شاه بادشاه وفات ڪئي ۽ سندس فرزند معزالدين جهاندار شاه تخت نشين ٿيو، تہ هن نواب کي برطرف ڪري ڇڏيائين. |
| ٣٤- خواجہ محمد خليل | ١١٢٤هہ مطابق ١٧١٣ع | معزالدين جهاندار شاه جي حڪم سان نواب مقرر ٿيو. |
| ٣٥- عطر خان | ١١٢٥هہ مطابق ١٧١٣ع | ٩ نمبر نواب (احمد يار خان) جو فرزند هو. نوجوان ۽ بي تجربہ ڪار هو. آخر نواب لطف علي خان جي هٿان قتل ٿيو. |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ٣٦- نواب مير لطف علي خان | ١١٢٥هه مطابق ١٧١٣ع | بکر جي ساداتن مان هو. پنهنجي شجاعت جي ڪري "شجاعت علي خان" جي لقب سان ملقب ٿيو. هن جي وفات ڪانپوءِ هڪڙي شاعر هن جو سال وفات ١١٤٥هه "اد خله في الجنات" مان ڪڍيو، جو ١٧٣٢ع جي مطابق آهي(١) اها تاريخ مڪليءَ تي سندس قبر جي مٿان لکيل آهي. وڏن کان ٻڌو ويو آهي ته هن نواب جو فرزند سيد مير ذوالفقارعلي شاه حيدرآباد جي ٽالپر ميرن جي زماني ۾ مختيارڪار هو. ان جو فرزند سيد حاجي روشن علي شاه منهنجي ملازمت جي ڏينهن ۾ پهريائين ڪراچيءَ جي ڪورٽ ۾ ناظر هو. پوءِ جهرڪن جو مختيارڪار ٿيو. سندس فرزند سيد غلام مرتضيٰ شاه زميندار آهي. شعر ۾ درڪ اٿس ۽ "مرتضوي" تخلص. |

(١) هن فقري جا عدد ١٢١٥ آهن، نه ١١٤٥ (مترجم).

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | راقم الحروف جو دوست آهي ۽ تمام سڄو ماڻهو آهي. |
| ۳۷- اعظم خان | ۱۱۲۸هه مطابق ۱۷۱۵ع | باد شاه محمد شاه غازيءَ جي حڪمراني برطرف ٿيو. |
| ۳۸- بهائي خان | ۱۱۳۲هه مطابق ۱۷۱۹ع | وزير اعظم عبدالرحيم خان الملقب به ”خان خانان“ جو فرزند هو. بادشاه محمد شاه غازيءَ جي حڪمراني مقرر ٿيو. جڏهن ۱۱۳۵هه مطابق ۱۷۲۲ع ۾ فوت ٿيو ته سندس لاش لاهور نيو ويو، ۽ سندس پٽ کي ننڍپڻ ۾ سندس جانشين بنايو ويو. |
| ۳۹- سلطان محمود خان | ۱۱۳۵هه مطابق ۱۷۲۲ع | هيءُ نواب بهائي خان (نمبر ۳۸) جو فرزند هو، جو ننڍي عمر ۾ نواب مقرر ڪيو ويو. |
| ۴۰- سيف الله خان | ۱۱۳۷هه مطابق ۱۷۲۳ع | هيءُ نواب شيعو هو. شيعه مذهب کي فروغ ڏنائين ۽ هر قسم جي نشي تي بندش وڌائين. چيو وڃي ٿو ته هڪ ڏينهن هڪ نشئي وٽس آيو ۽ عرض ڪيائين ته نواب صاحب! منهنجي محبوبه (ڀنگ) کي مون کان ڇو جدا ڪيو اٿئي. |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| | | سان هن جي جدائي ۾ سخت پريشان ٿبي پيو آهيان. جواب ڏنائينس تہ تنهنجي محبوب يدراه ٿي پئي هئي، انهيءَ ڪري پردي ۾ ويهاريو اٿمانس. آخر ١١٤٣ هہ مطابق ١٧٣٠ع ۾ وفات ڪيائين ۽ ڪيس سکليءَ تي امامن سڳورن جي جلوہ گاہ ۾ دفن ڪيو ويو، جو ١١٤٠ هہ مطابق ١٧٢٧ع ۾ پاڻ تعمير ڪرايو هئائين. سندس تربت تي هڪ دلڪش مصرعہ لکيل آهي: "دست وی با دامن آلِ عبا است" جنهن مان سنہ ١١٤٣ هہ ٿو نڪري، جو سنہ ١٧٣٠ع جي مطابق آهي. |
| ٤١- نواب دلير دل خان | ١١٤٣ هہ مطابق ١٧٣٠ع | وڏو پهلوان هو، يعني اسم بامسمىٰ. |
| ٤٢- همت‌دل‌خان | ١١٤٥ هہ مطابق ١٧٣٢ع | متي ڄاڻايل نمبر ٤٠ نواب (سيف الله خان) جو فرزند هو. |

| حاڪم يا نواب جو نالو | سنڌ ۾ اچڻ جو سال | ضروري احوال |
|---|---|---|
| ۴۳- صادق علي خان | ۱۱۴۹ هه مطابق ۱۷۳۲ ع | مٿي چاٿايل نمبر ۳۹ نواب (سلطان محمود خان) جو فرزند هو. هيءَ هندوستان جي بادشاهن جو آخري نواب هو. |

پڙهندڙن کي نيڪ روشن هجي ته نواب صادق علي خان جي حڪومت جي زماني ۾ سنڌ جو وڏو حصو محمد شاه بادشاه جي حڪم سان ٺيڪي جي طريقي سان ميان نور محمد ڪلهوڙي جي تصرف ۾ هو. انهيءَ ڪري دهليءَ جي بادشاهن طرفان ٺٽي ۽ بکر ۾ حاڪمن ۽ نوابن جو اچڻ بند ٿي ويو. جيتوڻيڪ ميان نور محمد جي گادي ٺٽي يا بکر ۾ نه هئي ۽ هن جي طرفان به سرڪاري ڪاروبار جي سرانجاميءَ لاءِ عملدار مقرر ڪيل هئا، پر جيئن ته انهن کي ايترين اختياريون نه هيون، تنهنڪري انهن جو ذڪر ڪرڻ ضروري نه آهي.

## ڏهون طبقو

## سنڌ جي مختلف حاڪمن ۽ انهيءَ زماني جي جدا جدا قومن ۽ ذاتين جو تفصيلي احوال

سنه ۹۶۲ هه مطابق ۱۵۵۴ ع کان سنڌ جو ملڪ، ڪوڪلتاش ۽ ترخان گهراڻن جي حاڪمن جي وچ ۾ اڌو اڌ تقسيم ٿيو هو، ۽ مٿين حاڪمن جا دارالحڪومت بکر ۽ ٺٽو مقرر ٿيا هئا. جڏهن قادر مطلق ۽ حاڪم برحق (الله تعاليٰ) جي مرضيءَ سان انهن ٻنهي گهراڻن جون حڪومتون ختم ٿيون. جيئن مٿي بيان ڪيو ويو، تڏهن دهليءَ جي بادشاهن ائين بهتر سمجهيو، ته بکر ۽ ٺٽي جي حڪومتن لاءِ جدا جدا نواب

مقرر ڪيا وڃن. پڙهندڙن جي سهولت لاءِ اها ڳالهه هت وري دهرائي ٿي وڃي ته بکر جي نوابن جا حالات ١٠٩٠هه مطابق ١٦٧٩ع تائين تاريخ جي ڪتابن مان، جي راقم الحروف وٽ موجود آهن، هٿ ڪري لکيا ويا ۽ ٺٽي جي حاڪمن جي باري ۾ ١١٤٩هه مطابق ١٧٣٦ع تائين، جي معلومات تحفة الڪرام ۽ ٻين ڪتابن تان، جيڪي ملي سگهيا، ورتي، ڪولي ڪولي قلمبند ڪئي وئي، ۽ اهو به ڄاڻايو ويو ته دهليءَ جي بادشاه اورنگزيب عالمگير جي دور حڪومت تائين نواب مقرر ٿي، ايندا رهيا. البت عالمگير کان پوءِ حڪومت جي ڪاروبار ۾ بي رونقي، بي بندوبستي ۽ ڪمزوري پيدا ٿي پئي. جيئن چوڻي آهي ته "ڪل يوم ابتر". ازانسواءِ سنڌ جو ملڪ جيئن ته دهليءَ جي دارالسلطنت کان گهڻو پري هو، تنهنڪري نوابن جي هتان حڪومت جي انتظام ۾ خلل پيدا ٿيڻ لڳو. انهيءَ زماني ۾ هاڻوڪي زماني وانگر ٻاڦ تي هلندڙ جهاز، ريل گاڏي ۽ تار جو سرشتو ڪونه هو، جو انهيءَ خلل کي فوراً ختم ڪري سگهجي. نتيجو اهو نڪتو، جو ڪن جاگيردارن، ٻين ۽ زميندارن، جن جي قبضي ۾ وڏيون ايراضيون هيون، ۽ ڪن ناليوارن ڏاڍن مڙسن، انهن انتشار جهڙين حالتن کي پنهنجي مطلب جي موافق ڏسي ۽ وقت کي غنيمت سمجهي، انهيءَ دور جي بادشاهن ۽ علائقائي حاڪمن کان منهن موڙيو ۽ سنڌ جي اڪثر حصن تي قبضو ڪري، حڪمراني شروع ڪري ڏنائون. هنن پاڻ کي نوابن جو تابع سمجهڻ ڇڏي ڏنو ۽ ڪين ڍل ڏيڻ بند ڪري ڇڏيائون.

راقم الحروف هن موقعي تي مناسب ٿو سمجهي ته انهن قومن جو احوال لکي ۽ انهن ماڻهن جا نالا به، جي هن وقت انهن جا جانشين آهن.

لانگاه قوم جي سردارن، ملتان جي هيٺاهين علائقي وارين ايراضين تي مستقل قبضو ڪيو، جي اڳ ۾ ئي سنڌ ن

تصرف ۾ هيون. انهيءَ زماني ملتان ۽ اُن جي اردگرد وارو علائقو بکر جي ماتحت هوندو هو. ماڇي قوم جي سردارن "ماڇڪي" جي علائقي تي قبضو ڪيو، جو هن وقت بهاولپور سان ملحق آهي. اڄ ڪالهه انهيءَ قوم جو سردار، سلطان خان ولد جهان خان ماڇي آهي. ناهرن "نهرڪيءَ" تي قبضو ڪيو، جا ڪشمور جي علائقي ۾ سنڌونديءَ جي هُن پر آهي. هن انهيءَ قوم جي سردار، محمد بخش ولد الله رکيو ناهر آهي، جو بالڪل ڪمزور ۽ گمنام آهي. ڏاهرن (ڏهرن) ڏاهرڪي (ڏهرڪي) تي قبضو ڪيو، جا اپاوڙي جي پرسان آهي. هن قوم جو رئيس "ڄام ابوالخير پيو" ننڍو ولد ڄام پنيو خان آهي، جو اول درجه جو جاگيردار آهي ۽ خيرپور ڏهرڪي سندس نالي سان مشهور آهي. ماهرن (مهرن) جا سردار، جن جي سرداري انهيءَ زماني ۾ لڪي شهر، شڪارپور ۽ سکر جي اوسي پاسي هئي ۽ هن وقت "مهاره ڪي" (مهرڪي) ۾، جا ميرپور مهاره (ميرپور ماٿيلي) ۽ گهوٽڪي تعلقن ۾ آهي، رهائش پزير آهن. اڄ ڪالهه سندن سردار ميان محمد بخش ولد حاجي خان مهر آهي، جو خانپور تعلقي ميرپور مهاره ۾ رهي ٿو ۽ تمام وڏو رئيس آهي. ڏاريجا، جي اُن وقت سنڌ جي گهٽن حصن ۾ رهندا هئا، ۽ هن وقت به سڄي سنڌ جي اندر پکڙيل آهن. پر هن قوم سردار ڄام ارباب خان، جو هڪ ننڍو زميندار آهي، گهوٽڪي تعلقي جي شهر "عادل پور" ۾ رهي ٿو، ۽ سندس پيا عزيز ديهه "دادلوءَ" ۾ رهن ٿا. دادلوءَ جو زميندار هن وقت خان بهادر ابوالخير آهي، جو هڪ وڏو زميندار آهي.

سنڌونديءَ جي پرينءَ پر بلوچ سردار سزاري، بلدي يا بردي ۽ جتوئي "سزارچه"، "بلدڪ" ۽ "جتوئي" تي قابض ٿيا. هن وقت انهن قومن جا سردار، نواب سر امام بخش خان صاحب بهادر حڪمران (؟) "مزارچه" ضلع (صوبه) پنجاب جي ماتحت ديره جات جو تمندار مير علي مراد خان بلدي يا بردي، ۽

وڏيرو فتح خان جتوئي ديهہ ”دڙي“ تعلقو ڪشمور ضلع جيڪب آباد، ۽ نيپر آباد (ٻُوجاناپر) تعلقو شڪارپور آهن.

اهڙيءَ ريت پهنور، جي انهيءَ زماني ۾ زوهڙي ۽ گهونڪيءَ جي وچ تي ”پهنورڪيءَ“ ۾ رهندا هئا، جو هڪ ننڍو ڳوٺ آهي ۽ هاڻي بہ ”پهنوارڪي“ جي نالي سان موجود آهي. ڪي پهنور جيڪب آباد جي اوسي پاسي، ڪي سنڌ جي هيٺاهين حصي سيوهڻ ۽ دادو تعلقي ۾ ان جي اوسي پاسي رهن ٿا. هن وقت انهيءَ قوم جو چڱو مڙس پيادو خان آهي، جو تعلقي دادوءَ جو هڪ ننڍو زميندار آهي.

ڪنڊياري، نوشهري فيروز ۽ موري ۾ سعتا يا سهتا ۽ هنگورجا رهندا هئا. هن وقت انهن قومن ۾ ڪو ناسور ماڻهو موجود ڪونہ آهي، ۽ هر قوم، بلڪ هر ذات ۽ پاڙي جو پنهنجو پنهنجو سردار آهي. سنڌونديءَ جي پرينءَ پر سبئي ۾ باروزئي پٺاڻ رهندا هئا، جا انهيءَ زماني ۾ بکر صوبي جي ماتحت هوندي هئي ۽ هن وقت بلوچستان ۾ شامل آهي. اڄ ڪالهہ هن قوم جو سردار ”باروزخان“ آهي، جو هڪ معزز ۽ سرڪار جو وظيفہ خور آهي، ۽ اهو بہ اتي ئي (سبئي ۾) رهي ٿو.

بکر جي قلعي ۾ مغل رهندا هئا، جي ترخانين جي شاخ هئا، ۽ ڪي ارغون بہ، جي اڳين حڪمرانن جي اولاد سان هئا ۽ بکر ۽ ان جي اوسي پاسي واري ايراضيءَ تي قابض هئا. هن وقت ٺٽي ۽ نصرپور ۾ جيتوڻيڪ ڪي غريب ۽ مسڪين ترخاني موجود آهن، پر ارغون جو نالو نشان ظاهر ڪونهي. شايد ٻين قومن سان گڏجي سڏجي ويا هجن.

دائود پوٽن جا چڱا مڙس خانپور، لکي ۽ شڪارپور جي تر ۾ رهندا هئا، پر نيٺ زماني جي انقلابن جو شڪار بنجڻ بعد، اتان پڇي بهاولپور وڃي پهتا ۽ اتي خودمختيار بنجي ويا. نواب بهاول خان پيو ولد مرحوم صبح صادق خان، جو گذشتہ

سال ١٣١٦هه مطابق ١٨٩٨ع ۾ وفات ڪري ويو، بهاولپور رياست جو حڪمران هو، جا پنجاب جي صوبي ملتان جي ماتحت آهي.

بلوچن جي هڪ قبيلي "چانڊين" جا سردار "چانڊڪا" ۾ رهندا هئا، جنهن جو تعلق لاڙڪاڻي، قنبر ۽ نصيرآباد سان آهي. هن وقت چانڊين جو سردار غيبي خان پيو ولد وڏيرو محمد خان چانڊيو آهي، جو غيبي ديري تعلقي قنبر ۾ رهي ٿو. بالڪل دولتمند، وڏو جاگيردار ۽ وڏي عزت وارو آهي.

ڪلهوڙن جا چڱا مڙس "ڪلهوڙڪي" ۾ رهن ٿا. جيڪڏهن ڪلهوڙڪيءَ جي علائقي کي هن وقت لاڙڪاڻي، نصيرآباد، ککڙ ۽ جوهي تعلقن ۾ شامل سمجهيو وڃي ته مناسب آهي. انهن جو تفصيلوار احوال اڳيرو هلي بيان ڪيو ويندو.

"مگسي" قوم جا سردار "ڪڇيءَ" جي حدن ۾ رهن ٿا. هن وقت مگسين جو سردار وڏيرو قيصر خان مگسي آهي، جو "جهل" جي شهر (بلوچستان) ۾ رهي ٿو. قيصر خان کي سنڌ ۾ به زمينداري آهي. پر وڏي جاگير ۽ سرداري بلوچستان ۾ اٿس. جيڪڏهن کيس نندو حاڪم سمجهيو وڃي ته مناسب آهي.

کوسا بلوچن جا سردار "کوسڪيءَ" ۾ رهندا هئا، جا جبل جي وٽ سان سنڌ جي سرحد تي آهي. هن وقت سندن سردار امام بخش خان آهي، جو تعلقي "ککڙ" ۾ ٿو رهي. جاگيردار آهي ۽ ڪجهه زمين به اٿس.

"نهمبردي" يا "نُومري"، جو کيا ۽ ڪلماتي يا ڪرمتي قومن جا سردار سيوهڻ کان هيٺ جابلو ايراضي ۽ سمنڊ جي ڪناري تائين واري علائقي ۾ رهندا هئا. هن وقت انهن قومن جو سردار ملڪ صوبدار خان نهمردي ساڪن ٿاڻو احمد خان نهمردي تعلقو ڪوٽڙي، ڄام مراد علي خان جوکيو ساڪن ديهه ملير

تعلقو ڪراچي ۾ ملڪ غلام شاه ڪرمتي يا ڪلماتي آهن.
اهي ٺٽي ڇٽا اول درجي جاگيردار ۽ وڏا معزز آهن. پر افسوس آهي
جو ٿنهي قومن ۾ بي اتفاقي آهي.

سنڌو نديءَ جي هن پار "جاتي" واري علائقي تي "جت"
قوم جو قبضو هو. هن وقت جتن جو سردار ملڪ غلام حسين
ولد ملڪ جهان خان ساڪن تعلقو جاتي آهي. ملڪ غلام حسين
وڏو جاگيردار آهي، پر قوم ۾ گهٽي هلندي پڄندي ڪانهيس.

موري تعلقي کان هيٺ نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) جي
سرحد تائين، انڙن کان سواءِ بي ڪابہ مشهور ۽ معزز قوم
ڪانہ هئي. انڙ "انڙڪئي" ۾ رهندا هئا. هن وقت گهٽا
انڙ يا سنڌن رئيس "قاضي احمد" تعلقي سڪرنڊ ۾ رهن ٿا.
انڙن جو رئيس الله رکيو خان وڏو زميندار آهي، پر ڪي قدر
مسڪين آهي.

عمرڪوٽ جي اوسي پاسي ۽ ريگستان (رڻ پٽ) جي
پرسان سوڍا، راهما ۽ راجپوت وغيره رهندا هئا. هن وقت
راڻو صورت سنگهہ ولد پوت سنگهہ ساڪن تعلقو عمرڪوٽ،
انهيءَ علائقي جو جاگيردار ۽ بااختيار ماڻهو آهي. مگر اڳئين
زماني ۾ ڪيئن جيڪي اختياريون هونديون هيون، سي هاڻي
ڪين اٿن. انهيءَ علائقي ۾ جيڪي ٻيون قومون رهن ٿيون،
انهن ۾ بااختيار شخصيت "توڳاچي راهمون" ساڪن ديهہ
رهمڪي بازار تعلقو ڏيپلو جي آهي، جو انعام يافتہ آهي ۽
وظيفو ملندو اٿس.

انهن کان علاوه ڪن ٻين قومن جا چڱا مڙس جهڙوڪ
بلوچ ۽ ٽالپر وغيره بہ ڪن ايراضين تي قابض هئا. جيڪڏهن
مٿئين احوال وانگر سڀني قومن جو تفصيلوار احوال بيان ڪبو،
تہ هڪ داستان تيار ٿي ويندو ۽ پڙهندڙن جو وقت ضايع ٿيندو.
تنهنڪري انهيءَ احوال کي نظرانداز ڪندي، اصلي مقصد تي

اچڻ بهتر ٿو لڳي، ته جيئن پڙهندڙ ستئين احوال کان آگاهي حاصل ڪرڻ بعد، هن حقيقت کان به باخبر ٿين ته مٿي ڄاڻايل قومن جي ڇڳن سڙسن پنهنجي قبضي ۾ آيل ايراضين تي اڪتفا نه ڪري، پاڻ ۾ وڙهڻ، هڪ ٻئي جي ايراضين تي قبضو ڪرڻ ۽ لٽڻ ڦرڻ شروع ڪري ڏنو. آخر ”تعزمن تشاء و تذل من تشاء“ جي اصول موجب اهڙو اتفاق ٿيو، جو ڪلهوڙا ڏينهون ڏينهن زور وٺندا ۽ سنڌ تي قابض ٿيندا ويا؛ جنهن جو بيان اڳتي هلي ڪيو ويندو.

افسوس آهي جو راءِ بهادر سيٺ آلومل ”مختصر تاريخ (سنڌي) ۾ لکي ٿو ته ”مؤرخن هڪ صديءَ تائين سنڌ جو احوال لکيو ئي نه آهي.“ جيڪڏهن راءِ بهادر موصوف تحفةالڪرام ۽ فارسيءَ ۾ لکيل ٻين تاريخي ڪتابن جي مطالعي جي زحمت گوارا ڪري ها، ته جيڪي حالات جنهن انداز ۾ لکيا اٿس، اهي شايد ٻئي انداز ۾ لکي ها.

## يارهون طبقو

## ڪلهوڙا گهراڻي جي خودمختيار حڪومت

### ۱۱۳۱ هه مطابق ۱۷۱۸ع کان

تحفةالڪرام واري جي قول موجب هيءَ عباسي (سنڌ جا ڪلهوڙا حڪمران) اصل ۾ حضور رسول اڪرم ذڪي آمي صلي الله عليه و آله و اصحابه وسلم جي چاچي سائين حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنه جي اولاد مان آهن. پهريائين مڪران ۾ رهندا هئا (پوءِ سنڌ ۾ آيا). جيتوڻيڪ تحفةالڪرام جي تشريح موجب سندن نسب جو شجرو تمام لمبو آهي، مگر راقم‌الحروف ايڏي لمبي شجري کي نظرانداز ڪندي، صرف هيٺين چند سٽن لکڻ تي اڪتفا ٿو ڪري، انهيءَ گهراڻي جي نامور ماڻهن ۽ حڪمرانن جي احوال تي مشتمل آهن.

تحفةالڪرام جي قول مطابق دائود، جنهن جو اولاد "دائود پوٽي" جي نالي سان مشهور آهي ۽ بهاولپور ۽ ملتان جي اوسي پاسي واري علائقي جو حڪمران آهي، هن گهراڻي جو وڏو ڏاڏو آهي. اهڙيءَ ريت لاشاري، جي "جت" سڏبا آهن ۽ اُٺ پاليندا آهن، سي پڻ انهن مان آهن. مگر سنڌ جي تاريخن مان معلوم ٿئي ٿو، ۽ سنڌ جي اندر به ائين ئي مشهور آهي، تہ ڪلهوڙا قديم زماني کان سنڌ جائي رهاڪو آهن. ميان آدم شاه، ولد گجن شاه، ولد "ميان صاحب"، ولد ميان خان، ولد ميان طاهر، ولد ميان رانبن، ولد ميان شاه محمد عرف شاهل، ولد ميان ابراهيم، ولد ميان محمد، ولد چام چنو، جو هن گهراڻي جو مُورث اعليٰ هو. ميان آدم شاه وڏو بزرگ ۽ خدا ترس هو ۽ اڪثر ماڻهو سندس مريد هئا. هن بزرگ جي رهائش "چانڊڪا" ۾ هئي، جا هن وقت تعلقي لاڙڪاڻي، نصيرآباد ۽ قنبر جي حدن ۾ شامل آهي. ٨٥٤ هه مطابق ١٤٥٠ع ۾ شهرت حاصل ڪيائين. عمر ڏکهي هيس. نيٺ ڪن پاڙيسري زميندارن جي دشمنيءَ جو شڪار ٿيو. جن جو زمين جي معاملي تي ساڻس تڪرار هو. بکر جي حاڪمن کيس گرفتار ڪري، ملتان موڪليو ۽ اتي ئي قيد جي حالت ۾ شهيد ٿي ويو. سندس لاش ملتان کان سنڌ ۾ آندو ويو ۽ سکر جي ڀاهران ٽڪري (آدم شاه جي ٽڪري) تي دفنايو ويو. اڄا تائين هن بزرگ جو مقبرو انهيءَ ٽڪريءَ تي جلوه نما ۽ عوام جو زيارت گاه آهي.

ميان آدم شاه جي وفات کانپوءِ سندس فرزند ميان دائود پيو مسند نشين ٿيو. اگرچه انهيءَ زماني ۾ ڪيتري ئي زمين ڪلهوڙن جي قبضي مان نڪري چڪي هئي، مگر مريدن جو اعتقاد منجهن وڌي ويو هو، جنهنڪري سندن اصلي زمين، بلڪ ان کان به زياده سندن قبضي ۾ اچي وئي. ميان دائود

مريدن جو تعداد وڌائي، طاقت حاصل ڪئي ۽ سندس حياتيءَ ۾ ڪاٻہ تڪراري صورت پيدا ڪانہ ٿي.

ان ڪانپوءِ هن جو فرزند ميان الياس پنهنجي موروثي مسند تي رونق افروز ٿيو ۽ هن پنهنجي زمينداري وڌائڻ ۽ مريدن جي تعداد ۾ اضافي ڪرڻ جي جدوجهد ڪندي، حياتي گذاري. هن جو مقبرو گهاڙواه جي ڪناري تي لاڙڪاڻي شهر جي پرئين پاسي آهي (۱). جيتوڻيڪ هن وقت گهڻي قدر ڊهي ويو آهي. تاهم سندس اولاد مان ڪو بہ ڪونہ بچيو آهي، جو مقبري جي مرمت ڪرائي.

ميان الياس جي وفات ڪانپوءِ هن جو پٽ ميان شاهلي عرف شاهل محمد پنهنجي موروثي مسند تي ويٺو. هو وڏو پرهيزگار هو. مشهور آهي تہ "گهاڙواه" نالي وڏو واه، جو لاڙڪاڻي شهر وٽان وهي ٿو، سندس کوٽايل آهي. سانگين ۽ ابڙن جي گهڻي زمين تي قبضو ڪيائين، جنهنڪري ميان شاهل محمد ۽ انهن قومن جي وچ ۾ هٿيار بند لڙائي لڳي، جنهن ۾ ميان شاهل محمد ۱۰۶۸هہ مطابق ۱۶۵۷ع ۾ مارجي ويو. کيس اولاد ڪونہ هو. سندس پٽ جي پرسان گهاڙواه جي پرينءَ پر لاڙڪاڻي جي ويجهڙائي ۾ آهي. مگر هن وقت ان جا فقط نشان باقي آهن (۲).

انهي ئي سال ميان نصير محمد ولد ميان الياس مسند نشين ٿيو. هو جيتوڻيڪ ظاهر ۾ فقير هو، پر وڏو دلير هو. ڪيترائي پيرا "مير پهنورن" ٻکر جي مغلن ۽ سبئي جي پٺاڻن سان جنگ ڪري، مريدن جي زور تي سنڌ جي اڪثر حصن تي قبضو ڪيائين، جن جو تعداد انهيءَ وقت گهڻو هو. ۳۵ سالن ڪانپوءِ ۱۱۰۳هہ مطابق ۱۶۹۲ع ۾ رحلت ڪيائين. سندس مقبرو "فولجي" (قلجي) تعلقي جوهيءَ ۾ اولهائين ناري جي ڪناري تي آهي.

---

(۱) اها ڳالهہ درست نہ آهي. مقبرو تعلقي ڏوڪريءَ ۾ آهي.

(۲) مقبرو هن وقت بہ صحيح سالم موجود آهي (ن. ب).

جيڪڏهن پڙهندڙن کي ناگوار نہ لڳي، تہ راقم الحروف انهيءَ زماني جي هڪ عجيب و غريب ڳالهہ هت بيان ڪري، جا عبرت کان خالي نہ آهي، ۽ اها عجيب و غريب ڳالهہ سنڌ جي باشندن ۾ اڃا تائين مشهور آهي.

تحفة الڪرام جي قول موجب ١٠٦٧ ۽ ١١٠٣هہ مطابق ١٦٥٧ ۽ ١٦٩٢ع جي وچ ۾ سنڌ جي هيٺاهين حصي ۾ ٻہ نيڪ طبيعت ڀائر رهندا هئا، جي ڪاشتڪاري ڪندا هئا. وڏو ڀاءُ عيالدار هو ۽ ننڍو ڀاءُ ڪنوارو. خدا جي فضل سان هڪ سال ٻنهي ڀائرن جي فصل ۾ هميشہ کان زيادہ برڪت پئي. وڏي ڀاءُ نيڪ نيتيءَ سان چيو تہ ننڍو ڀاءُ ڇڙو آهي. جيڪڏهن وٽس اَنُ ججهو هوندو تہ شادي ڪري گهر ٻار وارو ٿيندو، ۽ ننڍي ڀاءُ خيال ڪيو تہ وڏو ڀاءُ اهل عيال وارو آهي. جيڪڏهن وٽس اَنُ گهڻو هوندو تہ خوشحاليءَ سان وقت گذاريندو. اهڙي ڳالهيون سوچي، ٻنهي ڀائرن رات جي وڳڙي ۾ هڪ ٻئي کان لڪي، پنهنجي پنهنجي ٻار مان اَن ڍوئي، ٻئي جي ٻار ۾ وجهڻ شروع ڪيو. مگر الله جي قدرت، جو ٻنهي ڀائرن جون ٻاريون ڀرجي، اناج جا ايڏا وڏا ڪوڙ ٿيجي ويون، جو ٻنهي جي لاءِ اناج ڍوئڻ مشڪل ٿي پيو. بهرحال هنن جو وقت ڏاڍو سکيو گذرڻ لڳو. تانجو انهيءَ قادر مطلق جي قدرت سان اناج جا هي ڪوڙ، پٿر جا ڍڳ ٿيجي پيا، جي اڃا تائين موجود آهن ۽ جهرڪن جي شهر کان سنڌونديءَ جي پريَنءَ پر نظر ايندا آهن ۽ ”ٻڌڪي ٽڪريءَ“ جي نالي سان مشهور آهن. ڳالهہ پراڻي آهي، پر نيڪ نيتيءَ جي تقاضا اها آهي تہ حديث نبوي ”انما الأعمال بالنيات“ جي مصداق اِن جو ثمر اهڙوئي مٺو هجڻ گهرجي.

ميان نصير محمد جي وفات کانپوءِ سندس وڏو فرزند ميان دين محمد انهيءَ ئي سال پنهنجي موروثي مسند تي ويٺو. ڪلهوڙن جي قبضي ۾ سنڌ جا جيڪي ٽڪرا هئا، انهن ۾

هر وقت واڌارو ٿيندو رهندو هو. مگر ميان دين محمد جي زماني ۾، جنهن مريدن جي زور ۽ تڪرار جي طاقت سان پهنور ۽ دائود پوٽن جي مٿان فتح حاصل ڪئي هئي، جيتوڻيڪ هنن جي هٿ ۾ حڪومت به هئي، فوج به ۽ قلعا به. تاهم نتيجو اهو نڪتو، جو سنڌ جو وڏو حصو ميان دين محمد جي قبضي ۽ اقتدار هيٺ اچي ويو، ۽ لڪيءَ تي قبضي ڪرڻ بعد، دائود پوٽن جي شڪارگاه تي به قبضو ڪيائين ۽ ان کي آباد ڪري، مٿس "شڪارپور" نالو رکيائين. شڪارپور جي تعمير ١٠٢٦ھ ۾ ٿي، جو ١٦٦٧ع جي مطابق ٿو ٿئي ۽ سندس تعمير جو سال "غوڪ" جي لفظ مان ٿو نڪري، جنهن جا عدد ١٠٢٦، آهن. تاريخ مان معلوم ٿو ٿئي ته سنڌ جي سرحد تي قلات جي حڪمرانن جا جيڪي قلعا هئا، سي به هنن کان کسي، پنهنجي تصرف ۾ آندائين. نيٺ گهڻي فتوحات ۽ ڪيترن ئي ملڪن تي قبضي ڪرڻ بعد، مشيت ايزديءَ موجب ١١١١ھ مطابق ١٧٠٠، يا ١٧٠١ع ۾ وفات ڪيائين.

ميان دين محمد جو پاٽ ميان يار محمد انهيءَ ئي سال عزت، عظمت ۽ حڪومت جي موروثي مسند تي جلوو افروز ٿيو. جيتوڻيڪ مسند نشينيءَ جي شروع ۾ ايتري طاقت ڪانه هيس، بلڪ سندس اصلي مملڪت جا چند ٽڪر به سندس قبضي مان نڪري ويا، مگر ٻن سالن بعد بروهين ۽ ٽالپر سردارن جي مدد سان، ۽ "راڄي ليکي" جي بيعت ۽ پين مريدن جي همت سان وڃايل ٽڪرن تي وري قبضو ڪيائين ۽ پنهنجي طاقت ۽ لڙائي سان پنهنجي علائقي کان زياده حصا به پنهنجي تصرف ۾ آندائين. "خدا آباد" جي نالي سان هڪ شهر تعمير ڪرايائين، جنهن جا آثار تعلقي دادوءَ ۾ اڃا به موجود آهن. خدا آباد ۾ هڪ جامع مسجد به ٺهرايائين، جا ملڪان ملڪ مشهور آهي ۽ اتي هڪ ننڍي ريلوي اسٽيشن به آهي. نيٺ تمام وڏين ۽ گهڻين

فتوحات سبب ڪيس دهليءَ جي بادشاه فرخ سير وٽان "خدا يار خان" جو خطاب عطا ٿيو. ١١٣١هه مطابق ١٧١٨ع ۾ انتقال ڪيائين. سندس تربت خدا آباد ۾ آهي.

هن تاريخ جا پڙهندڙ اهو سوال ڪندا ته "ڇا، راجو ليکي ايڏو طاقتور هو، جو مِيان يار محمد سندس بيعت وٺڻ شرط ايڏو زور ورتو، جو پنهنجي ملڪ جي وچايل حصن ڪي وري حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو؟". سان پڙهندڙن جي معلومات لاءِ واضح ڪرڻ ٿو گهران ته انهيءَ زماني ۾ اها قوم واقعي ايڏي طاقتور ۽ عزتدار هئي. "راجو ڏيرو"، جو "پٽ گل محمد لغاري" ۽ "نئي گاج" جي پرسان آهي، انهيءَ قوم جو آباد ڪيل آهي، ۽ "تاجپور"، جا منياريءَ جي پرسان آهي، راجو ليکي جي فرزند "تاجي ليکي" جي وسايل آهي. هن زماني ۾ نوشهرو فيروز تعلقي ۾ انهيءَ گهراڻي مان "بلاول ليکي" اول درجو جو جاگيردار آهي، مگر آمدني معمولي اٿس. خدا جي قدرت، هيءَ گهراڻو ڪيڏو نه طاقت وارو هو ۽ هاڻي ڪهڙو نه ڪمزور ٿي ويو آهي!

مِيان يار محمد جو پهريون نمبر فرزند مِيان نور محمد انهيءَ سال پنهنجي والد جو جانشين ٿيو. هن تاريخ جي پڙهندڙن کي چڱي طرح معلوم ٿي ويو هوندو، ته عباسي خاندان يعني ڪلهوڙا گهراڻو مِيان آدم شاه ڪانوڻي مِيان يار محمد تائين پيري مريديءَ جي سلسلي جي ڪري مشهور هو. جيتوڻيڪ مِيان يار محمد پنهنجي پوئين زماني ۾ پنهنجي همت سان سنڌ جي اڪثر حصن تي قبضو ڪري، دهليءَ جي بادشاه جي پاران "خدا يار خان" جي خطاب سان سرفراز ٿيو هو، ۽ اهڙي ريت پيرن جي سلسلي سان نڪري، حاڪمن جي قطار ۾ شمار ٿيڻ لڳو هو. مگر اڪثر مؤرخ، ڪلهوڙا گهراڻي جي حڪومت جي ابتدا مِيان يار محمد جي فرزند مِيان نور محمد کان شمار ٿا ڪن، ۽ راقم‌الحروف به انهن جي راءِ سان اتفاق ڪندي، هن خيال جو

اظهار ڪو ڪري، تہ مياں نور محمد پنهنجي والد جي بنسبت گهڻو ملڪ هٿ ڪيو هو. اگرچہ هن جي زماني ۾ بہ ڪيترائي نامور سردار سنڌ جي ڪن حصن تي حڪمران هئا، پر مهرن جو سردار، دائود پوٽا ۽ پنهور، جي خودمختار حاڪم هجڻ جي هام هڻندا هئا، سي ميان نور محمد جي زماني ۾ ڪورڙي وقت جي اندر نيست نابود ٿي ويا. ازانسواءِ ١١٥١هہ مطابق ١٧٣٩ع ۾ دهليءَ جي بادشاه جي مرضيءَ سان سنڌ جا ڪيترائي ٽڪرا ٺٽي جي والي نواب صادق علي خان کان ٺيڪي جي طريقي تي حاصل ڪيائين، ۽ ١١٥٢هہ مطابق ١٧٣٩ع ۾ قلات جي ميرعبدالله بروهي تي فتحياب ٿيڻ سبب (بادشاه جي پاران) "خدا يار خان" جو خطاب حاصل ڪيائين ۽ "صوبہ داري" جي منصب تي فائز ٿيو. يعني مڪمل اختيار ۽ اقتدار سان سنڌ جو حاڪم بڻيو. ملتان جي هيٺاهين حصي کان وٺي سمنڊ، ڪڇ پيج، ريگستان ۽ ڪوهستان وغيره سندس قبضي ۾ هئا. تان جو نادرشاه افغانستان ۽ ايران جو بادشاه ڪن عجيب و غريب ۽ گوناگون سببن جي ڪري، جيئن حافظ شيرازيءَ چيو آهي تہ "رموز مملڪت خويش خسروان دانند" (يعني بادشاه پنهنجي بادشاهيءَ جون رمزون پاڻ سمجهندا آهن) ١١٥٢هہ مطابق ١٧٣٩ع ۾ هندوستان جي مٿان آسماني آفت وانگر اچي ڪڙڪيو.

اي مؤلف! هاڻي جڏهن بادشاه کي "آسماني آفت" سڏيو اٿي، تہ بهتر آهي تہ ان جي وضاحت بہ ڪر، تہ پڙهندڙن کي پتو پوي تہ اهڙن سخت لفظن لکڻ جو سبب ڇا آهي؟ ها، پڙهندڙن هيٺين احوال سان، ساده تاريخ مان ۽ (خود نادرشاه جي) سجع مان ان جو سبب خودبخود سمجهي ويندا.

سنڌ ۾ نادر شاه جي اچڻ جو سال هن مصرع مان نڪري ٿو:
”ياد باد زمانی کہ قيامت است“(١) ۽ سندس سجع تي بہ
غور ڪريو:

نادرم درملک ايران، قادرم برهرديار،
لافتي الا علی، لاسيف الاذوالفقار.

ترجمو

(ايران ۾ نادر جي نالي سان مشهور آهيان ۽ دنيا جي
هر هڪ ملڪ تي قادر آهيان. حضرت عليءَ کانسواءِ
دنيا ۾ ڪو بہ پهلوان جوان ڪونهي ۽ ذوالفقار کانسواءِ
ٻي ڪابہ ترار ڪانهي).

(نادرشاه جي اچڻ سبب) هندوستان خواه سنڌ ۾ ايڏو شور شر،
خوف هراس، بدانتظامي ۽ بي مروتي پيدا ٿي، جو ڪنهن بہ
بادشاه، اڳين توڙي پوين بادشاهن جي زماني ۾ نہ ٿي هئي.
سنڌ ۾ تہ اڄاتائين اهو حال آهي جو ڪو بہ ساڻهو ڪنهن
خوف هراس ۾ مبتلا ٿيندو آهي تہ هن کي چوندا آهن تہ
”ايڏو ڊڄين ڇو ٿو، نادر پٺيان پيو اٿئي ڇا؟“ يا ڪنهن کي
ڪو سخت حڪم ڏنو ويندو آهي تہ ان کي ”نادري حڪم“
سڏيو ويندو آهي.

قصو ڪوتاه، نادرشاه، پهريائين دهليءَ پهتو ۽ محمد شاه
بادشاه سان معمولي لڙائي ڪري، هن جي مٿان غالب پيو، جو
ڏاڍو عياش ۽ حڪومت جي ڪاروبار کان بي خبر هو. ان کانپوءِ
پاڻ ۾ صلح ڪيائون. ڪن مؤرخن جي قول موجب جڏهن
پاڻ ۾ مليا تہ هڪ ٻئي سان پڳ مٽائي، ڀائپيءَ جو عهد ڪيائون.
محمد شاه پنهنجو تاج نادرشاه کي ڏنو، جنهن جي قيمت لکها

(١) هيءُ ناموزون مصرع آهي ۽ نہ صحيح ۽ فصيح نثر، بلڪ هڪ
مهمل ۽ لغو فقرو آهي، ۽ سندس عدد بہ ١١٥٢ نہ، بلڪ ١١٦٧، آهن.
(مترجم).

رپيا هئي ۽ جنهن ۾ نهايت ئي قيمتي هيرا جواهر جڙيل هئا. نادر شاه پنهنجي ڪشميري شال محمد شاه کي ڏني، جنهن جي قيمت شايد سؤ رپيا کن مس هوندي. نادر شاه هن ”ديني پائيپي“ ۾ به حڪمت عملي ڏيکاري. دهليءَ ۾ فتح ۽ ڪامرانيءَ ڪانپوءِ سنڌ ۾ آيو. لاڙڪاڻي ۾ منزل ڪيائين. سنڌ جو حڪمران ميان نور محمد ڪلهوڙو نادري تاب جهلي نه سگهيو ۽ ڀڄي وڃي عمرڪوٽ ۾ لڪو. نادر شاه پهريائين هن کي پنهنجي هٿ سان هيٺيون حڪم لکي موڪليو:

اي مور کمزور ساکن زمين شور، چون گور، بلند بيني بگزار و خودي و خود پسندی از خود دور دار. بايد و شايد کہ قمری وار طوق اطاعت در گردن انداختہ، حاضر بشوی، ورنہ بہ سم سمند ميدان آهن شکن پائمال خواهي شد.

ترجمو

(اي ڪمزور ڪيول ۽ اي ڪلراٺي زمين جا رهاڪو. جا قبر وانگر سوڙهي آهي، مٿي نهارڻ ۽ پاڻ کي ڪجهه پائڻ ڇڏي ڏي. بهتر آهي ته قمريءَ وانگر فرمان برداريءَ جو طوق گردن ۾ وجهي حاضر ٿيءُ. نه ته ميدان جنگ جي گهوڙي جي سنبن هيٺان، جي فولاد کي به ٽوڙي ڇڏيندا آهن، چيپائجي ويندين.

جڏهن ميان نور محمد مٿين حڪم سان حاضر نه ٿيو، تڏهن نادر شاه اڪيلي سر فقط هڪڙو سونهون ساڻ ڪري جنهن وٽ، هڪ تيز رفتار گهوڙو هو، پنهنجي نهايت ئي تيز رفتار گهوڙي تي چڙهي، لاڙڪاڻي مان نڪتو ۽ عمرڪوٽ جو رستو ورتائين. چيو وڃي ٿو ته نادرشاه جو گهوڙو هڪ ڏينهن - رات ۾ سؤ ڪوه پنڌ ڪندو هو. نيٺ هڪ ڏينهن - رات ۾ عمرڪوٽ جي پرسان پهچي ويا، ۽ اتي نادر شاه جو گهوڙو

هٽڪيو ۽ پيشاب به ڪيائين. نادرشاه سونهن ڪي چيو ته منهنجو گهوڙو سؤ ڪوه پنڌ ڪري آيو آهي. سندس هٽڪار ۽ پيشاب ان جي علامت آهي. سونهين عرض ڪيو ته ٿورو ترسڻ گهرجي. جڏهن سج اڀرندو، ته قلعي جا ڪنگرا ڏسڻ ۾ ايندا. مطلب ته سج اڀرڻ شرط عمرڪوٽ ۾ داخل ٿيا، ايتري ۾ نادرشاه جو فاتح لشڪر به اچي پهتو. نادرشاه، ميان نور محمد کان هڪ ڪروڙ رپيا جرمانو ورتو ۽ سندس ٻه فرزند ميان محمد مراد ياب خان ۽ غلام شاه خان يرغمال طور پاڻ وٽ جهليائين. ان کانپوءِ لاڙڪاڻي موٽيو. ۽ ايران واپس وڃڻ وقت ميان نورمحمد جي مٿان ساليانو ويهه لک رپيا شاهي نذرانو مقرر ڪيائين. ۽ کيس "شاه قلي خان (شاهي غلام) جو خطاب ڏنائين. ٻکر جي قلعي جي اصلي صورت بدلائي، ٻئي نموني سان ٺهرايائين ۽ ان ۾ هڪ نواب مقرر ڪيائين (هيءَ پنجون دفعو هو، جو ٻکر جي قلعي ۾ قيرقار ڪرائي وئي) ٻکر جي قلعي ۽ سنڌوندي‌ءَ جي اوڀر ۾ ٻکر واري علائقي کي سنڌ کان جدا ڪري ۽ ميان نورمحمد جي قبضي مان ڪڍي، افغانستان ۽ ايران جي مملڪت سان ملحق ڪري ڇڏيائين. انهيءَ زماني کان وٺي انهيءَ پرڳڻي کي "موغلي" سڏيو ويندو آهي، ۽ شڪارپور شهر ۽ ان جي اوسي پاسي واري علائقي کي ۽ سبيءَ جي دائود پوٽن جي سرڪردن کي، بارورزئي افغانن جي حوالي ڪري، ٻئي سال افغانستان موٽي ويو، ۽ وڃڻ وقت هيٺين سجع کي پنهنجي پهرئين ۽ اصلي سجع سان شامل ڪيائين:

سڪہ زد بر هند و سند و طبلہ زد بر روم و شام،
ثاني سلطان سڪندر، شاه نادر ذوالڪرام.

ترجمو

(نادر شاه، جو سلطان سڪندر جو ثاني ۽ عزت ۽ عظمت وارو بادشاه آهي، هند ۽ سنڌ ۾ پنهنجو سڪو هلايو ۽ روم ۽ شام ۾ ڏونڪو هيائين).

نادرشاه جڏهن موٽي ويو، تہ سنڌ جا باشندا چوڻ لڳا تہ "رسيدہ بود بلاي ولي بخير گذشت" (يعني هڪ مصيبت اچي ڪڙڪي هئي، پر خير سان ٽري وئي)۔ اميد آهي تہ هن احوال معلوم ڪرڻ بعد پڙهندڙ، راقم الحروف کي "آسماني آفت" جي فقري لکڻ تي ميار نہ ڏيندا۔

نيت اهڙين بي واجبي ڪارگذارين بعد جمادي الاخر ١١٦٠هہ ۾ پنهنجي سالي "علي" افشار جي هٿان خراسان ۾ قتل ٿي ويو۔ اڪثر مؤرخن سندس قتل جو واقعو، ڪابل شهر ۾ لکيو آهي۔ مگر تاريخ احمديءَ جي مؤلف سر جان مالڪم لکيو آهي تہ ڪابل جي پرسان "فتح آباد" ۾ قتل ٿيو۔ انهيءَ زماني جي شاعرن سندس قتل جي تاريخ ڏاڍي چڱي ڇني آهي "رخت بست از تخت هستي شهريار" ۽ "جن خراب شد"۔ پنهي مان ابجد جي حساب سان ١١٥٩ ۽ ١١٦٠هہ جو سال نڪري ٿو، جو ١٧٤٧ ۽ ١٧٤٨ع جي مطابق ٿو ٿئي(١)۔

نادرشاه جي قتل کان پوءِ انهيءَ سال "احمد خان ابدالي" جنهن پاڻ کي پوءِ "احمد شاه درّاني" سڏايو، افغانستان جي تخت تي فائز ٿيو۔ مٿي لکيو ويو آهي تہ نادرشاه سنڌونديءَ جي ڪابي ڪپ وارو (اوڀاريون) علائقو سنڌ کان جدا ڪري ۽ بکر جي قلعي کي ٺيٺين نموني ٺهرائي، ان جي مٿان پنهنجي طرفان هڪ نواب مقرر ڪيو ۽ پاڻ افغانستان هليو ويو۔ تنهنڪري بهتر آهي تہ جيئن مٿي هندوستان جي بادشاهن طرفان بکر ۽ ٺٽي لاءِ مقرر ڪيل حاڪمن ۽ نوابن جو احوال بيان ڪيو ويو آهي، تيئن بکر جي علائقي لاءِ خراسان جي بادشاهن طرفان موڪليل نوابن جو تفصيلي احوال بہ لکيو وڃي۔

---

(١) پهريون تاريخي مادو بالڪل غلط آهي. ان جا عدد ١٢٦١هہ آهن، نہ ١١٦٠ (مترجم)۔

## انهن نوابن، ناظمن، حاڪمن، قلعيدارن ۽ صوبيدارن جو تفصيل

### جي وقت بوقت خراسان جي بادشاهن طرفان بکر جي علائقي لاءِ مقرر ڪري موڪليا ويا

پهريون نواب سعادت خان، ٻيو نواب منصور خان، ٽيون نواب مقصود خان (هن نواب جي باري ۾ مشهور آهي ته هڪ ڏينهن ڪنهن مسجد جو پيش امام وٽس آيو، هن کان پڇيائين ته تنهنجو نالو ڇا آهي؟ پيش امام جواب ڏنس ته "آخوند ملا محمد معروف". نواب کي ڪاوڙ لڳي، چيائينس ته تون مسجد جو ملا آهين ۽ نالو ايڏو ڏکو رکيو اٿئي. مان، جو بکر جي قلعي ۽ ان جي اوسي پاسي واري سڄي علائقي جو نواب آهيان، پاڻ کي فقط "مقصود خان" سڏائيندو آهيان.

ان کان پوءِ (چوٿون) نواب ذوالفقارعلي خان ۽ پوءِ (پنجون) نواب غلام صديق خان آيو، جنهن بکر جي قلعي جي آخري تعمير ڪرائي (جا ڇهين تعمير هئي) جيئن هيٺين نظم (قطعه) مان ظاهر آهي ته:

در زمان شاه عالم دين پناه،
خسرو عالم ز ماهی تا بماه.

خاکپایش فخر اورنگ برین،
اوج فرقش رتبهٔ تاج و کلاه.

میکند گلشن گیاه خشک را،
لالهٔ در شوره روید از نگاه.

آتش از دریا برآرد تیغ او،
هرکجا انگیختم طوفان سپاه.

شاه تیمور آنکه با لطف خدا،
باد دائم بر سرش ظل الله.

ساختم ازسر بندهٔ صديق خان،
قلعهٔ بکهر بحکم بادشاه.
چون بخواهی سال تاريخش صفا،
گو "بزيبد قلعهٔ تيمور شاه".

١١٩٢

ترجمو

١- دنيا جي بادشاه، دين جي پناه گاه جي زماني ۾، جو مڇيءَ کان وٺي چنڊ تائين (يعني زمين کان وٺي آسمان تائين) ساري ڪائنات جو بادشاه آهي.

٢- جنهن جي پيرن جي پٽي هڪ بلندترين تخت جي لاءِ فخر جو باعث آهي جنهن جي سر جي بلندي (عظمت) شاهانه تاج جي لاءِ عزت جو سبب آهي.

٣- جيڪو سڪل گاهه کي سرسبز باغ ۾ تبديل ڪري ٿو. جڏهن ۽ جنهن جي نظر سان ڪلراٺي زمين ۾ گل لالا پيدا ٿا ٿين.

٤- هن جو لشڪر ڪٿي وڃي ڪو طوفان برپا ٿو ڪري، ته هن جي ترار درياءَ مان به باه جا "الا" ڪڍي ٿي ڇڏي.

٥- اهو بادشاه تيمور آهي، جنهن جي سر تي شال خدا جي فضل سان هميشه خدا جو سايه رهي.

٦- هن بنده صديق خان (انهيءَ) بادشاه جي حڪم سان قلعو نئين سر ٺهرايو آهي.

٧- جيڪڏهن توکي هن جي تعمير جو سال معلوم ڪرڻو هجي، ته چؤ "بزيبد قلعه تيمور شاه" (تيمور شاه جو قلعو سهڻو ٿو لڳي).

هن قطعه جي پوئين مصرع سان ابجد جي حساب سان ١١٩٢ هه جو سال ٿو نڪري، جو ١٧٧٨ع جي مطابق آهي.

ان کان پوءِ (ڇهون) نواب صادق محمد خان (ستون) نواب غلام خان (اٺون) نواب موسيٰ خان (نائون) نواب عطائي خان ۽ (ڏهون) نواب مولا داد خان آيا. (هن نواب جو فرزند، جنهن جو نالو دلاور خان هو، گوسڙجي تعلقي سڪر ۾ پٽيدار هو ۽ راقم‌الحروف ڪيس پنهنجين اکين سان ڏٺو هو. سندس پيو فرزند سمندرخان منهنجو داماد هو، جو هاڻي وفات ڪري ويو آهي. سندس ٻه فرزند غلام رسول خان ۽ غلام سرورخان اڃا تائين هن جا يادگار آهن). ان کان پوءِ (يارهون) نواب مدد خان وغيره آيا. هن يارهين نمبر نواب کي راقم‌الحروف پاڻ شڪارپور ۾ ڏٺو هو، جڏهن هو پوڙهو ٿي ويو هو. وڏو متقي، زاهد ۽ پرهيزگار هو. سندس وفات کان پوءِ سندس فرزند محمد عمر هن جو يادگار آهي.

پڙهندڙن کي اها ڳالهه نه وڻندي، ته هندوستان جي بادشاهن طرفان آيل نوابن جو احوال ته تفصيل سان لکيو ويو، مگر خراسان جي بادشاهن طرفان آيل نوابن جي نالن لکڻ کانسواءِ ٻيو ڪو به تفصيلي احوال بيان نه ڪيو ويو. ڪين معلوم هجڻ گهرجي ته هندوستان جي بادشاهن جي زماني جا نواب گهڻو ڪري پنج هزاري، چار هزاري ۽ ڪجهه گهٽ يا وڌ منصبن جا مالڪ هوندا هئا. ڪين وڏا اختيارات حاصل هوندا هئا. حڪومت جي مٿان، فوج جي مٿان، مالي معاملن جي مٿان ۽ فوجداري ڳالهين جي مٿان. مگر ان جي برعڪس خراسان جي بادشاهن جا موڪليل نواب رڳو نالي ماتر نواب هئا. يعني قلعدار ۽ فوجدار. انهيءَ ڪري هنن جا حالات تفصيل سان بيان ڪرڻ ضروري نه سمجهيا ويا.

جيئن ته نادر شاه جي بادشاهيءَ جو دور گذري چڪو آهي، ۽ هاڻي احمد شاه درانيءَ جو دور ٿو اچي، ۽ راقم‌الحروف به افغان قوم منجهان آهي، تنهنڪري بهتر آهي ته افغان

قوم جي ذاتين جو مختصر احوال لکيو وڃي، ته پڙهندڙن کي آگاهي حاصل ٿئي.

تاريخ احمدي خواه ٻين معتبر تاريخن مطابق قيس عرف عبدالرشيد، جنهن کي خالد بن وليد سڏيو ويندو آهي. اصل ۾ بني اسرائيل مان هو، جنهن جو نسب حضرت يوسف عليه السلام جي حقيقي ڀاءُ "ابنا يامين" سان ٿو ملي. عبراني زبان ۾ ابنا يامين اهڙي ٻار کي سڏبو آهي، جنهن جي پرورش پنهنجي ماءُ نه ڪئي هجي. قيس (خالد بن وليد) پيغمبر آخر زمان جي وقت ۾ اسلام جي سعادت سان مشرف ٿيو. ڪيس ٽي پٽ هئا سربن، سبهين ۽ غرغشت. سربن کي ٻه پٽ ٿيا هڪ شرف الدين عرف "شير حيوان" ۽ ٻيو خيرالدين عرف "خير شبون". شرف الدين کي پنج پٽ ٿيا شيراني، ترين، بهريچ، ميانه ۽ آوتر. ترين کي ابدال پيدا ٿيو. افغان ۽ ترين کيس پنهنجو وڏو سمجهندا آهن. جيتوڻيڪ سندس اصلي نالو ٻيو هو، مگر مشهور ابدال جي نالي سان ٿيو. ابدال کي ٻه فرزند هئا زيرڪ ۽ پنج باءِ. زيرڪ مان پوپل، الڪو ۽ بارڪ ٿيا. پوپل کي اسماعيل، حسن، بالي، غضب ۽ قلندر پيدا ٿيا. باليءَ کي پنج پٽ ٿيا. صدو، صالح، علي جان، رتڪ ۽ ادرڪ. صدوءَ کي ٻه پٽ ٿيا هڪ خواجه خضر، جو احمد خان جو ڏاڏو هو. پوءِ احمد خان بادشاه پيدا ٿيو. احمد خان جي نسب جو باقي تفصيل موقعي اچڻ تي لکيو ويندو. راقم الحروف ترين قوم مان آهي. مطلب ته، احمد خان جو والد محمد زمان خان پنهنجي ننڍي پٽ سان گڏ جي ملتان کان هرات ۽ قنڌار پهتو ۽ اتي ابدالي قوم جو سردار ٿيو. اتفاقاً احمد خان، نادر شاه جي خدمت ۾ شرف ياب ٿيو. سندس وڏي خدمت ڪيائين ۽ کيس سهڻيون صلاحون ڏنائين. هميشه بادشاه جي حضور ۾ رهندو هو. بادشاه هن کان ڏاڍو راضي هو. دربار ۾ درباري اميرن ۽ مصاحبن جي موجودگيءَ ۾ چوندو هو ته مان ايران، توران ۽ هندوستان ۾ احمد شاه ابداليءَ جهڙو سهڻي

سيرت ۽ سٺين خصلتن وارو انسان نہ ڏٺو آهي. بادشاه کيس پاڻ کان پري نہ ڪندو.

هڪ ڏينهن نادرشاه سوني ڪرسيءَ تي ويٺو هو ۽ احمد خان پرپروادب سان بيٺو هو. نادر شاه حڪم ڪيس تہ "احمداوري اچ". احمد خان ٿورو اڳتي وڌيو. نادرشاه وري چيس تہ "اڃا اوريِ اچ". جڏهن احمد خان ويجهو ويس، تہ نادر شاه چيس تہ "سون کانپوءِ بادشاه تون ٿيندين. منهنجي اولاد سان چڱي طرح پيش اچجانءِ". احمد خان عرض ڪيو تہ "قربان ٿيان، جيڪڏهن حضور جن، غلام کي قتل ڪرڻ ٿا چاهين تہ غلام حاضر آهي. باقي انهيءَ باري ۾ ڪجهہ بہ چوڻ جي ضرورت نہ آهي". نادرشاه وري چيس تہ "سونکي يقين آهي تہ سون کانپوءِ تون بادشاه ٿيندين. منهنجي اولاد سان چڱو سلوڪ ڪجانءِ ۽ منهنجا حق بجا آڻجانءِ". نيٺ ائين ئي ٿيو. هن پيشنگوئي کي نادرشاه جي ڪرامت سمجهڻ گهرجي. هونءَ بہ "ڪلام الملوڪ، ملوڪ الڪلام" (بادشاه جو سخن، سخنن جو بادشاه) هوندو آهي. انهيءَ ڪري احمد خان، نادرشاه جي وصيت پنهنجي دل تي نقش ڪري ڇڏي، ۽ بادشاه بڻجڻ بعد سندس اولاد جي عزت، احترام ۽ خاطر تواضع ۾ پنهنجي وسان ڪين گهٽايائين. مشهد مقدس، شاه رخ مرزا ولد رضاقلي مرزا ولد نادرشاه جي اختيار ۾ ڏئي ڇڏيائين. شاه رخ مرزا فاطمہ سلطان بيگم بنت سلطان حسن صفويءَ منجهان هو، ۽ احمد شاه پاڻ سندس معاون ۽ مددگار ٿي رهندو هو. احمد شاه جو سعادتمند فرزند تيمور شاه بہ پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلندي، انهيءَ عهد تي قائم رهيو.

تاريخ احمديءَ ۾ هڪ عجيب و غريب ڳالهہ درج آهي، جا هت لکي وڃي ٿي. احمد شاه جي بادشاه بڻجڻ کان اڳ ۾ صابر شاه نالي هڪ درويش، نادر شاه جي لشڪر ۾ آيو. پراڻين اڳڙين سان ننڍڙا ٽنبو ٺاهي زمين ۾ کوڙيندو هو ۽ چيڪيءَ مٽيءَ سان ننڍڙا گهوڙا ٺاهي ٽنبن جي اڳيان بڌي ڇڏيندو هو.

اهڙيءَ ريت ننڍڙن ٻارن وانگر سچو ڏينهن ويٺو راند ڪندو هو. جڏهن احمدخان (يا احمد شاه) نادرشاه جي سلام تي وڃڻ وقت اتان لنگهندو هو، تہ درويش کي سلام ڪندو ويندو هو. درويش چوندو هوس تہ ”احمد خان! مان تو کي بادشاه بنائڻ جي تياريءَ ۾ لڳل آهيان“. احمد خان کي درويش جي انهيءَ ڳالهہ تي يقين هو. جنهن ڏينهن نادرشاه قتل ٿيو. انهيءَ ڏينهن احمد خان درويش کي ساڻ ڪري لشڪر ۾ ڦهلجندڙ افراتفري، وٺ پڪڙ ۽ خونريزيءَ کان بچي، قنڌار روانو ٿيو. جڏهن نادرشاه جي لشڪر کان هڪ ٻہ منزل پري لنگهي ويو، تڏهن درويش، احمد خان کي چيو تہ ”هاڻي تون بادشاه ٿيءُ“. احمد خان چيس تہ ”حضرت! مون ۾ نہ بادشاهيءَ جي لياقت آهي ۽ نہ شاهاڻو ساز سامان آهي.“ درويش آلي مٽيءَ مان تخت ٺاهي، احمد خان کي ان تي ويهاريو ۽ چيائينس تہ ”هيءُ تنهنجو تخت آهي“، ۽ سائو گاهہ ڪٽي سندس مٿي تي رکيائينس ۽ چيائينس تہ ”هيءُ تنهنجو تاج آهي ۽ تون دراني بادشاه آهين“. احمد شاه انهيءَ ڏينهن کان وٺي پنهنجي قوم کي ”دراني“ جي نالي سان مشهور ڪيو، جو اصل ”دوراني“ آهي، ۽ پاڻ کي ”احمد شاه دراني“ جي نالي سان موسوم ڪيائين. مطلب تہ ظاهر ۾ درويش جي دعا سان، جو ”اوليا اطفال حق اند“ جو مصداق هو، ۽ حقيقت ۾ ”تؤتي الملڪ من تشاء و تنزع الملڪ ممن تشاء“ جي امر سان هر طبقي جي ماڻهن هن ڏانهن رجوع ڪيو، جن ۾ اعليٰ ۽ ادنيٰ بہ هئا ۽ جوان ۽ پوڙها بہ. احمد شاه قنڌار ۾ شاهي تخت تي جلوه افروز ٿيو. اهوئي سبب آهي جو قنڌار جي پراڻي شهر کي ”احمد شاهي“ سڏيو ويندو آهي.

ائين ٿو سمجهجي تہ نادرشاه جي انتقال کان پوءِ ميان نور محمد ڪلهوڙي پنهنجي حڪومت کي مستحڪم ڪيو ۽ نادرشاه جي ٻارن مقرر ڪيل نذراني جي ادائگي ۾ دير ڪرڻ

لڳو. اگرچه نئين بادشاه ڪيس ”شاه نواز خاني“ جي خطاب سان نوازيو هو ۽ حڪومت جون واڳون به اصلي قول قرار موجب سندس هٿ ۾ ڏني ڇڏيون هئائين. نيٺ هڪ دفعي صاحبِ اقتدار بادشاه احمد شاه پنهنجي سلطنت جي حدن جي ملاحظي خاطر، جو چوندا آهن ته ”رموز مملڪت خويش خسروان دانند“، اوچتو سنڌ ۾ اچي وارد ٿيو، ۽ سکر کان پل جي رستي لنگهي، جا انهيءَ وقت تيار ڪئي وئي هئي، روهڙيءَ ۾ وڃي تنبو کوڙيائين. ڪن شاعرن سنڌ ۾ سندس اچڻ ۽ دريا جي پل عبور ڪرڻ تي چيو ته (١) فنفخ في الصور“ ۽ (٢) ”دو طوفان اعظم“. هرهڪ فقري مان هجري سال ١١٦٧ ٿو نڪري، جو عيسوي سال ٥٤-١٧٥٣ع جي مطابق ٿئي ٿو(١). جيڪڏهن ڪو پڙهندڙ پڇي ته ”دو طوفان اعظم“ جو مطلب ڇا آهي؟ ته مان کيس اهو جواب ڏيندس ته (١) بادشاه جو اوچتو اچڻ ۽ درياء جي مٿان پُل ٻڌڻ هڪ طوفان آهي ۽ (٢) ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ڀاڄ ۽ سندس وفات ٻيو طوفان آهي.

جڏهن بادشاه روهڙيءَ جي پرسان هڪ ويران ميدان کي پنهنجي قيامگاه بنائڻ جو شرف بخشيو، ته ميان نورمحمد ڪلهوڙي سچ جي تاب کان ڇانڊوَ ۾ پناه وٺڻ لاءِ ڀڄي وڃڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبه چارو نه ڏٺو ۽ جيسلمير جي رستي ۾ حقيقي شهنشاه جي حڪم سان عالم جاودانيءَ ڏانهن راهي ٿيو. الله تعاليٰ مغفرت ڪريس.

---

(١) هن فقري (جو قرآن مجيد جي هڪ آيت جو حصو آهي) جا عدد ١٢٢٧ آهن، نه ١١٦٧. جيڪڏهن ”ونفخ“ پڙهبو، جيئن اصلي آيت ۾ آهي، ته سندس عدد ١١٥٣ ٿيندا. ٻئي فقري جا عدد درست آهن (مترجم).

انهيءَ سال (١١٦٧هه ۾) ميان نورمحمد جو فرزند ميان محمد مراداياب خان پنهنجي موروثي مسند تي ويٺو، ۽ احمد شاه بادشاه گذريل سالن کان رهيل سمورو شاهي نذرانو وصول ڪرڻ ۽ اڳي کان وڌيڪ ساليانو نذرانو مقرر ڪرڻ بعد کيس ”سربلند خاني“ جي خطاب سان نوازيو، ۽ حڪومت جي سند عطا ڪري، سندس پاءُ محمد عطر خان کي يرغمال ڪري، پاڻ سان وٺي ويو.

راقم الحروف ضروري ٿو سمجهي ته هن بادشاه عالم پناه جنهن ڪجهه تجريف ڪري. جيتوڻيڪ سندس مختصر تعريف مٿي ڪئي وئي آهي. سندس ٽڪسالي سڪو، جو ملڪ ۾ رائج هو، هن ريت هو:

حڪم شد از قادر بي چون بہ احمد بادشاه،
سکہ زد برسيم و زر از موج ماهي تا بماه.

۽ سندس سجعون (مُهرون) هيٺينءَ ريت هيون:

(١) لِلّٰہِ الْحُکْمُ ياهو احمد شاه دور دراني يافتاح.
(اها سجع مُور جي صورت ۾ نقش ٿيل هئي).
(٢) زمين لرزد، زمان خيزد، کشد چون تيغ احمد شاه.

مطلب ته بادشاه جي تشريف نيڻ کان پوءِ محمد مراداياب خان ملقب بہ سربلند خان سيني انديشن کان بي فڪر ٿي، ”خدا آباد“ نالي هڪ شهر آباد ڪيو ۽ ان کي پنهنجو دارالحڪومت مقرر ڪيائين، جو هن وقت هالا شهر جي پرسان آترينءَ ڪنڌ کان هڪ ويرانو آهي. اتي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جا مقبرا آهن ۽ پين ماڻهن جون قبرون بہ، محمد مراداياب خان ”سربلند خان“ جي لقب ملڻ سبب پاڻ کي ايڏو سربلند سمجهڻ لڳو، جو اعليٰ ۽ ادنيٰ جي مٿان ظلم ڪرڻ شروع ڪري ڏنائين، جنهنڪري عام ۽ خاص ماڻهو هن کان بيزار ٿي پيا ۽ کيس قيد ڪيائون. ڪنهن شاعر انهيءَ واقعي جي باري ۾ هڪ

عجيب قطعو چيو آهي، جنهن مان محمد مراد ياب خان جي قيد ٿيڻ جو سال ٿو نڪري:

بسم بين ڪار بد قوم با پير خويش،
ڪم ڪردند با پير مرشد مراد۔
چو پرسيدم از هاتفي سن بگفت،
سرايان فراموش نمڪ آن نهاد۔

آخري مصرع مان ابجد جي حساب سان هجري سال ١١٧٠ ٿو نڪري، جو عيسوي سال ١٧٥٧ع جي مطابق آهي(١). مؤرخن لکيو آهي ته محمد مراد ياب خان قيد جي حالت ۾ ئي فوت ٿي ويو. انالله وانا اليه راجعون۔

محمد مراد ياب خان جي وفات ڪانپوءِ سندس پنجون نمبر ڀاءُ ميان غلام شاه انهيءَ سال (١١٧٠ هه ۾) پنهنجي لياقت ۽ عام خاص ماڻهن جي ڪوشش سان، بلڪ الله جي حڪم سان حڪمرانيءَ جي مسند تي رونق افروز ٿيو. هن موقعي تي هڪ عجيب چوٽي، جا سرائڪي زبان ۾ آهي ۽ اڄ تائين مشهور آهي، ياد ٿي اچي ۽ بي زبان قلم ان جي لکڻ جي جرات ٿو ڪري، يعني "گلان وچون گل پيدا تهيا، ڪڇهه کهليا هے، ڪچهه کهلسے". اِهو اشارو آهي ميان غلام شاه جي والده ڏانهن، جا "گلان" نالي هڪ طوائف هئي. هن چوٽيءَ جو مطلب هيءُ آهي ته "گلان منجهان هڪ گل پيدا ٿيو، جو ڪجهه ٽڙيو آهي ۽ ڪجهه ٽڙندو".

ميان غلام شاه ڏاڍي سهڻي نموني حڪومت هلائي. اگرچه پنهنجن ڀائرن جي شورش جي ڪري بار بار ڪڇ ۽ ڪن ٻين ملڪن ۾ وڃي رهڻو پوندو هوس، پر جيئن ته وڏو عقلمند ۽ ڏِگهي نظر وارو هو، تنهنڪري پنهنجي حڪومت ڪسي

(١) هيءُ عجيب ڳالهه آهي جو عدد پورا آهن، مگر مصرع غير موزون، غلط ۽ بالڪل بي معنيٰ آهي (مترجم).

مستحڪم ڪرڻ ۾ ڪامياب رهيو. ١١٧١هه مطابق ١٧٥٨ع ۾ انگريز واپارين کي وڏي خوشيءَ سان ٺٽي ۾ واپار جي اجازت ڏنائين. ١١٧٢هه مطابق ١٧٥٩ع ۾ ”شاهپور“ نالي هڪ شهر تعمير ڪرائي، ان کي دارالحڪومت بڻايائين، جو تعلقي سڪرنڊ ۾ هن وقت هڪ ننڍو ڳوٺ آهي. ١١٧٥هه مطابق ١٧٦١ع ۾ خراسان جي بادشاه احمد شاه کي ڪي متجهيل ۽ اهم ڪم حل ۽ مڪمل ڪري، اهڙو راضي ڪيائين، جو ڪيس ”شاه وردي خان“ جو لقب عطا ڪيو ويو ۽ ڪي تحفا به ڏنا ويا.

مياں غلام شاه جي حڪومت ڏينهون ڏينهن ايتريقدر مستحڪم ٿيندي وئي، جو نيٺ سنڌس پاڙ ۽ پيون قومون جن شرارت تي سندرو ٻڌو هو، بالڪل ڪمزور ٿي ويون ۽ آڻ مڃي، سنڌس فرمانبردار ٿي پيون. پنهنجي ذاتي شجاعت سان سنڌ جي پاڙيسري حاڪمن جهڙوڪ ”ڪڇ ڀڄ“ جي راءِ کان ١١٧٦-٧٧هه مطابق ١٧٦٢-٦٣ع ۾ ”بست“ ۽ ”لکپٽ“ جا بندر زوريءَ کسي، پنهنجي مملڪت ۾ شامل ڪري ڇڏيائين ۽ ساڻس داماديءَ جي نسبت به قائم ڪيائين يعني کانئس ڌيءَ جو سڱ ورتائين). بهاولپور جي نواب بهاول خان دائود پوٽي کان اُچ جو شهر ۽ سبزل ڪوٽ جو قلعو وٺي سنڌ ۾ شامل ڪيائين. اهڙيءَ ريت ڪراچي ۽ ان جي اوسي پاسي وارو علائقو خان قلات جي قبضي سان ڪيي، پنهنجي قبضي ۾ آندائين. سنڌ جي حڪومت جي انهيءَ توسيع سبب ١١٧٨هه مطابق ١٧٦٤ع ۾ احمد شاه ابدالي کيس ”صمصام الدوله“ جو خطاب ڏنو ۽ ديري غازي خان ۽ ديري اسماعيل خان جو انتظام به سنڌس حوالي ڪيائين. ازانسواءِ مياں غلام شاه ١١٨٢هه مطابق ١٧٦٨ع ۾ حيدرآباد ۾، جو اصل ۾ نيرون ڪوٽ جي نالي سان مشهور هو، قلعو تعمير ڪرايو ۽ هڪ سهڻي ۽ مضبوط شهر پناه (فصيل) ٺهرائي، حيدرآباد کي پنهنجو دارالحڪومت بڻايائين. اهو قلعو اڄاتائين قائم آهي ۽ شهر به آونئين ئي آهي، بلڪ ان کان به خوش منظر آهي.

مؤرخن جو چوڻ آهي تہ ميان غلام شاه واري قلعي جي پرسان پيو بہ هڪ ننڍڙو قلعو هو، جو هڪ ولي الله سيد مڪي رحمة الله عليه جو تعمير ڪرايل هو. جيئن تہ اهو قلعو ميان غلام شاه جي قلعي کان گهڻو بلند نظر ايندو هو، انهيءَ ڪري ١١٨٥هہ مطابق ١٧٧١ع ۾ ان کي ڊهرائي چڏيائين. سيد محمد مڪيءَ جي مقبري ۾ سندس قلعي جي تاريخ هيٺين بيتن مان نڪري ٿي، ۽ اهو پتو بہ پوي ٿو تہ اهو قلعو ميان غلام شاه واري قلعي کان اڳ جو هو:

ز عزت بنا يافت خوشهائي منظر،
کہ از فيض حق مى زند موج نور.
بهشت آستان بوس خدام او،
ز خاک درش سرمۂ چشم حور.
بجستم ز دل سال تعمير او،
بگفتا خرد "زيب بزم حضور".

ترجمو

١- هيءَ قلعو جو عزت ۽ احترام سان تعمير ٿيو آهي، خوبصورت آهي، جو اُن جي خدا داد خوبصورتيءَ مان نور جا شعاع ڦٽي ٿا نڪرن.

٢- بهشت، قلعي جي خدمتگارن جي چائنٺ ٿو چمي ۽ سندس دروازي جي مٽيءَ کي حورون پنهنجين اکين ۾ سرمو ڪري ٿيون وجهن.

٣- پنهنجي دل کان سندس تعمير جو سال پڇيم، تہ عقل جواب ڏنو تہ "زيب بزم حضور" (حضور جي ڪچهريءَ جو سينگار).

آخري مصرع مان ابجد جي حساب سان قلعي جي تعمير جو سال ١٠٨٣هجري ٿو نڪري (١) جو ١٧٧١عيسويءَ جي مطابق آهي.

---

(١) هن فقري جا عدد ١٠٨٢ آهن، نہ ١٠٨٣ (مترجم).

عام ماڻهن جي روايت موجب جڏهن ميان غلام شاهه جهڙي ڪرم آزار ۽ نيڪ خصائل حڪمران جي هٿان اهل الله جي مقبري ۽ قلعي جي باري ۾ اهڙي بي ادبي سرزد ٿي، تنهن انهيءَ ئي رات لقوي، فالج ۽ غشيءَ جي بيمارين ۾ مبتلا ٿي پيو ۽ نيٺ ۱۱۸٦هه مطابق ۱۷۷۲ع ۾ سندس روح جو پکي جسم جي پڃري مان پرواز ڪري ويو. ڪنهن شاعر سندس وفات جي تاريخ ڪهڙي نه چڱي چئي آهي. "جنات فيها خالداً". جنهن مان ابجد جي حساب موجب مٿي ڄاڻايل سال نڪري ٿو.

بيشڪ، اهو هڪ اهلُ الله جي غيرت جو اثر آهي. انسان جي لاءِ اولياءالله کان ڏڄڻ بهتر آهي. انهيءَ اهل الله جو مقبرو اوڏئين ئي قائم آهي اعليٰ ۽ ادنيٰ، جوانن ۽ پوڙهن لاءِ زيارتگاه آهي. هميشه ذوالحج جي ۹ تاريخ وڏو اجتماع ٿيندو آهي ۽ پري پري کان ماڻهو اچي گڏ ٿيندا آهن. ميان غلام شاهه کي هڪ جدا مقبري ۾ دفنايو ويو، جو حيدرآباد شهر جي اتر ۾ آهي ۽ عام خاص ماڻهن جي لاءِ زيارتگاه آهي.

ميان غلام شاهه جو فرزند ميان محمد سرفراز انهيءَ سال ۱۱۸٦هه مطابق ۱۷۷۲ع ۾ پنهنجي سوروٿي مسند تي جلوه افروز ٿيو. مگر حڪومت جي ڪاروبار جي سرانجاميءَ ۾ پنهنجي والد جي طريقي جي خلاف هلڻ لڳو.

بادشاهه احمد شاهه دراني ۱۱۸۷هه مطابق ۱۷۷۳ع ۾ هن فاني دنيا مان عالم جاوِدانيءَ ڏانهن راهي ٿيو. هڪ شاعر سندس وفات جي تاريخ هن مصرع مان ڪڍي آهي:

ز دنيائي دون شاه رحلت نمود

پوءِ احمد شاهه جو وڏو فرزند تيمور شاهه تخت نشين ٿيو. انهيءَ به ميان سرفراز خان کي "خدايار خان" جي خطاب سان سرفراز ڪيو. تيمور شاهه جي سجع هيئن هئي.

حڪم شد از عنايات الٰهی،
بعالم دولت تيمور شاهی.

۽ سندس ٽڪسالي سڪي ۾ هيءُ هو:

چرخ می آرد طلاء و نقره از خورشيد و ماه،
تا زند بر چهره نقش سکهٔ تيمور شاه.

ميان محمد سرفراز خان جيتوڻيڪ پنهنجي والد جي روش جي خلاف گهڻائي ڪم ڪيا، مگر هت چند ڳالهيون بيان ڪيون ٿيون وڃن:

١- جن واپارين کي سندس والد ميان غلام شاه واپار جي ترقيءَ لاءِ دلاسا ۽ دلداريون ڏنيون، تني ۾ رهايو هو، ميان سرفراز انهن کي ڪيڏي ڇڏيو.

٢- پنهنجي وڏي وزير مير بهرام خان ۽ سندس فرزند مير صوبدار خان کي بنا ڪنهن سبب جي شهيد ڪرائي ڇڏيائين. ڪنهن شاعر مير بهرام خان جي شهادت جي تاريخ هيٺين قطعه جي آخري مصرع مان ڪڍي آهي:

زهی مير بهرام، بهرام رزم،
که عزمش سر نيزه بر ماه زد.

ببازيچه در عرصه‌گاه نبرد،
اگر رخ زدی، بر رخ شاه زد.

و گر نه کجا پيچد اهل خرد،
که با شير سر پنجه روباه زد.

و ليکن چو تقدير بود اينچنين،
قضا از قضا تيغ ناگاه زد.

بسال وصالش ملک بر فلک،
بگفتا "بفردوس خرگاه زد".

ترجمو

(۱) مير بهرام خان واه جو (بهادر) هو. ميدان جنگ ۾ ڄڻ بهرام گور. سندس حوصلو ايڏو بلند هو، جو پنهنجي نيزي جي چُهنب چند (جي سيني) ۾ چُڀائيندو هو.

(۲) راند کيڏڻ وقت ميدان جنگ ۾ (شطرنج جي بساط تي) جيڪڏهن رخ (گهوڙي) هڻندو هو، ته شاه (گهوڙي) جي منهن تي هڻندو هو (يعني ايڏو عالي ظرف هو جو راند ۾ به "پيادي" (گهوڙي) ڏانهن متوجه ٿيڻ بدران، شاه ڏانهن توجه ڏيڻ پسند ڪندو هو).

(۳) دراصل ڪو سمجهه وارو ماڻهو هن سان هٿ اٽڪائڻ پسند نه ڪندو هو، ۽ ائين سمجهيو ويندو هو، ڄڻ لونبڙيءَ شينهن سان هٿ اٽڪايو آهي.

(۴) پر جيئن ته تقدير ائين هئي، تنهنڪري قضا قدر وارن اوچتو از غيبي ترار وهائي ڪئي.

(۵) فرشتي آسمان تان سندس وصال جو سال ٻڌايو ته "بفردوس خرگاه زد" (بهشت ۾ وڃي تنبو کوڙيائين).

انهيءَ فقري مان هجري سال ۱۱۸۹ھ نڪري ٿو، جو عيسوي سال ۱۷۷۵ع جي مطابق آهي. کيس نئين خدا آباد ۾ دفنايو ويو، جا هالن جي ڀرسان آهي.

نيٺ ميان سرفراز جي اهڙين حرڪتن سبب وڏي شورش برپا ٿي، ۽ سڀني ماڻهن يڪراءِ ٿي، کيس انهيءَ ئي سال قيد ڪيو ۽ سندس ڀاءُ محمد خان کي گاديءَ تي ويهاريائون. ميان سرفراز قيد جي حالت ۾ فوت ٿي ويو.

محمد خان ميان غلام شاه جو ٻيو نمبر فرزند ۱۱۸۹ھ مطابق ۱۷۷۵ع ۾ سنڌ جي حڪومت جي گاديءَ تي ويٺو.

مگر حڪمرانيءَ جي معاملن کان بي خبر هو، جنهنڪري ڪيس انهيءَ ئي سال برطرف ڪيو ويو.

پوءِ ميان نورمحمد جو فرزند ۽ ميان غلام شاه جو ڀاءُ ميان غلام نبي ١١٨٩هه مطابق ١٧٧٥ع ۾ اميرن ۽ معتبر ماڻهن جي صلاح سان گاديءَ تي ويٺو، ۽ حڪومت جو ڪاروبار نهايت ئي خبرداريءَ سان سرانجام ڪرڻ شروع ڪيائين. پر هن جي دل ۾ سخت شڪ پيدا ٿيو ته متان ٽالپر سردار ڪانئس مير بهرام خان شهيد جي خون جو انتقام نه وٺن. آخر ائين ٿيو، جو ١١٩٠هه مطابق ١٧٧٧ع ۾ جڏهن مير بجارخان بيت الله جي زيارت ڪرڻ بعد مڪه معظه کان سنڌ ۾ واپس آيو، ته بلوچ ۽ ٻيا ماڻهو (غير بلوچ) گڏجي، ميان غلام نبيءَ سان جنگ ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ نڪري آيا. ميان غلام نبي انهيءَ جنگ ۾ مارجي ويو ۽ سندس لاش حيدرآباد ۾ آڻي، سندس ڀاءُ ميان غلام شاه جي پرسان دفنا ويو. انا لله و انا اليه راجعون.

ميان غلام نبيءَ جو ڀاءُ ميان عبدالنبي پنهنجي شهيد ڀاءُ جي وصيت ۽ اميرن جي صلاح سان، بلڪ خود مير بجارخان ٽالپر جي مشوري سان ١١٩١هه مطابق ١٧٧٨ع ۾ گاديءَ تي ويٺو. مگر حڪومت جي شروعاتي ڏينهن ۾ ئي پنهنجي خاندان (ڪلهوڙا گهراڻي) جي انهن ماڻهن کي، جي حڪومت جا خواهشمند هئا، اول قيد ڪيائين ۽ پوءِ کين قتل ڪرائي ڇڏيائين. اهي مقتول هئا ميان غلام شاه جا پٽ ميان محمد سرفرازخان، ميان محمد خان ۽ ميان عطر خان جو ننڍو ڀاءُ ميان محمود خان. انهيءَ موقعي تي هڪ سال جيّ اندر ڪُلّ پنج ڄڻا شهيد ٿيا هئا، جن ۾ ميان غلام نبي به شامل هو، جو اڳ ۾ ئي مير بجار خان جي هٿان جنگ ۾ مارجي ويو هو. ڪنهن شاعر سندن قتل تي ڏاڍي سهڻي مصرع چئي آهي: ”از گل باغ عباسي پنج ڪم“. هن مصرع ۾ شاعر صنعت ايهام کان ڪم

ورتو آهي. "عباسي" هڪ مشهور گل جو نالو آهي ۽ سنڌ جا ڪلهوڙا حڪمران به عباسي هئا. انهن خاندان جا پنج ڄڻا قتل ٿي ويا هئا. جيڪڏهن "گل باغ عباسي" جي فقري سان، جنهن جا عدد ١١٩٦ آهن، پنج عدد گهٽ ڪبا، ته ١١٩١ بچندا، جو انهن پنجن ڄڻن جي شهادت جو هجري سال آهي ۽ عيسوي سال ١٧٧٨ع جي مطابق.

مياڻ عبدالنبي پنهنجن عزيزن کي قتل ڪرائڻ کان پوءِ ڏاڍي تسلي ۽ تشفيءَ سان حڪومت ڪرڻ لڳو ۽ افغانستان جي بادشاه جو نذرانو، جو ڪلهوڙا گهراڻي جا حڪمران سالها سال ادا ڪندا هئا، وساري ڇڏيائين. جنهنڪري ١١٩٢ھ مطابق ١٧٧٩ع ۾ شاهي ڏن نه ڏيڻ سبب يا سنڌ جي حڪومت جي دعويدار عزت خان جي فرياد تي، افغانستان جي بادشاه، محفوظ خان جي سپهسالاريءَ هيٺ سنڌ تي وڏو لشڪر چاڙهي موڪليو. مياڻ عبدالنبي به نهايت ئي رعب ۽ دٻدٻي سان پنهنجي وزير اعظم مير بجار خان کي ساڻ ڪري، افغان لشڪر سان دوبدو ٿيڻ لاءِ شڪارپور ۾ اچي سهڙيو. عزت ۽ ذلت يا فتح ۽ شڪست جيئن ته الله جي طرف کان آهي ۽ وڏي يا ننڍي سلطنت تي منحصر نه آهي، تنهنڪري قدرت، فتح جو جهنڊو مياڻ عبدالنبيءَ جي طرف کان بلند ڪيو. جيتوڻيڪ بعد ۾ بادشاه تيمور جي طرفان هڪ ٻئي پٺيان گهڻو ئي لشڪر ايندو رهيو، مگر مياڻ عبدالنبي ۽ سنڌ جي اميرن پنهنجين خطائن جي معافي وٺي ۽ شاهي نذرانو ڏئي، پنهنجا پلوَ آجا ڪري ڇڏيا، ۽ پوءِ پوري اطمينان سان حڪومت جي ڪاروبار ۾ مشغول ٿي ويو. تاهم مياڻ عبدالنبي، مير بجار خان جي حشمت، دانائي ۽ سياستدانيءَ کان اندر ئي اندر ڏڄندو رهيو، ته متان ڪنهن وقت وجهه وٺي کيس قتل نه ڪري. انهيءَ ڪري جوڌپور جي راجا وٽان جلاد گهرائي، کيس پنهنجين اکين

اُکيان ڪَتُّهائي چڏيائين. ڪنهن شاعر سندس شهادت جي تاريخ هيئين ريت چئي آهي:

از سر افسوس گفتا هاتفم،
"میر شد از جمدر هندو شهید."

ترجمو

(مون کي غيب جي فرشتي افسوس سان ٻڌايو تہ "مير بجار خان هڪ هندوءَ جي خنجر سان شهيد ٿيو.")
("افسوس" جي الف جو عدد ٻي مصرع جي عددن سان شامل ڪبو).

ٻي تاريخ هيءَ آهي:

"بمحفل شهدا جلوه کرد مير بجار"

(مير بجار شهيدن جي محفل ۾ وڃي جلوه افروز ٿيو).
ٻنهي تاريخن مان هجري سال ١١٩٤ نڪري ٿو، جو عيسوي سال ١٧٨٠ جي مطابق آهي.

نيٺ ميان عبدالنبيءَ انهيءَ انديشي (مير بجار جي قتل جي انتقام جو انديشو) جي ڪري قلات ويو ۽ اتان مدد وٺي آيو. مگر اميرن سندس غيرحاضريءَ ۾ ميان صادق علي ولد ميان غلام حسين ڪلهوڙي کي سنڌ جي گاديءَ تي ويهاريو. پر ميان عبدالنبي قلات جي خان، بهاولپور جي نواب ۽ سردار مدد خان جي مدد سان ٻيهر گاديءَ تي ويٺو.

جيڪڏهن پڙهندڙ ناگوار نہ سمجهن تہ سردار مدد خان ۽ سندس لشڪر جي ظلم و ستم جو مختصر احوال بيان ڪيو وڃي. سنڌ ۾ سندس اچڻ جي تاريخ هن مصرع مان ظاهر آهي:

اى داد، از ىى دادىء ظالم منحوس.

ابجد جي حساب موجب ان مان هجري سال ١١٩٤ ٿو نڪري، جو عيسوي سال ١٧٨٠ جي مطابق آهي. غور ڪرڻ گهرجي تہ جنهن جي بسم الله (ابتدا) ئي انهيءَ عنوان سان ٿي ٿئي، تہ

سمجهڻ گهرجي ته جيڪو شخص عمرڪوٽ تائين منزل بمنزل وڃي پهتو هوندو، انهيءَ شخص ڦرلٽ، تباهي، بربادي ۽ غريبن جي گهرن ۽ جهوپڙين کي باهين لڳائڻ کان سواءِ ٻيو ڇا ڪيو هوندو. هن جي لشڪر جا ٻي لغام گهوڙا روزانو محض ڦرلٽ لاءِ ٻي ڏڙڪ گهمندا ڦرندا وتندا هئا. اعليٰ ۽ ادنيٰ ۽ جوان ۽ پوڙها هن جي ظلم و ستم کان بيزار هئا ۽ ڏچندا رهندا هئا. مطلب ته مدد خان جي اچڻ تي سنڌ ۾ ايڏي ڦرلٽ، خونريزي، خرابي ۽ ويراني ٿي جو ان جو مختصر احوال لکبو ته هڪ داستان تيار ٿي ويندو. پر جيئن ته هيءُ ڪتاب "لُبِّ تاريخ" (تاريخ جو خلاصو) جي نالي سان موسوم آهي ۽ سان جيئن ته پڙهندڙن کي ڪنڊا چپائڻ (ذهني اذيت ڏيڻ) مناسب نه ٿو سمجهان، تنهنڪري ٻن چئن سٽن لکڻ ۽ هڪ شاعر جي هن شعر کي قلمبند ڪرڻ تي اڪتفا ٿو ڪريان:

چنان هول در ملک سند اوفتاد
کہ هول قيامت بداده بياد

(يعني سنڌ ۾ اهڙو هراس پيدا ٿيو، جو قيامت جي دهشت گردي ياد اچي وئي).

پڙهندڙن کي چڱي طرح معلوم آهي ته سنڌ جا باشندا ڪنهن مصيبت اچڻ وقت، پوءِ قدرت جي طرفان هجي، خواه ڪنهن دنيوي حڪومت جي طرفان، دانهن ڪندا آهن ته "گهوڙا، گهوڙا" يا "گهوڙا ڙي گهوڙا". اها علامت آهي مدد خان جي لشڪر جي، جنهن جا گهوڙا هر شهر، هر ڳوٺ، بلڪ گهر گهر ۾ گهڙندا ڦرلٽ ڪندا وتندا هئا. ماڻهو انهن گهوڙن کي ڏسي، "گهوڙا، گهوڙا" چوڻ لڳندا هئا، ۽ اهڙيءَ ريت هڪ ٻين کي به اطلاع ڏيندا هئا، ۽ پوءِ وٺي ڀڄندا هئا. نيٺ اها دانهن هر ڪنهن جي زبان تي چڙهي وئي ۽ اڄ تائين چڙهيل آهي.

راقم‌الحروف ڪيترائي ملڪ گهميو آهي، مثال طور خراسان، ايران، عرب، بلوچستان، پنجاب، هندوستان، سڪران، دکن، ڪوڪن، ڪاٺياواڙ، ريگستان (ڪڇ جو علائقو)، مارواڙ ۽ گجرات وغيره. مگر مان ڪنهن به ملڪ ۾ ڪنهن به ماڻهوءَ جي واتان اهڙي دانهن نه ٻڌي آهي. هر ملڪ جون رسمون الڳ آهن (ٻين ملڪن ۾ اهڙن موقعن تي ٻيا الفاظ چيا ويندا هوندا). مون کي هن موقعي تي هڪ عجيب ڳالهه ياد ٿي اچي. ١٢٨٥هه مطابق ١٨٦٨ع ۾ جڏهن مان، سنڌ جي ڪمشنر جناب مينسفيلڊ صاحب ۽ ڪن ٻين معززن سان گڏجي، ڪن خاص خدمتن جي بجاآوريءَ جي سلسلي ۾ دارالسلام بغداد پهتس، ۽ اتي درگاه فلڪ پايگاه غوث‌الاعظم حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني قدس الله سره العزيز، جي زيارت فيض‌بشارت جي سعادت حاصل ڪيم، ته انهيءَ موقعي تي حضرت صاحبزاده والاتبار مرحوم پير مصطفيٰ شاه آفنديءَ جي قدم‌بوسيءَ جو شرف به نصيب ٿيو، جو انهيءَ زماني ۾ عالي جناب مولانا و مڪرمنا و معززنا حضرت مرحوم سيد علي شاه جي مسند امجد تي رونق افروز هو، ۽ انهيءَ وقت صاحبزاده موصوف جي عمر ٻارهن ورهين کان زياده نه هئي، ۽ سندس گهڻو توجه، نه نه، غلط لکيم، بلڪ سندس لطف ۽ ڪرم افغانستان، هندوستان، ۽ انهن کان به زياده پنجاب ۽ سنڌ جي ماڻهن تي هو. قدمبوسيءَ کان پوءِ تعارف ڪرائڻ وقت جڏهن صاحبزاده صاحب کي منهنجي باري ۾ معلوم ٿيو ته مان سنڌ کان آيو آهيان، تہ مُرڪي فرمايائين تہ "منشي! مون کي تنهنجي ملڪ جي ٻولي ايندي آهي "گهوڙا ڙي گهوڙا"". مون عرض ڪيو ته "آمنا و صدقنا. اها ڳالهه درست آهي. بيشڪ، سنڌ جي باشندن جي ٻولي اهائي آهي."

اها به علامت آهي، انهيءَ سردار مدد خان جي، جا سنڌ جي باشندن جو تڪيه‌ڪلام بڻجي وئي آهي ته جڏهن ڪو

ماڻهو پنهنجي ڪم سان ڪنهن پاسي تڪڙو ويندو آهي يا ڪنهن سختيءَ ڪان ڀڄندو يا ڊڄندو آهي، ته پيا ماڻهو طعني طور چوندا اٿس ته "ايڏو ڀڄين ڇو ٿو، يا ڊڄين ڇو ٿو، "مدد" پٺيان پيو اٿئي ڇا؟". هن ڇڙواڳ شخص (مدد خان) جي وڃڻ بعد هڪ شاعر چيو ته "بشر بود رفت" (۱) انهيءَ جملي مان هجري سال ۱۱۹۴ نڪري ٿو، جو عيسوي سال ۱۷۸۰ جي مطابق آهي. مدد خان بي اولاد فوت ٿيو ۽ پٺيان ڪو به ڪونه بچيس.

مياں عبدالنبي جيتوڻيڪ سردار مدد خان ۽ پين نوابن جي مدد سان گاديءَ تي ويٺو، پر ۱۱۹۷ هه مطابق ۱۷۸۲ع ۾ وڃهه وٺي، مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان ٽالپرن کي، جي ڀئي معزز انهيءَ وقت مياں عبدالنبيءَ وٽ هئا، مير بجار خان وانگر مارائي ڇڏيائين. ٽالپرن، پين بلوچن ۽ انهيءَ وقت جي سردارن هن خون ناحق جي ڪري، جوش ۾ اچي، لشڪر ۽ پيو ساز سامان گڏ ڪري، مياں عبدالنبيءَ سان جنگ ڪئي. انهيءَ وقت لشڪر جا سردار مير فتح علي خان، مير سهراب خان ۽ مير ٺارو خان هئا، جي هم قوم، هم ذات، بلڪ هڪ ڏاڏي جو اولاد هئا. هالاڻيءَ جي جنگ ۾ مياں عبدالنبيءَ کي شڪست ڏئي ڀڄائي ڪڍيائون. مياں عبدالنبي قلات جي خان ۽ افغانستان جي بادشاه تيمور شاه وٽ التجا ڪئي ويو. مگر سنڌ جي گاديءَ تي ويهي نه سگهيو ۽ ۱۱۹۳ هه مطابق ۱۷۷۹ع جو سڄو سال ڀڄندو رهڻ ۽ التجائن ڪرڻ ۾ گذاري، راه رباني وٺي ويو. الله جي مرضي اها هئي، جا پوري ٿي. هر ڪنهن کي واري واري سان عزت ۽ بادشاهي نصيب ٿيئي آهي، جيئن هڪ شاعر چيو آهي:

---

(۱) هن جملي جون ٻه معنائون آهن (۱) هڪ ماڻهو (بشر) هو جو هليو ويو (۲) هڪ فسادي (ٻه شر) هو جو دفع ٿيو. (مترجم).

ذرين نوبت گہ صورت پرستی،
زند نوبت بنوبت کنوس هستی۔
اگر عالم بہ یک دستور ماندی،
بسی انوار گسان مستور ماندی۔
زمستان از چمن بسارانہ بندد،
ز تاثیر بهاران گل نہ خندد۔

ترجمو

١- دنيا جي هن نقارخاني ۾ هر شخص واري واري سان پنهنجي موجودگيءَ جو ڏونڪو هڻي ٿو.
٢- جيڪڏهن دنيا هڪ حال تي قائم رهي ها، ته گهڻائي عجائبات پوشيده رهجي وڃن ها.
٣- جيڪڏهن سيارو باغ مان ڪُوچ ڪري، هليو نه وڃي ها، ته بهار جي اثر سبب گلِ نه ٽڙن ها.

## ٻارهون طبقو

## ٽالپرن جي حڪومت

١١٩٩ هه مطابق ١٧٨٤ع کان

ٽالپورن (عرف ٽالپرن) جي قوم، بلوچ قومن جي گهڻين شاخن مان هڪ شاخ آهي. بلوچن جي چوڻ موجب، هو حضور رسول اکرم صلی اللّٰہ علیہ وسلم جن جي چاچي حضرت امير حمزه رضي الله تعالیٰ عنه جي نسل مان آهن، ۽ ائين معلوم ٿو ٿئي ته هندوستان جي شهنشاه محمد اڪبر جي زماني ۾ ٩٩٠ هه مطابق ١٥٨٦ع ڌاري حلب (شام) ۽ ٻين عرب ملڪن کان بلوچستان ۾ آيا ۽ اتي رهائش اختيار ڪيائون. هنن جي رهائش جي ڪري اهو ملڪ بلوچستان سڏجن لڳو. بلوچ اڄا تائين بلوچستان جي اندر وڏي تعداد ۾ رهن ٿا.

اتان سنڌ ۾ به آيا ۽ بلوچستان جي ويجهن علائقن ۾ به وچي سڪونت پذير ٿيا، ۽ مختلف ڌنڌن جهڙوڪ نوڪري ۽ پوک ۾ مشغول ٿي گذارو ڪرڻ لڳا.

"ٽالر" نالي هنن جو هڪ وڏو ٿي گذريو آهي. "پٽور" عجمي (فارسي) زبان ۾ پٽ کي سڏبو آهي. "ٽالر پور" ڪثرت استعمال سبب "ٽالپر" ٿيو آهي. ٽالپر قوم به گهڻين ئي شاخن ۾ تقسيم ٿيل آهي. مان پين کي ڇڏي، صرف انهن ٽالپرن جو ذڪر ٿو ڪريان، جن سنڌ ۾ حڪومت ڪئي ۽ حيدرآباد، ميرپور خاص ۽ خيرپور ۾ حڪمران ٿي رهيا. انهن ٽنهي خاندانن جو وڏو "ڪڪو خان" عرف سليمان خان هو. اگرچه هن کي آٺ پٽ هئا، پر منهنجو واسطو هن جي فقط ٻن پٽن نمبر پهرئين ۽ نمبر ٽئين سان آهي. تنهنڪري مان سندس پين پٽن جي باري ۾ ڪجهه لکڻ بدران، فقط انهن ٻنهي جي باري ۾ ٿو لکان. پهرئين جو نالو "هوتڪ خان" هو ۽ ٽئين جو نالو "ماڻڪ خان". پهريائين مان هوتڪ خان جي متعلق لکڻ مناسب ٿو سمجهان.

هوتڪ خان جي اولاد مان حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرن جو خاندان وجود ۾ آيو. هوتڪ خان کي شهداد خان نالي هڪ نامور فرزند هو. جنهن شهدادپور جو شهر تعمير ڪرائي آباد ڪيو. هو ١١٤٧ هه مطابق ١٧٣٤ع ۾ هن فاني دنيا مان عالم جاوداني ڏانهن راهي ٿيو ۽ شهدادپور ۾ دفنايو ويو. اگرچه شهداد خان کي پيا پٽ به هئا، مگر مون کي فقط سندس ٻن پٽن مير چاڪرخان ۽ مير بهرام خان جو ذڪر ڪرڻو آهي، پڙهندڙن کي معلوم هجڻ گهرجي ته ميرن جو خيرپور وارو خاندان پهريائين "شهداداڻي" سڏبو هو، پوءِ "چاڪراڻي" جي نالي سان مشهور ٿيو. اهو چاڪرخان هڪ نامور زميندار هو، جنهن جو کوٽايل واه "چاڪر واه" جي نالي سان اڃا تائين تعلقي شهدادپور ۾ مشهور ۽ موجود آهي،

مير بهرام خان اهو آهي، جنهن جو ذڪر مٿي ڪلهوڙن جي احوال ۾ ڪيو ويو، ۽ جيڪو ١١٨٩ هه مطابق ١٧٧٥ع ۾ ميان محمد سرفراز خان جي ڪوشش سان شهيد ٿيو هو. سندس تعريف ۽ تعارف به مٿي ڪرايو ويو آهي. مير بهرام خان کي به ڪيترائي پٽ هئا، مگر حيدرآباد جي ميرن جو خاندان سندس ٻئي نمبر پٽ مير صوبدار خان کان شروع ٿئي ٿو، جنهنڪري اهو ضروري نظر ٿو اچي ته هن جو احوال بيان ڪيو وڃي. اهو مير صوبدار خان اهو آهي، جو پنهنجي والد جي شهادت وقت شهيد ٿيو ۽ ٻئي ڏينهن ٽئين پٽ سان خدا آباد ۾ دفنايا ويا. مير صوبدار خان کي چار پٽ هئا، پر پهريائين سندس وڏي پٽ مير فتح علي خان جو نالو لکيو ٿو وڃي، جو سنڌ جو فاتح هو. سندس ٻين پٽن جا نالا مناسب موقعي تي لکيا ويندا. مير چاڪر خان ولد مير شهداد خان کي اگرچه ڪيترائي پٽ هئا، مگر هن جو نامور پٽ مير سهراب خان هو، جو فاتح سنڌ مير فتح علي خان جو ساٿي هو.

هاڻي ڪکي خان جي ٽئين نمبر پٽ ماڻڪ خان جو احوال لکڻ ضروري آهي. ماڻڪ خان کي جيتوڻيڪ ڪيترائي پٽ هئا، ۽ ميرپورخاص جي ميرن جو خاندان به ”ماڻڪاڻي“ جي نالي سان مشهور آهي، مگر مون کي سندس وڏي پٽ مير الله يار خان جو ذڪر ڪرڻو آهي، انهيءَ ڪري ٻين جو ذڪر ترڪ ڪيو ٿو وڃي. الله يار خان کي به ڪيترائي پٽ هئا، مگر منهنجي پيش نظر سندس وڏو پٽ مير مسو خان آهي. مير مسو خان کي به ڪيترائي پٽ هئا، مگر مون کي سندس وڏي پٽ مير فتح خان جو ذڪر ڪرڻو آهي. اهڙيءَ ريت مير فتح خان کي به ڪيترائي پٽ هئا، مگر سنڌ جي فتح ۾ سندس ٻئي نمبر پٽ مير ٺاري خان بهرو ورتو هو. اميد آهي ته پڙهندڙن کي سنڌ جا ٽئي فاتح مير فتح علي خان،

مير سهراب خان ۽ مير ٿارو خان چڱي طرح معلوم هوندا.
وڌيڪ وضاحت لاءِ سنڌن نسب جو شجرو ڏنو وڃي ٿو.

## سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن جو مختصر شجرو

ڪڪو خان يا ڪڪم خان عرف سليمان خان ٽالپر ۽ سندس پٽ




پڙهندڙ مٿين شجري مان، جو مختصر هجڻ جي باوجود بالڪل واضح آهي، سنڌ جي حڪمرانن جي هڪ ٻئي سان ويجهي مائٽي، هڪ ذات، بلڪ هڪ ئي ڏاڏي جي اولاد هجڻ جو اندازو لڳائي سگهن ٿا.

مطلب ته ٽئي سردار پاڻ ۾ يڪراءِ ٿي (جي اڪثر شهدادپور تعلقي ۾ رهندا هئا ۽ ڪي ٽنين خدا آباد ۾) پنهنجن وڏن (مير بجار خان، مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان) جي قتل جو انتقام وٺڻ لاءِ پوري جوش خروش سان تيار ٿيا ۽ سيني بلوچن ۽ ٻين قومن کي به پاڻ سان شامل ڪري، ترار جي زور سان سنڌ تي قبضو ڪيائون. ميان عبدالنبي ڪلهوڙو

١١٩٨ هه مطابق ١٧٨٣ع ۾ پڄي جوڌپور هليو ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. سندس اولاد اڃا تائين جوڌپور ۾ آهي ۽ اتي "سنڌ جا صاحبزادا" جي نالي سان مشهور آهي. پنجاب ۾ به ڪي جاگيردار ۽ زميندار ڪلهوڙن جو اولاد سڏبا آهن.

مٿي ڄاڻايل مير صاحبن سنڌ تي قبضو ڪرڻ بعد ڪابل جي بادشاه تيمورشاه ڪان پراڻي دستور موجب اول شاهي نذرانو ادا ڪري، پوءِ سنڌ تي حڪومت ڪرڻ جو پروانو حاصل ڪيو، ۽ ان کان پوءِ ١١٩٩ هه مطابق ١٧٨٤ع ۾ سنڌ کي ستن حصن ۾ ورهايائون، جن مان چار حصا مير فتح علي خان کي سندس ڀائرن ۽ پنهنجن بلوچن سميت ڏنائون. ٻيا ٽي حصا مير سهراب خان کي ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان جي حوالي ڪيائون، ۽ حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ خيرپور ۾ مسند نشين ٿي، حڪومت هلائڻ لڳا. ڪابل جي بادشاه جو نذرانو حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جا حڪمران گڏجي ادا ڪندا هئا ۽ خيرپور جو حڪمران جدا ادا ڪندو هو. نيٺ خراسان جي بادشاه ۽ خراسان جي اميرن جي وچ ۾ بي اتفاقي پيدا ٿيڻ سبب، ڪجهه عرصي بعد سنڌ جي ميرن شاهي نذراني موڪلڻ جو سلسلو بند ڪيو ۽ سنڌ پنهنجي خودمختيار ۽ آزاد ٿيڻ جو اعلان ڪيو. جڏهن ١٢٠٧ هه مطابق ١٧٩٢ع ۾ بادشاه تيمور ٢٣ سالن جي بادشاهي ۽ حڪمراني کان پوءِ هن فاني دنيا مان عالم جاوداني ڏانهن راهي ٿيو، تہ سندس ٽيون نمبر فرزند شاه زمان انهيءَ ئي سال ٢٣ سالن جي عمر ۾ پنهنجي موروثي تخت ۽ تاج جو وارث ٿيو، ۽ پنهنجي والد وانگر سنڌ جي والين سان سهڻي نموني سان هلندو رهيو. سندس سڪي تي هيءُ شعر منقش هو.

طراز يافت به حکم خدائيءِ هر دو جهان،
رواج سکهء دولت بنام شاه زمان.

۽ سندس سجع هن ريت هئي:

قراردادِ ز الطافِ خويشتن يزدان،
نگين حڪم جهان را بنام شاه زمان.

جيڪڏهن پڙهندڙن کي ناگوار نہ لڳي ۽ پنهنجي معلومات ۾ اضافو ڪرڻ پسند ڪن، تہ سندس والده صاحبہ جي سجع، جا نهايت ئي دلڪش آهي، هت درج ڪئي وڃي:

سپهر رشڪ برد از بلنديءِ جاهم،
ڪنيز فاطمہؑ و مادر زمان شاهم.

ترجمو

منهنجي مرتبي جي عظمت ۽ بلندي ڏسي، آسمان کي ريس ٿي اچي؛ ڇو تہ مان حضرت فاطمة الزهرا جي ٻانهي ۽ شاه زمان بادشاهہ جي ماءُ آهيان).

شايد بيگم صاحبہ جو نالو "ڪنيز فاطمہ بيگم" هو.

قصو ڪوتاه، ٽئي ٽالپر حڪمران پنهنجين حدن ۾ نهايت ئي سهڻي نموني ۾ ۽ پوري رعب ۽ حشمت سان رهندا هئا. اگرچہ سندن دلين ۾ هڪ ٻئي جي پاران ڪدورت ڪائم هئي، تاهم ڪڏهن ڪڏهن سندن وچ ۾ خانہ جنگي جهڙي حالت پيدا ٿي پوندي هئي. هن موقعي تي مير سهراب خان ۽ مير فتح علي خان جي وچ ۾ هليل سوال جواب لکڻ مناسب نظر ٿو اچي:

مير سهراب خان

ما بادِ شماليم وزيدم همہ ڪس را،
ما گرگ درنديم، دريدم همہ ڪس را.

ترجمو

مان اتر جو واءُ آهيان، سڀني جي مٿان گهاندو آهيان. مان هڪ خونخوار بگهڙ آهيان، سڀني کي چيري ڦاڙي ڇڏيو اٿم).

مير فتح علي خان

پشه چه باشد که پرد پيش پيل،
گر به هوا رفت، نه شد جبرئيل.
ور مگسي زور دو باز و نمود،
طعمهٔ سيمرغ نه بايد ربود.

ترجمو:

مڇر ڪهڙي حيثيت ٿو رکي، جو هاٿيءَ جي اڳيان اڏامڻ جي جرائت ڪري. اگرچه فضا ۾ مٿي اڏاڻو، ته به جبرئيل بڻجي نه سگهيو. مکيءَ پنهي هٿن جو زور لڳايو، ته به سيمرغ کان ڪاڏو کسي نه سگهي).

مطلب ته (انهيءَ جي باوجود) ميرن جو پاڻ ۾ چڱو اتفاق هو. جڏهن به دشمن هنن ڏانهن رخ ڪندو هو ته پاڻ ۾ متحد ٿي، هن سان منهن ڏيندا هئا. ڪنهن وقت ڪنهن ملڪ جو ڪو ٽڪرو هٿ ايندو هون، ته پاڻ ۾ سٺي چاٺايل طريقي سان ورهائي ڪٺندا هئا، ۽ صحيح ڳالهه هيءَ آهي ته مياں غلام شاه ڪلهوڙي جي زماني ۾ سنڌ جو جيڪو رقبو هو ۽ ميان غلام شاه جي پوين جي هٿان نڪري ويو هو، اهو سمورو رقبو ميرن دوباره هٿ ڪيو. جهڙوڪ بهاولپور جي نواب کان سبزل ڪوٽ، قلات جي خان کان ڪراچي ۽ ان جي اوسي پاسي وارو علائقو، پٺاڻن کان شڪارپور ۽ سندس ڀروارو علائقو، ڪڇ جي راجا کان لکپت ۽ بست ۽ جوڌپور جي

راجا کان عمرڪوٽ ۽ ريگستان وغيره. مطلب تہ سنڌ جا جيڪي حصا ڪلهوڙن جي هٿان نڪري ويا هئا، سي مير صاحبن ترار جي زور تي پيهر حاصل ڪيا ۽ انهن تي چڱي طرح قابض رهيا.

## سنڌ جي پهرئين فاتح جو مختصر احوال

### (شهدادائي مير، جن جي گادي حيدرآباد ۾ هئي)

۱- مير فتح علي خان تقريباً ارڙهن سال نهايت ئي آسودگي ۽ فارغ البالي سان حڪمراني ڪري، عالم بقا ڏانهن راهي ٿيو. سندس سجع هيءَ هئي.

داد نصرت خدا بہ فتح علی،
بہ مددگاری نبی و علی.

۽ "جائي جنت نصيب فتح علي" سندس وفات جي تاريخ آهي، جنهن مان هجري سال ۱۲۱۷ نڪري ٿو، جو عيسوي سال ۱۸۰۲ جي مطابق آهي. سندس جنازو خدا آباد نيئي، سندس وڏن جي قبرستان ۾ دفنايو ويو، جو هنن جو اصلي قبرستان آهي. مير صاحب پنهنجي پٺيان هڪ فرزند مير صوبدار خان ڇڏي ويو، جو سندس وفات وقت فقط هڪ ڏينهن جو معصوم ٻار هو ۽ وڏو ٿيڻ تي پنهنجي والد جي گاديءَ تي ويٺو.

۲- مير غلام علي خان ولد مير صوبدار خان، جو حيدرآباد جي گاديءَ تي جلوه افروز ٿيو. سندس سجع هيءَ هئي:

ناصر من بود نبی و ولی،
منم از جان و دل غلام علی.

هن مير صاحب جي زماني ۾ ڪورو رپيو، جنهن جو وزن تيمور شاه جي سڪي کان گهٽ هو، ڍاليو ويو، ۽ سندس اياڪاريءَ ۾ ۱۲۲۴ هه مطابق ۱۸۰۹ع ۾ سنڌ، ايران ۽ برطانوي سرڪار جي عملدارن جي درميان هڪ معاهدو ٿيو.

نيٺ مير صاحب موصوف پنهنجي پٺيان مير محمد خان نالي هڪ فرزند ڇڏي. ١٢٢٧ هه مطابق ١٨١٣ع ۾ رحلت ڪئي. سندس جنازو نئين خدا آباد ۾ دفن ڪيو ويو. افسوس آهي جو نه سندس تاريخ وفات جو قطعه هٿ اچي سگهيو ۽ نه سندس سجع.

٣- پوءِ مير ڪرم علي خان ولد مير صوبدار خان حيدرآباد جي گاديءَ تي رونق افروز ٿيو. سندس سجع هئي:

ڪرد بامن ڪرم علي عظيم.

پاڻ کي "سرڪار عظمت مدار" سڏايائين. هن مير صاحب جي زماني ۾ راجا رنجيت سنگهه شورش برپا ڪئي. مگر برطانوي سرڪار جي محبت سبب ختم ٿي وئي. افغانستان جو بادشاهه شاه شجاع الملڪ حيدرآباد ۾ اچي وارد ٿيو، مگر کيس راضي ڪري روانو ڪيو ويو. سيد ثابت علي شاه سنڌيءَ جو مرثيه گو شاعر، جو سيوهڻ جو رهاڪو هو، هن ئي مير صاحب جي زماني ۾ هو. مير صاحب موصوف ١٢٤٤ هه ۾ بي اولاد فوت ٿيو. سندس جنازو حيدرآباد جي ويجهڙائي ۾ ٽڪريءَ تي دفن ڪيو ويو. سندس وفات جو هجري سال "بادا بهشتش بارگاه" مان نڪري ٿو، جنهن جا عدد ١٢٤٤ آهن. اهو سال، عيسوي سال ١٨٢٨ جي مطابق آهي.

٤- مير مراد علي خان ولد مير صوبدار خان انهيءَ ئي سال پنهنجي ڀاءُ جي گاديءَ تي ويٺو. سندس سجعون هن ريت هيون:

(١) بحق حضرت نبی و ولی - یافت از حق همه مراد علی

(٢) بندهٔ مصطفیٰ مراد علی.

هيءُ مير صاحب پهريائين پاڻ کي "سرڪار بلند اقتدار" سڏائيندو هو. پوءِ "سرڪار جهان مدار" سڏائڻ لڳو. هن مير صاحب جي زماني (١٢٤٨-٤٩ هه مطابق ٣٣-١٨٣٢ع) ۾

برطانوي سرڪار واپار جي واقاري ۽ جهاز راني جي باري ۾ سائن مختلف معاهدا ڪري، ڪيس پابند بڻايو. سندس حياتيءَ جي پوئين سال ۾ شجاع الملڪ شڪارپور ۽ ان جي اوسي پاسي واري علائقي تي اچي قبضو ڪيو، جنهنڪري مير صاحبن ۽ شجاع الملڪ جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرن جا ڪي نامور سردار شهيد ٿي ويا. اها جنگ پراڻي سکر جي ٻاهران ڪرڙيءَ جي ميدان ۾ لڳي هئي، انهيءَ ڪري ”ڪرڙيءَ جي جنگ“ جي نالي سان مشهور آهي. ”ڪرڙي“ سکر شهر جي حدن اندر هڪ جڳهه جو نالو آهي، جا درياء جي ڪپ تي آهي. جنگ جو نتيجو شجاع الملڪ جي حق ۾ نڪتو.

مير صاحب موصوف ١٢٤٩ هه مطابق ١٨٣٣ع ۾ پنهنجي پٺيان چار فرزند (جن جا نالا سوقعي اچڻ تي لکيا ويندا)، ڇڏي، راهه رباني وٺي ويو، ۽ پنهنجي پيءُ مير ڪرم علي خان جي مقبري جي ڀرسان دفن ٿيو. افسوس آهي جو سندس تاريخ وفات جو قطعو ملي نه سگهيو. هيءُ چارئي ڀائر ”چار يار“ سڏيا ويندا هئا، جن هڪ ٻئي پٺيان حيدرآباد سنڌ جي مٿان حڪومت ڪئي. بقا فقط الله جي ذات کي آهي.

جڏهن سکر جو ذڪر وچ ۾ آيو آهي ۽ راقم الحروف پاڻ به سکر جو باشندو آهي، تڏهن مناسب نظر ٿو اچي ته حضرت شاهه خيرالدين رحمت الله عليه جي حالات ۽ ڪرامتن جو ذڪر ڪيو وڃي، جو بي فائدو نه ٿيندو.

حضرت شاهه خيرالدين جا مختصر حالات ۽ سندس ڪرامات

(جنهن جو روضو مبارڪ پراڻي سکر جي وچ ۾ جلوه نما آهي)

صحيح روايت موجب حضرت شاهه خيرالدين رحمت الله عليه حضرت احمد شاهه رحمت الله عليه جو فرزند ارجمند آهي،

جو پنجين پيڙهيءَ ۾ حضرت غوث الثقلين مولانا و مرشدنا و مکرمنا و معززنا و فخرنا حضرت پير شيخ شاه عبدالقادر جيلاني بغدادي رحمت الله عليه سان ملي ٿو. سندس ولادت بغداد ۾ ٩١١ هه مطابق ١٥٠٥ع ۾ ٿي. چاليهن سالن جي عمر ۾ بغداد شريف کان مکه معظمه (زادها الله شرفا) ويو ۽ ٻارهن حج ڪيائين. ان کان پوءِ مدينه منوره پهچي، چوڏهن سالن تائين علم حاصل ڪرڻ ۾ مشغول رهيو. پوءِ عرب، عجم ۽ هندوستان جي ملڪن جو سير ڪيائين. ٣٣ سالن جي سير سياحت کان پوءِ سکر آيو ۽ هڪ ٽڪريءَ تي، جا اڄاتائين "شاه جي ٽڪريءَ" جي نالي سان مشهور آهي، هڪ غار ۾ ويهي، عبادت الاهيءَ ۾ مشغول ٿي ويو.

هن علائقي جي ماڻهن حضرت شاه خيرالدين جون ڪيتريون ئي ڪرامتون ڏٺيون، جنهنڪري ڪيترائي ماڻهو سندس مريد ٿيا. هت "مشتی نمونهٔ از خرواری" جي مصداق، سندس ڪي ڪرامتون بيان ڪيون ٿيون وڃن. جي ملاحظي کان پوءِ پڙهندڙ، اولياءالله جي ڪرامتن کي سمجهي سگهندا ۽ محسوس ڪندا ته اولياءالله جو ڇا شان آهي ۽ ڇا سندن ڪرامتون آهن.

مرحوم نور محمد جلباڻي جاگيردار تعلقي نوشهرو فيروز جي بياض تان ورتل (جنهن جو فرزند ارجمند ميان دين محمد جلباڻي جاگيردار اڃا زنده آهي)

خليفي محمود ساڪن ڪڙيي گنوهر تعلقي ٽنڊي محمد خان ضلع حيدرآباد، کان ٻڌو ويو ته حضرت پير صاحب "روضي ڌڻي" جنهن جو نالو "پير محمد راشد" هو، ۽ هن وقت سندس مسند تي سندس ڏهون پير شاه مردان شاه ساڪن ديهه پنهنجي،

تعلقو روهڙي، فـائـز آهـي، ڪان روايت آهي تہ حضرت شاه خيرالدين رحمت اللّٰه عليه هڪ باڪمال ۽ صاحبِ حال بزرگ هو، جـو سکر ۾ رهندو هـو. هڪ ڏينهن سندس هڪ مريد، جو سنڌي هو، شهر جي ٻاهران خلوت ۾ پنهنجي پروردگار سان وڃي مشغول ٿيو (عبادت ڪرڻ لڳو). اتفاقاً انهيءَ خلوت گاه جي مٿان درياء وهي ويو ۽ ڪيتري ئي مدت تائين وهندو رهيو. چند سالن کان پوءِ درياء رخ بدلايو ۽ واريءَ جا ڍير چڙهي ويو. هڪ ڏينهن حضرت شاه خيرالدين پنهنجي مريدن کان پڇيو تہ "فلاڻو مريد گهڻي عرصي کان نظر نہ ٿو اچي، ڪا خبر اٿو تہ ڪيڏانهن ويو؟". مريدن عرض ڪيو تہ شهر جي ٻاهران هڪ خلوت گاه ۾ ويهي اللّٰه جي عبادت ڪندو هو. پوءِ اتان درياء وهڻ لڳو ۽ ڪيترائي سال وهندو رهيو. هاڻي درياء چڙهي ويو آهي ۽ واريءَ جا ڍير لڳا پيا آهن. فرمايائين تہ "منهنجي گهوڙي سنجي ڪاهي اچو." پوءِ گهوڙيءَ تي چڙهي واريءَ جي دڙن ڏانهن روانو ٿيو. گهوڙي هڪ هنڌ بيهي پنهنجو پير لوڏڻ لڳي. حضرت شاه خيرالدين فرمايو تہ هن دڙي کي کوٽيو. دڙو کوٽيو ويو تہ اندران هڪ جڳهہ جي ڇت ظاهر ٿي، جنهن ۾ هڪ دروازو هو ۽ ان کي تالو لڳل هو. دروازو کولي ڏٺو ويو تہ اهو مريد آتر ڏانهن منهن ۽ ڏکڻ ڏانهن پير ڪيو سمهيو پيو آهي ۽ آرام ۾ آهي. مريد جيئن تہ فقط سنڌي ٻولي ڄاڻندو هو، تنهنڪري حضرت شاه خيرالدين سنڌيءَ ۾ کيس فرمايو تہ :

نہ تون ڪعبو، نہ تو قبلو رهين سنجهہ سجود،
ويساري ڀساڻ کي مسلين سان درياه.

مريد جواب ڏنو تہ :

ڪوه ڪندو تن قبلو جن سڃاتو سلطان،
پرين اسين پاڻ، سجدو ڪريون ڪنهن کي.

حضرت شاه خيرالدين جي ڪرامتن جو گهڻو تفصيل بيان ڪريان. سندس هزارين مريد مٿي ڄاڻايل مريد کان سواءِ روحانيت ۾ وڏي درجي وارا هئا. انهيءَ مريد جو خلوت گاه اڄا تائين ”شاه پيلي“ جي نالي سان مشهور آهي ۽ سکر جي پرسان آهي. حضرت شاه خيرالدين جڏهن ١١٩ ورهين جي عمر کي پهتو، تہ جنهن هنڌ هن وقت سندس روضو مبارڪ آهي، اتي ترخاني مغلن جو محلو هو. انهن کان زمين جو اهو ٽڪرو ورتي، انهيءَ ٽڪريءَ تان، جا ”شاه جي ٽڪري“ جي نالي سان مشهور آهي، آئي، اچي اتي رهڻ لڳو. پاڻ وٽ فقط ٻہ مريد ميان سڏو ۽ ميان جمال الدين رهائيندو هو. آخر جڏهن الله جو حڪم ٿيو تہ ١٠٢٧ هجريءَ رمضان شريف جي ٢٧ تاريخ بي اولاد وصال ڪيائين. ڪنهن شاعر هيٺيون قطعهءِ تاريخ چيو آهي، جو سندس روضي مبارڪ جي مٿان لکيل آهي:

شاه خيرالدين مهر برج شرف،
مقبل درگاه ايزد سرمدی،
سال تاريخ وصالش عقل گفت،
”مرشدی کامل طريق احمدی“.

ترجمو

(شاه خيرالدين، جو عزت ۽ عظمت جو برج جو چنڊ آهي ۽ هميشه الله جي بارگاه ۾ مقبول رهيو آهي. سندس وصال جو سال منهنجي عقل هيئن ٻڌايو آهي تہ ”مرشدی کامل طريق احمدی“ يعني محمدي مسلڪ جو ڪامل رهنما آهي).

انهيءَ آخري مصرع مان ابجد جي حساب سان هجري سال ١٠٢٧ ٿو نڪري، جو عيسوي سال ١٦١٨ جي مطابق آهي.

مرحوم ميان جمال الدين جي اولاد مان، ميان غلام محمد نالي هڪ سجاده نشين هو، جنهن پهرئين روضي کي، جو ننڍو هو، ڊهرائي، نئين سر ٺهرايو، جو اڳئين روضي کان وڏو هو. روضي جي نئين سر تعمير جو سال هيٺين قطعي جي آخري مصرعي مان ظاهر ٿو ٿئي:

شهه خير دين سرور سالڪان،
ولئ خدا، زبدهٔ عارفان.

زهي روضه اش مظهر نور حق،
بيابند فيضي زيارت کنان.

غلام محمد سجاده نشين،
ز سعيش بنا روضه نو نشان.

چو ساقي طلب کرد تاريخ آن،
بگفتا خرد "درگه فيض دان".

ترجمو

۱- شاه خيرالدين سالڪن جو سردار، الله جو ولي ۽ عارفن جو انتخاب (برگزيدو).

۲- واه جو سندس روضو آهي، جو خدا جي نور جو مظهر آهي؛ جتان زيارت لاءِ اچڻ وارا فيض حاصل ٿا ڪن.

۳- هيءُ نئون روضو غلام محمد سجاده نشين جي ڪوشش سان ٺهي راس ٿيو آهي.

۴- جڏهن ساقي (شايد شاعر جو تخلص آهي) روضي جي تعمير جي تاريخ معلوم ڪرڻ چاهي، تہ عقل ٻڌايس تہ "درگہ فيض دان" (سمجهہ تہ فيض جو مرڪز آهي).

آخري مصرعي مان ابجد جي حساب سان هجري سال ۱۱۷۴ نڪري ٿو، جو عيسوي سال ۱۷۶۰ جي مطابق آهي.

هر سال رمضان شريف جي ٢٧ تاريخ مريدن ۽ زيارتين جو وڏو اجتماع ٿيندو آهي. مگر افسوس جو آخري سجاده نشين مرحوم ميان سعيد محمد ڪانپوءِ، جو اسم با مسمىٰ هو (يعني جهڙو نالو ڇگو هوس، پاڻ به اهڙوئي ڇگو هو) ڪو مستقل سجاده نشين ڪونه آهي. مگر اوليائن جي حڪم (تصرف) سان سمورا ڪم بهرحال سهڻي نموني سان سرانجام ٿيندا رهندا آهن.

هاڻي اصلي موضوع:

مير مراد علي خان جي انتقال ڪانپوءِ سندس فرزند ارجمند مير نور محمد خان ١٢٤٩هه مطابق ١٨٣٣ع ۾ حيدرآباد ۾ گاديءَ تي ويٺو، ۽ ٻيا مير صاحب هر هڪ مير نصير خان (سندس ڀاءُ) ميرّ محمد خان ولد مير غلام علي ۽ مير صوبدار خان ولد مير فتح علي خان (فاتح اول) پنهنجن حصن تي قابض ۽ حڪمران هئا. سندن سڀني ۽ لقبن مان سندن عزت ۽ عظمت جا آثار تاريخ ۾ يادگار رهندا:

(١) ز نور محمد جهان روشن است
(٢) علي و حسين و حسن دستگير- خدا يار و ياور محمد نصير
(٣) مير محمد مهي، اوج ڪرم.
(٤) ظل احمد تاج فرق صوبدار.
(٥) صوبدار جهان ز فتح علي.

مٿي ڄاڻايل ميرن مان هرهڪ مير صاحب جدا جدا لقبن سان ملقب هو. مثال طور مير نور محمد خان جو لقب هو "سرڪار عالي مدار". مير نصير خان "سرڪار فيض آثار". مير محمد خان "سرڪار عالي مدار" ۽ مير صوبدار خان جو لقب "سرڪار حشمت مدار" هو. اگرچه انهن مان هر هڪ مير صاحب پنهنجي پنهنجي حصي تي قابض ۽ حاڪم هو، پر دراصل صحيح معنىٰ ۾ ملڪ جو حاڪم، حيدرآباد جو گادي نشين مير نور محمد خان هو. جنهن پنهنجو دور حڪومت سهڻي نموني سان پورو ڪيو. ١٢٥٥هه مطابق ١٨٣٩-٤٠ع ۾ پنهنجي ٻه فرزند مير شهداد خان

۽ مير حسين علي خان پنهنجا يادگار ڇڏي، هن دنيا فانيءَ مان عالم جاودانيءَ ڏانهن راهي ٿيو، ۽ کيس حيدرآباد ۾ پنهنجن وڏن جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. مگر افسوس آهي جو سندس وفات جي متعلق قطعهء تاريخ ڪتابن ۾ هٿ اچي نه سگهيو. مير صاحب مرحوم جا ٻئي فرزند تقسيم جي اصول تي پنهنجي پنهنجي حصي جا والي ٿيا، جن سندن سجعن مان معلوم ٿو ٿئي:

(١) خاڪپاءِ مرتضيٰ شهداد خان.

(٢) کرد روشن ز فيض لم يزلي - آفتاب جهان حسين علي

اهو آخري شهزادو حسين علي خان وڏو با اخلاق انسان هو. راقم الحروف جي ساڻس چاڻ سڃاڻ هئي.

## سنڌ جو ٻيو فاتح خيرپور جو حڪمران

سنڌ جي ٻئي نمبر فاتح مير سهراب خان انتها درجي جي همت ۽ دانائي سان پنهنجي ملڪ ۾ توسيع ڪئي. جنهن جو تفصيل راقم الحروف جي ٻي تصنيف ”خيرپور نامي“ ۾ بيان ڪيل آهي. تنهنڪري دوباره بيان ڪرڻ بي سود آهي. رڳو هيترو لکڻ ڪافي آهي ته مير سهراب خان ٤٧ سالن جي حڪمرانيءَ بعد پنهنجو ملڪ پنهنجن ٽن پٽن کي هيٺينءَ ريت ورهائي ڏنو. ٻه حصا مير رستم خان کي، هڪ حصو مير مبارڪ خان کي، ۽ هڪ حصو مير علي مراد خان کي. پوءِ پاڻ وڃي گوشه نشيني اختيار ڪيائين. هڪ ڏينهن پنهنجي محل جي دريچي کان هيٺ ڪري پيو ۽ رحلت ڪري ويو. ڪن شاعرن سندس وفات جون تاريخون هن ريت چيون آهن:

(١) طشت از بام افتاد

(٢) سخي ولي مير سهراب بود

ٻنهي مصرعن مان الڳ الڳ ١٢٤٦هه جو سال نڪري ٿو، جو ١٨٣٠ع جي مطابق ٿو ٿئي. مير صاحب کي خيرپور جي پرسان دفنايو ويو.

مير رستم خان پنهنجي والد بزرگوار جي گاديءَ تي ويٺو. مير مبارڪ خان ۽ مير علي مراد خان انهيءَ وقت ننڍا هئا ۽ پنهنجي والد جي ڏنل حصن تي حڪمراني ڪري رهيا هئا. مگر مير علي مراد خان ننهي ڀائرن ۾ ننڍو هو، جنهنڪري ٻئي وڏا ڀائر ساڻس ڪُونس ۽ خصومت ڪندا هئا، جنهن جو تفصيلي احوال "خيرپورنامي" ۾ لکيو ويو آهي. مير سهراب خان جو ڀيو نمبر فرزند مير مبارڪ خان ۱۲۵۵ هه مطابق ۱۸۳۹ع ۾ وفات ڪري ويو ۽ سندس وڏو فرزند مير نصير خان سندس جانشين ٿيو ۽ پنهنجي حصي تي حڪمراني ڪرڻ لڳو، پر پنهنجي والد وانگر طاقتور نه هو. انهيءَ ڪري ناموري حاصل ڪري نه سگهيو.

## سنڌ جو ٽيون فاتح ميرپورخاص جو حڪمران

مير ٺاري خان، فاتح سنڌ (مير فتح علي خان) جي ٽئين نمبر ساٿيءَ پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ميرپورخاص ڪي مقرر ڪيو هو ۽ وڏي همت سان ريگستان جون ڪي زمينون هٿ ڪري پنهنجي ملڪ ۾ شامل ڪري ڇڏيون هئائين. ميرصاحب ۱۲۴۵ هه مطابق ۱۸۲۹ع ۾ وفات ڪري ويو.

سندس فرزند ارجمند مير علي مراد خان انهيءَ ٿي سال پنهنجي موروثي گاديءَ تي ويٺو. مير صاحب موصوف جي لاءِ مشهور آهي ته خدا ترس ۽ فقير-دوست هو. آخر پنهنجي پويان ٽي فرزند هرهڪ مير شير محمد خان، مير شاه محمد خان ۽ مير خان محمد خان ڇڏي، ۱۲۵۲ هه مطابق ۱۸۳۷ع ۾ هن عالم فانيءَ مان عالم جاودانيءَ ڏانهن انتقال ڪري ويو. انا لله وانا اليه راجعون.

مير شير محمد خان، جنهن کي عوام "شير سنڌ" سڏيندا هئا، بلڪ تاريخن ۾ به کيس شير سنڌ لکيو ويو آهي،

ڪمال جرأت ۽ همت سان ميرپورخاص ۾ پنهنجي موروثي گاديءَ تي جلوه افروز ٿي حڪمراني ڪرڻ لڳو.

راقم الحروف کي اميد آهي ته پڙهندڙ مٿين احوال سان چڱي طرح سمجهي ويا هوندا، ته ١٢٥٨ هه مطابق ١٨٤٢ع ۾ حيدرآباد ۾ مير نصير خان ولد مرحوم مير علي مراد خان، مير مير محمد خان ولد مرحوم مير غلام علي خان، مير صوبدار خان ولد مرحوم مير فتح علي خان ۽ مير نور محمد خان جا فرزند ارجمند مير شهداد خان ۽ مير محمد حسين علي خان جدا جدا حصن تي حڪمران هئا. خيرپور ۾ مرحوم مير سهراب خان جا فرزند مير رستم خان، مير علي مراد خان ۽ مير نصير خان ولد مرحوم مير مبارڪ خان اگرچه پنهنجن پنهنجن حصن تي حڪومت ڪري رهيا هئا، تاهم منجهن دلي محبت ڪانه هئي. ميرپورخاص ۾ مير مراد علي خان ولد مير شير محمد خان حاڪم هو. احڪم الحاڪمين جي حڪمت، جا "تعزمن تشاءُ و تذل من تشاء" ۾ پوشيده آهي، وقت اچڻ تي ظاهر ٿي پئي. مگر ان جي ظهور ۾ اچڻ جا ڪي ظاهري سبب به هئا، جن مان ڪي هت بيان ڪجن ٿا:

١- حيدرآباد ۽ خيرپور جي حڪمرانن ۾ دشمني ۽ گهرو لڙائي.

٢- مير صاحبن ڪن موقعن تي پنهنجن غير آزمودگار صلاحڪارن جي صلاحن تي لڳي، برطانوي سرڪار جي عملدارن سان شوخي ڪئي ۽ هنن کي ڪاوڙائي ڇڏيائون.

٣- واجبي عهد نامن کي غير واجبي سمجهي، مٿن دستخط ڪرڻ کان انڪار ڪيائون ۽ برطانوي سرڪار کي، جا وڏي دٻدٻي واري سرڪار هئي، ناراض ڪري وڌائون.

٤- ڪن موقعن تي برطانوي لشڪر جي سپاهين تي حملا به ڪيا ويا ۽ ڪين ڦريو لٽيو به ويو.

٥- عهد نامن ۾ طي ٿيل ڪن شرطن جي خلاف ورزي ڪيائون.

مطلب ته تقدير ربانيءَ موجب مير صاحبن ۽ برطانوي سرڪار جي درميان، سواءِ مير علي مراد خان خيرپوريءَ جي، جنهن پنهنجن پائرن ۽ عزيزن جو پاسو ڇڏي، برطانوي سرڪار جو پاسو ورتو هو، محرم الحرام ١٢٦٠هه مطابق فيبروري ١٨٤٣ع ۾، ۽ ماهه صفر ١٢٦٠ هه مطابق مارچ ١٨٤٣ع ۾ ٻه وڏيون جنگيون هڪ "مياڻي" ۾ ۽ ٻي "دٻي" ۾ لڳيون، ۽ ٻنهي جنگين ۾ مير صاحبن کي شڪست نصيب ٿي، ۽ انگريزي لشڪر جي سالار ۽ (انگريز حڪومت جيّ پاران) مڪمل اقتدار جي مالڪ سرچارلس نيپئر کي فتح ۽ نصرت حاصل ٿي. حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرن هٿيار ڦٽا ڪري، برطانوي سرڪار جي تابعداري ۽ فرمان برداري قبول ڪئي، سواءِ مير شير محمد خان جي، جو شڪست کان پوءِ پهريائين ريگستان ڏانهن، پوءِ خراسان ڏانهن ۽ آخر ۾ پنجاب ويو، نواب ليفٽيننٽ گورنر پنجاب جي پيش پيو ۽ سندس فرمان برادري قبول ڪيائين. دستور موجب ميرن کي بروقت نظر بند ڪيو ويو. پهريائين بمبئي ۾، پوءِ پوني، سورت، ڪلڪتي، ۽ هزاري باغ وغيره هنڌن تي برطانوي سرڪار جي عملدارن جي نظر هيٺ رهيا. گهڻا نظربنديءَ جي حالت ۾ هن فاني جهان مان عالم جاودانيءَ ڏانهن راهي ٿيا، ۽ ٿورا جيئري ئي پنهنجي وطن موٽي آيا. حيدرآباد جا حڪمران مير، جن جدا جدا هنڌن تي وفات ڪئي، پڙهندڙن جي معلومات لاءِ انهن جا نالا، جن شهرن ۾ وفات ڪيائون، انهن جا نالا ۽ سندن وفات جا سال لکيا وڃن ٿا:

١- مرحوم مير نصير خان، سال ١٢٦١ هه مطابق ١٨٤٥ع، ڪلڪتو.

٢- مرحوم مير صوبدارخان. سال ١٢٦٢هه، مطابق ١٨٤٦ع، ڪلڪتو.

٣- مرحوم مير، ميرمحمد خان. سال ١٢٧١هه مطابق ١٨٥٥ع ڪلڪتو.

٤- مرحوم مير شهداد خان. سال ١٢٧٤هه مطابق ١٨٥٧ع ڪلڪتو.

٥- مرحوم مير محمد حسين علي خان زنده واپس آيو ۽ ١٢٩٥هه مطابق ١٨٧٨ع ۾ حيدرآباد ۾ رحلت ڪيائين ۽ کيس پنهنجن وڏن جي حيدرآباد واري قبرستان ۾ دفنايو ويو.

خيرپور جي مير صاحبن مان فقط هيٺيان ٻه حڪمران سنڌ کان ٻاهر نظربند هئا، جي اتي ئي فوت ٿيا:

١- مرحوم مير رستم خان. ١٢٦٢هه مطابق ١٨٤٦ع پونو.
٢- مرحوم مير نصير خان. ١٢٨١هه مطابق ١٨٦٤ع پونو.

حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرصاحبن جا لاش ٻاهران آڻي سنڌ ۾ سندن وڏن جي قبرستانن ۾ دفن ڪيا ويا.

مير شيرمحمد خان (ميرپور وارو) برطانوي سرڪار جو نظربند نه هو، بلڪ پنجاب ويل هو (۽ آزاد هو) ميرپور خاص ۾ زنده موٽي آيو. نيٺ ١٢٩٤هه مطابق ١٨٧٧ع ۾ رحلت ڪيائين.

مٿي لکيو ويو آهي ته مير علي مراد خان والي خيرپور شروع ۾ ئي پنهنجن ڀائرن (مائٽن) جو پاسو ڇڏي، پاڻ کي فاتح سپه سالار سر چارلس نيپئر جي حوالي ڪيو هو، ۽ برطانوي سرڪار جي فتحيابيءَ کان پوءِ پنهنجي والد جي ڏنل حصي تي حڪمراني ڪندو رهيو ۽ آخر ١٣١١هه مطابق ١٨٩٤ع ۾ انتقال ڪيائين. سندس لاش ڪربلا معلٰي نيئي، سيد الشهداء (امام عالي مقام حضرت حسين عليه السلام) جي پاڙي ۾

دفنايو ويو. هن وقت سندس ٽيون نمبر فرزند سر مير فيض محمد خان صاحب بهادر سندس جانشين آهي، جنهن جو تفصيلوار احوال راقم الحروف جي ٻي تصنيف "خيرپور نامي" ۾ درج آهي. جنهنڪري دوباره لکڻ غير ضروري نظر ٿو اچي.

مناسب معلوم ٿو ٿئي ته ٽالپر خاندان جي حڪمرانن جي اولاد جو احوال به پڙهندڙن جي معلومات لاءِ لکيو وڃي.

۱- هزهائينس مير محمد حسن علي خان سي. آءِ. اي فرزند ارجمند مير نصير خان حڪمران حيدرآباد کي برطانوي سرڪار وٽان ٽي هزار رپيه ماهوار پينشن ملندي آهي، ۽ نهايت ئي عزت ۽ فرحت سان حيدرآباد جي پرسان سنڌو نديءَ جي ڪناري تي قيام پذير آهي ۽ تمام سهڻو بنگلو ۽ باغيچو اٿس.

۲- هزهائينس مير حاجي نور محمد خان فرزند ارجمند مرحوم مير محمد حسين علي خان (حيدرآباد جو آخري حڪمران) کي به برطانوي سرڪار وٽان ٻي هزار رپيه پينشن ملندي آهي ۽ حيدرآباد جي پرسان سنڌونديءَ جي ڪناري تي ڪمال عزت ۽ فرحت سان وقت گذاري رهيو آهي.

۳- هزهائينس مير عبدالحسين خان فرزند ارجمند مير عباس علي خان ۽ هزهائينس مير محمد حسن علي خان سي. آءِ. اي جي پهرئين نمبر ڀائٽي کي برطانوي سرڪار وٽان ۸ سؤ رپيه پينشن ملي رهي آهي ۽ حيدرآباد جي سنڌونديءَ جي ڪناري تي نهايت ئي عزت ۽ فرحت سان وقت گذاري رهيو آهي.

۴- خيرپور جي پهرئين حڪمران مرحوم مير رستم خان جي ڏهٽي مير رستم خان ٻئي کي برطانوي سرڪار وٽان ۱۲ سؤ رپيه پينشن ملندي آهي. نهايت ئي خوش آهي ۽ تعلقي روهڙيءَ جي ديهه "جنوجي" ۾ پنهنجن سڳن ڀائرن ۽ چاچي سميت رهائش پذير آهي.

۵- خيرپور جي حڪمران مرحوم مير نصير خان جي فرزند ارجمند هزهائينس مير علي مدد خان کي برطانوي سرڪار

ونئان ٩٥٠ رپيه پينشن ملي رهي آهي ۽ تعلقي روهڙيءَ جي ديهه "علي آباد" ۾ تمام سٺو وقت گذاري رهيو آهي.

٦- ميرپور خاص جي حڪمران مرحوم حاجي مير شيرمحمد خان جي وڏي فرزند ارجمند هزهائينس مير حاجي فتح خان کي برطانوي سرڪار وٽان ٻه هزار رپيه پينشن ملندي آهي ۽ ميرپور خاص ۾ تمام خوشيءَ سان وقت گذاري رهيو آهي.

اهي ڇهه ئي ميرصاحب، سنڌ جي حڪمرانن جو اولاد آهن. انهن کان سواءِ ٽالپر خاندان جا اڻڳڻيا هڪ سؤ کن ٻيا ميرصاحب ٻه آهن، جن مان گهڻن کي مناسب پينشن ملندڙ آهي ۽ ڪن کي جاگيرون ۽ زمينون عطا ڪيل آهن، جن جي تفصيل بيان ڪرڻ ۾ ڊيگهه ٿيندي، جا هن مختصر ڪتاب جي اصلي مقصد جي خلاف آهي. انهيءَ ڪري راقم‌الحروف طوالت کي ترڪ ڪري، اختصار کان ڪم ورتو آهي ۽ پڙهندڙن جي معلومات لاءِ ايترو ڪافي آهي.

# باب ٽيون

## انگريز سرڪار جي عملدارن جي حڪومت

### (١٢٥٩-٦٠ھ مطابق ١٨٤٣ع کان)

ٽالپرن جي حڪومت جي احوال ۾ لکيو ويو آهي ته مرحوم سر مير علي مراد خان والي خيرپور ڪانسواءِ، جنهن انگريز سرڪار جو پاسو ورتو هو، سنڌ جي ٻين سڀني ٽالپرن حڪمرانن کي شڪست ملي ۽ سر چارلس نيپئر صاحب بهادر کي مڪمل فتح حاصل ٿي. ان ڪانپوءِ هندوستان جي فرمان روا ۽ گورنر جنرل جناب لارڊ ايلنبرو صاحب بهادر جي حڪم مطابق سر چارلس نيپئر سنڌ جو گورنر نامزد ٿيو. ڪيس کي نائب ۽ مددگار (اسسٽنٽ) ٻه ڏنا ويا ۽ سياسي، فوجي ۽ مالي اختيارين سان به سرفراز ڪيو ويو. سر چالس نيپئر سنڌ تي قبضي ڪرڻ بعد اهو حصو، جو مرحوم مير سهراب خان پنهنجي فرزند سر مير علي مراد خان کي ڏنو هو، ڇڏي، باقي سڄي سنڌ جي مٿان حڪمراني ڪرڻ لڳو.

سنڌ جي گورنر جي گادي ڪراچيءَ ۾

انهيءَ زماني ۾ سنڌ جون حدون، جن تي ٽالپر حڪمران هئا، هيٺينءَ ريت هيون:

اوڀر ۾ سبزل ڪوٽ تائين. آتر ۾ خانگڙهه (جيڪب آباد) تائين ڏکڻ ۾ ننگر پارڪر ۽ ڪڇ جي رڻ تائين ۽ اولهه ۾ سمنڊ تائين. جيتوڻيڪ انگريزن جي حڪومت ۾ سرڪاري ڪاروبار دستوريءَ ريت ڏاڍي سهڻي نموني سان سرانجام

ٿيندو رهندو هو، پر ڪي اهم ۽ عجيب ڳالهيون به ٿينديون، جي مختصر طور تي هت لکيون وڃن ٿيون:

۱- ڪي اشتهار ڪڍيا ويا، جنن مان ڪن جو مطلب بيان ڪجي ٿو (مثال طور) سنڌ جو ملڪ، جو ٽالپر حڪمرانن جي قبضي ۽ حڪومت هيٺ هوندو هو، هاڻي انگريز سرڪار جي قبضي ۽ حڪومت هيٺ آهي. انهيءَ ڪري زرعي زمين وغيره جي ڍل انگريز سرڪار جي عملدارن کي ڏيڻ گهرجي. جيڪڏهن سنڌ جي رهاڪن مان ڪو به ماڻهو انگريز سرڪار جي خلاف ڪنهن به قسم جي ڪاروائي ڪندو، اهو جاني ۽ مالي نقصان جو مستحق ٿيندو. جاگيردار ۽ اهي ماڻهو، جن کي ڍل معاف ڪيل آهي ۽ هو ۱۷-فبروري ۱۸۴۳ع تائين انهن زمينن تي قابض هئا، حاضر ٿي، سلاميءَ جو پروانو حاصل ڪن ۽ پنهنجين ڍل معاف ڪيل زمينن تي قابض ٿين.

۱۷-فبروري ۱۸۴۳ع جي تاريخ، سنڌ جي فتح جي تاريخ هئي، ۽ سلاميءَ جا پروانا انگلينڊ جي ملڪهء معظمه ۽ هندوستان جي قيصره (ملڪه وڪٽوريه) جي يوم ولادت (سالگره) تي جاري ڪيا ويا ازانسواءِ مير شير محمد خان جي گرفتاريءَ جي باري ۾ به، جو پڇي ويل هو، چڱين رتن تي عمل ڪيو ويو.

۲- ڪراچي ضلع جي لاءِ ميجر هنري پريڊيءَ کي مڪمل اختياريون ۽ مناسب عملو ڏئي، ڪليڪٽر ۽ (ضلع) مئجسٽريٽ مقرر ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت حيدرآباد ضلع ۾ ڪيپٽن رٿبورن کي ۽ شڪارپور ضلع ۾ ڪيپٽن گولڊنيءَ کي (ڪليڪٽر ۽ مئجسٽريٽ) مقرر ڪيو ويو، ۽ اهي صاحب سپرد ڪيل ذمہداريون خوش اسلوبيءَ سان بجا آڻڻ لڳا.

۳- ڪم ڪار ۾ سهولت لاءِ سڄي سنڌ جي اندر ڪليڪٽرن جي هيٺان ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ڪيا ويا.

٤- ڊپٽي ڪليڪٽرن جي هيٺان ديسي ماڻهن کي ڪاردار ۽ سزا دل ڪار مقرر ڪيو ويو، ۽ سيئي پنهنجي فرائض جي بجاآوريءَ ۾ مصروف ٿي ويا.

٥- پوليس ملازمن جو بندوبست ڪيو ويو، جن ۾ سوار بہ هئا ۽ پيادا بہ، جي پهرو بہ ڏيندا هئا ۽ چور بہ پڪڙيندا هئا. پوليس جي کاتي جون اختياريون ڪيپٽن مارسٽن صاحب کي ڏنيون ويون ۽ سنڌس هٿ هيٺ هر ضلع ۾ ”ضلع عملدار“ ڊسٽرڪٽ سپرنٽينڊنٽ پوليس، الڳ مقرر ڪيا ويا، جن کي ”ڪيپٽن“ سڏيو ويندو هو، ۽ سندن بالا عملدار (ڪيپٽن مارسٽن) کي ”ڪمانڊنگ پوليس“.

٦- سال ١٢٦٤ هہ مطابق سال ١٨٤٨ع ۾ افغانستان جي والي امير دوست محمد خان جي فرزند ۽ افغانستان جي وزيراعظم سردار محمد اڪبرخان جي انتقال پُرملال جي خبر مشهور ٿي.

٧- جڏهن حڪومت جو زياده تر ڪاروبار جهڙوڪ مالي، انتظامي ۽ سياسي سهٽي نموني سان سرانجام ٿيڻ لڳو ۽ شورشن، فتنن ۽ فساد ختم ٿيو، تڏهن يعني ١٢٦٣ هہ مطابق ١٨٤٧ع جي آخر ۾ سرچارلس نيپئر سنڌ جو گورنر ولايت (انگلينڊ) روانو ٿي ويو ۽ اتي وڃي پنهنجين خدمتن کان سبڪدوش ٿيو (رٽائر ڪيائين).

## پهريون ڪمشنر مسٽر پرنگل صاحب بهادر

سال ١٢٦٣ هہ جي آخر ۾ ۽ سال ١٨٤٧ع جي شروع ۾ مسٽر پرنگل، جو بمبئي (صوبي) جي چيف سيڪريٽريءَ جي عهدي تي فائز هو، ڪراچيءَ آيو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جي گورنريءَ جي عهدي ۾ تخفيف ڪري، ڪيس ڪمشنريءَ ۾ تبديل ڪيو ويو، ۽ سنڌ جو ڪمشنر، بمبئي جي گورنر جي ماتحت رهي، ڪم ڪرڻ لڳو. انهيءَ وقت بمبئي جو گورنر سرجارج ڪلارڪ هو. اگرچہ هن ڪمشنر (مسٽر پرنگل

جي ڏينهن ۾ حڪومت جو ڪاروبار تمام سهڻي نموني سان هلي رهيو هو، مگر هڪ وڏي ڳالهه جا انهيءَ وقت ٿي سا اها هئي، جو خيرپور جي والي سر مير علي مراد خان، سنڌ جا ڪي ٽڪرا، جي دراصل انگريز سرڪار جا هئا، پنهنجي قبضي ۾ رکيا هئا، جنهنڪري سرڪاري صلاحڪارن جي اڳيان انهيءَ حقيقت جي جاچ لاءِ رٿ پيش ڪئي وئي. جاچ جو نتيجو اهو نڪتو، جو انهن ٽڪرن تي انگريز سرڪار جو حق ثابت ٿيو، جنهن جي رپورٽ مٿي (انگريز سرڪار ڪي) ڪئي وئي. انهيءَ ڳالهه جو تفصيلوار احوال "خيرپورنامي" ۾ درج ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري دوباره ان جي لکڻ جي ضرورت نہ آهي. جيڪڏهن هن ڪتاب جي پڙهندڙن کي انهيءَ ڳالهه معلوم ڪرڻ جي خواهش هجي، تہ "خيرپورنامو" صفحي ٣٦ کان ٤١ تائين ڏسن.

٢- سال ١٢٦٦ هہ مطابق سال ١٨٤٩ع ۾ هندوستان جو فرمانروا ۽ گورنر جنرل لارڊ ڊلهوزي صاحب بهادر سنڌ مان درياءَ جي رستي لانگهائو ٿيو.

٣- مٿي ڄاڻايل سالن ۾ پهرين ۽ ٻي پلٽڻ "بلوچي" ۽ "سنڌي" قائم ڪرڻ جي رٿ تي عمل ڪيو ويو. اهي پلٽڻون اڃا تائين ساڳيءَ ريت قائم آهن ۽ گهڻو ڪري سنڌ جي اندر ئي رهن ٿيون.

٤- سال ١٢٦٦ هہ مطابق سال ١٨٤٩ع ۾ ملتان جو قلعو ۽ پنجاب جو صوبو انگريز سرڪار جي قبضي ۾ آيو.

ڪيترن ئي معاملن جي سرانجامي بعد سال ١٢٦٧ هہ مطابق سال ١٨٥٠ع ۾ هي ڪمشنر بہ ولايت (انگلينڊ) ويو ۽ اتي وڃي گهر ويهي رهيو (رٽائر ڪيائين).

ٻيو ڪمشنر سر بارٽل فريئر صاحب بهادر

---

١٢٦٨ هجري مطابق ١٥٨١ عيسويءَ جي شروع ۾ بمبئيءَ کان ڪراچيءَ آيو ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جي چارج

ورتائين. پهر يائين مسٽر ايليس صاحب ۽ مسٽر بيلاسس صاحب سندس اسسٽنٽ هئاه هن ڪمشنر جي زماني ۾ اگرچه گهڻا ڪم سرانجام ٿيا، پر بطور "مشتي نمونه از خرواري" هت ڪن اهم ڪمن جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو، جي ظاهر آهن ۽ انهن جو اثر اجا تائين قائم آهي:

۱- ۱۲٦٩ هه مطابق ۱۸۵۲ع ۾ هندوستان جي فرمانروا ۽ گورنر جنرل جناب مارڪوئيس آف ڊلهوزي صاحب بهادر جي حڪمنامي جي تعميل ڪئي وئي، جو سنڌ جي انهن ديهن جي واپسيءَ جي باري ۾ هو، جي سر مير علي مراد خان جي قبضي ۾ هيون، ۽ جن جي باري ۾ مٿي (انگريز سرڪار ڪي) رپورٽ ڪيل هئي. گورنر جنرل صاحب بهادر پنهنجي فوج ظفر موج سميت روهڙيءَ جي ويجهو اچي منزل انداز ٿيو ۽ انهن ديهن جي واپسيءَ لاءِ مناسب انتظام ڪيائين. ۽ اهي ٽڪرا واپس ورتي، شڪارپور ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ شامل ڪري ڇڏيائين، جن تي انگريز سرڪار جي عملدارن جو عمل دخل رهيو. جو اجا تائين ساڳيءَ ريت قائم آهي. اهي ديهون هيءَ آهن (۱) ڏهرڪي (۲) مهرڪي (۳) ماٿيلو (٤) بلدڪو (۵) موغلجا (٦) ساهتي (۷) لڏوگاگن (۸) چڪهزارچو ۽ (۹) روپا وغيره.

۲- مٿي ڄاڻايل سالن ۾ سنڌ جي رهاڪن جي سهولت خاطر سنڌي اڪر عربي رسم‌الخط ۾ لکڻ جو فرمان جاري ٿيو ۽ سنڌ ۾ مڪتب ۽ مدرسا (اسڪول) قائم ڪري، سنڌي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيڻ جو رواج وڌو ويو. سرڪاري دفتر، جن ۾ فارسي زبان رائج هئي، انهن ۾ فارسيءَ جو رواج بند ڪري، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي رسم‌الخط رائج ڪيو ويو. سنڌ جا رهاڪو انهيءَ سهولت جي ڪري، جا ڪين لکپڙهه ۾ ميسر ڪري ڏني وئي، ڏاڍو خوش ٿيا. هن ڪم ۾ مسٽر ايليس جي صلاح کي وڏو دخل هو.

۳- مٿين سالن ۾ سنڌ جي هر ضلع جي اندر تپيدار، ڪاردار، مختيارڪار ۽ انهن جي مٿان دفتردار مقرر ڪيا ويا.

انهن سرڪاري ملازمن سرڪار جي حصي (ڍل) وصول ڪرڻ سان گڏوگڏ زميندار ۽ آبادگارن سان بہ اهڙو سهڻو ۽ سهولت ڀريو سلوڪ ڪيو، جو رعيت نهايت ئي خوش ٿي.

۴- ٺهين سالن ۾ نواب بهاول خان والي رياست بهاولپور جي وفات جي خبر آئي ۽ انگريز سرڪار، مرحوم نواب صاحب جي فرزند جي وڏي ٿيڻ تائين رياست جو انتظام پنهنجي هٿ ۾ رکيو.

۵- انهن سالن ۾ ديواني مقدمن نبيرڻ ۽ قرضخواهن ۽ قرضدارن سان انصاف ڪرڻ لاءِ حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾، جي سنڌ جا سڀ کان وڏا شهر هئا، منصف مقرر ڪيا ويا، جن تمام سهڻي نموني ۾ انصاف ٿي ڪيو. انهن شهرن جا بالا عملدار مئجسٽريٽ صاحب هوندا هئا. انهن منصفن کي هن زماني ۾ سبارڊينيٽ جج سڏيندا آهن، جي اڪثر شهرن ۾ مناسب موقعن تي انصاف جي طالبن سان انصاف ڪندا آهن.

۶- انهن ئي سالن ۾ سنڌ جي وڏن شهرن ۾ "قاعده نمبر ٢٦، سال ١٨٥٢ع" جاري ڪيو ويو، جنهن جو مطلب هو انهن شهرن ۾ صفائي ۽ روشني. انهيءَ اداري کي، جنهن جي هٿ ۾ صفائي ۽ روشنيءَ جو بندوبست آهي، "ميونسپالٽي" سڏيو وڃي ٿو، ۽ اهو ادارو هاڻي ڪيترن ئي قسمن جي قاعدن تي مشتمل آهي.

۷- انهن ئي سالن ۾ هارين، ڪاتيدارن ۽ زميندارن جي آباديءَ ۾ واڌاري لاءِ وڏي ناري (اوڀارين واه) جي ڪاٽي، صفائي ۽ ويڪرائي جو بندوبست ڪيو ويو، جو اڃا تائين قائم آهي.

۸- سال ١٢٧٠هہ مطابق سال ١٨٥٣ع ۾ حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جي مير صاحبن منجهان اڪثر مير صاحب آزاد ٿي، سنڌ ۾ پنهنجين جڳهن تي واپس آيا، جي ڪلڪتي، هزاري باغ، پوني ۽ لاهور وغيره شهرن ۾ انگريز سرڪار جي نظربنديءَ

هيٺ هئا. اهي سڀئي مير صاحب پنهنجي حيثيت ۽ درجي آهر انگريز سرڪار کان وظيفا، زمينون ۽ عطيا حاصل ڪري، گذارو ڪري رهيا آهن.

٩- سال ١٢٧١هه مطابق سال ١٨٥٤ع ۾ جاگيرن جا معاملا مڪمل ٿيا. اگرچه ان کان اڳ ۾ به سنڌ جي جاگيردارن جي جاگيرن جا معاملا، مرحوم ڪيپٽن اسٽاڪ صاحب بهادر اسسٽنٽ ڪمشنر (براءِ جاگيرات) نبيريا هئا. مگر صاحب موصوف جي وفات کانپوءِ ڪيپٽن (هاڻي "سر") فريڊرڪ گولڊ اسمڊ صاحب بهادر نائب اول (سينئر اسسٽنٽ) ۽ ڪيپٽن (هاڻي "سر") ليوئس بيلي صاحب بهادر، نائب دوم (جونيئر اسسٽنٽ) ڪـي انهيءَ ڪم لاءِ انگريزيدان ۽ فارسي دان عملو ۽ دفتر ڏنـي، مقرر ڪيو ويو. انهيءَ عملي ۾ راقم الحروف به شامل هو. مان اگرچه ان کان ڪي مهينا اڳ ۾ شڪارپور جي ڊپٽي مئجسٽريٽ صاحب جي آفيس ۾ منشي تي ڪم ڪيو هوم، مگر مون کي پڪي نوڪري مٿين سالن ۾ پندرهن ورهين جي عمر ۾ ملي، جيئن هيٺين نوٽ جي ترجمي مان ظاهر ٿـو ٿئي، جو اصل ۾ انگريزيءَ ۾ آهي:

منشي خداداد خان چڳي چال جو سرٽيفڪيٽ ٿو گهري. ماڻهو هشيار ٿـو ڏسجي ۽ سمجهجي ٿو ته آفيس جي ڪم لاءِ ڪارائتو ٿيندو، بشرطيڪ مٿس نظر رکي وڃي.

صحيح
ميجر گولڊ اسمڊ صاحب بهادر
اسٽنٽ ڪمشنر جاگيرات سنڌ

سال ١٢٧٣هه مطابق سال ١٨٥٦ع جي شروع ۾ سر بارٽل فريئر صاحب بهادر آب هوا جي تبديليءَ خاطر ارڙهن مهينن جي موڪل تي ولايت (انگلنڊ) هليو ويو.

## ٽيون ڪمشنر: جنرل جيڪب صاحب بهادر

گهڻي عرصي کان سرحد سنڌ (جيڪب آباد) ۾ سياسي معاملن ۽ سرحدي رسالي (فوجي دستي) جي سربراه جي حيثيت ۾ معزز عملدار رهيو. مٿي ڄاڻايل سال (١٨٥٦ع) ۾ جيڪب آباد کان اچي، سنڌ جي ايڪٽنگ ڪمشنر جي عهدي کي رونق بخشيائين. انهن ڏينهن ۾ پهريائين آنريبل گبس ۽ شالسٽوڊرٽ صاحب سنڌس اسسٽنٽ هئا. سرڪاري ڪم ڪاريون تمام سهڻي نموني ۽ وڏي جرات سان سرانجام ڪندو هو. ڇوته فوجي ماڻهو هو. هن جو بهترين ڪارنامو اهو هو، جو اناج جي قيمت دڪاندار جي مرضيءَ تي ڇڏيائين ۽ مزدورن ۽ ڪاريگرن جي اجرت مزدورن ۽ ڪاريگرن جي خواهش تي ڇڏيائين. ان جو مطلب اهو هو ته دڪاندار ۽ ڪم ڪندڙ پنهنجي مرضيءَ سان اگهه ۽ اجرتون وٺن. انهيءَ صورت ۾ ڪنهن جي مٿان به ڪو زور زبردستي نه رهي. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو آزاديءَ جي انهيءَ تجويز جي ڪري گهڻا ماڻهو خوش ٿيا ۽ پنهنجا ڪم پنهنجي مرضيءَ موجب ڪرڻ لڳا.

٢- انهيءَ سال (١٨٥٦ع ۾) سر مير علي مراد خان والي خيرپور انصاف حاصل ڪرڻ لاءِ انگلنڊ ويو پر پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب نه ٿيو.

٣- پنجاب کان هڪ سروي آفيسر ڪيپٽن ميگڊالن پنهنجي عملي سميت سنڌ ۾ آيو، جنهن سنڌ جي اڪثر حصن، شهرن ۽ ڳوٺن جي سروي ڪئي ۽ حدون مقرر ڪري، برج ۽ منارا ٺهرائي ڇڏيائين، جن مان گهڻن جا نشان اڃا تائين ظاهر آهن.

٤- سال ١٢٧٤هه جي آخر مطابق ١٨٥٧ع جي شروع ۾ ايران جي ”بوشهر“ ۽ ان جي اوسي پاسي برپا ٿيل فساد کي منهن ڏيڻ لاءِ، پنهنجي اسسٽنٽ سر ليوئس بيلي سميت روانو ٿيو، ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جي ذميداري مسٽر ايليس جي

سپرد ڪري ڏنو، جو دکن ۾ ڪمشنر هو (اهو عارضي انتظام هو). ان کانپوءِ سر بارٽل فريئر موڪل ڪري موٽي آيو ۽ وري ڪمشنريءَ جي عهدي تي فائز ٿيو.

٥- سال ١٢٧٤هه مطابق سال ١٨٥٧ع ۾ هندوستان جي ڪيترن ئي شهرن ۾ وڏو فساد ۽ عام غدر برپا ٿيو، ۽ ان جو اثر سنڌ جي وڏن شهرن جهڙوڪ ڪراچي، حيدرآباد، شڪارپور ۽ جيڪب آباد تي پيو. جنهنڪري جدا جدا پلٽڻن جا آفيسر ۽ سپاهي به انهيءَ شورش ۽ فساد ۾ شريڪ ٿيا ۽ نافرمان ٿي پيا. مگر (سنڌ ۾) آنريبل سوگبس صاحب بهادر جڊيشل اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ، ۽ انهيءَ وقت جي ٻين بالا عملدارن جي دانائي، لياقت ۽ صلاحيت جي ڪري، اها سخت ۽ اهم ترين مهم هن طريقي سان ختم ٿي، جو فسادي گرفتار ٿيا ۽ پنهنجن بڇڙن اعمالن سبب سزا ياب ٿي ويا. انهن مان ڪن کي توبن سان اڏايو ويو ۽ ڪن کي ڦاسيءَ جي تختن تي لٽڪايو ويو. اهڙيءَ سختيءَ جي وقت ۾ جن ماڻهن (انگريز سرڪار جي) مدد ۽ خيرخواهي ڪئي، انهن کي انعام اڪرام ڏنا ويا. بيشڪ، هرڪه خدمت کرد، او مخدوم شد (جنهن خدمت ڪئي، اهو مخدوم ٿيو).

راقم الحروف کي ياد ٿو اچي ته انهيءَ سختيءَ جي وقت ۾ سنڌ جي جتوئين جي سردار امام بخش خان ۽ خان بهادر الف خان ترين (پٺاڻ) جي مٿان انگريز سرڪار سان بدخواهي ڪرڻ ۽ سندس مدد کان انڪار ڪرڻ جا الزام رکيا ويا. سچ چيو اٿن ته هرڪه خود را ديد، او محروم شد (جنهن پاڻ کي ڪجهه ڄاتو، اهو بي نصيب ٿيو). سردار جتوئي کي سزا طور سال ۾ هزارها رپين جي آمدنيءَ جي جاگير وڃائڻي پئي ۽ الف خان کي ساليانو هڪ هزار رپين جي وظيفي کان محروم ڪيو ويو، ۽ اهڙيءَ ريت ٻئي ڄڻا سرڪار جي نظرن کان ڪري پيا. هن وقت سردار امام بخش خان جو پٽ فتح خان جتوئي ۽ الف خان جو پٽ

پير بخش خان ترين شڪارپور تعلقي جا زميندار آهن، جي پنهنجي زمينداريءَ جي آمدنيءَ تي گذارو ڪن ۽ پنهنجن وڏن جا يادگار آهن.

انگريز سرڪار مسٽر بارٽل فريئر کي ”سر“ جي خطاب سان نوازيو، جو پنهنجي حڪمرانيءَ جون ذمہ داريون نهايت ئي هوشياريءَ سان ۽ عوامي ڀلائي جي خيال کان سرانجام ڪري رهيو هو.

٦- انهي ئي سال يعني ١٢٧٤هه مطابق ١٨٥٧ع ۾ ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين ”آگ گاڏي“ (ريل) جي منظوري ملي، جنهن جو سنگ بنياد سر بارٽل فريئر رکيو. سنڌس ڪمشنريءَ جي ڏينهن ۾ ريل گاڏي (ڪراچيءَ کان) ملير تائين هلندي هئي. پبلڪ هن عوامي سهولت جي ڪري بيحد خوش ٿي.

٧- انهيءَ سال سنڌ ۾ مسقط جي امام سيد سيوني (؟) صاحب جي وفات جي خبر آئي.

٨- سال ١٢٧٦هه مطابق ١٨٥٨ع جي آخر ۽ ١٨٥٩ع جي شروع ۾، ميجر (پوءِ ”سر“) فريڊرڪ گولڊ اسمڊ کي عمرڪوٽ جي رستي جيسلمير ڏانهن ۽ اتان پوڪران ۽ مارواڙ جيئن پين حصن ڏانهن خبرچار لهڻ واسطي ۽ ڪن ٻين مصلحتن سانگي موڪليو ويو. جيئن چيو ويو آهي ته ”رموز مملڪت خويش خسروان دانند“ (بادشاه پنهنجي بادشاهيءَ جا راز پاڻ ڄاڻندا آهن). ڪيس جيسلمير جي والي مهاراول رنجيت سنگهه ۽ پوڪران جي ٺاڪر ٻبوت سنگهه سان ملڻ جو حڪم ڏنو ويو. انهيءَ سفر ۾ ڪيپٽن ڊڪنسن کي فوجي دستي ”سنڌ هارس“ سميت سندس ماتحت مقرر ڪيو ويو. راقم الحروف کي به سندس خدمت ۾ رهڻ جو حڪم ڏنو ويو. مارواڙ ۾ انڪل ٽي مهينا گذاري، روهڙي (سنڌ) ۾ واپس آياسين. هن سفر جو احوال ڪتاب ”وقائع سير جيسلمير“ (مطبوعہ ١٢٨٣هه مطابق ١٨٦٧ع) ۾ درج

ڪيو ويو آهي، جو راقم‌الحروف جو تصنيف ڪيل آهي. پڙهندڙ اهو ڪتاب ملاحظو ڪن.

هن خطرناڪ سفر سبب راقم‌الحروف کي آفرين نامو، ترار، ٻه ٿانَ پيچي زري يعني پڳ ۽ بنارسي شال عطا ڪري، مسرت بخشي وئي. بيشڪ، اهي سهڻيون عادتون انهن سخي سردارن جون هونديون آهن، جي ڪنهن جي خدمتگاريءَ جوحق ضايع نہ ڪندا آهن. جيڪا تحرير (آفرين نامو) هن خاص خدمت جي عيوض راقم‌الحروف کي عطا ڪئي وئي آهي، اها ڪنهن مناسب موقعي تي پيش ڪئي ويندي.

اگرچہ سر بارٽل فريئر جو ذڪر انتظامي ڪمن جي سرانجامي جي باري ۾ تفصيلوار ۽ تعريفي انداز ۾ ڪيو ويو آهي، تاهم (هيءَ ڳالهہ بہ قابل ذڪر آهي تہ) ١٢٧٦هہ مطابق ١٨٥٩ع ۾ جڏهن کيس سپريم ڪائونسل ڪلڪتي جي ممبريءَ جو اعزاز عطا ڪيو ويو، تہ ڪلڪتي رواني ٿيڻ وقت سنڌ جي ڪن معزز ماڻهن کي، جن جو تعداد ڏيڍ سوَ کن هو، موڪلائيءَ جا خط لکيائين، جن جو نقل هيٺ ڏجي ٿو. اهي ماڻهو سندس حسن ڪارڪردگي، نيڪ نيتي، بُرد باري ۽ خوش خُلقيءَ سبب، سندس ٿورائتا هئا. ماڻهن ۾ انهيءَ چڱي اثر جي ڪري ڪائنن چندو وٺي گڏ ڪيائين ۽ ڪراچيءَ ۾ ”فريئر هال“ جي نالي سان هڪ عاليشان عمارت تعمير ڪرائي، پنهنجو يادگار ڇڏيائين، جا اڃا موجود آهي. انهيءَ چندي ۾ راقم‌الحروف جي ٿورڙي رقم بہ شامل هئي.

## موڪلائيءَ جي خط جو نقل

جيئن تہ حضور ملڪہ معظمہ صاحبہ بهادره دام اقبالها و اجلالها(١) جي سرڪار بلند اقتدار مون کي سپريم ڪائونسل ڪلڪتي جو ممبر مقرر فرمايو آهي، تنهنڪري پنهنجي راءِ جي اظهار ڪانسواءِ

(١) عظمت ۽ حشمت واري راڻي، سندس بخت ۽ مرتبو هميشه قائم رهي.

جا، تان سنڌ جي باشندن جي باري ۾ رکان ٿو (هيترو ضرور چوندس ته) مان سنڌ کي ڇڏڻ نٿو چاهيان. نون سالن جو عرصو سنڌ ۾ گذاريم اٿم ۽ هميشه سنڌ جي ڀلائيءَ جي خواهش پئي رکي اٿم. انهيءَ ڪري چاهيان ٿو ته وڃڻ کان اڳ ۾ دل جي خوشي ۽ مسرت سان، اوهان سان ملي، اوهان جي نمڪ حلالي ۽ چڱي هلت چلت جو اظهار ڪريان. پر جيئن ته سرڪار جي حڪم موجب مون کي جلدي روانو ٿيڻو ٿو پوي، تنهنڪري هيءَ چند سٽون بطور "وداع نامي" (سوڪلاڻيءَ جو خط) جي لکيون وڃن ٿيون، ته سنڌ رهن ۽ (انهي جي ذريعي) سنڌ کي ۽ سنڌ جي سردارن کي "خدا حافظ" چئجي. مان جتي به هوندس، انشاء الله سنڌ جي ڀلائي لاءِ ڪوشش ڪندو رهندس. اوهان جي چڱي هلت چلت سبب، جيئن منهنجي اياسڪاريءَ ۾ هئي، انگريز سرڪار کي اطمينان رهيو آهي. اميد آهي ته مان اوهان جي باري ۾ هميشه ائين ٻڌندو رهندس، ته اوهان مون کانپوءِ منهنجي جانشين سان به آونئين ئي (وفاداريءَ سان) پيش ايندا رهيا آهيو.

تاريخ ۱۷- آڪٽوبر ۱۸۵۹ع (مطابق ۱۲۷۶هه).

صحيح

سر بارٽل فريئر. صاحب. بهادر

ڪمشنر سنڌ.

پڙهندڙن خيال ڪندا هوندا ته متي چاڏايل سوڪلاڻيءَ جو خط جيئن ته سنڌ جي معزز ماڻهن ڏانهن لکيل آهي، انهيءَ ڪري ئي ان مان سر بارٽل فريئر جي خوش خلقيءَ جو اظهار ٿو ٿئي. پڙهندڙن کي جيڪڏهن ناگوار نه لڳي، ته سر بارٽل فريئر کي غريبن، پوڙهن ۽ مفلس ماڻهن سان جيڪا همدردي هوندي هئي، بي زبان ۽ عاجز قلم انهيءَ باري ۾ به ڪجهه لکڻ جي جرات ڪري، ته جيئن پڙهندڙن کي حقيقت جو پتو پوي.

۱- ڪراچيءَ جي مهاڻن جي محلي ۾ هڪ پوڙهو رهندو هو، جنهن جو نالو ”ٻڍو“ هو. تمام مسڪين ۽ عيالدار هو. ۽ سندس گهر جو خرچ به وڏو هو. سر بارٽل فريئر ان کي ”بابا ٻڍو“ سڏيندو هو ۽ هن جي مسڪيني حال تي مهربانيءَ جي نظر ڪري هن جي ٻن ٻيڙين جو محصول معاف ڪري ڇڏيو هئائين. اٺين ڏهين ڏينهن يا ڪڏهن مهيني مهيني وٽس ويندو هو، هن کان حال احوال وٺندو هو ۽ هن جي پٽ کي ڪجهه پئسا ڏئي ايندو هو.جنهن کي پنهنجو پاڻ سڏيو هئائين ۽ سندس زال کي ماءُ سڏيو هئائين.

۲- سليمان نالي هڪ درزي هو، جنهن جو دڪان ڪلاتين جي مسجد جي پرسان سيٺ نائون مل جي محلي جي ويجهڙائي ۾ هوندو هو. اهو درزي تمام وڏي عمر جو ۽ نهايت ئي مسڪين ۽ نادار هو. سر بارٽل فريئر کي هن جي مسڪينيءَ جي خبر پئي ته هميشه هن جي دڪان تي ويهڻ لڳو ۽ هر دفعي روڪ رقم ڏئي، هن جي مدد ڪندو رهيو.

ٽيون شخص هڪ پوڙهو برهمڻ فقير هو، جو ڪنهن ڪم جي سانگي سندس خدمت ۾ اچي عرضگذار ٿيندو هو، پر جيئن ته هن جو ڪم قانون جي دائري کان ٻاهر هو، انهيءَ ڪري (پورو نه ٿيو، ۽ هو) هميشه صاحب بهادر جي پٺيان ڦرندو رهندو هو. صاحب بهادر کيس ”چوبدار بابا“ سڏيندو هو ۽ کانئس پُسڪڙا وغيره وٺي کائيندو هو. سر بارٽل ڪراچيءَ کان وڃڻ وقت انهن ٽنهي ڄڻن جون تصويرون پاڻ سان کڻي ويو. بيشڪ، اٺين ئي ڏينهن ڪپندو هو، جو چيو ويو آهي ته: ڪم حق شرم داد ز موي سفيد (الله تعاليٰ اڇن وارن کان شرم ڪندو آهي).

۴- جنرل جان جيڪب صاحب بهادر، سرحد سنڌ جو پوليٽيڪل سپرنٽنڊنٽ ۽ سنڌ جي فوجي رسالي جو ناظم ۱۸۵۹ع ۾ هن جهان پُر ملال مان انتقال ڪري ويو.

## چوٿون ڪمشنر: مسٽر انوارريٽي صاحب بهادر

مسٽر انوارريٽي ۱۲۷٦هہ مطابق ۱۸۵۹ع جي آخر ۾ ڪراچيءَ پهتو ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جي ڪرسيءَ تي جلوه افروز ٿيو. پهرياڻين پنهنجن اسسٽنٽن ۱- مسٽر شااسٽوئرٽ ۽ ۲- آنريبل مسٽر گبس جي صلاح سان سرڪاري ڪاروبار جي سرانجامي ڪندو هو ۽ پوءِ ميجر فريڊرڪ گولڊاسمڊ جي صلاح سان. مگر اهڙا ڪم، جن جو اثر اجا تائين ظاهر آهي يا اهڙيون عجيب ڳالهيون، جي سندس حڪمرانيءَ جي زماني ۾ ٿيون، مختصر طور تي هت لکيون وڃن ٿيون:

۱- ۱۲۷۷هہ مطابق ۱۸٦۰ع ۾ آگ گاڏي يعني ريل "ڏاٻيڇي" جي اسٽيشن تائين هلڻ لڳي، ۱۲۷۸هہ مطابق ۱۸٦۱ع جي شروع ۾ بمبئي جو گورنر سر جارج ڪلارڪ صاحب بهادر ڪراچيءَ پهتو ۽ انوارريٽيءَ سان گڏجي ريل تي چڙهي ڏاٻيڇيءَ پهتو ۽ اتان مهاري اٺن تي (۱)، جي مرحوم خان بهادر مراد خان مهيا ڪيا هئا، سوار ٿي، گهاري ۾ منزل انداز ٿيا، ۽ اتان گهوڙا گاڏين تي چڙهي مڪليءَ جي ڏڪريءَ تي آيا، ۽ مڪليءَ کان مهاري اٺن تي سوار ٿي، درياءَ تائين آيا، جتي جهاز لنگرانداز هو. جهاز تي چڙهي، سيوهڻ پهتا ۽ منڇر ڍنڍ تي سير شڪار ڪيائون. پوءِ حيدرآباد آيا، ۽ قلعي واري بنگلي ۾ دربار منعقد ڪري، جاگيردارن کي پشت به پشت جاگيرن جون سندون عطا ڪيائون.

---

(۱) "مهاري" جي نسبت "مهره بن حيدان" ڏانهن آهي، جو يمن جو قبائلي هو ۽ اٺن جي خوب خدمت ۽ پرورش ڪندو هو. سنڌ ۾ عرب حڪومت جي زماني ۾ مهره بن حيدان جا اٺ آيا هئا، جي، "مهارت اٺ" جي نالي سان مشهور ٿيا. هن زماني ۾ به "مهري اٺ" مشهور آهن، جي سواريءَ جي ڪم ايندا آهن ۽ نهايت تيز رفتار هوندا آهن. (ن. ب).

انهيءَ سڄي سفر ۾ راقم الحروف به (هيو پيرو) صاحب بهادر جن سان گڏ هو. راقم الحروف کي هڪ عجيب لطيفو ياد ٿو اچي. جيڪڏهن پڙهندڙ ناگوار نه سمجهن، ته ان کي هت لکڻ جي جرائت ڪريان:

سر جارج ڪلارڪ صاحب بهادر ڪيترائي سال افغانستان ۾ رهيو هو، جنهنڪري فارسي زبان ۾ چڱو درڪ رکندو هو. حسن اتفاق اهڙو ٿيو، جو سيوهڻ جي سردارن مان هڪ سردار ڏانهن سر جارج ڪلارڪ جي طرفان فارسيءَ ۾ هڪ خط راقم الحروف کان لکايو ويو، جو انهيءَ موقعي تي خدمت ۾ حاضر هو. صاحب موصوف خط جي عبارت ۽ لکڻ جو انداز ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مون کان فارسيءَ ۾ پڇيائين ته ”اي بچه! از سرکار بتوچه مي رسد؟“ (پٽ! توکي سرکار وٽان ڇا ملندو آهي؟). انهن ڏينهن ۾ راقم الحروف جي پگهار ٢٥ رپيا هئي، جن مان انڪم ٽيڪس جي عيوض اٺ آنا ڪاٽيا ويندا هئا. انهيءَ ڪري راقم الحروف جواب ۾ عرض ڪيو ته ”سائين! ٢٤ رپيا اٺ آنا.“ انهيءَ جواب تي ڌيان ڏئي کليو ۽ ميجر گولڊاسمڊ کي، جو انهيءَ جهاز ۾ هو، گهرائي پڇيائين. ميجر صاحب تفصيل سان سڄي حقيقت عرض ڪئي، ۽ پوءِ راقم الحروف کي ڪجهه ڪاوڙ مان چيائين ته ”گورنر صاحب بهادر جي حضور ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ مناسب نه هو.“ راقم الحروف عرض ڪيو ته ”مون ڪو به ڪوڙ ڪونه ڳالهايو آهي. مون کي سرڪار وٽان جيڪي ملي ٿو، سو عرض ڪيو اٿم.“ قصو ڪوتاه، انهيءَ وقت پنجن رپين جي ترقي ڏئي، پگهار ٽيهه رپيا ڪئي وئي. بيشڪ، ڪڏهن تجاهل (اڻ ڄاڻ بنجڻ) به ترقي ۽ خوشيءَ جو سبب ٿيندو آهي، جيئن بيان ڪيو ويو.

٢- ١٢٧٨ هه مطابق ١٨٦١ع ۾ ميجر هنري گرين صاحب بهادر پوليٽيڪل سپرنٽينڊنٽ اپر سنڌ فرنٽيئر ۽ سنڌ س پياهه وليم گرين صاحب بهادر خاص ڊيوٽيءَ تي ڪراچي بندر

کان گوادر بندر (جو مسقط جي ماتحت هو) روانا ٿيا. راقم الحروف کي بہ (ٽيون پيرو) سندن ماتحتيءَ ۾ مقرر ڪري موڪليو ويو. پٺي صاحب موصوف گوادر جي والي خدابخش ڪورائي بلوچ سان چند سياسي معاملا طي ڪري، ۽ ساموندي سفر، جو تمام سخت هو، پورو ڪري ڪراچيءَ واپس آيا. هن موقعي تي راقم الحروف کي هڪ عجيب لطيفو ياد ٿو اچي ۽ چاهي ٿو تہ ان کي هت لکيو وڃي:

ساموندي بندرگاهن جي باشندن کي معلوم هوندو تہ اپريل، مئي ۽ جون جي مهيني ۾ اتان جا ماڻهو سمنڊ کي "آخر" سڏيندا آهن. جيئن تہ مٿين صاحبن جو وڃڻ "جون" ۾ ٿيو هو، جو خاص طور تي "آخري" مهينو آهي، ۽ انهيءَ وقت سمنڊ ۾ سخت شور ۽ چوليون هيون. انهيءَ ڪري گوادر جا ماڻهو مون کان پڇڻ لڳا تہ "هن آخر ۾ تنهنجو اچڻ ڪيئن ٿيو آهي؟". راقم الحروف مسخريءَ ۾ هنن کي جواب ڏنو تہ "مون کي اجل آخر ۾ آندو آهي."

هنن چند سٽن لکڻ جو مطلب هيءَ آهي تہ پڙهندڙن کي خبر پوي تہ، انهن مهينن ۾ سمنڊ جي اندر سخت شور هوندو آهي، جنهنڪري ساموندي سفر ۾ بي پرواه ٿيڻ ٺيڪ نہ آهي.

٣- مئي ڇاٽايل سال (١٢٧٨ هہ مطابق ١٨٦١ع) ۾ ميجر (پوءِ "ميجر جنرل سر") فريڊرڪ گولڊ اسمڊ صاحب بهادر کي مڪران جي ڪناري تي، ڪراچيءَ کان استنبول تائين تار (ٽيليگراف) لڳائڻ جو بندوبست ڪرڻ لاءِ خاص طور تي مقرر ڪيو ويو. ڪيپٽن ڪيمال صاحب بهادر "رسالي هارس سنڌ" جو ڪمانيئر ۽ ڊاڪٽر لالر صاحب بهادر سندس ماتحت مقرر ڪيا ويا. راقم الحروف بہ (چوٿون پيرو) سندن خدمت ۾ ساڻن گڏجي روانو ٿيو.

ڪراچيءَ کان روانا ٿـي، ”سـون مياڻي“ (لـس ٻيلي) پهتاسين ۽ اُتان جي حاڪم جام مير خان صاحب وٽ آرام ڪري، پسني (مڪران) وياسين ۽ اتي ڪلمتين (يا ڪرستين) جـي سردار مير بهرام خان سان عهدنامو ٿيو. پوءِ ”اورساره“ وڃڻ ٿيو. جتي مير فقير محمد بزنجي سان (جو خان قلات جي ماتحت ڪيچ جو نائب هو)، پڪو بندوبست ڪري، گوادر بندر وياسين. جتي امام مسقط جي وڪيل ملا عيسيٰ خان سان گڏجي، جو صاحب بهادر جي وڃڻ کان اڳ ۾ معطل (نوڪريءَ کان برطرف) هو، گوادر جي واليءَ سان ملڻ ٿيو ۽ ساڻس عهدنامو ڪيو ويو. اهو پورن ٻن مهينن جو سفر هو. جهاز تي سوار ٿي سمنڊ جي رستي ڪراچيءَ واپس آياسين.

راقم الحروف کي انهيءَ خدمتگذاريءَ جي عيوض لونگي عطا ڪئي وئي. انهيءَ سفـر جو تفصيلوار احـوال ڪتاب ”مڪران نامي“ ۾ تاريخوار لکيل آهي، جو سنهنجوئي تصنيف ڪيل آهي. جيڪڏهن پڙهندڙن سان ڪنهن کي انهيءَ سخت ۽ اٽانگي سفر جو احوال معلوم ڪرڻو هجي ته انهيءَ ڪتاب سان معلوم ڪري، جو نهايت ئي عجيب ۽ دلچسپ آهي.

٤- ١٢٨٩هه مطابق ١٨٦٢ع جي شروع ۾ ”ننگرپارڪر“ شهر (ريگستان) جي راڻن ۽ اوسي پاسي جي جاگيردارن چند ماڻهو گڏ ڪري، انگريز سرڪار جي خلاف شورش ۽ فساد برپا ڪيو، ٿاڻن ڪاڻيائون، مختيارڪاريءَ سان سرڪاري خزانو لٽيائون، شهر کي باه ڏنائون ۽ ڪن ماڻهن کي قتل ڪيائون ۽ ڪن کي زخمي ڪيائون. ان کانپوءِ ”جبل ڪاراه“ ۾ وڃي لڪا، جو ننگر شهر جي ڀرسان ”پيٽچ“ ۽ ”ڊيسم“ جـي سرحد تي هڪ وڏو جبل آهي. ڪمشنر صاحب بهادر پاڻ پنهنجي عملي، حيدرآباد جـي ڪليڪٽر ۽ سپرنٽينڊنٽ پوليس، بلوچ رجمنٽ ۽ ٻين ڪيترن ئي عملدارن، ٺاڪرن ۽ زميندارن سان گڏجي سرزمين تي پهتو، ۽ ڏوهارين کي گرفتار ڪرائي سزائون ڏنائين. جن ماڻهن

هن مهم ۾ انگريز سرڪار جي مدد ڪئي، انهن کي جاگيرون، باراني زمينون، ترارون ۽ لونگيون وغيره انعام ۾ ڏئي خوش ڪيائين. پوءِ ڪراچيءَ واپس آيو. راقم الحروف کي، جو ڪيپٽن ٽيروٽ صاحب جي خدمت ۾ هو، آفرين نامو ڏنو ويو، جو اڳيرو هلي هيٺ چاڙايل تحرير سان پڙهندڙن جي ملاحظي ۾ ايندو.

۵- مٿين سالن ۾ ڪي تعميري ڪم به ڪرايا ويا، جن ۾ وڏي بيگاري ۽ مٽڙادو واهن جي کاٽي ڪرائڻ ۽ ڪين ڪشادو ڪرائڻ به شامل آهي. سمنڊ جي پاڻي جي روڪ لاءِ هڪ مضبوط ۽ وڏو بند به ٻڌايو ويو، جو اڃا تائين قائم آهي ۽ ان جي ڪري جهازن کي سهولت ٿيندي آهي.

۶- مٿين سال ۾ چند مصور يورپ کان سنڌ ۾ آيا ۽ ڪن معزز مردن ۽ عورتن جون تصويرون ڪڍي ويا. چاڪاڻ ته ڪين لنڊن جي هڪ جلسي ۾ انهن جي نمائش ڪرڻي هئي. جيئن ته انوار ريٽي صاحب وقت بوقت چڱيون خدمتون بجا آنديون هيون. انهيءَ ڪري ۱۲۷۹هه مطابق ۱۸۶۲ع جي آخر ۾ سندس درجو وڌايو ويو ۽ کيس بمبئي ڪائونسل جو ممبر بڻايو ويو. ميجر جنرل سر فريڊرڪ گولڊ اسمڊ صاحب (جو سنڌ جي ڪمشنر جو اسسٽنٽ هو) موڪل وٺي ولايت (لنڊن) ويو ۽ راقم الحروف کي سنڌ جي انهن معززن جي احوال ٻڌائڻ لاءِ پاڻ سان بمبئيءَ وٺي ويو، جن جون تصويرون ڪڍيون ويون هيون، جيئن مٿي لکيو ويو آهي. راقم الحروف جي اها مخصوص مقرري پنجون پيرو ٿي، جا پوري ڪري، خيريت سان ڪراچيءَ موٽي آيس.

ڪتاب "مڪران نامو" سنڌ جي ڪمشنر مسٽر انوار ريٽي صاحب بهادر جي ايماڪاريءَ ۾ لکيو ويو آهي، جو ڇپجڻ ڪانپوءِ جلد يعني ۱۲۷۹هه مطابق ۱۸۶۲ع ۾ منظر عام تي ايندو.

## انهن تحريرن جو تفصيل، جن سان راقم‌الحروف جي خدمتن جو ثبوت ملي ٿو

(انگريزيءَ تان ترجمو)

١- هيءَ تحرير هن لاءِ لکي ٿي وڃي، تہ منشي خدا داد خان سنہ ١٨٦١ع (١٢٧٨هہ) ۾ مون سان گڏجي مڪران هليو ۽ پاڻ کي هرطرح سان مفيد ثابت ڪري ڏيکاريائين.
تاريخ ٣- جون ١٨٦١ع.

٢- منشي خدا داد خان! مون کي اوهان جي عريضي ملي آهي. مون وٽ ڪابہ جاءِ خالي نہ آهي. البت تار (ٽيليگراف) جا، مڪران کان لنگهڻ واري آهي. ان جو بندوبست منهنجي پاءِ ميجر سالڪم گرين صاحب جي هٿ هيٺ ٿيندو. جيڪڏهن هن کي ڪنهن وڏيڪ منشيءَ جي ضرورت هوندي تہ منهنجو خيال آهي تہ اوهان انهيءَ نوڪريءَ لاءِ بالڪل لائق ثابت ٿيندؤ. مگر اها نوڪري هڪ هنڌ رهي ڪرڻ جهڙي نہ ٿيندي، بلڪ اوهان کي سفر ۾ رهڻو پوندو. جيڪڏهن مون وٽ ڪا جاءِ خالي ٿي ۽ مون سمجهيو تہ اوهان انهيءَ جي لاءِ لائق آهيو، تہ مان اوهان کي نہ وساريندس.
تاريخ ٢- مئي ١٨٦٢ع (١٢٧٩ هہ). ڪيمپ جيڪب آباد.

صحيح

ميجر هنري گرين صاحب بهادر

پوليٽيڪل ايجنٽ بلوچستان

میجر گولڊاسمڊ صاحب بهادر اسسٽنٽ ڪمشنر، فيبروري

١٨٦٢ع (١٢٧٩هه) ۾ حڪمران جي معاملن بابت سنڌ جي

ڪمشنر صاحب بهادر جي خدمت ۾ هڪ رپورٽ پيش ڪئي،

جنهن جي آخري پيرا جو ترجمو درج ڪيو وڃي ٿو.

٣- مون جيڪو حالات جو اختصار پيش ڪيو آهي، هيءَ ڳالهه ان کان الڳ آهي. مان چاهيان ٿو ته اوهان پنهنجي آفيس جي ڪلارڪ منشي خداداد خان کي پنجاهه رپيا روڪ يا اوتري رقم جي لونگي ڏيو. هو تازي سفر ۾ منهنجي لاءِ ڏاڍو مفيد ۽ ڪارائتو ثابت ٿيو، ۽ هن نوجوان ڪيترائي پيرا اهم ۽ خاص خدمتون بجا آنديون آهن، جن مان ڪن جو هت اظهار ڪريان ٿو: ١٨٥٩ع (١٢٧٤هه) جي شروع ۾ عمرڪوٽ کان جيسلمير ۽ پوڪران، تائين مون سان گڏجي هليو، ۽ گوادر ۽ اورسارا تائين ميجر هنري گرين صاحب سان گڏجي ويو. اهڙي ماڻهوءَ کي سرڪاري اخراجات ۾ ڪفايت سبب هن وقت تائين ٿوري پگهار تي رکيو ويو آهي.

صحيح

ميجر گولڊاسمڊ صاحب بهادر

اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ

٤- منشي خداداد خان جاگيري ۽ سياسي معاملن جي سلسلي ۾ سنڌ جي اندر ٨ سالن کان زياده عرصو نوڪري ڪئي آهي. ازانسواءِ تعليمي معاملن ۾ به مون کي مدد ڏني اٿس. مان هن کي ١٨٥٣ع (١٢٧٠هه) کان وٺي سڃاڻان ٿو. مان ڏاڍو خوش ٿيندس. جڏهن ٻڌندس ته هن کي ان کان زياده پگهار ملي ٿي. جا هن وقت ڪيس ملي رهي آهي ۽

جنهن جو هو مستحق آهي. انهن مخصوص خدمتن کان علاوه
جن جي سرانجاميءَ لاءِ هو مون سان گڏجي جيسلمير ۽ پوڪران
هليو هو، جيڪي به ڪم هن کي سونپيا ويندا آهن، هو انهن
جي تڪميل لاءِ هر وقت تيار ۽ حاضر رهندو آهي.
تاريخ ... اپريل ١٨٦٢ع (١٢٧٩ هه).

صحيح

ميجر گولڊ اسمٿ صاحب بهادر
اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ
(بمبئيءَ کان)

## پنجون ڪمشنر: مسٽر ايس. ميئنسفيلڊ صاحب بهادر

سال ١٢٧٩هه مطابق سال ١٨٦٢ع جي آخر ۾ بمبئيءَ
کان تشريف فرما ٿيو ۽ ڪمشنريءَ جي ايوان کي روشن
ڪيائين. شروع ۾ مسٽر ميڪس مسلر صاحب ۽ مسٽر ارسڪين صاحب
سنڌس اسسٽنٽ هئا. پوءِ مسٽر جان ڊُور ٿيو. گهٽائي سرڪاري
ڪم سهٽي نموني سان نباهيائين، مگر سندس دور حڪومت
۾ جيڪي وڏا ۽ عجيب ڪم ٿيا، جي اڃا تائين ظاهر آهن،
انهن مان ڪن جو ذڪر هت ڪيو وڃي ٿو:

(١) جڏهن مسٽر ميئنسفيلڊ سنڌ ۾ نئون آيو، تڏهن
راءِ بهادر وامن راءِ برهمڻ جي معرفت، جو حيدرآباد جي
ڪليڪٽر جو دفتردار هو، اڪثر تعلقي آفيسن جي ڪارڪردگي
وغيره جي تحقيقات ڪرايائين، جنهن جي نتيجي ۾ ڪيترن ئي
ديسي آفيسرن کي نقصان رسيو. نيث وامن راءِ جي هٿان ڪي
اڻ وڻندڙ ڪم سرزد ٿيڻ لڳا، جنهنڪري هن نالائق کي
برطرف ڪيو ويو ۽ هو پڇي ويو، ۽ ڪيترن ئي سرڪاري
ملازمن کي بي عزت ٿيڻو پيو. انهيءَ دور کي سنڌ جا باشندا
"وامن گردي" سڏيندا آهن.

١٢٨٠ هه مطابق ١٨٦٣ع ۾ سيد مراد علي شاهه روهڙيءَ وارو ۽ مير امير علي خان ٽالپر ڪربلا معليٰ ۽ نجف اشرف جي زيارت لاءِ روانا ٿي ويا.

(٢) ١٢٨٠ هه مطابق ١٨٦٣ع جي شروع ۾ تار (ٽيليگراف) جي لائين جي بندو بست جي سلسلي ۾ (ڪمشنر صاحب) چند عملدارن ۽ پين صاحبن سان گڏجي جهاز جي ذريعي خليج فارس روانو ٿيو ۽ راقم الحروف کي به پنهنجو ماتحت ڪري ڪنيائين. اهو ڇهون پيرو هو، جو راقم الحروف کي مخصوص خدمت جي لاءِ منتخب ڪيو ويو. جهاز ڪراچيءَ کان لنگر کڻي، پهريائين اورمارا بندر (مڪران) پهتو. اتي لنگر هنيائين. صاحب لٿا ۽ ٽيليگراف آفيس ۾ پهتا. اتان جي رپورٽ سرڪار (بمبئي سرڪار) کي موڪلڻ بعد گوادر بندر ويا، جو مسقط جي امام جي تحت هو. ڪيپٽن راس صاحب بهادر کي، جو اڳهين سفر ۾ ساڻ هو ۽ فارسي زبان ڄاڻندو هو، اتي بلوچستان ۽ مسقط جو نائب پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ڪري، مسقط شهر ۾ وڃي لٿاسين. اتي مسقط جي امام ۽ پوليٽيڪل ايجنٽ سان ملي، سندن مشوري سان جبلن جي وچان، جي مڪران ۽ عرب جي ڪناري تي هئا، گهمندا ڦرندا، سامونڊي بندرگاهه ڏسندا، سير سياحت ڪندا "بوشهر" وڃي پهتاسين، جو ايران جو هڪ شهر آهي. اتي جهاز تان لهي (برطانوي) سفارتخاني وياسين، جتي ڪمشنر صاحب بهادر، اتان جي امين الملڪ ۽ پوليٽيڪل ايجنٽ سان، جو سر لوئيس بيلي صاحب هو، ملاقات ۽ ٽيليگراف لائين جي باري ۾ تبادلهٔ خيالات ڪيو. پڙهندڙن کي معلوم هجي ته سر لوئيس بيلي صاحب اهو ئي آهي، جو شروع ۾ ڪجهه سال روهڙي سب ڊويزن جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو، ۽ ان کان پوءِ سنڌ جي اسسٽنٽ ڪمشنر (برائي جاگيرات) جو اسسٽنٽ مقرر ٿيو. راقم الحروف سان چڱي ڄاڻ سڃاڻ هيس.

بلڪ منهنجي خدمات ۽ سهڻين ڪارگذارين جي باري ۾ سنڌس تحرير ۾ به مون وٽ موجود آهي انهيءَ ڪري مون سان وڏي مهرباني سان پيش آيو. مطلب ته ”بوشهر“ مان سمورا ڪم ڪار پورا ڪري، جهاز تي چڙهياسين ۽ جهاز لنگر ڪٽي ”مهامره“ يا ”محاصره“ وڃان لنگهي، بصري جي بندرگاه تي وڃي لنگر انداز ٿيو. آخر بصري ۾ اتان جي حاڪم ۽ پوليٽيڪل ايجنٽ سان ملي، ٽيليگراف لائين جو مناسب انتظام ڪري، وڏي جهاز کي ننڍي جهاز سان بدلائي، دجلي درياء جي رستي دارالسلام بغداد شريف پهتاسين. پورن ٽن ڏينهن تائين رات ڏينهن جهاز هلائڻ بعد بغداد شريف جي بندرگاه ۾ داخل ٿياسين. جهاز تان لهي، ڪمشنر صاحب بهادر، سفارتخاني تشريف فرما ٿي ويو ۽ اتي ”باليوز“ يعني سرڪار جي سفير ۽ سلطان الاسلام جي نائب عرف ”پاشا“ سان ملاقات ڪري، ٽيليگراف جي باري ۾ تبادلهء خيال ڪيائين. ان کانپوءِ عراق جون عجيب و غريب ۽ قديم جايون جهڙوڪ ”نوشيروان جي سراءِ“، ”هابل ۽ بابل جو کوه“(١) ۽ ڪاظمين شريفين“ جي زيارت ڪئي ويئي، ۽ باليوز جون دعوتون کائي ڪراچيءَ واپس آياسين.

راقم الحروف حضرت مولانا و سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني قدس الله سره العزيز، امامين شريفين ڪاظمين، حضرت شيخ جنيد بغدادي، حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي ۽ ٻين اوليائن ڪرامن جي زيارت جو شرف حاصل ڪيو ۽ حضرت مولانا سيد سعد علي صاحب سجاده نشين جي بيعت جي سعادت به حاصل ڪيائين ۽

---

(١) ”هابل ۽ بابل جو کوه“ صحيح نه آهي، بلڪ ”هاروت ۽ ماروت جو کوه“ صحيح آهي. ان کي ”بابل جو کوه“ به سڏيو ويندو آهي. ڇو ته ”بابل“ شهر ۾ آهي، جو ڪوفي جي ڀرسان آهي. هن کوه ۾ هاروت ۽ ماروت نالي به فرشتا قيد آهن. ”هابل“ جو هن ڳالهه سان ڪوبه واسطو نه آهي. هابيل حضرت آدم جو پٽ هو، جنهن کي سندس ڀاءُ قابيل قتل ڪيو هو (مترجم).

واپسيءَ جي وقت، بصري ۽ بغدادي جي وچ ۾ هڪ بندرگاه آهي، جتي حضرت عزير پيغمبر عليه السلام جي مزار مبارڪ آهي، اتي جهاز تان لهي، زيارت جو شرف حاصل ڪيو ويو. مسلمانن کي چڱي طرح معلوم هوندو ته حضرت عزير عليه السلام اهو پيغمبر آهي، جنهن کي يهودي "ابن الله" (الله جو پٽ) سڏيندا هئا نعوذ بالله منها.

اگرچه سمنڊ وغيره جو هيءَ سفر عجائبات منجهان هو ۽ ان جي تفصيلوار احوال بيان ڪرڻ ۾ وڏي ڊيگهه ٿئي ها، پر جيئن ته هيءَ ڪتاب "لب تاريخ" (تاريخ جو خلاصو) آهي، تنهنڪري اختصار کان ڪم ورتو ويو. البت ڪتاب "خليج نامي" ۾، جو راقم الحروف جو لکيل آهي ۽ انهي ئي زماني ۾ ڇپجي چڪو آهي، ان ۾ سڄو احوال روزنامچه جي طرز تي تفصيل سان درج ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن هن ڪتاب جي پڙهندڙن مان ڪنهن کي انهي حالات معلوم ڪرڻ جو شوق هجي، ته اهو ڪتاب پڙهي سگهي ٿو.

٣- ١٢٧٩هه مطابق ١٨٦٣ع ۾ امير ڪبير مرحوم دوست محمد خان (والي افغانستان) جي بيماري ۾ خبر آئي ته هرات ۾ وفات ڪيائين. انا لله و انا اليه راجعون.

٤- ١٢٨٠هه مطابق ١٨٦٤ع ۾ راقم الحروف کي گوناگون خدمتن جي عيوض پنجاه رپين جي اضافي سان روينيو کاتي ۾ "هيڊ منشيءَ" جي پوسٽ تي ترقي ڏني وئي ۽ ٽيهه رپيا رجسٽريشن کاتي مان عطا فرمايائون. جملي اسي رپيا ماهوار مقرر ڪيائون، جيئن اڳيرو هلي سرڪاري ڪاغذن مان ثابت ٿيندو.

٥- سٺي چاڻايل سالن ۾ سياري جي موسم ۾ ڪمشنر صاحب بهادر، سنڌ جي سرحد تي پهتو. يعني سبزل ڪوٽ ۾ ۽ ماڇڪي جي جهنگل ۾ سهٽي نموني سان شينهن جو شڪار ڪري، واپسيءَ وقت "لاڏڪاڻه" (لاڙڪاڻي) ڏانهن رخ رکيائين ۽ اتي انگريزي ۽ فارسيءَ ۾ ڪم ڪندڙ سڀني سرڪاري ملازمن کي

حڪم ڏنائين ته ڪراچيءَ هلي، سرڪاري ڪاروبار درست ڪري ڏيو. يعني پراڻي رڪارڊ ۽ ڪاغذن وغيره جي ترتيب ۾ مدد ڪريو. اهو ڪم، روزمره جي ڪم کان علاوه آهي. ڪمشنر صاحب بهادر پنهنجن اسسٽنٽن ۽ راقم‌الحروف کي پاڻ سان گڏ رکيو. گويا مون کي ستون پيرو خاص خدمت سپرد ڪئي وئي. مطلب ته لاڙڪاڻي کان نصير آباد، پير گودڙيي ديداڪ ۽ ڪرچم جي رستي "دارهاره" جبل (جنهن کي سنڌ ۾ عام طرح "ڏاڙهيالو جبل" سڏيو ويندو آهي) جي مٿان جام خان قلات جي حد آهي، تنهن هٽائي ڪيمپ قائم ڪرايائين. اهو تمام وڏو جبل آهي، ڄڻ آسمان سان ڳالهيون ڪري رهيو آهي، نهايت ئي خشڪ ۽ سرد آهي. انهيءَ زماني جي عملدارن جي تجربي موجب شملي جي پهاڙ جهڙو سرد آهي، هميشه بارش ٿيندي آهي ۽ ڳڙو وسندو رهندو آهي. جبل جي اوسي پاسي گهٽائي ماڻهو رهن ٿا، جي "چِٽا" قوم جا سنڌي آهن. باقي ٻي ڪابه آبادي ۽ وَسُنُوَ ڪانهي. البت جهنگلي ميوا جهڙوڪ: توت، انجير ۽ لوهري (جي هوبهو ڦارون وانگر آهن). گهڻي مقدار ۾ پيدا ٿين ٿا. مگر انهن ميون جو ذائقو خراسان ۽ ياغستان جي ميون جهڙو نه آهي. ڪَهُوءَ جا وڻ، جي تمام ڳرا ۽ مضبوط هوندا آهن ۽ سنڌ ڪاني بالڪل قيمتي ٿيندي آهي، گهڻا، بلڪ تمام گهڻا هئا، اتان جا ماڻهو انهن ڪاٺين کي عام ڪاٺين وانگر ٻاريندا آهن.

قصو ڪوتاه، ڪمشنر صاحب اونهاري جي مند نهايت ئي خوشي ۽ مسرت سان شڪار ڪندي گذاري. انهيءَ علائقي جي ماڻهن جو گذران برسات تي هو. جڏهن برسات پوندي هئي، ته ماڻهو برسات جي پاڻيءَ سان دلا، مشڪون ۽ ٻيا ٿانو ڀيئڻ، رڌ پچاءَ ۽ پين گهرجن لاءِ ڀري رکندا هئا، ته جيئن ضرورت جي وقت ڪم اچي. انهيءَ ڪري ڪمشنر صاحب، راقم‌الحروف جي معرفت هڪ هزار رپين جي خرچ سان انهيءَ جبل جي مٿان

هڪ وڏو، ويڪرو ۽ اُونهو تلاءُ ٺهرايو، ته اتان جي ماڻهن کي به ۽ ايندڙن ويندڙن يعني مسافرن کي به سهولت ٿئي.

جيڪڏهن پڙهندڙ هن احوال جي ڊگهي ٿي وڃڻ کان تنگ نه اچن ته انهيءَ علائقي جون ڪي عجيب ڳالهيون ليکيون وڃن:

”دارهاره“ جبل جي مٿان هڪ ٻيو جبل آهي، جنهن کي اتان جا ماڻهو ”ڪتي جي قبر جو جبل سڏيندا آهن، جنهن جو احوال هن ريت آهي ته اڳئين زماني ۾ ڪنهن شخص وٽ چڱن ڳڻن وارو هڪ ڪتو هوندو هو، جو سندس گهر جي چوڪيداري ڪندو هو. هڪ ڏينهن اتفاق سان انهيءَ گهر جي مالڪ جو هڪ دوست آيو، ۽ پنهنجي گهر جي چوڪيداريءَ لاءِ انهيءَ ڪتي جي خواهش ڪيائين. ڪتو جيئن ته پنهنجي اصلي مالڪ کي پنهنجن ڳڻن جي ڪري پيارو هوندو هو، انهيءَ ڪري پنهنجي دوست کي ڏيڻ لاءِ آماده نه هو، پر ساڳئي وقت پنهنجي دوست کان انڪار ڪرڻ به مناسب نه ٿي سمجهيائين. نيٺ مجبوراً ٿورن ڏينهن لاءِ ڪتو، دوست جي حوالي ڪيائين. اهو دوست ڪتو ڪاهي ويو ۽ پنهنجو گهر ڪتي جي سپرد ڪري، ڪبس نگهبانيءَ لاءِ مقرر ڪيائين. هڪ دفعي چا ٿيو، جو هڪ چور رات جو گهر کي ڪاٽ هڻي، مال اسباب چورائي ويو ۽ ٻن ڪوهن جي فاصلي تي وڃي زمين ۾ پوريائين. صبح جو گهر جو مالڪ اها حالت ڏسي ڏاڍو حيران پريشان ٿيو ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڦيرڻ لڳو. مگر اهو هوشيار ڪتو، چور جي انهيءَ سڄي ڪارروائي کان واقف هو. جنهنڪري گهر جي مالڪ کي پيرن جي نشانين ۽ پنهنجي مخصوص آوازن سان آگاهه ڪري، انهيءَ جاءِ تي وٺي ويو ۽ سمورو مال اتان کڍي ڏنائينس. گهر جو مالڪ ڪتي جي اهڙي هوشياري ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ عارضي ميعاد پوري ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي ڪتي کي سندس اصلي مالڪ

وٽ موٽي وڃڻ جي موڪل ڏنائين، ۽ رخصت نامو لکي سنڌس
ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏيائين. ڪتو جڏهن پنهنجي اصلي مالڪ جي
گهر ڪي ويجهو وڃي پهتو، تہ مالڪ پري کان ئي ڏسي چيس
تہ "ملعون، بي وفا! جلدي موٽي آئين. سون کي منهنجي
دوست جي اڳيان شرمسار ڪيئي." اهي اکر ٻڌڻ شرط ڪتو
زمين تي ڪري پيو ۽ مري ويو. مالڪ جڏهن ڪيس مئل
ڏٺو، تڏهن سنڌس ويجهو آيو ۽ ڳچيءَ ۾ ٻڌل ڪاغذ کولي
ڏٺائين تہ سخت پشيمان ٿيو ۽ "افسوس، افسوس" ڪرڻ
لڳو. پوءِ يادگار خاطر جبل جي مٿان قبر ٺهرايائينس.
صحيح علم الله کي آهي. ڳالهہ پراڻي آهي. مگر مشهور آهي.
سچ ۽ ڪوڙ راويءَ جي گردن ۾ آهي. اگرچہ عقل اعتبار
نہ ٿو ڪري تہ اها ڳالهہ ائين هوندي، پر ڪڏهن ڪڏهن
يورپ وارن جا ڪي سهڻن گڻن وارا، فرمانبردار ۽ تربيت يافتہ
ڪتا ڏسجن ٿا، تہ سمجهجي ٿو تہ اڳئين زماني ۾ بہ اهڙا
فرمانبردار ڪتا ضرور موجود هوندا.

٦- ١٢٨١هہ مطابق ١٨٦٥ع ۾ فوجداري ۽ ديواني ڪم،
جي سنڌ جي ڪمشنر جي ماتحتيءَ ۾ سنڌس اسسٽنٽ سرانجام
ڪندا هئا، اهي هاڻي سنڌ جي جڊيشنل ڪمشنر ۽ چيف ڪورٽ
جي حوالي ڪيا ويا.

انهيءَ سال بمبئي جي گورنر سر بارٽل فريئر صاحب بهادر
پنهنجي تشريف آوريءَ سان سنڌ کي بهشت جو باغ بنايو، ۽
ريگستان (ٿرپارڪر) ۾ ڪيترائي نوان واه کوٽيا ويا جهڙوڪ
"عمر واه" "ٿر واه" ۽ "مٺڙائو واه" وغيره. ٿر جا ماڻهو
جي پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ حيران هوندا هئا، سي هاڻي پاڻيءَ جي
آل جال هجڻ سبب ڏاڍو خوش ٿيا. آباديون ڪرڻ لڳا ۽
روزگار جي ڪشادگيءَ سبب نهايت ئي خوشحال ٿي پيا، جي
اڃا تائين خوشحال آهن.

٧- ١٢٨١هه مطابق ١٨٦٥ع ۾ زمينداران ۽ ڪاشتڪارن کان هڪ رپيو لوڪل فند وصول ڪرڻ جو قاعدو جاري ڪيو ويو، جو اڃا تائين جاري آهي.

٨- مٿئين سال ۾ سلاميءَ لاءِ پندرهن توبون رياست خيرپور جي واسطي جاري ڪيون ويون. توبن ڇوڙڻ جو اهو دستور اڃا تائين جاري آهي. اهو عطيو ڏئي، رياست جي واليءَ کي خوش ڪيو ويو.

٩- ١٢٨٢هه مطابق ١٨٦٧ع جي آخر ۾ قنڌار جو والي (گورنر) سردار شيرعلي خان، افغانستان جي والي امير شيرعلي خان صاحب جو هڪ خط کڻي، رهمڪي بازار ضلعي ٿرپارڪر ۾ آيو. سرڪار جي پاران ميزبانيءَ لاءِ راقم الحروف کي مقرر ڪيو ويو، ۽ سردار موصوف کي جيڪو (جوابي) خط ڏنو ويو، سو جيئن ته سياسي مسائل جي باري ۾ هو، انهيءَ ڪري ان جو متن هت درج نٿو ڪيو وڃي.

ڪمشنر صاحب بهادر دوره تان موٽڻ بعد، ڇهن مهينن جي موڪل تي ولايت (انگلنڊ) روانو ٿي ويو.

ڇهون ڪمشنر: مسٽر ايڊي رابرٽس صاحب (ايڪٽنگ)

---

مسٽر مينسفيلڊ جي غير حاضريءَ ۾ (سندس موڪل تي وڃڻ سبب) بمبئيءَ کان ڪراچيءَ آيو ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جا فرائض بجا آڻڻ لڳو. انهن ڏينهن ۾ مسٽر جان مور سندس اسسٽنٽ هو. دستور ۽ معمول مطابق سرڪاري ڪم تمام سهڻي طريقي سان سرانجام ڪيائين. پر جيئن ته فقط ڇهه مهينا رهيو تنهنڪري سندس ايامڪاريءَ جو تفصيلوار احوال نٿو لکجي. مگر سي. آءِ. اي جي لقب جو تمغو، جو انگريز سرڪار سيٺ نائون مل جي لاءِ موڪليو هو، سو فريئر محل عرف فريئر هال ۾ هڪ شاندار دربار منعقد ڪري، سيٺ نائون مل کي پنهنجي هٿ سان ڏنائين. سيٺ نائون مل جي

خدمتگذاريءَ جي باري ۾ جيڪا تقرير انگريزيءَ ۾ ڪيائين، راقم‌الحروف سنڌس حڪم تي خوش الحانيءَ سان ان جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪري پڙهيو. اها تقرير هيءَ آهي:

جناب ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ جي انگريزي تقرير

جو ترجمو جا تاريخ ٢٩ - آڪٽوبر ١٨٦٦ع (١٢٨٢هه)

تي فريئر هال ڪراچيءَ ۾ ڪئي وئي

سيٺ نائون مل صاحب!

مان نهايت ئي خوشيءَ سان هيءَ تحرير اوهان جي سپرد ڪريان ٿو، جنهن جي سپرد ڪرڻ جي ذمه داري منهنجي ئي مٿان آهي. هن تحرير ۾ درج آهي ته اوهان انگريز سرڪار جون وڏيون خدمتون ۽ گهڻيون ئي خيرخواهيون ڪيون آهن، جنهنڪري جنابه ملڪه معظمه وڏي شفقت سان اوهان کي سي. آءِ. اي (ڪمپينين آف دي موسٽ ايگزالٽيڊ آرڊر آف دي اسٽار آف انڊيا) جي لقب عطا ڪرڻ سان عزت بخشي آهي. اوهان کي هن کان اڳ ۾ به اهڙين خدمتن ۽ خيرخواهين جي ڪري مناسب انعام عطا ڪيا ويا آهن. جيئن ته سال ١٨٥٢ع (١٢٦١هه) ۾ هڪ سؤ رپيا پينشن، ۽ سال ١٨٦٠ع (١٢٧٧هه) ۾ اُها پينشن، جا اوهان جي لاءِ ساري حياتيءَ تائين هئي، سا وڌائي ٻن پيڙهين تائين ڪئي وئي. پڻ اوهان کي ٻارهن سؤ رپين جي آمدنيءَ واري جاگير به عطا ڪئي وئي آهي. صديءَ جو چوٿون حصو گذريو آهي، يعني پنجويهه سال ٿيا آهن، جو اوهان جون خدمتون شروع ٿيون آهن. اوائل ۾ اوهان اهڙيون خدمتون بجا آنديون، جن کان هن زماني (موجوده نسل) جا ماڻهو واقف نه آهن. انهيءَ ڪري مان اوهان جي اجازت سان مختصر طور تي انهن جو ذڪر ڪريان ٿو:

اوهان جي خدمتن جي شروعات سال ١٨٣٩ع (١٢٥٦هه) کان ٿئي ٿي. مون کي معلوم ٿيو آهي ته جنهن وقت (انگريز سرڪار جو) لشڪر، شاه شجاع الملڪ جي مدد لاءِ بنگال کان افغانستان روانو ٿيو، ۽ ٻيو لشڪر پهرئين لشڪر جو ساٿ ڏيڻ لاءِ بمبئيءَ کان روانو ٿيو هو، انهيءَ وقت اوهان وڏي ڪوشش ڪري، کاڌي پيتي جو سامان ۽ باربرداريءَ جا جانور مهيا ڪري ڏنا. وري جڏهن ڪابل ۾ خونريزيءَ کانپوءِ (انگريز سرڪار جي) لشڪر جا ماڻهو (فوجي سپاهي) قيد ڪيا ويا، ۽ انهن قيدين جي ڇڏائڻ لاءِ ٻيو لشڪر روانو ڪيو ويو، ۽ اهو لشڪر سنڌ مان لنگهيو، ته انهيءَ وقت به اوهان وڏي مدد ڪئي.

سال ١٨٤٣ع (١٢٦٠هه) ۾ جڏهن سنڌ جي ميرصاحبن ۽ انگريز سرڪار جي وچ ۾ لڙائي لڳي. اگرچه انهيءَ وقت اوهان کي جاني ۽ مالي خطرو هو، تاهم اوهان ڪوشش ڪري ميرصاحبن جي باري ۾ اهڙيون خبرون ڏنيون ۽ اهڙيون تجويزون پيش ڪيون، جن جي آڌار تي انگريز سرڪار جا عملدار پنهنجي لشڪر ۾ قيرقار ڪري سگهيا.

اسٽوريڪ صاحب، پاٽنجر صاحب ۽ آئوٽرم صاحب جي زماني ۾ اوهان جيڪي خيرخواهيون ڪيون، انهن کي غدر جي ايامي سالن واري عرصي ۾ ثابت ڪري ڏيکاريو، ته اوهان جي شان انگريز سرڪار جون جيڪي مهربانيون هيون انهن ۾ پنهنجي لائقي ۽ چڱمڙسيءَ سان اضافو ڪيو.

مون اڳ ۾ ئي ظاهر ڪيو آهي ته انهن خدمتن جي عيوض سرڪار جي پاران اوهان کي جاگير ۽ پينشن عطا ڪيل آهي، ۽ هاڻي جو سرڪار مهرباني فرمائي اوهان کي هيءُ لقب عطا فرمايو آهي، سو مون کي يقين آهي ته اوهان جهڙو ايماندار ۽ خيرخواه ان کي گهٽ نه سمجهندو. منهنجي تمنا آهي ته اوهان جي حياتي وڏي ٿئي.

پوءِ دربار برخواست ٿي،

١- سال ١٢٨٢ هه مطابق ١٨٦٦ع ۾ جناب حاجي ملباري "ڪوڪن" جي حڪومت جو وڪيل ڪراچيءَ پهتو، جو استنبول وڃي رهيو هو، مسٽر ايڊي رابرٽس، صاحب ڪمشنر جي حڪم سان، هن نيازمند ميزبانيءَ جا فرائض ادا ڪيا. صاحب موصوف ڏاڍو خوش ٿيو.

انهيءَ سال ١٢٨٢ هه مطابق ١٨٦٧ع جي آخر ۾ مسٽر ايس. ميئنسفيلڊ صاحب موڪل پوري ڪري موٽي آيو ۽ وري سنڌ جي ڪمشنريءَ جي چارج ورتائين.

٢- ڪمشنر صاحب عمرڪوٽ ۾ هڪ دربار منعقد ڪري، مرحوم مير شيرمحمد خان ساڪن ميرپورخاص کي "ستارهٔ هند" جي لقب ۽ تمغي سان خوش ڪيو. نيٺ (ڪمشنر صاحب) پنهنجين بهترين خدمتن سبب بمبئي ڪائونسل جي ميمبريءَ تي سرفراز ٿيو ۽ سال ١٢٨٣ هه مطابق ١٨٦٧ع ۾ بمبئي روانو ٿي ويو ۽ وڃڻ وقت راقم‌الحروف کي هڪ تحرير، جا هن نيازمند جي نيڪناميءَ تي مشتمل آهي، عطا ڪيائين، جنهن جو ترجمو هت درج ڪيو ٿو وڃي، جنهن مان پڙهندڙن کي واقفيت ٿيندي.

٣- ڪتاب "خليج نامو"، جو خليج فارس ۽ بغداد شريف وغيره جي سفر جي حالات تي مشتمل آهي، فارسيءَ ۾ لکي، ڇپايو ويو.

مسٽر ايس. ميئنسفيلڊ ڪمشنر سنڌ جي انگريزي

تحرير جو ترجمو

هيءَ تحرير خدا داد خان جي باري ۾ آهي، جو سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس ۾ منشي آهي. هو بالڪل محنتي ۽ هر ڪم توجه سان ڪرڻ وارو آهي ۽ گذريل پنجن سالن ۾

پنهنجي آفيس جا ڪم خواه ملڪي ڪم چڱي طرح سان ڪيا اٿس. فقط تاريخ ١٠-اپرِيل ١٨٦٧ع (١٢٨٣ هه)

صحيح

ايس. مينسفيلڊ صاحب ڪمشنر سنڌ

ازانسواءِ ٻه دفعا خاص خدمتون (سڀ جاٽايل نمبر ڇهون ۽ ستون) راقم الحروف، صاحب موصوف جي ايماڪاريءَ ۾ بجا آنديون. پڙهندڙ خليج فارس ۽ داڙهاره جبل جي خطرناڪ سفر جو اندازو، انگريزي تحرير جي هيٺين ترجمي مان لڳائي سگهندا.

مون کي پنهنجي هيءَ راءِ ظاهر ڪندي، خوشي ٿي ٿئي ته منشي خداداد خان هڪ هوشيار ۽ ڪارائتو منشي آهي ۽ هو مسافريءَ ۾ پنڌ ۽ ٻي تڪليف جو بالڪل فڪر نه ڪندو آهي. انهيءَ ڪري هن جون خدمتون قيمتي آهن بنسبت هندو منشين جي، جي ايتريقدر ڪارائتيون ثابت نه ٿيون آهن. هو ڪرنل گولڊاسمڊ صاحب بهادر سان مڪران جي ڏکئي سفر ۾ گڏ هو. ان کان پوءِ مون سان ۽ سنڌ جي ڪمشنر سان خليج فارس ۽ بغداد هليو. پوءِ سنڌ جي اولهائين جبلن ڏانهن هلي، اسان سان گڏ پنج مهينا گذاريائين. انهن ڏينهن ۾ هن سڄو انتظام يعني سنڌ جي ڪمشنر جي سنڌي ۽ فارسي دفترن جو پورو ڪاروبار سنڀاليو. اگرچه انهن ڏينهن ۾ هن شخص جا خيالات منتشر هوندا هئا، مگر عقل ۽ تحمل جي زور تي سمورين ذميدارين کي سهڻي نموني سان پورو ڪيائين.

فقط. تاريخ ١٣- مئي ١٨٦٦ع (١٢٨٢ هه).

صحيح

ايم. ملير ل صاحب

رجسٽرار جنرل ۽ فرسٽ جڊيشنل

اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ.

ستون ڪمشنر: هيولاڪ مرحوم صاحب بهادر (ايڪٽنگ)

سال ١٢٨٣ هه مطابق ١٨٦٧ع جي آخر ۾ ڪراچيءَ ۾ وارد ٿيو ۽ سرڪاري ڪمن ڪارين سرانجام ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويو. مسٽر جان سور صاحب سنڌ جو اسسٽنٽ هو. زياده تر ڪاروبار دستوريءَ ريت تمام سهٽي نموني سان ڪندو رهيو. مگر ڪي وڏا ۽ اهم ڪم، جن جو نتيجو اچا تائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو يا اهڙيون ڳالهيون، جي سنڌ جي ايامڪاريءَ ۾ ٿيون، هت درج ڪيون ٿيون وڃن.

انهيءَ سال پوليس جي اڳوڻي طريقي ۾ ڪجهه ڦيرڦار ڪئي وئي ۽ پوليس جون پگهارون به وڌايون ويون. پهريائين پوليس جي ضلع آفيسرن کي، جي يوروپين هوندا هئا، "پوليس ڪپتان" سڏيو ويندو هو، ۽ ديسي آفيسرن کي رسالدار، صوبيدار، جمعدار، حوالدار، نائڪ، سپاهي ۽ سوار سڏيندا هئا، ۽ وڏن شهرن جي پوليس عملدارن کي "فوجدار" چوندا هئا. هاڻي نئين رٿ موجب پوليس جي ضلعي عملدارن کي جي يوروپين هئا، "ڊسٽرڪٽ سپرنٽنڊنٽ پوليس" سڏيو ويو ۽ ديسي عملدارن کي (جي انهن جي ماتحت هئا) انسپيڪٽر، چيف ڪنسٽيبل ۽ هيڊ ڪنسٽيبل جهڙا لقب ڏنا ويا. وڏن شهرن جي پوليس عملدارن کي "ٽائون انسپيڪٽر" نالو ڏنو ويو. مطلب ته فارسي ٻوليءَ جي لقبن کي انگريزي ٻوليءَ جي لقبن سان بدلايو ويو. بيشڪ ائين ٿي ٿيڻ کپي. هر حاڪم ۽ بادشاه پنهنجي ٻوليءَ کي رائج ڪرڻ ۾ مصلحت سمجهندو آهي.

٢- ١٢٨٣ هه مطابق ١٨٦٧ع جي آخر ۾ بمبئي جو گورنر سر فٽز جيرالڊ صاحب بهادر ۽ بمبئي ڪائونسل جو ممبر مسٽر مينسفيلڊ صاحب ڪراچيءَ تشريف آور ٿيا ۽ وري حيدرآباد کي پنهنجي تشريف آوري ۽ دربار دربار (جتان موتين جي بارش ٿئي). منعقد ڪرڻ سان شرفِ بخشيائون ۽ پبلڪ کي خوش ڪيائون.

۳- ٽئين سال (۱۲۸۳هه) ۾ صبح جي وقت آسمان کان زمين تي ڪي ستارا ڪِريا. اهو پنجين بجي صبح جو وقت هو. سڄي زمين تي ڏينهن جهڙي روشني ڦهلجي وئي. راقم الحروف کي چڱي طرح ياد آهي، جو ان انهيءَ وقت جاڳي رهيو هوس.

۴- ۱۲۸۳هه مطابق ۱۸۶۷ع ۾ راقم الحروف کي، سنڌ جي اسسٽنٽ ڪمشنر جان مور صاحب جي سفارش تي چند سٺين خدمتن جي سرانجاميءَ جي صلي ۾ ڪمشنر صاحب جي آفيس جي ايوان ۾ دربار منعقد ڪري، هڪ سوني ولايتي ترار جي عظيم سان عزت بخشي وئي ۽ (ڪمشنر صاحب) هڪ دلپذير تقرير ڪئي، جا نهايت ئي فصيح اردوءَ ۾ هئي، جنهن جو سنڌي ترجمو عوام جي واقفيت لاءِ جونيئر اسسٽنٽ ڪمشنر ايچ روزير صاحب ڪيو. پڙهندڙن کي ان جو پتو هيٺين تحريرن مان پوندو:

منشي خدا داد خان کي انعام

(سنڌي اخبار "سنڌ سڌار" مؤرخه (پهرين آڪٽوبر ۱۸۶۷ع مطابق ۱۲۸۳هه تان ورتل)

۱۹- سيپٽمبر ۱۸۶۷ع مطابق ۱۲۸۸هه ڇنڇر ڏينهن ڪمشنر صاحب بهادر جي آفيس جي منشيءَ کي سٺين خدمتن بجا آڻڻ سبب، سرڪار جي پاران هڪ خاص ترار، جنهن تي سونهري ڪم ٿيل هو، مسٽر جان مور صاحب بهادر جي سفارش تي، سنڌ جي ايڪٽنگ ڪمشنر مسٽر هيولاڪ صاحب بهادر عطا فرمائي. ان وقت مسٽر جان مور صاحب جو سفارش نامو، جو انگريزيءَ ۾ فصيح هندوستاني زبان ۾ ترجمو ڪري پڙهيو ويو. جنهن جو اختصار بيان ڪيو ٿو وڃي:

(۲۰- سيپٽمبر ۱۸۶۷ع مطابق ۱۲۸۳هه).

"منشي خداداد خان ۱۸۵۳ع (۱۲۷۰) جي شروعات کان سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو آهي. پهريائين هو جديشنل

مئجسٽريٽ صاحب شڪارپور جي آفيس ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو. ١٨٥٤ع (١٢٧١هه) ۾ ڪرنل گولڊاسمڊ صاحب جي آفيس ۾ جاگيري شعبي ۾ داخل ٿيو، جتي ١٨٥٧ع (١٢٧٤هه) تائين رهيو، جڏهن ڪان وٺي اها آفيس، سنڌ جي ڪمشنر صاحب بهادر جي آفيس ۾ شامل ڪئي وئي آهي، تڏهن ڪان منشي خداداد خان اتي نوڪري ڪري. ڪمشنر صاحب جي آفيس ۾ انهيءَ آفيس جي شامل ٿيڻ وقت ڪيس ماهوار ٽيهه رپيا پگهار ملندي هئي. ان ڪانپوءِ ١٨٦٤ع (١٢٨٠هه) ڪان ڪيس ويهه رپيا زياده ملڻ لڳا آهن. سال ١٨٥٩ع (١٢٧٦هه) ۾ هو ميجر گولڊاسمڊ صاحب سان گڏ جي جيسلمير ۽ پوڪران (مارواڙ) ويو. پوءِ ١٨٦١ع (١٢٧٨هه) ۾ ميجر هنري گرين صاحب سان گوادر ۽ اورماره (مڪران- بلوچستان) ويو. ساڳئي سال جڏهن ميجر گولڊاسمڊ صاحب هڪ خاص ۽ اهم ترين ڪم سان مڪران ويو. تہ بہ هو ساڻس گڏ هو. سال ١٨٦٣ع (١٢٧٩هه) ۾ هو، سنڌ جي ڪمشنر مسٽر مينسفيلڊ صاحب بهادر سان گڏ جي خليج فارس ۽ دجلي درياء سان لنگهي بغداد ويو، جتي هن نهايت ئي اهم خدمتون بجا آنديون. مثلاً فارسي، عربي، مڪراني ۽ بلوچي زبانن جي ترجماني. سال ١٨٦٤ع (١٢٨٠هه) ۾ هيءَ ڪلارڪ انهيءَ ڳالهہ جي لائق سمجهيو ويو، جو سنڌ جي ڪمشنر مسٽر ايس. مينسفيلڊ صاحب بهادر ڪيس منتخب ڪيو ۽ هن ڪي پاڻ سان گڏ ”دارهاره جبل“ (بلوچستان) ڏانهن وٺي ويو. جتي پنج مهينا رهي پاڻ ڪسي وڏيڪ لائق ثابت ڪيائين ۽ اتي مقرر ڪيل ۽ اڻ مقرر ڪيل (ڊيوٽي ڪان علاوه) خاص خدمتون بجا آندائين. انهن خدمتن جي عيوض ڪيس پنجاه رپيا انعام ڏنا ويا آهن. اسسٽنٽ ڪمشنر جي خيال ۾ اهو انعام پورو نہ آهي، ۽ منشي خداداد خان رڳو انهيءَ انعام جو مستحق نہ آهي. هيءَ منشي هڪ بااخلاق ماڻهو آهي ۽ وٽس اهي تحريرون موجود آهن، جي وقت بوقت اعليٰ عملدارن، سندس نيڪ نامي خاطر

ڪيس لکي ڏنيون آهن، جن جي ماتحت رهي، هن نوڪري ڪئي آهي. جڏهن ڪمشنر صاحب بهادر جي آفيس جي اصلاح جي اسڪيم پيش ٿيي هئي، تہ ان ۾ منشي خداداد جي لاءِ اسي روپيا ماهوار رٿيا ويا هئا. مگر اها اسڪيم منظور ٿيڻ کان رهجي وئي، جنهنڪري ڪيس اڄ تائين اها ئي اصلي پگهار ملندي رهي ٿي، جا اڳ ۾ ملندي هيس. جيڪڏهن ڪنهن وقت ڪي اهم مشڪل ڪم درپيش اچن يعني ڪنهن غير آباد ملڪ جون ڏکيون ۽ وڏيون منزلون طي ڪرڻيون پون، تہ اهوئي ماڻهو يعني خدا داد خان آهي، جنهن کي منتخب ڪرڻ گهرجي. هن جي منهن تي هميشه مُرڪ هوندي آهي ۽ هو نياز ڪيش ۽ بامروت (او بلائيجنگ) ماڻهو آهي. انهيءَ ڪري اسسٽنٽ ڪمشنر صاحب سفارش ٿو ڪري تہ اهڙين خدمتن جي عيوض هن کي هڪ ترار انعام ۾ ڏني، هن جي عزت افزائي ڪئي وڃي، تہ سندس دل خوش ٿيي.

صحيح

جان مور صاحب اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ

هت ايڪٽنگ ڪمشنر صاحب بهادر جا تاثرات بہ بيان ڪيا ٿا وڃن:

”مان نهايت ئي خوشيءَ سان مسٽر جان مور جو تجويز ڪيل انعام ڏيان ٿو. پر کهڙو نہ چڱو ٿئي ها، جو اهو انعام اڳيون ڪمشنر صاحب بهادر (مسٽر ايس. مينسفيلڊ) ڏئي ها، جو منشي خدا داد خان جي خدمتن کان چڱي طرح واقف هو. اها ڳالهہ سهڻي بہ لڳي ها ۽ منشي خدا داد خان کي بہ زياده خوشي ٿئي ها.“

صحيح

مسٽر هيولاڪ صاحب بهادر
ايڪٽنگ ڪمشنر سنڌ

انهيءَ فصيح، بليغ ۽ دلپذير تقرير کان پوءِ دربار ۾ موجود، مسٽر ايڇ. رو وزير صاحب (اسسٽنٽ ڪمشنر) ڏانهن منهن ڪري فرمايائين ته ”سڀني حاضرين کي واضح ڪري ٻڌايو ته جيڪو به شخص انگريز سرڪار جي چڱي طرح خدمت ڪندو، اهڙي عزت افزائي جو لائق ٿيندو.“ ان کان پوءِ پنهنجي هٿ سان منشي خداداد خان کي ٽرار ڏنائين، جنهن تي منشي خدا داد خان انهيءَ انعام جو، ۽ ٻنهي عالي شان صاحبن (ڪمشنر ۽ اسسٽنٽ ڪمشنر) جي مهربانين جو هيٺين ريت شڪريو بجا آندو:

## منشي خداداد خان جي، اردو ۾ ڪيل شڪر گذاري

## واري تقرير جو ترجمو

”مان، حضور ڪمشنر صاحب بهادر ۽ جناب مسٽر جان مور صاحب بهادر جي مهربانين لاءِ نهايت ئي شڪرگذار ۽ حد کان زياده احسانمند آهيان، جو مون جهڙي غريب ۽ عاجز کي منهنجن همسر ۽ همجنس دوستن جي موجودگيءَ ۾ سرفرازي ۽ سربلندي عطا ڪري، عزت افزائي عطا فرمائي اٿن. الله تعاليٰ اهڙن سردارن (حاڪمن) کي هميشه اهڙي بخت سان نوازي، جو سدائين قائم رهڻ وارو هجي. مان اميد ڪريان ٿو ته هميشه ايمانداري، خبرداري ۽ نمڪ حلالي سان نوڪري ڪندس. مون کي اڄوڪو مبارڪ ڏينهن ياد رهندو، جڏهن مان پاڻ کي پنهنجن همجنسن ۾ ممتاز ٿو سمجهان.“

ان کان پوءِ ڪمشنر صاحب بهادر، منشي خداداد خان کي مخاطب ٿي فرمايو ته ”جيئن اڳين عالي شان عملدار صاحبن (ڪمشنرن) جون خدمتون، اوهان ايمانداري ۽ هوشياريءَ سان بجا آنديون آهن، هن کان پوءِ به آئونئين ئي بجا آڻيندا رهندا.“

منشي خدا داد خان ادب سان عرض ڪيو ته ”انشاءالله تعاليٰ جيستائين جيئرو هوندس، انگريز سرڪار جي نوڪرن ۾ شامل رهندس ۽ خدا جي فضل ۽ اوهان سردارن (حاڪمن) جي توجه جي برڪت سان ڪنهن به قسم جي ڪوتاهي نه ڪندس.“

پوءِ دربار برخواست ٿي ۽ سڀئي ماڻهو پنهنجين جاين تي ويا. معلوم ٿو ٿئي ته منشي خداداد خان کي سيپٽمبر ١٨٦٧ع (١٢٨٣ هه) جي پهرين تاريخ کان ٽيهه رپيا پين ڪاتن مان اضافو ڏنو ويو ۽ هڪ سؤ رپيا مسٽر جان سور صاحب بهادر جي طرفان اڳين خدمتگذارين جي سبب انعام ڏنو ويو. بيشڪ، ”هرکه خدمت کرد، او مخدوم شد.“

هڪ سال کان زياد عرصي تائين عارضي ڪمشنريءَ جي ڪاروبار سرانجام ڪرڻ بعد مسٽر هيولاڪ بمبئي ڏانهن واپس ويو ۽ وڃڻ وقت راقم الحروف جي باري ۾ پنهنجي آفيس جي خاص ذاتي فائل ۾ هيٺيان اکر لکي ويو:

”منشي خدا داد خان هڪ هوشيار منشي آهي ۽ هر خدمت بجا آڻڻ ۾ چالاڪ ۽ امرتس ماڻهو. منهنجي خيال ۾ ائين ٿو اچي ته وڏي آفيسريءَ جون ذمه داريون جهڙوڪ پوليس آفيسري، هن جي هٿان چڱي طرح سان سرانجام ٿي سگهنديون.“ جولاءِ ١٨٦٨ع (١٢٩٤هه).

صحيح

مسٽر هيولاڪ صاحب بهادر

ايڪٽنگ ڪمشنر سنڌ

راقم الحروف جي باري ۾ پوليس آفيسريءَ جي تجويز هن ڪري ڏني اٿس، جو هڪ ڏينهن راقم الحروف، جهاز تان ٽپ ڏئي ڪناري تي پهتو ۽ سندس حڪم جي تعميل ڪيائين. انهيءَ وقت ڪوبه پوليس آفيسر اتي موجود ڪونه هو. انهيءَ صورت ۾ مان ائين نه ڪريان ها، ته سرڪاري ڪم ۾ گڙٻڙ پيدا ٿئي ها.

## اٺون ڪمشنر: سر وليم ميري ويدر صاحب بهادر

سال ١٢٨٤ھ مطابق ١٨٦٨ع جي آخر ۾ حبش جي ملڪ (افريقا) ۾ فتحيابيءَ ڪانپوءِ ڪراچيءَ ۾ وارد ٿيو ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جي ڪرسيءَ کي زينت بخشيائين. جان مور صاحب بهادر سندس پهريون نائب (فرسٽ اسسٽنٽ) هو. سر وليم ميري ويدر صاحب بهادر، حشمت جو صاحب ۽ جنگجو عملدارن منجهان هو. سنڌ کان چڱي طرح واقف هو. شروع ۾ سنڌ فتح ڪرڻ وقت "مياڻي" ۽ "دٻي" جي جنگين ۾ شريڪ رهيو. ڪيترائي سال سرحد سنڌ (جيڪب آباد) ۾ وڏي عهدي تي فائز هو. پنجاب، بلوچستان ۽ حبش ۾ وڏيون خدمتون بجا آنديون هئائين، جنهنڪري (يعني آزمودگار هجڻ سبب) ڪمشنريءَ جو ڪاروبار نهايت ئي جرأت ۽ همت سان بجا آڻيندو رهيو. پر ڪي وڏا ڪم، جي سندس عملداريءَ ۾ سرانجام ٿيا ۽ دنيا ۾ يادگار رهجي ويا، يا ڪي عجيب و غريب ڳالهيون، جي سندس حڪومت ۾ ٿيون، پڙهندڙن جي لاءِ مختصر طور تي هت درج ڪيون ٿيون وڃن:

١- پهرياڻين سنڌ ۾ تشريف آوريءَ شرط راقم‌الحروف کي سوني ترار عطا فرمايائين(١). ان جي سنڌ جو نقل پيش ڪيو ٿو وڃي:

نمبر ٥ جڊيشيل ڊپارٽمينٽ
١٨٦٨ع - ١٢٨٤ھ

| مُهر: محڪم محتشم صاحب والا مرتب ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ |
|---|

مان وارا منشي خداداد خان سلامت هجو

نهايت ئي مهرباني ۽ خوشيءَ سان پنهنجي مهربان مسٽر جان مور صاحب بهادر اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ، جي سفارش تي

---

(١) هت هيءَ اکر وڌائڻ گهرجن ها "جنهن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي" (ن. ب).

هڪ سٺي ولايتي ترار، اوهان جي لائقيءَ جي ڪري ۽ اوهان جي انهن خدمتن جي ڪري اوهان کي انعام ڏني وئي آهي، جي اوهان سنڌ ۾ خواه ٻين ملڪن ۾ ڪمال هوشياريءَ ۽ ايمانداريءَ سان بجا آنديون آهن. اميد آهي ته اوهان هن انعامُ عطا ٿيڻ بعد، جو سرڪار جي پاران زياده عزت افزائي ۽ مهربانيءَ جو سبب آهي، سچائي ۽ وفاداريءَ کي پنهنجي مٿان واجب سمجهي هميشه سرڪار جي خيرخواهيءَ ۾ مشغول رهندا.

فقط. تاريخ ١٦ - سيپٽمبر ١٨٦٨ع (٢٨ - جمادي اول ١٢٨٤هه).

صحيح

سر وليم ميري ويدر صاحب بهادر

ڪي. سي. بي

ٽي. پي. ايس. آءِ،

ڪمشنر سنڌ

٢- مٿين سالن ۾ سنڌ جي اندر "آفيشل گزٽ" جاري ٿي، جنهن جي ذريعي اچا تائين آفيسرن کي سرڪاري خبرون ملنديون رهن ٿيون ۽ ان مان ڪين وڏو فائدو ٿو ٿئي.

٣- روهڙي ۽ سکر جي بندرن (پتڻ) تي ٻيڙين جي عيوض جهاز مقرر ڪيا ويا، جن ۾ وڏو آرام ۽ ماڻهن جي جان ۽ مال جي سلامتي آهي. اچا تائين ساڳي ريت اهي جهاز مقرر آهن، جنهنڪري ماڻهو، مهران (سنڌوندي) جهڙي خطرناڪ درياءَ کان امن امان ۾ آهن ۽ سرڪار کي دعائون ڪندا ٿا رهن.

٤- سال ١٢٨٥هه سال ١٨٦٩ع ۾ مارواڙ ۾ ڏڪار پيو. جنهنڪري اتان جا ماڻهو عمرڪوٽ، ريگستان ۽ ان جي اوسي پاسي (سنڌ ۾) اچي ويا ۽ بک جي ڪري پنهنجا ٻار وڪڻڻ لڳا؛ اگرچه هتي کين سرڪار جي پاران خوراڪ جي امداد ڏني ٿي وئي، مگر انهن ماڻهن جي وڌيڪ امداد لاءِ ڪيترائي تعميراتي ڪم شروع ڪيا ويا. جهڙوڪ ريگستان ۾ ڪي نوان واه

ڪوٺايا ويا ۽ ڪشمور ۾ (درياءَ تي) بند ٻڌايو ويو، جنهنڪري ماڻهو مزدوري ڪري، پنهنجو گذارو ڪرڻ لڳا. (سنڌ ۾) سرڪاري ملازمن کي سندن لياقت آهر ڏڪار جي ڪري اضافا (ڏڪار الاونس) ڏنا ويا.

٥- متين سالن (١٢٨٥هه مطابق ١٨٦٩ع) ۾ راقم الحروف کي هڪ سؤ پنجٽيهن رپين ماهوار پگهار سان ڪمشنر صاحب جي آفيس ۾ پهرئين درجي جي منشي گيري (هيڊ منشي) جي جاءِ ڏني وئي. ازانسواءِ رجسٽريشن ڊپارٽمينٽ ۾ به منشيءَ جي جاءِ ڏني وئي، جنهن جو ثبوت انهيءَ تحرير مان ملندو، جنهن جو ذڪر مناسب موقعي تي ڪيو ويندو. ان کان علاوه ڪن اسڪول ۾ امتحانن جي موقعي تي جيڪا مدد مون کان ورتي ويندي هئي، انهيءَ جي عيوض به ڪجهه ملندو رهندو هو.

٦- متين سالن ۾ فريئر هال (ڪراچي) ۾ هڪ عجيب نمائش منعقد ڪئي وئي، جا سنڌ ۽ ان جي اوسي پاسي وارن ماڻهن جي گهرو هنر جي باري ۾ هئي، ۽ هڪ هفتي تائين جاري رهي. جنهنڪري ماڻهن ۾ عجيب و غريب هنرن جو شوق پيدا ٿيو ۽ هو مختلف قسمن جي شين جي خريد و فروخت ڏانهن متوجه ٿيا.

٧- متين سالن ۾ هڪ حڪم صادر ڪيو ويو، ته سنڌ جي اندر خواه ڪوهستان ۽ ان جي اوسي پاسي قديم ۽ مشهور مسجدن، مقبرن، عمارتن، شهرن ۽ عجائبات وغيره جي مختصر تاريخ خداداد خان (راقم الحروف) جي هٿان تيار ٿيڻ گهرجي. انهيءَ حڪم جي ڪري، ڪراچي ضلعي مان (١) پير حاجي منگهي (٢) شاه بلاول (٣) لاهوت لامڪان (٤) دروات ۽ (٥) رني ڪوٽ وغيره ــــ حيدرآباد ضلعي مان (١) نصرپور (٢) ٽنڊو فضل ڏالپر (٣) مخدوم نوح (٤) رهمڪي بازار ۽ (٥) آڏيرو لعل وغيره ــــ ۽ شڪارپور ضلعي مان (١) خواجه خضر (٢) معصوم شاه جو منارو (٣) شاه خيرالدين (٤) قاسم خاني ۽ (٥) بکر جي قلعي وغيره

جو احوال درجي بدرجي لکي، ڪمشنر صاحب جي خدمت ۾ عرض رکيو ويو، جو سرڪار جي مترجم کان انگريزي ۾ ترجمو ڪرائي ڇپايو ويو، ۽ سنڌ جي عملدارن کي ڏنو ويو ۽ لنڊن ڏانهن سر بارٽل فريئر صاحب بهادر کي موڪليو ويو. جنهن جا ڪيترائي نسخا (ڪاپيون) سنڌي خواه انگريزيءَ ۾ راقم الحروف وٽ موجود آهن.

۸- سال ۱۲۸٦ هه مطابق ۱۸۷۰ع ۾ بلوچستان جي سردارن بولان جي دره ۽ مٿڙيءَ جي وچ ۾ خان صاحب واليءَ قلات جي خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو. افغانستان ۽ بلوچستان جي سوداگرن ۽ قافلن کي ڦريائون لٽيائون، جنهنڪري هندوستان جي سرڪار بلند اقتدار (وائسراءِ) جي حڪم موجب انهن جهيڙن جي تصفيه لاءِ خاص طور تي (سنڌ جي ڪمشنر صاحب کي) مقرر ڪيو ويو. اٽڪل چار مهينا جيڪب آباد ۾ تنبو ڪوڙائي، انهن ۾ قيام ڪيائين ۽ خان قلات جي وزير ملا ولي محمد شاه غاصي (اشڪ اقاسي) ۽ سرادان جي سردار ملا محمد رئيساني جي روبرو تمام سهڻي نموني سان (سڀئي جهيڙا) فيصل ڪيائين. ايتريقدر جو سڀئي ڌريون سندس فيصلن تي راضي ٿيون، ۽ انهيءَ مشڪل معاملي ۾ راقم الحروف کي خصوصيت سان خدمتگذاريءَ لاءِ مقرر ڪيو ويو. اهو اٺون پيرو هو، جو راقم الحروف کي انهيءَ خاص خدمت لاءِ مامور ڪيو ويو.

۹- مٿين سالن ۾ سرحدي علائقي ۾ رهندڙ بلوچ قومن لاءِ جرگي جا قاعدا تيار ڪري، انهن جي منظوري (هند سرڪار کان) ورتائين، جن مان اڄ تائين فائدو حاصل ڪيو پيو وڃي. بلوچستان جا ماڻهو انهن تجويزن جي ڪري بي حد خوش آهن.

۱۰- انهن ئي ڏينهن ۾ "شهداد واه" عرف "سکر واه" ۾ جيڪا ڦير گهير ڪرڻي هئي، سا پوري ٿي ۽ واه کوليو ويو.

١١- سال ١٢٨٧هه مطابق ١٨٧١ع جي شروع ۾ جڏهن ويلي صاحب بهادر سنڌ (ڪمشنر صاحب جو) اسسٽنٽ هو، "ڪشمور بند" تان آفيس جي سڀني ملازمن کي حڪم ڪيو ته سکر پهچي، اتي ترسن ۽ انتظار ڪن ۽ پاڻ (ڪمشنر صاحب) جهاز جي ذريعي ٻين صاحبن سان گڏجي ۽ راقم‌الحروف کي ساڻ ڪري (اهو نائون پيرو هو، جو راقم‌الحروف کي خاص خدمت لاءِ مامور ڪيو ويو) بهاولپور جي شهر "چاچڙان" ۾ پهتو ۽ اتي پنجاب جي ليفٽيننٽ گورنر صاحب بهادر سان ملي (ٻئي ڄڻا) مٺڻ ڪوٽ ۾ آيا ۽ سنڌ جي حدن جي مقرريءَ جو فيصلو ڪري (سنڌ جو ڪمشنر) سکر ۾ موٽي آيو. مٺڻ ڪوٽ ۾ پنجاب جي مزاري قوم جي سردار ۽ تمندار نواب سر امام بخش خان صاحب بهادر مهمانداريءَ جا فرائض بجا آڻي، خوش ڪيو.

١٢- مٿين سال جي آخر ۾ (ڪمشنر صاحب) ڪراچيءَ کان ڪن معززن سان گڏجي ۽ راقم‌الحروف کي ساڻ ڪري، ڪوٽڙيءَ پهتو ۽ اتان جهاز تي سوار ٿي، ڏينهن رات سفر ڪندي، ملتان جي پرسان شيرشاه بندر (پتڻ) تي لنگرانداز ٿيو، ۽ اتان ريل تي چڙهي ملتان آيو ۽ هندوستان جي فرمان فرما (گورنر جنرل وائسراء) جناب لارڊ نارٿ بروڪ صاحب بهادر سان ملاقات جو شرف حاصل ڪيائين. انهن ڏينهن ۾ مسٽر جيمس صاحب بهادر سنڌس اسسٽنٽ هو. ملتان کان عزت‌ماب وائسراءِ صاحب بهادر سان گڏجي "پنگ بهاره" جي ڪيمپ ۾ پهچي، رات جو بهاولپور جي والي خان صاحب صبح صادق صاحب بهادر جا مهمان ٿيا. پوءِ ڪشمور جي بندر (پتڻ) تي پهتا، ۽ اتان خشڪيءَ جي رستي ارادو ڪيائون ته جيڪب آباد کي پنهنجي تشريف آوريءَ جي شرف سان نوازين ۽ مگر اتفاق اهڙو ٿيو، جو صاحب موصوف کي تپ ٿي پيو، جنهن کي

”ويگو“ سڏيو ويندو آهي، جنهنڪري جهاز تي سوار ٿي، سکر جي بندر (پتڻ) تي پهتا ۽ اتي قلات جي والي خان خداداد خان صاحب بهادر ۽ خيرپور جي والي مير علي مراد خان صاحب بهادر سان ملاقاتون ڪري ۽ سوکڙيون پاکڙيون ڏئي وٺي، انهيءَ ئي جهاز ۾ حيدرآباد جي بندر (پتڻ) تي پهتا، ۽ اتان گهمي ڦري، ڪراچيءَ ۾ رونق افروز ٿيا ۽ ”فريئر هال“ ۾ دربار منعقد ڪري، عزت ماب گورنر جنرل ۽ وائسراءِ صاحب بهادر بمبئيءَ تشريف فرما ٿي ويو، ۽ باقي صاحب سنڌ ۾ پنهنجين جاين تي برقرار رهيا. انهيءَ سفر ۾ راقم الحروف ساڻ هو ۽ اها منهنجي نائين خصوصي خدمت هئي.

١٣- سال ١٢٨٨هه مطابق ١٨٧٢ع ۾ هندوستان جي فرمان فرما گورنر جنرل ۽ وائسراءِ لارڊ ميو صاحب بهادر جي قتل جي خبر سنڌ ۾ مشهور ٿي.

١٤- مٿئين سال ۾ لس بيلي جو حڪمران جام مير خان، خان قلات جي وزير ملا ولي محمد شاهه غاصيءَ جي جنگ کان بچي، ڪراچي آيو ۽ سنڌ سرڪار جي نظربنديءَ هيٺ رهيو.

١٥- سال ١٢٨٩هه مطابق سال ١٨٧٤ع ۾ بلوچستان جا ڪي حصا، جي سنڌ فتح ٿيڻ واري زماني کان وٺي، سنڌ جي ڪمشنر جي ماتحت هئا، سنڌ کان جدا ڪري، بلوچستان جي اي. جي. جي (بلوچستان ۾ هندوستان جي گورنر جنرل جي ايجنٽ) جي ماتحت ڪيا ويا، ۽ انهن ڏينهن ۾ هندوستان جو فرمان فرما (گورنر جنرل ۽ وائسراءِ) لارڊ ليٽن صاحب بهادر پنجاب کان جيڪب آباد سنڌ ۾ تشريف آور ٿيو، ۽ سنڌ کي عزت بخشيائين.

١٦- سال ١٢٨٩هه مطابق ١٨٧٤ع جي آخر ۾ بمبئيءَ جو گورنر سر فلپ ووڊهائوس صاحب بهادر پنجاب کان ڪشمور ۾ تشريف آور ٿيو ۽ خشڪيءَ رستي سنڌ جي وڏن

شهرن جهڙوڪ جيڪب آباد، شڪارپور، لاڙڪاڻي، ميهڙ ۽ سيوهڻ جو سير ڪري، سيوهڻ جي بندر (پتڻ) تان جهاز تي سوار ٿي حيدرآباد پهتو ۽ اتان جون اهم جڳهيون، عجيب و غريب شيون ۽ ١٢٦٠هه مطابق ١٨٤٣ع وارو ميدان جنگ ڏسي، ڪراچيءَ آيو ۽ اتي عام دربار منعقد ڪري، بمبئيءَ روانو ٿي ويو، ۽ سنڌ جا عملدار پنهنجي پنهنجي جاءِ تي قائم رهيا.

١٧- انهيءَ ئي سال ڪوٽڙيءَ کان وٺي ملتان تائين مهراڻ درياء (سنڌو ندي) جي ڪاٻي ڪپ تي ريل گاڏي هلڻ شروع ٿي.

١٨- سال ١٢٩٠هه مطابق ١٨٧٥ع ۾ سرڪار بلند اقتدار، مقروض جاگيردارن ۽ زميندارن کي قرض کان آزادي ڏيارڻ خاطر قاعدو منظور ڪيو. پهريون پيرو انهيءَ قاعدي جي شروعات ايچ. اي. ايم جيمس صاحب بهادر جي ڪوشش ۽ محنت سان ٿي، جڏهن هو ضلعي سيوستان (سيوهڻ) جو اسسٽنٽ ڪليڪٽر هو. ان جي ڪري ڪيترن ئي جاگيردارن، زميندارن ۽ ڪاشتڪارن کي فائدو حاصل ٿيو، جنهنڪري هو سرڪار نامدار جي، ان وقت جي عملدارن جا ڳڻ ڳائڻ لڳا. مگر شنوائي جي مدت تمام ٿوري يعني ڇهه مهينا کن مس هئي، انهيءَ ڪري سڀئي مستحق جاگيردار ان سان پورو فائدو حاصل ڪري نه ٿي سگهيا ۽ ڪي محروم رهجي ٿي ويا.

١٩- سال ١٢٩٠هه مطابق ١٨٧٥ع ۾ سر مير علي مراد خان پنهنجي مختصر عملي سميت پرنس آف ويلس صاحب بهادر سان ملاقات لاءِ بمبئيءَ ويو.

٢٠- سال ١٢٩١هه مطابق ١٨٧٦ع ۾ راقم الحروف جي لاءِ هندوستان جي سرڪار نامدار کي نيڪ ناميءَ جي پرواني

عطا ڪرڻ جي سفارش ڪيائين، جا هيٺين تحرير مان، جا انگريزيءَ جو ترجمو آهي، پڙهندڙن کي معلوم ٿيندي.

پوليٽيڪل ڊپارٽمينٽ، نمبر ١٩٦٧، مورخه ٢٦-سيپٽمبر ١٨٧٦ع

آفيس ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ، ڪراچي

بحوالهٔ مراسلهٔ نمبر ٣٢٧، مؤرخه ٢١-سيپٽمبر ١٨٧٦ع (١٢٩١هه).

ڪمشنر صاحب بهادر رقمطراز آهي، ته منشي خداداد خان ولد راضو خان جو نالو پيش ٿو ڪري، جو سنڌ جي ڪمشنر صاحب بهادر جي آفيس جو وڏو منشي آهي، ته هند سرڪار جي پاران هن جي لاءِ نيڪ ناميءَ جو پروانو صادر ڪيو وڃي. ڇوته هيءُ منشي گهڻي عرصي کان نهايت ئي سهڻي نموني سان خدمتون بجا آڻيندو رهيو آهي. مثلاً سال ١٨٥٨ع (١٢٧٦هه) ۾ سر فريڊرڪ گولڊ اسمڊ سان گڏجي جيسلمير ۽ پوڪران (مارواڙ) ويو. سال ١٨٦١ع (١٢٧٨هه) ۾ ساڳئي عملدار کي خاص خدمتن جي بجا آوريءَ لاءِ مڪران (بلوچستان) جي ساحل ڏانهن موڪليو ويو، ته هيءُ منشي هن سال گڏ هو. انهن پنهي خدمتن لاءِ هن کي خاص طور تي منتخب ڪيو ويو هو. ان کان پوءِ مخصوص خدمتن جي لاءِ بار بار منتخب ٿيندو رهيو ۽ مسٽر ايس. مينسفيلڊ ڪمشنر سنڌ سان گڏجي خليج فارس ۽ دجله درياءَ عبور ڪري بغداد ويو. انهن خدمتن جي عيوض مسٽر هيولاڪ جڏهن هو سنڌ جو ڪمشنر هو کيس هڪ اعليٰ درجي جي ترار عطا ڪري نوازيو هو. منشي خداداد خان ڪيترائي پيرا فارسي، عربي، مڪراني ۽ بلوچي زبانن جي مترجم جا فرائض بجا آندا آهن ۽ ڪراچيءَ ۾ سنڌي ممتحنن جيءَ جماعت جو ممبر رهيو آهي، جا تعليم کاتي جي ماتحت آهي. اهي خدمتون خواه پيون ڪيتريون ئي خدمتون، جي سياسي معاملن سان واسطو رکندڙ هيون، بجا آنديون اٿس، جن کي تفصيلوار قلمبند ڪرڻ ضروري نظر نٿو اچي. انهن سڀني ڳالهين کي نظر ۾ رکي، سنڌ جو

ڪمشنر صاحب بهادر سمجهي ٿو تہ منشي خداداد خان هن ڳالهہ جو مستحق آهي تہ کيس نيڪ ناميءَ جو پروانو عطا ڪيو وڃي. انهيءَ ڪري مٿس مهربانيءَ جي خيال کان سفارش تي ڪجي، تہ سرڪار کيس نيڪ ناميءَ جو پروانو عطا ڪري.

صحيح

ڪرنل سر وليم ميري ويدر صاحب بهادر
ڪمشنر سنڌ

۲۱- سال ۱۸۷۵ع جي آخر ۾ بمبئيءَ جو گورنر سر رچرڊ ٽيمپل صاحب بهادر، جو تمام سٺو فارسي دان هو ۽ عجيب و غريب حالات جو شائق ۽ ڳولائو، ريگستان (رڻ ڪڇ) جي رستي عمرڪوٽ پهتو، ۽ اتان سنڌ جي اڪثر شهرن جو سير ڪرڻ بعد قنڌار روانو ٿي ويو. انهن ڏينهن ۾ ريل گاڏي شال ڪوٽ (ڪوئٽہ) تائين هاڻ لڳي هئي. جيڪب آباد ۽ ڪوئٽہ جي وچ ۾ "ٽيمپل ديره" جي نالي سان جا ريلوي اسٽيشن مشهور آهي، انهيءَ صاحب ڏانهن منسوب آهي. جو تہ اتي ٿوري دير ترسي ناشتو ڪيو هئائين. سردار شير علي خان والي قنڌار کان هن خاڪسار راقم الحروف کي معلوم ٿيو تہ گورنر صاحب قنڌار ۾ سردار صاحب موصوف جو مهمان هو، ۽ اتي افغان سردارن وانگر هيٺ ويهي ماني کاڌي هئائين. بيشڪ، ائين ئي ٿيڻ کپي. هر ملڪ ۽ هر شهر ۾ اتان جي رسم رواج مطابق هلڻ عقلمندن جو ڪم آهي. قنڌار کان واپسيءَ تي "نئہ گاج" جو ملاحظو ڪرڻ بعد، جا ڪوهستان جي ڪناري تي آهي، ڪراچيءَ آيو ۽ اتي هڪ عام جلسو ڪري، ملير کان پائيپن رستي ڪراچيءَ پاڻي پهچائڻ جو افتتاح ڪيائين، ۽ ان کان پوءِ بمبئي تشريف فرما ٿي ويو.

٢٢- سال ١٢٩٢هه مطابق ١٨٧٧ع ۾ سر مير علي مراد خان دهليءَ ويو ۽ اتي نوابن، اميرن ۽ راجائن جيي جلسي ۾ شامل ٿيو. جتي کيس پرچم ۽ کي پيون شيون عطا ڪري نوازيو ويو.

آخرڪار (سنڌ جو ڪمشنر) پنهنجي سٺي ڪارگذاريءَ جي ڪري سال ١٢٩٢هه مطابق سال ١٨٧٧ع جي آخر ۾ انگلينڊ جي پارليامينٽ جو ممبر مقرر ڪيو ويو ۽ ڪراچيءَ کان بمبئي روانو ٿي ويو. ان کان اڳ ۾ ڪوبه ڪمشنر برطانوي پارليامينٽ جو ممبر نه ٿيو هو. سنڌ جي باشندن چندو گڏ ڪري، جنهن ۾ راقم الحروف جي ڪجهه رقم به شامل هئي، بندر روڊ جي مٿان ڪراچي شهر جي آخري ڇيڙي تي (سندس يادگار ۾) هڪ وڏو برج ٺهرايو، جو "ميري ويدر ٽاور" جي نالي سان مشهور آهي ۽ اڄا تائين قائم آهي. سمنڊ جي ڪناري تي پڻ هڪ وڏو برج به آهي، جو "ميري ويدر اسٽيشن" (؟) جي نالي سان مشهور آهي، ۽ هڪ باغيچو به، جو "ڪراچيءَ جي باغستان" ۾ داخل، ۽ سرڪار جي پاران مير صاحبن جي رهائش لاءِ مقرر ڪيل آهي، "ميري ويدر گارڊن" جي نالي سان مشهور آهي.

بيشڪ، ناموز سردار هميشه زنده رهندا آهن، توڻي جو دنيا فانيءَ سان عالم جاودانيءَ ڏانهن رحلت ڪري وڃن، ته به سندن نالاءِ نشان قائم رهندو آهي.

پنهنجي حڪمرانيءَ جي زماني ۾ راقم الحروف جي لاءِ پنهنجي آفيس ۾ کي حڪمناما ڇڏيا اٿس، جي راقم الحروف وٽ موجود آهن. جيڪڏهن اهي سڀئي حڪمناما ڪاغذ جي ميدان تي آندا وڃن (نقل ڪيا وڃن) ته لازمي طور تي انهن جي لاءِ هڪ جدا داستان مرتب ڪرڻو پوندو. سگر "مشتي نمونهٔ از خرواري" جي مصداق انهن مان فقط ڏي حڪمناما هت درج ڪيا ٿا وڃن، جن مان پڙهندڙن کي، راقم الحروف جي مٿان ڪمشنر صاحب جي شفقت، مهرباني ۽ عنايتن جو پتو پوندو.

هن تاريخ جي پڙهندڙن کي نيڪ روشن هجي تہ گهڻائي اسسٽنٽ ڪمشنر، راقم‌الحروف جي شان مهربان هئا. هنن کي جڏهن منهنجي عهدي ۽ پگهار جي باري ۾ معلوم ٿيندو هو، تہ هن خاڪسار جي مسڪيني حال تي رحم ڪري، سنڌ جي ڪمشنر صاحبن کي سفارشون ڪندا هئا. انهن منجهان جيڪي سفارشون سر وليم ميري ويدر صاحب جي خدمت ۾ ڪيون ويون، ڪجهہ هت درج ڪجن ٿيون، ۽ ٻين صاحبن کي ڪيل سفارشون شايد ٻئي ڪنهن موقعي تي درج ڪيون وڃن.

اسسٽنٽ ڪمشنر صاحبن جي تحريرن تي سنڌ جي ڪمشنر سر وليم ميري ويدر صاحب بهادر جا جواب

١- خداداد خان مون کي چڱي طرح ياد آهي. ڪنهن مناسب موقعي تي سندس بهترين خدمتگذاريءَ جي باري ۾ سوچيو ويندو. اجا وقت پيو آهي.

٢- خداداد خان کي ٻہ سؤ پنجاه رپيا ماهوار پگهار، هڪ سؤ ويهہ رپيا ماهوار الاونس ۽ سنڌ جي پوليس انسپيڪٽريءَ جو عهدو قبول نہ ڪرڻ گهرجي. مان خداداد خان کي سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس ۾، پگهار جي اضافي سان رهڻ جي صلاح ڏيندس. خداداد خان جهڙي هوشيار ۽ لياقت، قابليت رکڻ واري منشيءَ لاءِ اهو عهدو (پوليس انسپيڪٽري) هڪ ڪارو داغ آهي.

اسسٽنٽ ڪمشنر صاحب بهادر جي تجويز

مان، خداداد خان جي لاءِ سفارش جي جرائت ڪندي، هن حقيقت جو اظهار ٿو ڪريان تہ جوانن ۽ ٻين (سرڪاري ملازمن) کي ترقي ملندي رهي ٿي ۽ خداداد خان اجا تائين اتي جو اتي آهي. في الحال ٽن مهينن لاءِ ڪيس (عارضي) ترقي ڏيڻ مناسب نظر اچي ٿي، تہ فيض محمد جي جڳهہ تي اسسٽنٽ ڪليڪٽر يعني سينئر ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي ڪم ڪري ۽ ڪمشنر صاحب

جي آفيس ۾ رهي، تہ سنڌس ڪيسي ۾ پئسا اچن. هو قادرداد کان يا ڪنهن اهڙي شخص کان گهٽ ناهي، جنهن جي جڳهہ تي هو ڪم ڪندو (اهو اشارو فيض محمد ڏانهن هو، جو انهن ڏينهن ۾ زندہ هو).

ڪمشنر صاحب جو جواب

مان خداداد خان جي پگهار ۾ اضافي لاءِ وقت اچڻ تي مناسب تجويز پيش ڪندس. اوهان هن جي واسطي جنهن عهدي جي سفارش ڪئي آهي، سو ڪمشنر جي آفيس ڇڏڻ کانسواءِ حاصل ٿي نٿو سگهي.

ڪيترين ئي پيون تحريرون بہ موجود آهن، ۽ سيپٽمبر ١٨٧٧ع مطابق ١٢٩٢هہ ۾ روانگيءَ وقت راقم الحروف جي هٿ ۾ جيڪا نيڪ ناميءَ جي تحرير ڏنائين، ۽ پنهنجي آفيس ۾ جيڪا تحرير ڇڏيائين، سي هيٺ درج ڪيون ٿيون وڃن (انگريزيءَ جو تحت لفظي ترجمو پيش ڪيو ٿو وڃي):

١- منشي خداداد خان تمام سٺو خدمتگذار آهي ۽ هن جي ڪارگذاريءَ ۾ نهايت ئي همت ۽ چستي آهي. وڏي منشيءَ جي جڳهہ، جا ديوان سنگهارام جي وڃڻ سبب خالي ٿي هئي، سا اڻ سالن کان هن جي هٿ ۾ آهي. هن فارسي زبان جي تعليم حاصل ڪئي آهي ۽ سنڌي لکڻ ۾ وڏو هوشيار آهي. پڻ بہ ڪيترن ئي زبانن کان واقف آهي. مان ڏاڍو خوش هوس تہ هن کي ڪنهن مناسب موقعي تي ڪنهن وڏي عهدي تي رسائيندس. پر حالتن جي ناساز گاريءَ سبب اهڙو موقعو ملي نہ سگهيو. انهيءَ ڪري اها ذمہ داري پوري اعتماد سان پنهنجن جانشين جي مٿان ٿو رکان. هو تمام جلد، فرائض جي بجا آوريءَ ۾ هن جي بهترين ڪارگذاريءَ کان واقف ٿيندا، ۽ جڏهن ڪين موقعو ملندو تہ وڏي خوشيءَ سان هن کي ڪنهن عهدي تي ترقي ڏئي، سرفراز ڪندا. مون کي هن وقت ۽ ههڙين حالتن

۾ سٺو نہ ٿو لڳي، ھن کي ”خان بھاديءَ“ جي لقب ڏيڻ لاءِ خصوصي درخواست ڪريان، ۽ اھو چڱو نہ ٿيندو تہ سرڪار نامدار وڏان انھيءَ درخواست جو انڪاري جواب اچي.

صحيح –

ڊبليو. ايل. سر وليم ميري ويدر
صاحب بھادر. ڪمشنر سنڌ

٢– انھيءَ تحرير جو مختصر ترجمو، جا پنھنجي آفيس ۾ رڪارڊ تي چڙھي ويو:

منشي خداداد خان، سٺو منشي، چڱو تعليم يافتو ۽ لياقت وارو آھي.

اھڙيءَ ريت وچ وقت ھڪ ولايتي ترار، جنھن جي قيمت ٽي سؤ روپيا ھئي، پنھنجي جانشين مسٽر ايف. ڊي. ميلول صاحب بھادر جي روبرو پنھنجي ھٿ سان ڏنائين، ۽ ھن کي انگريزيءَ ۾ منھنجي لاءِ تمام سٺي سفارش ڪيائين. پوءِ مون کي اردوءَ ۾، جا نھايت ئي فصاحت سان ڳالھائيندو ھو، فرمايائين تہ ”تنھنجي لاءِ منھنجي سٺي صلاح اھا آھي تہ ڪمشنر صاحب بھادر جي آفيس کي جلد ڇڏڻ چڱو نہ ٿيندو. ڇو تہ آخر توکي ھتان ئي فائدو رسندو.“ بيشڪ اٺين ئي آھي، جو بادشاہ جو سخن، سخنن جو بادشاہ ھوندو آھي.

ھيٺين تحرير ترجمو آھي مسٽر جان مور صاحب بھادر اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ جي تحرير جو، جنھن جو وعدو مٿي فقري نمبر پنجين ۾ ڪيو ويو ھو، جتي سر وليم ميري ويدر صاحب بھادر جون ڪارگذاريون درج ڪيون ويون ھيون. ھيءَ تحرير ھن ڪتاب جي پڙھندڙن لاءِ درج ڪئي ٿي وڃي:

”مان منشي خداداد خان کي اٺن سالن جي عرصي کان چڱي طرح سڃاڻان. ڇو تہ مان اھو سڄو عرصو سنڌ

۾ رهيو آهيان. انهيءَ عرصي ۾ هن پاڻ کي سنڌ جي
ڪمشنر جي آفيس ۾ وڏي منشيءَ جي ذميداريءَ جهڙي
جڳهه تي نهايت ئي محنت، لياقت ۽ وڏي ڪوشش سان
پهچايو آهي. خداداد خان مسافريءَ جي زماني ۾ جڏهن
ڏکيون ۽ ڏکيون منزلون درپيش ايندڀون آهن،
انهن ڏکين منزلن جي ڏکيائي برداشت ڪري سگهڻ وارو
آهي، ۽ اهڙن موقعن تي هن سرڪاري ملازم جو قدر(۱)
حد کان زياده قيمتي آهي، جو سندس فارسي داني ۽
عربي داني بي حد فائدي مند ثابت ٿي هئي، جنهن وقت
اسين خليج فارس وٽان لنگهي ۽ دجله ۽ فرات عبور
ڪري، بغداد ويا هئاسين. هيءُ شخص اسان سان دارهاره
جبل ڏانهن به هليو هو. اتي اسان کي جيڪا به ضرورت
پيش آئي ٿي، سا وڏي خوشيءَ سان پوري ٿي ڪيائين.
ازانسواءِ سنڌ جي سفر ۾، جڏهن مون کي سنڌ جي
اسڪولن جي امتحانن وٺڻ لاءِ وڃڻو پيو، تہ هن وٽان
تمام چڱي مدد ملي. سان ڏاڍو خوش ٿيندس، جيڪڏهن
هن کي پنهنجي حياتيءَ ۾ هاڻوڪي عهدي کان، ڪنهن
وڏي عهدي تي فائز ڏسندس، ۽ جا ڳالهہ مون کان
لڪڻ وسري وئي آهي، سا هاڻي ٿو لکان، تہ ”خداداد خان
انسپيڪٽر جنرل صاحب بهادر جي برانچ ۾ رجسٽريشن
جي معاملن ۾ سچو سال وڏي مدد ڏني آهي.“

صحيح

جان مور صاحب بهادر اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ،
سنڌ جي اسڪولن ۽ انسپيڪٽر صاحب بهادر جي
برانچ جو ناظر.

---

(۱) هت ”قدر“ جي بدران ”موجودگي“ هجڻ گهرجي (مترجم).

## نائون ڪمشنر: مسٽر ايف. ڊي ميلول صاحب بهادر

### ايڪٽنگ

سال ١٢٩٢ هه مطابق ١٨٧٧ع جيَ آخر ۾ جانشين ۽ ايڪٽنگ ڪمشنر ٿيو. سندس اسسٽنٽ مسٽر ڊبليو. بي. وارٽر صاحب بهادر هو. ميلول صاحب ان کان اڳ ۾ سنڌ جو جڊيشنل ڪمشنر ۽ سنڌ جي چيف ڪورٽ جو جج هو. سندس ڪمشنريءَ جي زماني ۾ اگرچه چند معمولي ڳالهيون سرانجام ٿيون، پر ڪيترائي عدالتي معاملا، جن کان هو چڱيءَ طرح واقف هو، اصلاح پذير ٿيا ۽ چڱي طرح سان هلڻ لڳا.

انهيءَ زماني ۾ افغانستان ۾ ٻين جنگ هلي پوري ٿي هئي ۽ سنڌ ۾ گهوڙن، ڏڳن، خچرن ۽ گڏهن جي خريد و فروخت ۽ ڏيساورن ۾ سندن موڪلڻ سخت مشڪل ٿي پيو هو ۽ ڪڙٻ (جوئر جو گاه) جي تڪليف تمام وڌي وئي هئي. انهن مشڪلاتن کي ميلول صاحب ڏاڍي سهڻي نموني سان حل ڪيو.

## ڏهون ڪمشنر: مسٽر ايڇ. اين. بي ارسڪين صاحب بهادر

سال ١٢٩٣ع مطابق ١٨٧٩ع ۾ ڪراچيءَ ۾ وارد ٿي، ڪمشنريءَ جو عهدو سنڀاليائين. ان کان اڳ ۾ سنڌ جي اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر جي عهدي تي رهي چڪو هو. پهريائين سر چارلس اليونٽ صاحب بهادر، پوءِ ڊاڪٽر جان پالن صاحب بهادر ۽ ان کان پوءِ مسٽر ايجرلي صاحب بهادر درجي بدرجي سندس اسسٽنٽ ٿي رهيا. سندس اياسڪاريءَ ۾ اڪثر سرڪاري معاملا سهڻي نموني سان سرانجام ٿيندا رهيا. هت انهن سڀان کي ڳالهيون "يڪ مشت نمونهٔ خرواري" (١) جي طور تي درج ڪيون ٿيون وڃن.

---

(١) "مشتي نمونهٔ از خرواري" صحيح آهي (مترجم).

ڪي عجيب و غريب ڳالهيون، جي سنڌس حڪمرانيءَ جي زماني ۾ ٿيون، سي لکيون وڃن ٿيون، جن مان پڙهندڙن کي پتو پوندو ته هو صاحب ڪهڙيءَ رِيت سرڪاري ڪاروبار هلائيندو هو.

١- انهيءَ سال افغانستان جو والي مرحوم امير شيرعلي خان صاحب وفات ڪري ويو. سنڌس سجع هيءَ هئي:

امير دوست محمد خان ڪہ مقبلِ ازلي است،
نظام مملڪتش از انتظام شيرعلي است. (١)

١- جاگيرون، جي اڳين بادشاهن جون ڏنل هيون، يا چڱين خدمتن سبب نئين سرڪار جون عطا ڪيل هيون، انهن جا معاملا اڪثر اڻ رٿيا ۽ اڻ پورا هئا، جنهنڪري بمبئي جي سرڪار وڏان وقت بوقت انهن جي تصفيہ لاءِ احڪام ايندا رهندا هئا. انهيءَ ڪري هن سلسلي ۾ سرڪار کي هڪ رپورٽ ڪيائين، جنهن جو ترجمو درج ڪيو ٿو وڃي، جنهن مان پڙهندڙن کي معلوم ٿيندو ته انهيءَ رپورٽ جو نتيجو راقم الحروف جي فائدي ۾ آهي.

بامبي سرڪار کي موڪليل رپورٽ ١٠- آڪٽوبر ١٨٨٠ع

مطابق ١٢٩٤هہ جو تصديق شده ترجمو

منهنجا سائين!

هيءَ ڳالهہ اوهان صاحبن جي ڌيان مبارڪ تي آڻڻ گهران ٿو ته سنڌ جي ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪليڪٽرن (عارضي)

---

(١) اهو شعر هيئن هئڻ گهرجي:

امير دوست محمد ڪہ مقبل ازلي ست
نظام مملڪتش ز انتظام شير علي ست

منجهان هڪ ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪليڪٽر جو عهدو خالي آهي.
جنهنڪري عرضگذار آهيان ته اوهان صاحب انهيءَ عهدي تي
هڪ سرڪاري ملازم مقرر ڪرڻ فرمايو ته مان تعميل ڪريان
(اوهان جي مقرر ڪيل ماڻهوءَ کي رکان). پنهنجن پيش رَوَنَ
جي راءِ سان اتفاق ڪندي، اوهان صاحبن جي ڌيان مبارڪ کي
خان صاحب خداداد خان ولد راضو خان ڏانهن موڙڻ ٿو گهران.
هيءُ ماڻهو ڪيترن ئي سالن کان سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس جو
وڏو منشي ٿي رهيو آهي، ۽ اجا تائين آهي.

خان صاحب خداداد خان سال ١٨٥٤ع (١٢٧٠هه) جي شروع
کان سرڪاري ملازمت ۾ آهي ۽ (آڳين) سڀني عملدارن، جن
جي هٿ هيٺ هن ڪم ڪيو آهي. هن جي لاءِ وڏي عزت سان
شاندار ۽ عزت افزائي جا الفاظ استعمال ڪيا آهن. سال ١٨٥٥ع
(١٢٧١هه) ۾ هو جاگيري ۽ سياسي شعبي ۾ سر فريڊرڪ گولڊ اسمڊ
صاحب بهادر جي ماتحت رهيو آهي. ان کانپوءِ هو ساڳئي
عملدار سان هڪ خاص ڊيوٽي تي مڪران (بلوچستان) ۽ جيسلمير
(مارواڙ) ويو. سر فريڊرڪ گولڊ اسمڊ صاحب، سر ليوئس پيلي صاحب
سر هنري گرين صاحب، مسٽر هيولاڪ صاحب، مسٽر ميلول صاحب
۽ سر وليم ميري ويدر صاحب سڀني هن جي بهترين خدمات ۽
وڏي لياقت جي تعريف ڪئي آهي، ۽ سندس پگهار ۾ اضافي
جي سفارش ڪئي اٿن. سال ١٨٦٧ع (١٢٨٣هه) ۾ سندس
سهڻين خدمتن جي عيوض کيس هڪ سوني ترار عطا ڪري،
ڪمشنر صاحب بهادر جي آفيس جي سڀني اهلڪارن جي درميان
اعزاز ۽ امتياز بخشيو ويو. سر وليم ميري ويدر صاحب بهادر سنڌ
مان روانگيءَ وقت هن ريت لکيو.

”مان ڏاڍو خوش ٿيانَ ها، جيڪڏهن ڪنهن مناسب
موقعي تي هن جو عهدو ۽ پگهار وڌائي، هن کي سرفراز
ڪريان ها. پر وقت جي ناسازگاريءَ سبب مون کي

اهڙو مناسب موقعو ميسر نہ ٿيو، انهيءَ جي باوجود
مان پوري اعتماد سان هن کي پنهنجي جانشين جي حوالي
ڪري ٿو وڃان“.

سون کي خداداد خان جي حالت ۽ لياقت جي باري ۾
زياده لکڻ جي ضرورت نہ آهي. مان هن جي ڪارگذاريءَ
جي باري ۾ پنهنجي هڪ سال جي ذاتي تجربي جي آڌار تي
فقط هيترو چوندس تہ منهنجي راءِ ۾ پنهنجن پيش رون جي
راءِ سان شامل آهي، جا هن بابت ڏني اٿن. مان پوري يقين سان
چوان ٿو تہ هو پگهار ۾ اضافي جو لائق آهي، جنهن لاءِ مان
اوهان صاحبن جي خدمت ۾ سفارش ٿو ڪريان.

هن وقت هڪ سبب آهي، جو مان خان صاحب خداداد خان
جو انتخاب ٿو ڪريان، تہ هو هن خالي عهدي تي عارضي طور
ڪم ڪري، جنهن لاءِ اوهان جي ڌيان مبارڪ تي آڻيان ٿو ۽
اوهان صاحبن کي ياد ٿو ڏياريان تہ ڪجهہ عرصي کان سرڪار
جي اها خواهش پئي رهي آهي تہ سنڌ جي زمينن جي معافيءَ
جو مسئلو هٿ ۾ کنيو وڃي، ۽ ان باري ۾ رپورٽ ڪئي وڃي.
مگر انهيءَ معاملي ڏانهن توجهہ ڏيڻ ۽ رپورٽ ڪرڻ ۾ وڏيون
مشڪلاتون پيش ٿيون اچن. جنهنڪري ناممڪن آهي تہ سموريون
زمينن يا ڪن ٽڪرن جي باري ۾ صحيح يادداشت هٿ اچي سگهي.
مگر انهيءَ جي باوجود هن معاملي کي نظر انداز نہ ڪيو ويو
آهي ۽ هن باري ۾ ضروري معلومات حاصل ڪرڻ جو
ڪم جاري آهي. تاهم اهو امڪان آهي تہ اها جاچ (سروي)
جلد پوري ٿي نہ سگهي؛ تنهنڪري بهتر ائين نظر ٿو اچي تہ
هن معاملي جي لاءِ هڪ خاص آفيسر مقرر ڪريان، ۽ منهنجي
خيال ۾ ائين ٿو اچي تہ انهيءَ عهدي تي، جو خالي آهي، هڪ
آفيسر (جلد ۽ ضرور) مقرر ڪيو وڃي، ۽ سون کي چڱي طرح
معلوم آهي تہ سنڌ ۾ پيو اهڙو ماڻهو ڪونهي، جو هن ملازمت
جي لاءِ گهربل هوشياري، قابليت ۽ لياقت رکندڙ هجي، سواءِ

انهيءَ معزز مائٽهوءَ جي، جنهن جو نالو اوهان صاحبن جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو آهي. هو جاگيري شعبي ۾ پنهنجي ڀرئين تجربي کي چڱي طرح استعمال ڪري سگهندو.

آڪٽوبر ١٨٨٠ع (١٢٩٤هه) مان آهيان اوهان صاحبن جو
ڪراچي تابعدار ايچ. اين. بي ارسڪين
ڪمشنر سنڌ

انهيءَ سفارش تي بمبئيءَ سرڪار وٽان جيڪو حڪمنامو (انگريزيءَ ۾) آيو، ان جو ترجمو هيٺينءَ ريت آهي:

نمبر ١٥٧٧، سال ١٨٨٠ع (١٢٩٤هه)

روينو کاتو، بمبئي ڪائونسل، تاريخ ٣٠. آڪٽوبر

١٨٨٠ع (١٢٩٤هه) سرڪاري حڪمنامو

جناب گورنر صاحب بهادر نهايت ئي خوشيءَ سان مقرر ٿو فرمائي خان صاحب خداداد خان ولد راضو خان، سنڌ جي ڪمشنر صاحب بهادر جي آفيس جي وڏي منشيءَ کي سندس ڪارگذاريءَ سبب "سيڪنڊ ڪلاس ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪليڪٽر سنڌ"، خان بهادر مير ولي داد خان جي جاءِ تي، ته هو سنڌ ۾ ايڪسٽرا اسسٽنٽ فرسٽ ڪلاس جا فرائض بجا آڻي.

صحيح
جان نيوجنٽ صاحب بهادر
ايڪٽنگ سيڪريٽري

اهي يارهين مقرري آهي، جا راقم الحروف جي لاءِ خصوصي خدمت جي واسطي ڪئي وئي آهي.

٣- سال ١٢٩٥هه مطابق ١٨٨١ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽرن ۽ مختيارڪارن جي عهدن لاءِ وڏايل ڀڳهارن جي باري ۾

هڪ نئين رٿ عمل ۾ آئي ۽ ضلعن جا آفيسر، جي ”ڊپٽي ڪليڪٽرن“ جي نالن سان مشهور هئا، سي هاڻي ڇڪن عهدن ۽ وڏين پگهارن سان ”اسسٽنٽ ڪليڪٽرن“ جي نالي سان سڏجڻ لڳا، ۽ اهڙن عهدن حاصل ڪرڻ لاءِ قاعدا مقرر ڪيا ويا، جي اڄا تائين جاري آهن ۽ انهن عهدن لاءِ اميدوار آفيسر انهن جي پابندي ڪندا آهن.

۴- انهيءَ سال (۱۸۸۱ع ۾) مالي معاملن جي باري ۾ چند قاعدا جاري ڪيا ويا ۽ سڀني زميندارن ۽ آبادگارن کي انهن کان آگاه ڪيو ويو. مثلاً ڍلن جي وصولي، آباد ۽ غيرآباد زمينن جي ورهاست (ڪٽ)، مالڪاڻو وڻن، معافي ڏيڻ، شفعه جو حق، لاڳيتون زمينون، زمين جي حدن تي پٿر ڪوڙي نشان لڳائڻ، مسافرن جي آرام ۽ آسائش لاءِ عام رستن تي وڻ پوکائڻ، هوڙي (۱)، ڪوچن (۲)، دريا ٻٽردي، دريا ڳورڊي (پائيندڙ سبب لٽجي ويل زمين) ۽ درياء جي ڇڏي ويل زمين (ڪچي) جي باري ۾ اهڙا سٺا قاعدا مقرر ڪيا ويا، جن مان اڪثر قاعدا اڄا تائين ساڳيءَ ريت جاري آهن، ۽ ”آئين اڪبريءَ“ وانگر مشهور آهن.

۵- انهيءَ ئي سال (۱۸۸۱ع ۾) مرحوم. سردار شير علي خان صاحب واليءَ قنڌار پنهنجن واسطيدار ماڻهن سميت ڪراچيءَ ۾ آيو. کيس رهائش لاءِ جاءِ ۽ گذاري لاءِ مناسب امداد ڏني وئي، جنهنڪري سڄي حياتي آرام ۽ آسائش سان وقت گذاريندو رهيو.

---

(۱) ”هوڙي“ يا ”هڙي“ سنڌي ٻوليءَ جو اکر آهي. جنهن جي معنيٰ آهي زمين جو اهڙو ٽڪرو جتي ٻير جا وڻ گهڻا هجن.

(۲) زمين جو اهڙو ٽڪرو، جتي سرسبز وڻ ۽ جانورن لاءِ ساڻو گاه هجي. (ن. ب).

٦- سال ١٢٩٧هه مطابق ١٨٨٣ع ۾ سرمير علي مراد خان واليءَ رياست خيرپور کي سلاميءَ لاءِ ٻه توبون وڌيڪ عطا ڪيون ويون.

٧- انهيءَ ئي سال (١٨٨٣ع ۾) راقم الحروف جي لاءِ وري سفارش ڪئي وئي ته خداداد خان کي اصلي پگهار کان زياده هڪ سؤ رپيا اضافو، روزانو ڀتو ۽ ٻه ڪلارڪ ڏنا وڃن، جي انگريزي ڄاڻندڙ هجن (١) حشمت راءِ (جو هن وقت ڊپٽي ڪليڪٽر آهي) ۽ (٢) سندس پٽ آڏارام مترجم. اهي ٻئي ڪلارڪ خط و ڪتابت لاءِ سندس ماتحتيءَ ۾ رهڻ گهرجن.

انهيءَ سفارش جو اظهار انگريزي مراسلي نمبر ٢٢٥١، مؤرخه ٥-جون ١٨٨٣ع (١٢٩٧هه) جي آخري فقري مان ظاهر آهي. اهو مراسلو سنڌ جي ڪمشنر مسٽر ايڇ. اين. بي ارسڪين صاحب بهادر، بمبئي جي گورنر ۽ ڪائونسل جي صدر جيمس فرگرسن صاحب بهادر جي خدمت ۾ موڪليو، جنهن جو ترجمو هيٺ آهي:

فقرو نمبر ٥٥. انهيءَ ڪري اها تجويز پيش ٿو ڪريان ته اهي معاملا، سنڌ جي ڪمشنر صاحب جي سياسي شعبي جي وڏي منشي مسٽر خداداد خان جي هٿان، اسسٽنٽ ڪمشنر جي نظرداريءَ هيٺ سرانجام ٿيڻ گهرجن. ڇوته مسٽر خداداد خان فارسيءَ جي لکپڙهه ۽ جاگيرن جي نقشن وغيره کان چڱي طرح واقف آهي ۽ وڏو تجربيڪار آهي. سندس خدمتون شروع کان وٺي سرڪار کي پسند آهن؛ تنهنڪري اها سفارش ٿو ڪريان ته هو انهيءَ خصوصي خدمت تي مقرر رهي. کيس هڪ سؤ رپيا ذاتي پگهار کان زياده ڏنو وڃي ۽ روزانو لوازمو (ڀتو) به. ازانسواءِ هن ڪم لاءِ ٻه انگريزيدان هڪ سٺ رپيا ماهوار پگهار سان ۽ ٻيو چاليهه رپيا ماهوار پگهار سان هن جي ماتحتيءَ ۾ ڏنا وڃن، ۽ دستور موجب هنن کي به مسافريءَ جو ڀتو ڏنو وڃي. مان سمجهان ٿو ته اهو ڪم پوري هڪ سال جي عرصي ۾ پورو ٿيندو.

جنهن وقت هيءُ ڪتاب (تواريخ جاگيرات) تيار ٿي ويندو، تہ پوءِ هميشه لاءِ فائديمند ثابت ٿيندو ۽ جيڪا غير ضروري لکپڙهہ ٿيندي رهي ٿي، سا هڪدم بند ٿي ويندي. ان ڪاپوءِ ڪابہ غلطي نہ ٿيندي ۽ جاگيري زمينن جي باري ۾ سنڌ جي اندر هروپرو جيڪي شڪ شبها ۽ مشڪلاتون پيدا ٿينديون رهن ٿيون، سي يڪدم بند ٿي ونديون.

انهيءَ سفارش تي بمبئي سرڪار جي پاران انگريزيءَ ۾ جيڪو حڪم نمبر ٩٤٩٦، مورخہ ٢١-ڊسمبر ١٨٨٣ع مطابق ١٢٨٥هہ پهتو، ان جي آخري فقري جو ترجمو پڙهندڙن جي واقفيت لاءِ هت درج ڪجي ٿو:

ڪمشنر صاحب جاگيرن جي معاملن، سندن عطا ڪرڻ ۽ نقش جي تياريءَ جي باري ۾ جيڪا تجويز پيش ڪئي آهي، اها وڏي خوشيءَ سان بامبي ڪائونسل جي اجلاس ۾ منظور ڪئي ٿي وڃي. مگر معلوم ٿو ٿئي تہ وڏي منشي (خداداد خان) کي ماهوار هڪ سؤ رپيا اصلي پگهار ملي ٿي، ۽ ان کان سواءِ بہ رجسٽريشن جي شعبي مان ٽيهہ رپيا ماهوار کٽي ٿو. هاڻي جڏهن هو هن خاص ڊيوٽيءَ تي رهندو. تہ کيس فقط هڪ سؤ رپيا اصلي پگهار مقرر ڪيل ماهوار الاؤنس سميت وٺڻ گهرجي، نہ آهي ٽيهہ رپيا، جيڪي کيس رجسٽريشن شعبي مان ملندا آهن. ڇوتہ اها دائمي پگهار نہ آهي.

صحيح

چيف سيڪريٽري بمبئي سرڪار

جڏهن سال ١٨٨٦ع (١٢٩٩هہ) ۾ "تواريخ جاگيرات" مڪمل ٿي، ۽ ڇپجي وئي، تہ انهيءَ وقت ڊاڪٽر جان پالن صاحب نائب ڪمشنر سنڌ، ان جي پهرئين جلد جي صفحي نمبر ٤ تي لکيو تہ "خان صاحب خداداد خان هن تواريخ مڪمل ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي آهي، جنهنڪري سندس شڪرگذاري ڪئي ٿي وڃي."

راقم الحروف جي ڀاران اها ڀارهين خصوصي خدمت آهي.

۸- ٺٽين سالن (۱۲۹۷ هه مطابق ۱۸۸۳ع) ۾ مرحوم خان بهادر محمد مراد خان افغان جي ڪراچيءَ ۾ وفات حسرت آيات ٿي. مرحوم وڏو نامور انسان هو. اصل ۾ قلاتي هو. پوءِ ڪراچي ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو. سنڌس لاش ڪراچيءَ مان ڪڍائي، حب نديءَ جي علائقي ۾ دفنايو ويو، جتي سندس جاگير هئي. انا لله وانا اليه راجعون. تمام چڱو ماڻهو هو.

۹- سال ۱۲۹۸ هه مطابق ۱۸۸۴ع ۾ آنريبل سيد امير علي شاه (۱) باجارن (تعلقي سيوهڻ) جي سيدن جي گهرائڻ تي ڪلڪتي ڪان ڪراچيءَ تشريف آور ٿيو. باجاراڻي سيد قتل جي تهمت ۾ گرفتار هئا. سيد امير علي، آنريبل خان بهادر محمد حسن علي صاحب (۲) سان گڏجي سيدن جي وڪالت ڪئي ۽ ڪين، خون جي ناحقي تهمت ڪان آزاد ڪرائي ثواب ڪمايائين.

۱۰- سال ۱۲۹۹ هه مطابق ۱۸۸۵ع ۾ مدرسة الاسلام ۽ ڏيارام ڪاليج (۳) قائم ٿيا، جن مان اڄا تائين پبلڪ فائدو وٺي رهي آهي.

۱۱- سال ۱۳۰۰ هه جي آخر (۽ ان جي مطابق سال ۱۸۸۷ع جي شروع) ۾ سنڌ جي سڀني وڏن ۽ ننڍن شهرن ۾ خوشيءَ جون محفلون ۽ مجلسون منعقد ٿيون. چراغان ڪيا ويا ۽ عجيب و غريب تماشا ٿيا، جو انگلستان جي ملڪ معظم ۽ هندوستان جي قيصره جي بلند شوڪت سلطنت جا پنجاه سال پورا ٿيا. سنڌ جا ڪيترائي امير، سردار ۽ معزز ماڻهو فريئر هال ڪراچيءَ ۾ اچي گڏ ٿيا ۽ سنڌ جي

---

(۱) سيد امير علي تاريخ اسلام جو مصنف (۲) حسن علي آفندي سنڌ مدرسة الاسلام جو باني (۳) ڊي. جي سنڌ ڪاليج.

ڪمشنر صاحب بهادر سان ملاقات جو شرف حاصل ڪيائون.
اها دَرٻار ڏاڍو ئي وڏي شاندار هئي، جو خاڪسار راقم الحروف
جي ڪوشش سان اگرچه سوين درٻارون منعقد ٿي چڪيون
آهن، ۽ هميشه درٻارون منعقد ڪرائڻ جي انتظام جو تعلق
راقم الحروف سان ئي رهيو آهي، مگر مون اهڙي درٻار اڳ ۾
ڪڏهن به ڪين سان نه ڏٺي هئي. بيشڪ، اُهين چونه هجي،
جو هيءَ دَرٻار ڏهرٻار سيني درٻارين ۾ ممتاز هئي.

۱۲- مٿئين سال ۾ راقم الحروف کي "خانصاحبي" جي
خطاب عطا ڪرڻ جي سفارش ڪئي وئي، جا هيٺين تحرير
مان ظاهر آهي:

انگريزي مراسلي جي فقري ۸۹ جو ترجمو

نمبر ۲۵، مؤرخه ۳۰-جنوري ۱۸۸۷ع (۱۳۰۰هه)

جو بمبئي سرڪار کي موڪليو ويو

(ستون فقرو) پيو، هيءَ منهنجي خواهش آهي، جا مان اوهان
صاحبن جي ڌيان مبارڪ تي ٿو آڻيان، ۽ خداداد خان ولد راضو خان کي
"خان صاحب" جو لقب عطا ڪرڻ جي سفارش ٿو ڪريان، ته اهو
لقب هن جي لاءِ "ذاتي لقب" جي طور تي مقرر ڪيو وڃي.

(اٺون فقرو) مون کي انهيءَ ڳالهه جي گهڻي ضرورت محسوس
نه ٿي ٿئي ته هن قديم ملازم جي باري ۾ زياده چوان. مگر هيترو
ڪري سگهان ٿو ته هن پنهنجين خدمتن جي تاريخ، جا سال ۱۸۸۲ع
(۱۲۹۸هه) ۾ منهنجي واقفيت لاءِ تيار ڪئي هئي، ان جي باري ۾
ڪجهه لکان. مان اهو به ضروري نٿو سمجهان ته اڳين حاڪمن هن
جي باري ۾ جيڪي لکيو آهي، ان جو اظهار ڪريان. البت اهو
لکڻ چاهيان ٿو ته خداداد خان جيڪو عهدو چند سالن کان وٺي
پنهنجي تصرف ۾ رکندو ٿو اچي، سنڌ ڪميشن جي حالات ۽

ڊپٽي ڪليڪٽرن جي يادداشت ۾ ڦيرگهير سبب تخفيف ۾ اچي ويندو.
انهيءَ ڪري بهتر نظر ٿو اچي ته ڪيس "خان صاحب" جو لقب عطا
ڪيو وڃي. هونءَ به اهو لقب رواج ۽ سندس عزت جي ڪري ڪيترن ئي
سالن کان وٺي هن جي لاءِ استعمال ٿيندو ٿو رهي.

اوهان صاحبن جو تابعدار

صحيح: مسٽر ايڇ. اين. بي ارسڪين صاحب بهادر
ڪمشنر سنڌ

١٣- سال ١٣٠٠هه مطابق ١٨٨٢ع ۾ جناب لارڊ ري
صاحب بهادر گورنر بمبئي، ۽ سر ميرعلي مراد خان صاحب بهادر
واليءِ خيرپور، شڪارپور ۾ گهوڙن جي ميلي جي موقعي تي
رونق افروز ٿيا، سنڌ ۽ ان جي اوسي پاسي جا اڪثر معزز
ماڻهو ۽ واپاري به انهيءَ موقعي تي اچي گڏ ٿيا. انهيءَ
دَرباز دَربار جو تمام سهڻو بندوبست ڪيو ويو هو ۽ اها
دربار سنڌ جي اڪثر دربارن کان بهتر هئي، جا راقم‌الحروف
جي ڪوشش سان منعقد ٿي هئي. انهيءَ ڳالهه جو ثبوت
انگريزي خط جي هيٺين ترجمي مان ملندو. پيون ڪيتريون ئي
تحريرون، جي هن دربار جي حالات تي مشتمل هيون،
نظرانداز ڪيون ويون آهن.

خان صاحب خداداد خان ڏانهن،

مان نهايت ئي شڪرگذاري ۽ احسانمنديءَ سان اوهان جي
انهيءَ مدد جي باري ۾ لکان ٿو، جا هزهائينس مير واليءِ رياست
خيرپور ۽ هزايڪسيلينسي گورنر بمبئي جي تشريف آوريءَ جي
موقعي تي اوهان مون سان ڪئي. اوهان کان سواءِ مون کي
اها خبر نه پوي ها، ته مان هن باري ۾ ڇا ڪريان. ڇوته
مان ايترو عرصو رکو آفيس جو ڪم ڪندو رهيو آهيان.
انهيءَ ڪري مان اوهان جو وڏو احسانمند آهيان ۽ منهنجي

دلي خوشي جو ثبوت هيءَ آهي جو مان اوهان جي مدد جو اعتراف ڏو ڪريان، جا اوهان مون سان ڪئي آهي.

فقط. تاريخ ١٤- جنوري ١٨٨٧ع (١٣٠٠هه)

اوهان جو مخلص دوست

ڪرنل ميرصاحب بهادر پوليٽيڪل ايجنٽ اسسٽنٽ خيرپور ۽ ڪليڪٽر ضلع شڪارپور

١٤- نيٺ انهيءَ سال (١٨٨٧ع ۾) مسٽر ارسڪين صاحب بي شمار ڪارگذارين بعد ولايت (انگلنڊ) روانو ٿي ويو ۽ اتي سرڪاري نوڪريءَ کان رٽائر ڪري، پينشن وٺي، آرام سان گذارڻ لڳو. سندس سهڻين خدمتن سبب ڪراچي شهر ۾ ۽ ڪراچي بندر تي هڪ باغيچو ۽ هڪ بندر "باغيچهٔ ارسڪين" ۽ "بندر ارسڪين" جي نالن سان تعمير ڪيا ويا. بيشڪ، نيڪ سردارن ۽ حاڪمن جي نيڪين ۽ نيڪ ڪارگذارين جو يادگار زماني ۾ هميشه قائم ڏو رهي. چيو اٿن ته "نوشيروان نه مرد کہ نام نکو گذاشت" (نوشيروان مئو نه آهي، جو چڱو نالو ڇڏي ويو آهي). وڃڻ وقت راقم الحروف جي باري ۾ سر چارلس پرچرڊ صاحب کي سفارش ڪندي، چيائين ته "هيءَ شخص هميشه ڪمشنر صاحبن سان گڏ هوندو آهي، ۽ جيئن چوندو آهي، ڪمشنر صاحب گهڻو ڪري آوئين ڪندا آهن. چوته صحيح چوندو آهي".

## ٻارهون ڪمشنر: سر چارلس پرچرڊ صاحب بهادر

سال ١٣٠١هه مطابق ١٨٨٨ع جي شروع ۾ بمبئيءَ کان ڪراچيءَ آيو ۽ سنڌ جي ڪمشنري جي چارج وٺي، ڪم شروع ڪيائين. پهريائين ڊاڪٽر پالن صاحب بهادر، پوءِ مسٽر ميولس صاحب بهادر ۽ ان کانپوءِ مسٽر ايجرلي صاحب بهادر واري واري سان سندس اسسٽنٽ هئا. دستوري ڪاروبار سهڻي نموني سان سرانجام ڪندو رهيو. مگر اهڙا (وڏا) ڪم، جن جو نتيجو اڄا تائين ظاهر

آهي، يا ڪي عجيب ڳالهيون، جي سنڌ ۾ اياماڪاريءَ ۾ ٿيون، نموني طور هت قلمبند ڪجن ٿيون:

(١) سال ١٣٠١هہ مطابق ١٨٨٨ع ۾ هندوستان جو حڪمران ۽ گورنر جنرل جناب لارڊ ڊفرن صاحب بهادر سنڌ ۾ رونق افروز ٿيو، ۽ ڪراچيءَ ۾ ٽي ڏينهن ترسي، دربار ۽ خاص ملاقاتون وغيره ڪري، ۽ سنڌ مدرسة السلام ۽ ڏيارام ڪاليج جو سنگ بنياد رکي، جهاز رستي بمبئي روانو ٿي ويو.

٢- سال ١٣٠١هہ مطابق ١٨٨٨ع ۾ سردار محمد ايوب خان، مرحوم امير شيرعلي خان صاحب افغانستان جو ٻيو نمبر فرزند، ٻين سردارن ۽ واسطيدارن سميت، جن ۾ مرد ٻه هئا ۽ عورتون ٻه، ۽ ٻارهن سون ڪان زياده ماڻهو هئا، ايران ڪان گهوڙن سميت ڪراچيءَ آيو. ڪرنل رينالڊس صاحب بهادر پوليٽيڪل ايجنٽ اولهه بلوچستان جي خواهش مطابق، راقم الحروف، ڪمشنر صاحب بهادر جي حڪم سان سنڌن ڪم ڪار ۽ مهمانداريءَ وغيره لاءِ مقرر ٿيو. گويا اها تيرهين خصوصي خدمت هئي، جا راقم الحروف جي سپرد ڪئي وئي. مهمانداريءَ جو اهو معاملو بي حد نازڪ ۽ تمام مشڪل هو. چوته اڪثر پٺاڻ، جي سردار صاحب جي عملي جا ماڻهو هئا، ڏاڍا تيز، تند ۽ سخت سرڪش هئا. بهرحال خداء ذوالجلال جي فضل ۽ برطانوي باشندن جي دائمي بخت جي صدقي اهو اهم ڪم خيرخوبيءَ سان نبهي ويو. مهمانن جو بندوبست ڪراچيءَ کان وٺي ريتي اسٽيشن تائين، جا سنڌ جي سرحد تي آهي، راقم الحروف جي ذمي هو. انهيءَ بندوبست ۾ خراسان، هندوستان ۽ سنڌ جي رسمن رواجن مطابق اعليٰ درجي جو ۽ هر قسم جو طعام به شامل هو ۽ هر قسم جا شربت، برف ۽ ميوا وغيره به، جي سردارن جي ضروريات زندگيءَ ۾ داخل آهن. سڀئي مهمان ريل گاڏيءَ جي فرسٽ ڪلاس ڪمپارٽمنٽ ۾ سوار هئا. راقم الحروف هڪ هفتي جي اندر ڪراچيءَ کان ريتيءَ تائين پنج دفعا ويو ۽ واپس آيو. اگرچه سردارن جي

خواهش مطابق اعليٰ قسم جا طعام هر وقت ريل گاڏيءَ ۾ پهچايا ٿي ويا، مگر سندن کائڻ جا وقت ڪوٽڙي، سکر ۽ ريتي ۾ مقرر ٿيل هئا، جتي کين تمام سهڻي نموني سان کاڌو کارايو ٿي ويو.

انهيءَ نازڪ ڪم ۽ خوش اسلوبيءَ سان ان جي تعميل ۽ تڪميل جو احوال، هيٺين انگريزي تحرير جي ترجمي سان پڙهندڙن کي معلوم ٿيندو:

## انگريزي مراسلي مؤرخه ١٤ - مئي ١٨٨٨ع (١٣٠٢هه) جي فقري پهرئين ۽ ٻئي جو ترجمو (ڪراچيءَ ڪان)

منهنجا پيارا ميٺو صاحب!

(١) سنڌ جي ڪمشنر صاحب بهادر ڪمال مهربانيءَ سان، خان صاحب خداداد خان کي منهنجن حڪمن جي تعميل لاءِ منهنجي ماتحت مقرر ڪيو آهي، ته جڏهن سردار ايوب خان ۽ سندس ماڻهو سنڌ مان لنگهن، ته هو سندن طعام وغيره جو بندوبست ڪري.

(٢) اميد آهي ته مهرباني ڪري اوهين پنهنجن ماتحت آفيسرن کي هدايت ڪندا ته هو خداداد خان جي هر طرح سان مدد ڪن.. جيئن ته سکر ۽ ريتيءَ ۾ کاڌي جو انتظام ٿن ريل گاڏين جي اندر ڪيو ويندو ۽ ٿي ريل گاڏيون ٽن ڏينهن ۾ پهچنديون ۽ هرهڪ ريل گاڏيءَ ۾ ٿن سون کان گهٽ ۽ پنجن سون کان زياده ماڻهو نه هوندا

صحيح

ٽي. ڊِوالمين رينالڊس صاحب بهادر
پوليٽيڪل ايجنٽ اولهه بلوچستان

ساڳي ڳالهه ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر ڪرنل ڪرافورڊ ڏانهن لکيل مراسلي ۾ به هئي، پر جيئن ته ٻنهي جو مطلب هڪ جهڙو هو، تنهنڪري فقط هڪ مراسلي تي اکتفا ڪئي وئي.

## ريتي (تعلقو اباوڙو) کان

## ١٦-مئي ١٨٨٨ع (١٣٠٢هه)

سنڌ جي ڪمشنر صاحب بهادر جي پاران خداداد خان کي مقرر ڪيو ويو هو سردار محمد ايوب خان ۽ سندس ساٿين کي گڏ ڪرڻ ۽ پهچائڻ لاءِ جڏهن هنن ڪراچيءَ کان مٿين ملڪن ڏانهن سفر ڪيو. هو جنهن خدمت لاءِ مقرر ڪيو ويو، اها تمام سهڻي نموني سان بجا آندائين. ڪيس ٿن کان زياده ڏينهن لاءِ ڪاڏي جو بندوبست ڪرڻو هو، ٿن جدا جدا جڳهن تي، ۽ ڪاڏڻ وارا هڪ هزار کان زياده هئا. سردار صاحب موصوف ۽ سندس ساٿين نهايت ئي مسرت ۽ احسانمنديءَ جو اظهار ڪيو ۽ تمام راضي هئا، جو هنن جي خاطر ايتري تڪليف ورتي وئي. انهيءَ لاءِ مان خدادادخان جو بي حد شڪرگذار آهيان جو چڱي مدد ڪئي اٿس ۽ وڏي محنت کان ڪم ورتو اٿس.

صحيح
ايوانس گاردن صاحب
نائب پوليٽيڪل ايجنٽ

## ريتي ١٦-مئي ١٨٨٨ع مطابق ١٣٠٢هه

منهنجا پيارا ڪرنل رينڊال صاحب!

خداداد خان تنهي اسٽيشن تي ڪاڏي جو انتظام چڱي نموني ڪيو هو ۽ مان هن کان ڏاڍو خوش آهيان.

صحيح
ايوانس گاردن صاحب
نائب پوليٽيڪل ايجنٽ

## ڪراچي ٢٤-مئي ١٨٨٨ع مطابق ١٣٠٢هـ

منهنجا پيارا ايجرلي!

مان هيءَ پرچي خان صاحب خداداد خان کي ڏيان ٿو. هو منهنجي لاءِ نهايت ئي ڪارائتو ثابت ٿيو. مان ۽ هان جو بہ تمام گهڻو احسانمند آهيان، جو سون کي اهڙو سٺو خدمتگذار ڏنو.

صحيح

تي. ڊوالڊين رينالڊس صاحب بهادر

جنهن وقت اها چٺي ڪمشنر صاحب بهادر کي ڏني وئي، تہ ڏاڍو خوش ٿيو.

انگريزي مراسلي نمبر ٧٢٩، مؤرخہ ٢٠- جون ١٨٨٨ع (١٣٠٢هـ) جي فقري پنجين جو ترجمو، جو هندستان سرڪار جي ٻاهرين معاملن جي وزير ڏانهن جناب پوليٽيڪل ايجنٽ اولهہ پاڪستان، لکيو

فقرو پنجون

ايوانس گارڊن صاحب جي اچڻ تي، اسين ڪمشنر صاحب سان ملاقات ڪرڻ لاءِ وياسين. هن صاحب مهرباني ڪري پنهنجي پوليٽيڪل منشي صاحب خداداد خان کي، منهنجن حڪمن جي تعميل لاءِ منهنجي حوالي ڪيو. منهنجا ملازم ٿورا هئا ۽ اهي ڪراچيءَ ۾ ضروري ڪمن جي انتظام ۽ تياريءَ ۾ ايتريقدر مصروف هئا، جو انهن مان هڪڙي ڄڻي کي بہ سپرد ڪيل ڪمن جي بجاءِ، ڪاڏي پيتي جي مٿان نظرداريءَ جي لاءِ مقرر ڪري نہ ٿي سگهيس، جا سنڌ ۾ نارٿ ويسٽرن ريلوي جي ننهي اسٽيشنن تي ڪرڻي هئي. انهيءَ ڪري مان، خان صاحب جي اطمينان بخش ڪم ڪان، جو منهنجي مرضيءَ جي مطابق

خوش اسلوبيءَ سان ڪيائين، ڏاڍو خوش ٿيس. مان ڪمشنر صاحب جو شڪريو ادا ٿو ڪريان، جو مون کي ضلع عملدارن سان بندوبست ۾ مدد ڪرڻ لاءِ لکپڙهه ڪرڻ جي خاص اجازت ڏنائين. مان ڪراچي ۽ شڪارپور جي ڪليڪٽر صاحبن ڪرنل ڪرافورڊ صاحب ۽ ڪرنل ميهو صاحب جو بہ شڪرگذار آهيان، جو مهرباني ڪري ڪوئٽي، سکر ۽ ريتي (آباوڙو) جي مختيارڪارن کي، سنڌ مان سردار ايوب خان جي لنگهي وڃڻ وقت مدد ڪرڻ جو حڪم ڪيائون. هن خط موڪلڻ وقت ڪرنل رينالڊس صاحب بہ، ڪمشنر صاحب کي، درخواست ٿو ڪري تہ اها حقيقت پنهنجي ڏيان تي رکي تہ سردار ايوب خان جي، راولپنڊيءَ ڏانهن سفر ڪرڻ وقت خان صاحب خداداد خان سهٽيون خدمتون بجا آنديون.

انهن ڏينهن ۾ راقم الحروف جو وڏو پٽ الله داد وفات ڪري ويو. انا لله و انا اليه راجعون.

٣- سال ١٣٠٢هہ مطابق ١٨٨٨ع ۾ "ڊينسو محل" (ڊينسو هال) ڪراچيءَ ۾ هڪ عالي شان دربار منعقد ڪئي وئي. انهيءَ دربار دربار ۾ راقم الحروف کي "خان صاحب" جي لقب جي سَنَدَ عطا ڪئي وئي، جنهن لاءِ سفارش جو احوال مٿي مسٽر ارسڪين صاحب بهادر جي ڪارگذارين ۾ بيان ڪيو ويو آهي. وڏي سرڪار حشمت مدار (هند سرڪار) وٽان سَنَدَ آيل هئي، جا عطا ٿي. انهيءَ موقعي تي سر چارلس پرچرڊ صاحب بهادر، راقم الحروف جي باري ۾ انگريزيءَ ۾ جيڪا تقرير دلپذير ڪئي، انهيءَ جو ترجمو ۽ انهيءَ سَنَدَ بابت تحريرن جو ترجمو پڙهندڙن جي لاءِ درج ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ دربار ۾ مرحوم حسن علي ۽ مرحوم غلام دستگير کي بہ لقبن جون سندون عطا ڪيون ويون.

## روزليوشن نمبر ١٣٩، پوليٽيڪل ڊپارٽمينٽ جو حڪم

### مؤرخه پهرين جنوري ١٨٨٨ع

آنهن معززن جي لاءِ لقبن جون سنڌون موڪلڻ، جن کي لقبن ڏيڻ جي بناري ۾ تجويزون ٿيل هيون. سنڌ جي ڪمشنر صاحب جي آفيس جي وڏي منشي خان صاحب خداداد ولد راضو خان جي لاءِ سَنَدُ، سنڌ جي ڪمشنر ڏانهن.

صحيح
مسٽر ڊبليو. بي. وارنر صاحب
سيڪريٽري بمبئي سرڪار.

### نمبر ١٢٢٦، مؤرخه ٢٠-آگسٽ ١٨٨٨ع (١٣٠٢هه)

### خان صاحب خداداد خان کي اطلاع

تم، جناب گورنر جنرل صاحب بهادر هندوستان وٽان، خان صاحب خداداد خان جي لاءِ "خانصاحبي" جي لقب جي سَنَدَ آيل آهي، جا جناب ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ جي هٿان ڏني ويندي. انهيءَ ڪري درخواست ٿي ڪجي تہ هو ٢١-آگسٽ ١٨٨٨ع مطابق ١٣٠٢هه خميس ڏينهن پنجين بجي اچي حاضر ٿئي.

صحيح
ڪرنل ڪرافورڊ ڪليڪٽر ڪراچي.

متين لکئي موجب راقم الحروف خداداد خان دربار ۾ حاضر ٿيو. جناب ڪمشنر صاحب بهادر دربار ۾ سَر وقد ٿي (آٿي بيهي) هيٺينءَ ريت تقرير پڙهي. ملاحظه ٿئي. اخبار "سنڌ گزٽ" انگريزي مؤرخه ٢٤-آگسٽ ١٨٨٨ع مطابق ١٣٠٢هه، جنهن انهيءَ تقرير جي ڪاپي ورتي هئي، جا

سر چارلس پرچرڊ صاحب بهادر ڪمشنر سنڌ، ڏينسو محل ۾ اڳاري ڏينهن (١) "خانصاحبي" جي لقب جي سَنَد ڏيڻ وقت ڪئي. اها سَنَد هندوستان جي حڪمران ۽ گورنر جنرل صاحب بهادر وٽان، خان صاحب خداداد خان جي لاءِ آيل هئي ۽ تاريخ ٢١- آگسٽ ١٨٨٨ع تي کيس ڏني وئي. تقرير هيءَ آهي:

"خان صاحب خداداد خان سرڪار جو پراڻو خدمتگار آهي. سندس نوڪريءَ جو عرصو پنجٽيهه سال آهي. هن جو گهڻو واسطو سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس سان رهيو آهي. جوانيءَ جي زماني ۾ هن شخص اهڙا ڪم سرانجام ڪيا آهن، جو ڪن حالتن ۾ سندس جان خطري ۾ پئجي وئي. سندس نوڪريءَ جا آخري سال اهڙي ريت گذريا آهن، جو مان وڏي خوشيءَ سان چئي سگهان ٿو ته اهڙن خدمتن جي بجا آوري هميشه ڪري نه سگهبي آهي (جيئن هن ڪئي آهي). ڪمشنر صاحب جي آفيس جي سياسي شعبي جي ذمداري هن وقت تائين هن جي سپرد رهي آهي، ۽ هو اصل کان وٺي "خان صاحب" جي لقب سان مشهور رهيو آهي. مگر اهو هن جو تعظيمي لقب آهي، جو خاص خدمتن بجا آڻڻ سبب حاصل ڪيو اٿس. جناب ملڪه معظمه قيصرهٔ هندوستان جي جبليءَ جي موقعي تي سرڪار کي درخواسٽ ڪئي وئي هئي ته هن معزز شخص کي خطاب عطا ڪيو وڃي، جو هن جو حق آهي. مگر اهو خطاب، هن جو آخري انعام نه آهي، ۽ اجا هن جي خدمتگذاري جاري آهي، جا پوري نه ٿي آهي. هيءَ لقب هن جي خدمتگذاري ۽ ايمانداريءَ کي پسند ڪرڻ جي هڪ علامت آهي، جا سلطنت بلند مرتبت جي تاج جي ماتحت سرانجام ڪئي اٿس.

---

(١) ٻئي (تحرير ١٢٢٦ ۾) "خميس" لکي وئي آهي، ۽ هت "اڳارو". اها پڇل تي پائنجي (مترجم).

## سنَدَ جي فرمان جو ترجمو

خداداد خان سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس جا وڏا منشي! اوهان جي لاءِ هن فرمان جي ذريعي "خان صاحب" جو خطاب مقرر ڪيو وڃي ٿو.

صحيح

فورٽ وليم (ڪلڪتو) لارڊ ڊفرن صاحب بهادر فرمان فرما ۽
۲ - جنوري ۱۸۸۸ع گورنر جنرل هندوستان

۴- سال ۱۳۰۳هه مطابق سال ۱۸۸۸ع جي آخر ۾ مسٽر پارومل کوبچند سيوهاڻيءَ تي، جو جيڪب آباد ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر هو، رشوتخوريءَ جو ڪيس ٿيو ۽ انڪواريءَ ۾ مٿس ڏوهه ثابت ٿيو، جنهنڪري کيس نوڪريءَ کان برطرف ڪيو ويو. آخر بيڪاريءَ جي زماني ۾ رنج، تڪليف ۽ بي عزتي سبب مري ويو. سندس اولاد سيوهڻ ۾ موجود آهي.

۵- مٿين سالن ۾ آبڪاريءَ جا معاملا، جي بالڪل بي ضابطي هئا، سڌريا ۽ سهڻي نموني هلڻ لڳا.

۶- سر مير علي مراد خان صاحب لاءِ به توپون زياده منظور ٿيون. گويا جملي اٺويهه توپون ٿيون، جي سندس حياتيءَ تائين سر ٿينديون رهيون.

۷- مٿين سالن (۴-۱۳۰۳هه مطابق ۸۹-۱۸۸۸ع) ۾ راقم الحروف جي پگهار هڪ سؤ پنجاه رپيا مقرر ڪئي وئي. جا ڳالهه هيٺين تحرير مان، جا انگريزيءَ جو ترجمو آهي، پڙهندڙن کي معلوم ٿيندي. پڙهندڙن کي مٿي ڄاڻايل تحريرن مان چڱي طرح معلوم ٿي ويو هوندو، ته سنڌ جي ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪليڪٽرن جي عهدن ۾ تخفيف ڪانپوءِ، راقم الحروف پوري هڪ سال تائين جاگيري معاملن جي ڊيوٽيءَ تي رهيو هو، جنهن جي پگهار به سؤ رپيا آهي، ان ڪانپوءِ راقم الحروف هڪ سؤ رپيا پگهار سياسي شعبي مان ۽ ٽيهه رپيا رجسٽريشن جي شعبي مان جملي هڪ سؤ ٽيهه رپيا پگهار کڻندو هو. وري

جڏهن رجسٽريشن ڊپارٽمينٽ ختم ڪئي وئي، ته سر پرچرڊ صاحب بهادر ڪمشنر سنڌ قدرداني ۽ حق شناسيءَ جي خيال کان مهرباني فرمائي، بمبئيءَ سرڪار سان لکپڙهه ڪري، جنهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو، هڪ سؤ پنجاه رپيا پگهار ۽ فورٿ ڪلاس عهدو ڏياريو، جنهن تي مان (چوٿون درجو) مختيارڪاريءَ جو هن وقت فائز آهيان. اها لکپڙهه هيءَ آهي:

ڪراچي، نمبر ٣٣٤. سال ١٨٨٨ع مطابق سال ١٣٠٢هه

پوليٽيڪل ڊپارٽمنٽ سنڌ جي ڪمشنر سر پرچرڊ صاحب

بهادر جي پاران گورنر ۽ بامبي پريزيڊنسيءَ جي صدر

جناب لارڊ ري صاحب بهادر جي خدمت ۾

منهنجا سائين! مان هيءَ ڳالهه اوهان صاحبن جي ڌيان مبارڪ تي آڻڻ ٿو گهران، ته سرڪار جي حڪم نمبر ١٠٦٩٠، مؤرخه ١٣ - آگسٽ ١٨٨٥ع مطابق ١٢٩٩هه موجب، سنڌ جي ڪمشنر صاحب جي آفيس جي سياسي شعبي جي وڏي منشي خان صاحب خداداد خان کي، رجسٽريشن جي شعبي سان الاونس طور جيڪي ٽيهه رپيا ڏيڻ منظور ڪيا ويا هئا ۽ کيس ملندا رهندا هئا، سي هاڻي انسپيڪٽر جنرل رجسٽريشن سنڌ جي آفيس بند ٿي وڃڻ بعد، کيس ملڻ بند ٿي ويندا. انهيءَ ڪري مان اوهان صاحبن جي خدمت ۾ درخواست ٿو ڪريان انهيءَ اڻ مقرر ٿيل بندوبست جي باري ۾، ته ان جي ذريعي هڪ پراڻي ۽ اعتماد جوڳي ملازم کي بچايو وڃي، ۽ سرڪار کي انهيءَ بندوبست جي ڪري زياده خرچ به ڪرڻو نه پوندو.

(٢) مان اها حقيقت وضاحت سان عرض ٿو ڪريان، ته وڏو منشي خان صاحب خداداد خان ڊوري جي وقت سنڌ جي ڪمشنر صاحبن جي دربارن جو انتظام تمام سهڻي نموني ۾ ڪندو آهي، ۽ جڏهن سنڌ جا چونڊ ۽ معزز ماڻهو ملاقات لاءِ

ايندا آهن، ته ڳالهائڻ ٻولهائڻ وقت ترجمان جا فرائض بجا آڻيندو آهي، ۽ هيءُ وڏو منشي پڻ منشين جي پيٽ ۾ عزت ڀرئي نموني سان رهندو آهي ۽ سفر جي حالت ۾ نهايت ئي عزت سان هلندو آهي. هو جڏهن نوڪريءَ جي بوجهه کان سبڪدوش ٿيندو، انهن جي سرانجاميءَ جي ذمه داري ڪيس دفتردار جي حوالي ڪرڻي پوندي، جنهنڪري مان هن تجويز کي اڻ مقرر ٿيل طريقي سان (غير رسمي طور تي) پيش ڪريان ٿو، ته منظور ڪئي وڃي.

(٣) مان اوهان صاحبن کان اجازت ٿو گهران ۽ منظوري ٿو وٺان خان صاحب خداداد خان کي چوٿين درجي جو مختيارڪار مقرر ڪرڻ ۽ هڪ سؤ پنجاه رپيا پگهار ڏيڻ جي باري ۾. انهيءَ عرصي ۾ هو پنهنجي ڊيوٽي آفيس (ڪمشنر جي آفيس) ۾ ڏيندو رهندو، ته جيئن نوڪريءَ جي سلسلي سان ڳنڍيل رهي. ۽ سندس اصلي پگهار کان، جا هڪ سؤ رپيا آهي، ڪيس ٽيستائين پنجين درجي جي مختيارڪار جو الاونس زياده ڏنو وڃي، جيستائين هو نوڪريءَ کان رٽائر ڪري، جا ٽن يا شايد چئن سالن جي عرصي ۾ پوري ٿيندي. ان ڪانپوءِ اها غير رسمي ۽ غير مستقل تجويز پاڻ مرادو بند ٿي ويندي.

(٤) سفر يا ريل گاڏيءَ وغيره جو الاونس، جو خان صاحب خداداد خان کي ملي ٿو، اوترو ئي مختيارڪار کي به ملي ٿو. انهيءَ صورت ۾ سرڪار کي ڪوبه نقصان نه رسندو.

(٥) هن تجويز سبب سرڪار جو خرچ زياده نه ٿيندو ۽ فقط پنجين درجي جي هڪ مختيارڪار جو عهدو زياده ٿيندو، ۽ انهيءَ بندوبست ۾ ڪابه تڪليف نه ٿيندي، ۽ نه ڪنهن ٻئي طريقي سان مشڪل صورتحال پيدا ٿيندي. بلڪ جيڪو آفيسر به سؤ پنجاه رپيا پگهار سان ايڪسٽرا اسسٽنٽ (ڊپٽي ڪليڪٽر) جي عهدي تي رهي ٿو، ۽ بار بار تخفيف جي زد ۾ اچي نقصان برداشت ٿو ڪري، ان کان ڇٽي پوندو، ۽ هن ڪانپوءِ

جيڪڏهن سرڪار جائز طريقي سان (قاعدي مطابق) تخفيف ڪندي ته هن کي انهيءَ تجويز سبب ڪوبہ نقصان نہ رسندو.

(٦) مان منظوري وٺڻ کانسواءِ هن کي مختيارڪاريءَ جو عهدو ڏئي سگهان ٿو، مگر منهنجو اصلي مطلب هيءَ آهي، تہ هو پوءِ بہ هن ئي آفيس ۾ سرڪاري نوڪري ڪندو رهي، جيئن هاڻي ڪري ٿو. انهيءَ ڪري مان تجويز پيش ٿو ڪريان تہ هن کي مختيارڪاري ڏني وڃي ۽ هن جي ڊيوٽي هن آفيس ۾ مقرر ڪئي وڃي، جيئن هاڻي آهي، ۽ هن جي اصلي پگهار تي پيو هڪ مختيارڪار مقرر ڪرڻ ۾ اچي. مون کي پورو پورو يقين آهي تہ سمورين حالتن کي نظر ۾ رکڻ بعد، منهنجي استدعا کي هرو پرو رد نہ ڪيو ويندو ۽ منظوري ڏني ويندي.

اطلاع نمبر ٢، مؤرخہ ٢ - جنوري ١٨٨٩ع (١٣٠٦هہ) ڪيمپ مورو (ضلعو حيدرآباد) مراسلي نمبر ٨٣٥٨، مؤرخہ ١٤ - ڊسمبر ١٨٨٨ع (١٣٠٦هہ) جي جواب ۾

خدمت ۾ عرض ڪيو وڃي ٿو تہ اڪائونٽنٽ جنرل صاحب پنهنجي مراسلي جي فقري نمبر ٧ ۽ ٨ ۾ جيڪي لکيو آهي، مان ان تي پنهنجي راءِ جو اظهار ٿو ڪريان، تہ خان صاحب خداداد خان چوٿين درجي جو مختيارڪار ٿئي ۽ پنهنجي ڊيوٽي سنڌ جي ڪمشنر صاحب جي آفيس ۾ ڏيندو رهي. انهيءَ بندوبست منجهان اهو مطلب نہ آهي تہ خان صاحب خداداد خان کي رجسٽريشن ڊپارٽمنٽ جي ختم ٿيڻ سبب جيڪو نقصان پهتو آهي، ان کان کيس بچايو وڃي، پر اصلي مطلب هيءَ آهي تہ اهڙو لائق ۽ تجربيڪار آفيسر، جو اڍائي سؤ رپيا پگهار سان ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪليڪٽر جي عهدي تي فائز ٿيو آهي، هن کي اهو اضافو سرڪاري سببن جي ڪري يعني سنڌ جي ڪمشنر صاحب جي آفيس ۾ رهڻ، بار بار تخفيف هيٺ اچڻ کان

بچڻ، آفيس جي ملازمن جي اصلاح ڪرڻ ۽ آفيس کي نه ڇڏڻ سبب ڏنو ويو آهي. هن ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته جيڪڏهن خان صاحب خداداد خان کي ڪمشنر صاحب جي آفيس مان مختيارڪاريءَ جي عهدي تي وڃڻ ڏنو وڃي ها، ته هو اڄ کان اڳ ۾ چند سالن جي اندر ”پهرئين درجي جي مختيارڪار“. بلڪ ”غير مستقل ڊپٽي ڪليڪٽر“ جي عهدي تي پهچي وڃي ها. پر جيئن ته هن جي خاص خوبين جي ڪري، جو جاگيراتي ۽ سياسي معاملن کان پوري واقفيت رکي ٿو، هن کي ڇڏي نٿو سگهجي، ۽ ائين ڪرڻ سبب هن کي پگهار جو به ۽ عزت جو به نقصان برداشت ڪرڻو پوي ٿو، جنهنڪري اهو بندوبست ڪيو ويو آهي ته هن کي مختيارڪار جو گريڊ ڏئي، پراڻي دستور موجب هن جي ڊيوٽي سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس ۾ رکي وڃي.

(٢) اڪائونٽنٽ جنرل صاحب اها حقيقت سمجهڻ ۾ غلطي ٿو ڪري ته خان صاحب خداداد خان کي جيڪا پگهار رجسٽريشن جي شعبي مان ملندي هئي، اها مخصوص هئي ۽ پينشن جو حق نه هو. حالانڪ رجسٽريشن جي شعبي مان هن کي ملندڙ پگهار به ٻين پگهارن وانگر هئي ۽ پينشن جو حق رکندڙ هئي.

(٣) سنڌ جي ڪمشنر صاحب جي نظر ۾ انهن مشڪلاتن کي دفع ڪرڻ جو فقط هڪڙو رستو آهي، ته خان صاحب خداداد خان کي چوٿين گريڊ جي مختيارڪار جي عهدي تي مقرر ڪيو وڃي، ۽ هو پنهنجي ڊيوٽي ڪمشنر صاحب جي آفيس ۾ ڏيندو رهي. اڪائونٽنٽ جنرل صاحب پنهنجي مراسلي جي فقري نمبر ٨ ۾ جو ڪجهه لکيو آهي، ان تي توجهه ڏئي نٿو سگهجي. خان صاحب خداداد خان پير مرد آهي، جنهنڪري هن کان اها تقاضا ڪرڻ ته هو ”جڊيشل“ امتحان پاس ڪري، مناسب نه آهي. ازانسواءِ هن کي ضلعي کان ٻاهر به موڪلي نٿو سگهجي. جتي آهي، اتي ئي هن جو رهڻ ضروري آهي ۽

جنهن سنڌ هن جي ڊيوٽي آهي، اها تمام فائديمند آهي. خان صاحب خداداد خان ڪسي ڪمشنر جي آفيس مان ڇڏڻ ۽ ڪيس پين مختيارڪارن جي گروه ۾ شامل ڪرڻ سبب، پڳهار جي گهٽ وڌائي يا ريل گاڏيءَ جي الاونس جو سوال پيدا نه ٿو ٿئي.

٤- انهيءَ ڪري سنڌ جو ڪمشنر هن باري ۾ التجا ٿو ڪري ته اصلي بندوبست برقرار رکيو وڃي. جيڪڏهن سرڪار، اڪائونٽنٽ جنرل جي مراسلي جي فقري نمبر ستين تي ڌيان ڏئي، ته به چوٿين گريڊ جو هڪ مختيارڪار وڌي ٿو. انهيءَ صورت ۾ پڳهارن جي باري ۾ جيڪا تجويز آهي، سا هڪ جيتري ٿي ٿئي. انهيءَ مراسلي ۾ هن مراسلي سان گڏ يادداشتون موڪليان ٿو. مگر سنڌ جو ڪمشنر سمجهي ٿو ته شروع ۾ جا ڳالهه تجويز ڪئي ويئي آهي، ان ۾ اعتراض جهڙي ڳالهه ڪانه آهي، ۽ اميد اها آهي ته مراسلي نمبر ٣٥٤، مؤرخه ١٤- سيپٽمبر ١٨٨٨ع (١٣٠٦هه) ۾ جيڪا منظوري گهري وئي آهي، اها نظرانداز نه ڪئي ويندي ۽ منظوري ڏني ويندي.

صحيح
سر چارلس پرچرڊ صاحب
ڪمشنر سنڌ

سنڌ جي ڪمشنر صاحب بهادر جي آفيس جي وڏي منشي خان صاحب خداداد خان جو چوٿين گريڊ جي مختيارڪار جي عهدي تي مقرر ٿيڻ، ۽ پنهنجي ڊيوٽي ڪمشنر صاحب بهادر جي آفيس ۾ جاري رکڻ.

نمبر ١١٤٨. ملڪي کاتو. بامبي پريزيڊنسي.

فيبروري ١٨٨٩ع (١٣٠١هه)

سنڌ جي ڪمشنر جو مراسلو نمبر ٣٥٤، مؤرخه ١٤- سيپٽمبر ١٨٨٨ع (١٣٠٦هه) جنهن ۾ معقول سبب بيان ڪري، منظوري

گهري وئي آهي ته سندس آفيس جي وڏي منشيءَ خان صاحب خداداد خان کي چوٿين گريڊ جي مختيارڪار جي عهدي تي هڪ سؤ پنجاه رپين پگهار سان مقرر ڪري، سندس ڊپوٽي ڪمشنر جي آفيس ۾ جاري رکي وڃي، ۽ سندس اصلي پگهار هڪ سؤ رپين تي پيو هڪ پنجين گريڊ جو مختيارڪار مقرر ڪيو وڃي، ته جيئن خان صاحب خداداد خان سرڪاري نوڪريءَ ۾ قائم رهندو اچي.

١- سموري لکپڙهه آخري فيصلي لاءِ مراسلي نمبر ١٦٠٦، مؤرخه ٣- آڪٽوبر ١٨٨٨ع سان گڏ، پوليٽيڪل سيڪريٽريءَ وٽان پهتي.

٢- اڪائونٽنٽ جنرل جو مراسلو ٢٢٦٩٢، مؤرخه ٢٨ ..... پهتو.

٣- ڪمشنر سنڌ جو مراسلو نمبر ٢، مؤرخه ٢- جنوري ١٨٨٩ع پهتو.

بمبئي سرڪاري جو حڪم

سنڌ جي ڪمشنر صاحب جيڪو انتظام ڪيو آهي ته خان صاحب خداداد خان چوٿين گريڊ جو مختيارڪار ٿئي ۽ ڊپوٽي سندس آفيس ۾ ڏئي، اهو بندوست قاعدن موجب، جي سرڪار جي حڪمن نمبر ٣٧٣٤، مؤرخه ١٨- ڊسمبر ١٨٨٦ع (١٣٠٤هه) ۽ نمبر ٨٤٠٨، مؤرخه ١٥- ڊسمبر ١٨٨٨ع (١٣٠٦هه) تي جاري ڪيل آهن، ناجائز آهي. ڇو ته انهن قاعدن ۾ صاف ڄاڻايل آهي ته جيڪو آفيسر ڊپوٽي هڪ جاءِ تي ڏيندو هجي، ته اهو پگهار ٻي جاءِ تان ڪٽي نٿو سگهي. مگر ڪمشنر سنڌ جي آفيس جي وڏي منشيءَ جي پراڻي ملازم هجڻ ۽ سندس بهترين خدمتگذاريءَ سبب، گورنر صاحب بهادر نهايت خوشيءَ سان پگهار ۾ اهو اضافو هڪ سؤ رپيي جي بجاءِ هڪ سؤ پنجاه رپيا

منظور ڪري، ۽ هن بندوبست جي ڪري جيڪو زياده خرچ ٿيندو، اهو سمورو (واپس) ملندو، جو پنجين گريڊ جو مختيارڪار چوٿين گريڊ جي مختيارڪار جي جاءِ تي مقرر ٿيندو.

٨- سال ١٣٠٤هه مطابق ١٨٨٦-٨٧ع ۾، بمبئي جو گورنر جناب لارڊ ري صاحب بهادر پيو پيرو بمبئي کان ڪراچيءَ آيو، ۽ ڪراچيءَ کان (درياءَ جي) پل جي افتتاح ڪرڻ ۽ ان کي جاري ڪرڻ لاءِ سکر پهتو، ۽ سر چارلس پرچرڊ صاحب ڪمشنر سنڌ، راقم‌الحروف کي تجربيڪار ڏسي، منتخب ڪيو ۽ پاڻ سان گڏ وٺي هليو. خاص خدمت لاءِ راقم‌الحروف جي اها چوٿين مقرري هئي. آخرڪار انهن عالي شان صاحبن سان گڏ جي سکر پهتس ۽ اتي دربارن، تماشن ۽ جلوسن وغيره جو تمام سهڻو بندوبست ڪيم. انهيءَ پل جو نالو ”لينس ڊائون پل“ رکيو ويو. ڇو ته اهو نالو هندوستان جي، انهيءَ زماني جي حڪمران (گورنرجنرل) جو آهي. هيءَ پل پنهنجي ساخت ۾ نهايت ئي مضبوط ۽ ڏسڻ ۾ تمام سهڻي آهي، جا يورپ جي ڪاريگرن (انجنيئرن) جي ڪوشش سان ۽ چاليهه لک رپين جي خرچ سان تيار ٿي آهي.

اتان فارغ ٿي، ريل گاڏيءَ جي رستي ڪوئٽه (شال ڪوٽ) پهتا ۽ اتان جون عجيب و غريب شيون ڏسي، قنڌار جي نزديڪ چمن ۽ شالا باغ ويا. راقم‌الحروف انهيءَ سفر جي سموري سرگذشت ڪتاب ”پٌلِ نامي“ ۾ تفصيلوار ۽ تاريخوار درج ڪئي آهي. جيڪڏهن پڙهندڙ انهيءَ سياحت جو احوال معلوم ڪرڻ چاهين ته انهيءَ ڪتاب ۾ ملاحظه فرمائين. ڇو ته مختصر تاريخي ڪتاب ۾ اهو احوال دوباره لکڻ مناسب نظر نه ٿو اچي. تاهم هڪ جملو، جو سر چارلس پرچرڊ صاحب بهادر جي حُسنِ اخلاق جي باري ۾ آهي، لکڻ ضروري آهي ۽ اهو هيءُ آهي ته سفر جي دوران اڪثر اسٽيشنن تي لهي،

سنهنجي ڪمپارٽمنٽ جي دروازي تي بيهي، جو سيڪنڊ ڪلاس ڪمپارٽمنٽ هو، انگريزيءَ ۾ پڇندو رهيو ته "خانصاحب! خوش باش آهيو نه؟". بيشڪ، اها سهڻي عادت نيڪ فطرت سردارن جي هوندي آهي، سفر خواه حضر ۾ پنهنجي ڪيول جيتري حيثيت رکندڙ زيردستن جو حال احوال معلوم ڪندا رهندا آهن. مطلب ته جناب گورنر صاحب بهادر بمبئي ۽ ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ، پنهنجي عملي سميت اهو ڏکيو سفر ڏهاڪو ڏينهن ۾ پورو ڪري ڪراچيءَ واپس تشريف فرما ٿيا. انهيءَ صبح ڪلان وني اکثر انگريز، پارسي، مسلمان ۽ هندو وغيره، گورنر صاحب بهادر بمبئي جي زيارت جو شرف حاصل ڪرڻ لاءِ ڪمشنر صاحب بهادر جي بنگلي تي حاضر ٿيندا رهيا. انهيءَ موقعي تي گورنر صاحب بهادر، جناب خان بهادر حسن علي (افندي) کي مخاطب ٿي فرمايو ته "مسٽر حسن علي صدر انجمن مسلمانان سنڌ! ۽ مسٽر غلام دستگير انسپيڪٽر پوليس! اوهان کي "خان بهادر" جي لقبن سان ملقب ڪيو ويو آهي ۽ مسٽر خداداد خان کي، جو سنڌ جي ڪمشنر صاحب جو هڪ ايماندار مددگار آهي، "خانصاحب" جي لقب سان سرفراز ڪيو ويو آهي". جيڪڏهن پڙهندڙن کي مٿين ڳالهه ۾ شڪ نظر اچي ته مهرباني ڪري ڪراچيءَ جي انگريزي اخبار "فينڪس" جي ١٢-اپريل ١٨٨٩ع (١٣٠٦هه) واري اشاعت پڙهي ڏسن ته سندن شڪ دور ٿي ويندو.

٩- ڪمشنر صاحب سال ١٨٨٩ع مطابق ٧-١٣٠٦هه ۾ عمرڪوٽ کان مختصر عملي سميت جنهن ۾ راقم الحروف به شامل هو، آزمائش طور سول گاڏيءَ تي سوار ٿي، سنڌ جي سرحد تائين ويو. آخر اها گاڏي "شادي پلي" جي نالي سان مشهور ٿي (؟).

نيٺ مٿين سال ۾ بهترين خدمتگذارين بعد بامبي ڪائونسل جي ميمبريءَ جو اعزاز ۽ افتخار حاصل ڪيائين. هاڻي بمبئي ۾ سڪونت پذير آهي.

## ٻارهون ڪمشنر: آنريبل ڊريور صاحب بهادر

سال ١٣٠٤هه جي آخر ۽ سال ١٨٨٧ع جي وچ ڌاري ڪراچيءَ ۾ تشريف آور ٿيو ۽ سنڌ جي ڪمشنر جي قيامگاه کي عزت بخشيائين. شروع ۾ مسٽر مور صاحب ۽ پوءِ مسٽر جيڪسن صاحب سندس اسسٽنٽ هئا. سرڪاري معاملن جي سرانجامي وڏي عقلمندي ۽ ڏيرج سان، ۽ دستور ۽ معمول مطابق تمام سهٽي نموني سان ڪيائين. مگر سندس حڪومت جو زمانو مختصر هو، جنهنڪري سندس وڏيون ڪارگذاريون قلمبند نه ٿيون ڪيون وڃن. البت سندس اياڪاريءَ ۾ جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي جي بلوچ قومن جي جداجدا جاگيردارن کي جاگيرن جون سندون عطا ڪيون ويون. انهن سڀني جاگيردارن کي ماهو انعام برطانوي سرڪار جي دور ۾ مليو هو. نيٺ ڊريور صاحب پنهنجي بهترين ڪارگذاريءَ سبب ڪلڪتي جي ڪائونسل جي ميمبريءَ سان سرفراز ٿيو ۽ اجا تائين اتي آهي.

## تيرهون ڪمشنر: آنريبل ايچ. اي. ايم جيمس.
## صاحب بهادر "اسٽار آف انڊيا"

سال ١٣٠٧هه مطابق سال ١٨٨٩ع جي شروع ۾ بمبئي کان ڪراچيءَ آيو، ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جي ڪرسيءَ کي رونق بخشيائين. سرڪاري ڪاروبار کي سهٽي نموني سان سرانجام ڪرڻ شروع ڪيائين. پهريائين مسٽر جيڪسن صاحب، ان کانپوءِ مسٽر ليوڪس صاحب ۽ پوءِ مسٽر جي. سليڊن صاحب سندس اسسٽنٽ هئا. جيمس صاحب، ڪمشنر ٿيڻ کان اڳ ۾ سنڌ جي جداجدا ضلعن ۾ يعني جهرڪ ۽ سيوهڻ ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر (اسسٽنٽ ڪليڪٽر) ۽ سال ١٨٧٢ع (١٢٨٩هه) ۾ سنڌ جو اسسٽنٽ ڪمشنر هو. انهيءَ ڪري پوري واقفيت، تجربيڪاري ۽ پنهنجي هردلعزيزيءَ سان سنڌ، ۽ سنڌ جي عوام جي ڀلائي

لاءِ ڪوشش ڪندو رهيو. اگرچہ سرڪاري ڪاروبار جو دستور ۽ قواعد ضوابط هڪڙي قسم جا هئا ۽ عوام جي مفادن جي لحاظ رکڻ جو معاملو انهن کان ڪجهہ مختلف قسم جو هو. مگر جيمس صاحب ٻنهي طرفن ۾ توازن قائم رکيو. وڏا ڪم، جي سنڌس اياسڪاريءَ ۾ سنڌس هٿان سهڻي نموني ٿيا ۽ جن جا آثار ۽ نتائج اڃا تائين ظاهر آهن ۽ سندن ياڏگيري ذهنن تان محو نہ ٿي آهي، انهن مان ڪي هت درج ڪيا وڃن ٿا:

١- سال ١٣٠٨هہ مطابق سال ١٨٩١ع ۾ انگلستان جي ملڪہ معظمہ ۽ هندوستان جي قيصره جي پاران سر مير علي مراد خان صاحب بهادر (والي خيرپور) کي سندس سچائي ۽ پنجاه سالن جي خدمتگذاريءَ جي ڪري سي. آءِ. اي (گرانڊ نائيٽ آف ڪراس دي انڊين امپرر) جو خطاب ٻن هزار رپين جي انعام سان گڏ عطا ٿيو. جنهنڪري بمبئيءَ جو گورنر لارڊ هيرس صاحب بهادر اول ڪراچيءَ ۾ ۽ پوءِ اتان شڪارپور ۾ تشريف آور ٿيو، ۽ مير صاحب موصوف بہ خيرپور کان وڏي شان ۽ اهتمام سان شڪارپور پهتو. انهيءَ موقعي تي اڪثر مير صاحب ۽ جاگيردار ۽ معزز ماڻهو مدعو ڪيا ويا هئا، جي انهيءَ دربار ۾ اچي بارياب ٿيا. اهڙيءَ ريت ڪيترائي سرڪاري ملازم جن ۾ يورپي بہ هئا ۽ ديسي بہ، فوجي بہ هئا ۽ غير فوجي بہ، شريڪ ٿيا. گورنر صاحب بهادر، سنڌ جي ڪمشنر جيمس صاحب، خيرپور جي پوليٽيڪل ايجنٽ ڪرنل ميو صاحب ۽ شڪارپور ضلعي جي ڪليڪٽر صاحب جي موجودگيءَ ۾ مير صاحب موصوف کي شاهي تمغي ۽ شاهي خلعت سان مسرور ڪيو ۽ انهيءَ موقعي تي اهو ڏينهن، عيد جو ڏينهن ۽ اها رات، شب برات معلوم پئي ٿي ۽ ٻنهي طرفن جون سرڪاريون (سنڌ ۽ خيرپور ميرس جون سرڪاريون). سوڪڙين پاڪڙين ڏيڻ وٺڻ سبب تمام خوش هيون. انهيءَ دربار دربار جي آرائش ۽ زيبائش جو مبارڪ ۽ عظيم الشان انتظام، دربار جي سازسامان جي موجودگي،

ڪرسين ۽ قالينن جي سجاوٽ، روشني ۽ چراغ بندي، جا وقت جي بادشاهن جي شايان شان هجڻ گهرجي، هن راقم الحروف خاڪسار خداداد خان جي ڪوشش سان تمام خوبصورتي ۽ خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ٿي. آخرڪار مير صاحب موصوف انهيءَ لقب عطا ٿيڻ بعد جنهن انتها درجي جي شان ۽ مان سان اسپيشل ٽرين ذريعي خيرپور کان شڪارپور تشريف آور ٿيو هو. انهيءَ شان مان سان شڪارپور کان خيرپور روانو ٿي ويو.

٢- ٻئين سال (١٣٠٨هه مطابق ١٨٩١ع) ۾ قديم خدمتگذاري ۽ قدردانيءَ سبب راقم الحروف کي هڪ سؤ پنجاه رپين ماهوار پگهار مان وڌائي، هڪ سؤ پنجهتر رپيا ماهوار پگهار ۽ پنجويهه رپيا مسافريءَ جو ماهوار الاؤنس ڏيڻ جي سفارش ڪئي وئي، جا هيٺين سرڪاري حڪمنامي جي ترجمي مان ظاهر آهي:

ڪمشنر سنڌ جي آفيس جي وڏي منشي خان صاحب

خداداد خان جي پگهار ۾ اضافي جي مقرري.

نمبر ٥٠١، اڪائونٽس ڊپارٽمنٽ ٢-فيبروري ١٨٩٢ع

(١٣٠٩هه) بامبي پريزيڊنسي

هيٺيان ڪاغذ نمبر ١٣، مؤرخه ٢-فيبروري ١٨٩٢ع (١٣٠٩هه) سيڪريٽري ملڪي کاتي وٽان پهتا. ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ جو مراسلو نمبر ٢٥٢٦، مؤرخه ١٦-ڊسمبر ١٨٩١ع (١٣٠٩هه) هن باري ۾ پهتو:

مان سرڪار جو ڌيان نمبر ١١٤٨، مؤرخه ١٢-فيبروري ١٨٨٩ع ڏانهن ڇڪايان ٿو، جنهن موجب خانصاحب خداداد خان سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس جي وڏي منشي جي پگهار چوٿين گريڊ جي مختيارڪار جيتري منظور ٿي هئي ۽ سندس ڊيوٽي

ڪمشنر جي آفيس ۾ رکي وئي هئي. انهيءَ تجويز موجب چوٿين گريڊ جو هڪ مختيارڪار گهٽ ٿيو آهي ۽ پنجين گريڊ جو هڪ مختيارڪار وڌايو ويو آهي.

هن وقت، ٽئين گريڊ جي مختيارڪار جي هڪ آسامي خالي ٿي آهي، جنهن جي پگهار هڪ سؤ پنجهتر رپيا مسافري الائونس پنجويهه رپين سميت آهي، ۽ مان انهيءَ لاءِ استدعا ٿو ڪريان ته خانصاحب خداداد خان کي ٽئين گريڊ جي مختيارڪار جي پگهار ملڻ گهرجي ۽ چوٿين گريڊ جي مختيارڪار جي هڪ آسامي وڌائي وڃي. خانصاحب خداداد خان کي هڪ سؤ رپيا جي بجاءِ، هڪ سؤ پنجاهه رپيا پگهار ڏيڻ جي باري ۾ جيڪي معقول سبب منهنجي پيشرو (اڳئين ڪمشنر) سر چارلس پرچرڊ ڏنا هئا، انهن کي ورڻي دهرائڻ مناسب نظر نه ٿو اچي. البت ساڳيائي سبب هاڻي به موجود آهن. (ملاحظه ڪجي، نمبر ٣٥٤، مؤرخه ٢٤-ڊسمبر ١٨٨٨ع ۽ نمبر ٢، مؤرخه ٧-جنوري ١٨٨٩ع. پوليٽيڪل ڊپارٽمينٽ) ۽ جيئن منهنجي پيشرو (اڳئين ڪمشنر) خداداد خان کي ڇڏڻ نه ٿي چاهيو، تيئن مان به هن کي ڇڏڻ لاءِ راضي نه آهيان. خاص طور تي هن ڪري جو مان هن ملڪ (سنڌ) کان ڪجھ وقت پري رهيو آهيان. اها اهم ڳالهه آهي، جنهنڪري هتان جي نامور ماڻهن جي نالن ۽ معزز ماڻهن جي حالات کان بي خبر آهيان. اها اهم ڳالهه آهي، جنهن ۾ مون کي خانصاحب خداداد خان کان معلومات حاصل ٿي سگهي ٿي. هو تجربيڪار آهي ۽ هن آفيس ۾ هن جو هجڻ فائديمند آهي. هن کان پوءِ ڪيس اضافو نه ملندو. هو جيڪڏهن پين سرڪاري ملازمن جي قطار ۾ هجي ها، ته اضافو حاصل ڪري سگهي ها. هن وقت هو آگسٽ ١٨٨٨ع کان چوٿين گريڊ جي مختيارڪار جي عهدي جي ماهوار پگهار هڪ سؤ پنجاهه رپيا کڻي ٿو، ۽ لسٽ ۾ اضافي

جي لاءِ پيو ڪوبہ نمبر ڪونہ آهي(١). جيڪڏهن سنڌ مان ٽالپر سردارن جي لسٽ ۾ اچي ها، تہ ڪيس اضافو ملي ها. تاهم لسٽ ۾ نہ اچڻ سبب هو اضافي کان محروم ٿي نہ ٿو سگهي. هو اضافي جو بالڪل حقدار ۽ لائق آهي، ۽ هن کي اضافي ڏيڻ وقت، منهنجي پيشرو (اڳين ڪمشنر) رکيو هن جي نوڪريءَ جي لمبي چوڙي عرصي کي خيال ۾ نہ رکيو هو، بلڪ هن جي لياقت ۽ بهترين شخصيت جي ڪري ئي هن کي اضافو ڏياريو هئائين، ۽ سڄي ڪاتي جي اندر پيو ڪوبہ شخص ڪونہ ٿو سجهي، جو هن کان وڌيڪ هجي. ازانسواءِ خانصاحب کي پيو اضافو عطا ڪرڻ سبب ڪنهن کي ڪو نقصان بہ نہ ٿو رسي.

سرڪار جي حڪم نمبر ١٤٨١، مؤرخہ ١٢- فيبروري ١٨٨٩ع جي مطابق، حساب جا جيڪي بہ مونجهارا هئا، سي سڀ دور ٿي ويا آهن، جنهنڪري اميد ٿو ڪريان تہ هن درخواست منظور ڪرڻ ۾ ڪوبہ اعتراض نہ ڪيو ويندو، ڇوتہ هو مستحق آهي. بندوبست جي يادداشتن جا نقل موڪليا وڃن ٿا.

اڪائونٽنٽ جنرل جو مراسلو نمبر ٣٤٥٢، مؤرخہ... جنوري ١٨٩٢ع، جيڪا لکپڙهہ نمبر ٧، مؤرخہ ٦- جنوري ١٨٩٢ع پهتل هئي، اها واپس ٿو موڪليان، ۽ هن راءِ جو اظهار ٿو ڪريان تہ هن بندوبست جي باري ۾ موڪليل لسٽون چڱي طرح ملاحظہ ڪيون اٿم ۽ انهن ۾ جيڪي درستيون ڪرڻيون هيون سي ڪيون اٿم.

سنڌ جي ڪمشنر صاحب جيڪا تجويز موڪلي آهي، ان کي منظور ڪرڻ ۾ ڪوبہ اعتراض نظر نہ ٿو اچي.

---

(١) يعني اها خاص لسٽ، جنهن ۾ اضافي کڻڻ جي لائق آفيسرن جا ٽالا درج هوندا آهن. (ن.ب).

سرڪار جو حڪم

جيڪا تجويز سنڌ جي ڪمشنر موڪلي آهي، اها وڏي خوشيءَ سان منظور ڪئي ٿي وڃي.
صحيح
ڊبليو. ايل. رُوي صاحب بهادر
ملازم سرڪار بمبئي

٣- سال ١٣٠٩هه مطابق ١٨٩٢ع ۾ ”گدو بندر“ کان ”شادي پلي“ (عمرڪوٽ جي نزديڪ) تائين، ريل گاڏيءَ جي افتتاح ۽ ان کي جاري ڪرڻ جي باري ۾ هڪ سهڻي ۽ مفيد تجويز تي عمل ڪيو ويو. انهيءَ موقعي تي هڪ عالي شان دَرٻار ڏُرٻار منعقد ڪئي وئي. درٻار ۾ انگريزي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ (ريل گاڏي جاري ڪرڻ سبب) واپار جي واڌاري ۽ ايندڙن ويندڙن (مسافرن) جي آمد و رفت جي باري ۾ جيڪي فصيح ۽ بليغ تقريرون ڪيون ويون، انهن جي هر ننڍو وڏو دل جي سچائي سان تعريف ڪري ۽ تحسين ۽ آفرين چئي رهيو هو. جيڪڏهن اهي تقريرون هن مختصر ڪاغذ تي لکيون وينديون، ته انهن جي لاءِ هڪ نئون داستان جوڙڻو پوندو. مگر گنجائش نه هجڻ سبب رڳو انهيءَ مدبر ۽ باخبر انسان مسٽر ايچ. اي. ايم جيمس صاحب بهادر جي باري ۾ هيترو چوندس ته هو هر قسم جي عظمت ۽ حڪومت جي لائق آهي (يعني هن جي تقرير پُر مغز هئي).

٤- ستئين سال ۾ صاحب موصوف (ڪمشنر صاحب) هندوستان جي حڪمران (وائسراء ۽ گورنر جنرل) جي مجلس عامله (ايگزيڪيٽو ڪائونسل) جو ميمبر مقرر ٿيو ۽ درٻار کان فارغ ٿيڻ بعد ”ڪوٽڙي بندر“ (ڪوٽڙي اسٽيشن) تان ريل جي رستي، هندوستان جي دارالحڪومت ڪلڪتي ڏانهن روانو ٿي ويو. راقم الحروف گاڏيءَ جي دروازي تي بيهي، هيءُ دلپسند شعر مسدس روبرو پڙهيو:

بسفر رفتنت مبارکباد
بسلامت روی و باز آئی

وچڻ وقت سنڌ جي حڪومت جون واڳون ڪراچي ضلعي جي ڪليڪٽر ڪرنل ڪرافورڊ جي حوالي ڪيائين، جنهن عارضي طور تي ڪاروبار ٿي هلايو.

۵- مٿئين سال ۾ هڪ مهيني جي موڪل وٺي، ٻه نوڪر ساڻ ڪري، پاڻي جي جهاز رستي "ڪوڪن" (بمبئي) ڏانهن روانو ٿيس ۽ بمبئي جو سير چڱي طرح ڪرڻ بعد پوني پهتس، جتي بمبئي جي گورنر لارڊ هيرس صاحب بهادر، چيف سيڪريٽري مسٽر ڊبليو. بي وارنر صاحب، بامبيءَ ڪائونسل جي ممبر سر پرچرڊ صاحب بهادر ۽ پرائيويٽ سيڪريٽري مسٽر ايجرلي صاحب بهادر جهڙن عالي شان عملدار صاحبن سان ملاقات ڪيم ۽ حسن اتفاق سان مسٽر جيمس صاحب بهادر سان به چڱي طرح سان ملڻ ٿيو، جو سر پرچرڊ صاحب بهادر جتو مهمان هو. پوءِ راجڪوٽ (ڪاٺياواڙ) ويس ۽ سر چالس اليونٽ صاحب بهادر ايجنٽ ڪاٺياواڙ سان ملي خوش ٿيس. اُن کان پوءِ احمد آباد (گجرات) کان ريل گاڏيءَ ۾ سواري ٿي، اجمير، دهلي ۽ ٻين شهرن جي سير تي ويس، جي ريلوي لائين تي هئا. پوءِ امرتسر پهچي ٻه ڏينهن اتي رهيس، ۽ وري اتان خيريت سان پنهنجي وطن سکر اچي آرام ڪيم. انهيءَ سفر جا سمورا حالات "سياحت نامي" نالي ڪتاب ۾ تاريخوار درج ڪيا اٿم.

۶- سال ۱۳۰۹هه مطابق ۱۸۹۲ع جي آخر ۾ (جيمس صاحب ڪمشنر سنڌ) مرڪزي دارالحڪومت ڪلڪتي کان واپسيءَ بعد، سنڌ جي حڪومت جون واڳون وٺي، جهاز جي ذريعي درياءِ مهراڻ (سنڌوندي) جي رستي حيدرآباد آيو، جتي "جمڙائو" نالي هڪ نئين واهه کوٽائڻ جي سلسلي ۾ تمام وڏو جلسو سڏايو ويو هو. جوته حيدرآباد ضلعي جي اوڀر ۾ ريگستان جي علائقي

۾ لکها جريب زمين غيرآباد پيل هئي. انهيءَ جلسي ۾ يورپ جا وڏا نامور عملدار ۽ معمار (انجنيئر) ۽ سنڌ جا معزز جاگيردار ۽ زميندار سڏايل هئا. يورپ جي اڪثر انجنيئرن جي راءِ انهيءَ نئين واه کوٽائڻ جي باري ۾ هڪ ٻئي کان مختلف هئي. پر آنريبل مسٽر جيمس سنڌ جي حالات کان واقف هجڻ سبب ۽ زميندارن ۽ ڪاشتڪارن جي فائدي خاطر قوي دليل پيش ڪيا. مثال طور بارش جي ڪمي، آباديءَ لاءِ نهري پاڻيءَ جي قلت ۽ عام ماڻهن جي غريبي وغيره. جنهن ڪري حاضرين جلسه انهيءَ تجويز جي معقوليت ۽ افاديت کي تسليم ڪندي، سنڌ مبارڪ راءِ سان اتفاق ڪيو. آخر جيمس صاحب جي غير معمولي ڪوشش ۽ سرڪار جي پاران لکن رپين جي خرچ سان واه کوٽائڻ جي تجويز منظور ٿي ۽ ساڳئي سال کان ان تي عملدرآمد به شروع ٿي وئي.

بيشڪ اها تجويز هن ملڪ جي عوام لاءِ حد کان زياده مفيد آهي. بهرحال مبارڪ سال ۱۳۱۷هه مطابق ۱۸۹۹ع ۾ بمبئي جي گورنر لارڊ سينڊهرسٽ صاحب بهادر جي هٿان ان جو افتتاح ٿيو، هاڻي زميندارن ۽ ڪاشتڪارن تي انهيءَ تجويز جا فائدا واضح ٿيڻ لڳا آهن ۽ صاحب موصوف جي ڳالهه سچي ثابت ٿي رهي آهي.

۷- سال ۱۳۱۰هه مطابق ۱۸۹۲-۹۳ع ۾ سنڌ ۾ انگريز سرڪار جي حڪمرانيءَ جي پنجاه سالن پوري ٿيڻ تي جشن ملهايو ويو. انهيءَ جشن جي موقعي تي خوشيءَ جا سڀئي سامان اسباب موجود هئا. هن مسرت بخش جشن جو صدر جنرل مارشجين صاحب بهادر (پينشن بردار) هو. جو ته اهو صاحب سنڌ جي جنگين (دبي ۽ مياڻيءَ جون جنگيون) ۾ انگريزن جي فاتح لشڪر جو عملدار هو ۽ ميدان جنگ ۾ داد شجاعت ڏنو هئائين.

٨- انهيءَ سال (١٨٩٢-٩٣ع ۾) مسٽر جيمس روهڙيءَ پهچي، روهڙي تعلقي جي اڪثر ڳوٺن کي نظر مان ڪڍيو ۽ سرڪاري آمدني (ڍل) جي وصوليءَ جون تجويزون رٿيائين. انهيءَ همت تي آفرين، جو رعايا جي فائدي خاطر پنهنجي سر تڪليف ورتائين.

٩- مٿين سالن ۾ سنڌ جي جاگيردارن ۽ زميندارن کي سرڪار نامدار وٽان اهو حق عطا ٿيو ته هو ڪنهن به شخص کي پنهنجي مرضيءَ سان منتخب ڪري، بمبئيءَ جي جلسي (ايگزيڪيٽو ڪائونسل جو جلسو) ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ موڪلي سگهن ٿا. جنهنڪري انهن سالن ۾ سنڌ جي جاگيردارن ۽ زميندارن خان بهادر حسن علي (آفندي) کي منتخب ڪري، جلسي ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ بمبئي موڪليو. سنڌ جا باشندا انهيءَ حق عطا ٿيڻ تي بي حد خوش ٿيا ۽ سرڪار کي ۽ آنريبل مسٽر جيمس صاحب کي دعائون ڪندا رهيا. اهو حق اڃا تائين قائم آهي ۽ هن وقت اهو اعزاز آنريبل مير الله بخش خان جاگيردار کي حاصل آهي.

١٠- سال ١٣١٠هه مطابق ١٨٩٣ع جي آخر ۾ جيڪب آباد جي گهوڙن جي جلسي جي موقعي تي هڪ خاص دربار منعقد ٿي، جنهن ۾ "خان بهادري" جي خطاب جي سنَد، جا هندوستان جي سرڪار نامدار وٽان پهتل هئي، راقم الحروف کي عطا ڪئي وئي، ۽ انهيءَ ئي دربار ۾ خان بهادر قادرداد خان کي سي. آءِ. اي جو تمغو عطا ڪيو ويو. راقم الحروف کي خان بهادر جي خطاب عطا ڪرڻ جي سلسلي ۾ جيڪا لکپڙهه ٿيل هئي، اها سڄي انگريزيءَ تان ترجمو ڪري هت ڏني ٿي وڃي. جنهن سان پڙهندڙن کي سڀ ڪجهه معلوم ٿي ويندو، ۽ اميد آهي ته پڙهندڙ مهرباني ڪري مدبر عملدار مسٽر جيمس صاحب بهادر جي قدردانيءَ جي الفاظن تي نظر ڪندا.

اها لکپڙهه هيءَ آهي:

## نيم سرڪاري. ڪراچيءَ جي سرڪاري بنگلي تان

## مؤرخه ٢٩ - اگسٽ ١٨٩١ع.

منهنجا پيارا بي. وارنر صاحب! (١) جڏهن جناب گورنر صاحب بمبئي، هندو سرڪار ڏانهن لقبن عطا ڪرڻ لاءِ نامور، معزز ۽ مستحق ماڻهن جي نالن جي لسٽ پيو پيرو موڪلي ته انهيءَ وقت، اوهان جيڪڏهن ڪمشنر سنڌ جي آفيس جي وڏي منشي خانصاحب خداداد خان جو نالو "خان بهادر" جي لقب عطا ڪرڻ جي سلسلي ۾ سهڻي نموني سان پيش ڪندا، ته مان اوهان جو نهايت ئي شڪرگذار ۽ احسانمند رهندس. خدادادخان کي اڳ ۾ "خان صاحب" جو لقب مليل آهي. ٣٨ سال ڪمال ايمانداريءَ سان سرڪاري ڊيوٽي ادا ڪئي اٿس ۽ بالڪل نازڪ معاملا ۽ وڏيون خدمتون بجا آنديون اٿس. مثلاً هندوستان جي فساد (١٨٥٧ع وارو انقلاب) جي زماني ۾ سر فريڊرڪ گولڊ اسمڊ صاحب سان خصوصي خدمتن جي سلسلي ۾ جيسلمير ۽ پوڪران (مارواڙ) ويو هو. وري هڪ ويران ملڪ، جنگل ۽ بيابان يعني مڪران (بلوچستان) جي ڪناري ڏانهن ساڳئي صاحب سان گڏجي، ٽيليگراف لائين لڳائڻ جي معاملي ۾ سندس مدد ڪئي هئائين. پوءِ مسٽر مينسفيلڊ صاحب سان گڏجي خليج فارس ۽ بغداد ويو هو. هن جي باري ۾ سر وليم ميري ويدر صاحب جي راءِ تمام چڱي هئي ۽ هن کي هڪ اعليٰ درجي جي ترار عطا ڪئي هئائين. ازانسواءِ شروع کان وٺي جاگيري معاملن جي قطعي فيصلن جي لاءِ هن جي نوڪري هن آفيس ۾ نهايت فائديمند ثابت ٿي آهي ۽ يورپ جي معزز عملدارن ۽ سنڌ جي معزز ماڻهن ۾ وڏي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي. مان هن جي لاءِ جيڪو لقب تجويز ڪريان ٿو، ان جي واسطي

(١) هيءَ صاحب انهيءَ وقت بمبئي سرڪار جو چيف سيڪريٽري هو (ن. ب).

هو هر نقطهٔ نگاهه کان لائق، بلڪ فائق آهي، ۽ سندس حسن خدمت ۽ ايمانداريءَ جي نوڪري"خان بهادر"جو لقب، عزت جي علامت جي طور تي سڄي زندگيءَ تائين هن جي واسطي باقي رهندو. گهڻو عرصو نه گذاريو آهي، جڏهن افغانستان جي والي مرحوم امير شيرعلي خان جو ٻيو نمبر فرزند سردار ايوب خان پنهنجي وڏي عملي ۽ واسطيدار ماڻهن سميت سنڌ کان پنجاب ڏانهن وڃي رهيو هو، ته هن جي سفر جي سلسلي ۾ خانصاحب خداداد خان تمام سهڻو انتظام ڪيو. جنهنڪري سياسي معاملن سان واسطو رکندڙ سڀني عملدارن هن کان نهايت خوش ۽ راضي ٿيا. اوهان پاڻ خانصاحب کي چڱي طرح سان سڃاڻو ٿا. انهيءَ ڪري مان زياده چئي نٿو سگهان. اهو لقب، جو مان پوري اعتماد سان تجويز ڪريان ٿو ۽ لکان ٿو ته قدردانيءَ جو هڪ سهڻو مثال ٿيندو. مون کي خاطري آهي ته گورنر صاحب بهادر منهنجي هن پيش ڪيل حقيقت تي چڱو ڌيان ڏيندو.

صحيح
مسٽر ايچ. اير. جيمس صاحب بهادر
ڪمشنر سنڌ

انهن معزز ماڻهن کي سنَدن عطا ڪرڻ جي منظور ڪيل تجويز

جيڪي پهرين جنوري ۱۸۹۲ع تي لقبن سان سرفراز ٿيا

نمبر ۸۱۵. پوليٽيڪل ڊپارٽمينٽ.

بامبي پريزيڊنسي، ۳ - فيبروري ۱۸۹۲ع

مراسلي نمبر ۵۲، مؤرخه ۲۱ - جنوري ۱۸۹۲ع سان گڏ، هند- سرڪار جي خارجي معاملن جي سيڪريٽريءَ جي ماتحت، انهن معزز ماڻهن جون سنَدون، جن کي لقب عطا ڪيا ويا آهن، موڪلي، استدعا ٿي ڪجي ته اهي سنَدون انهن ماڻهن کي

انهيءَ اشتهار سان گڏ موڪليون وڃن، جو هند-سرڪار جي غير معمولي گزيٽ مؤرخہ پهرين جنوري ۱۸۹۲ع ۾ ڇپيو ۽ پڌرو ٿيو آهي:

## حڪم

جيڪي سنڌون پهتل آهن، سي هيٺين عملدارن ڏانهن، انهن معزز ماڻهن کي ڏيڻ لاءِ موڪليون وڃن، جن جي لاءِ تجويز ڪيل آهن، ۽ سنَدن سان گڏ انهيءَ اشتهار جو اختصار به موڪليو وڃي، جو هند سرڪار جي غير معمولي گزيٽ ۾ شايع ٿيو آهي، ۽ هن سرڪار (سنڌ سرڪار) جي گزيٽ ۾ پيو پيرو شايع ٿيو آهي. ملاحظہ ڪريو گزيٽ نمبر ۵۳ جو صفحو نمبر ٿيون ٦-جنوري ۱۸۹۲ع.

فقط تاريخ ۷. ساڳيو مهينو ۽ ساڳيو سال.

سنڌ جي ڪمشنر صاحب بهادر ڏانهن

خان بهادر خداداد خان، ڪمشنر سنڌ جي آفيس جي وڏي منشيءَ کي سنَد سهڻي نموني سان ڏني وڃي، بشرطيڪ سرڪار جي مٿان ڪجهه خرچ عائد نہ ٿئي.

صحيح
اي. شيون صاحب ايڪٽنگ سيڪريٽري
بمبئي سرڪار

## هند سرڪار جو اشتهار

### فارين ڊپارٽمنٽ. مؤرخہ پهرين جنوري ۱۸۹۲ع

جناب فيض مآب حضرت فرمان فرما گورنر جنرل صاحب بهادر هندوستان، وڏي خوشيءَ سان "خان بهادر" جو لقب هيٺين معززن جي لاءِ مقرر ڪري ٿو:

خان صاحب خداداد خان سنڌ جي ڪمشنريءَ جي پوليٽيڪل ڊپارٽمنٽ جو وڏو منشي.

صحيح
ڊبليو. جي ڪنگهام، نائب وزير اعظم
هند سرڪار

سَنَد

خانصاحب خداداد خان سنڌ جي ڪمشنريءَ جي پوليٽيڪل ڊپارٽمنٽ جو وڏو منشي! هن خط جي ذريعي اوهان جي لاءِ ذاتي لقب "خان بهادر" مقرر ڪيو ٿو وڃي.

صحيح
لارڊليئنسڊون صاحب بهادر
فرمان فرما ۽ گورنر جنرل هندوستان
فورٽ وليم، ۱ - جنوري ۱۸۹۲ع

جيڪب آباد جي دَربار دُربار ۾ سَنَد عطا ڪرڻ وقت آنريبل جيمس صاحب بهادر ڪمشنر سنڌ، سرُوقد ٿي، آئسي بيٺو ۽ سنڌيءَ ۾ هيٺين فصيح ۽ دلپذير تقرير فرمايائين:

"حاضرين دَربار دُربار، سردارؤ، جاگيردارؤ، زميندارؤ ۽ ٻيا معززؤ! اوهين خان بهادر خداداد خان کي چڱي طرح سان سڃاڻو ٿا. هيءَ شخص چاليهن سالن کان به زياده عرصي کان سرڪار جو معزز ملازم ۽ امانتدار آهي. هن جي جسن خدمت جي ڪري سرڪار هن کان خوش ٿي، هن جي لاءِ "خان بهادر" جو لقب مقرر ڪيو آهي. اگرچه هن جي خدمتن جو تفصيل تمام وڏو آهي، پر ڪن خدمتن جو مختصر اظهار ڪيو وڃي ٿو. هو ۱۸۵۷ع ۾ هندوستان جي فساد (انقلاب) واري زماني ۾ سر فريڊرڪ گولڊاسمڊ سان گڏجي ويران بيابان ريگستان ۽ سيستان جهڙن ملڪن ۾ پنهنجي اُٺن وڃي هو. انهن ڏينهن

۾ هيءُ شخص هر طرح سان وڏو مددگار ۽ مفيد ثابت ٿيو.
وغيره وغيره........"

جنهن وقت، صاحب تدبير (مدبر) آنريبل جيمس صاحب اها دلپذير تقرير ڪئي، ته سڀني سردارن، جاگيردارن، زميندارن ۽ معززن "خان بهادر" جي لقب عطا ٿيڻ تي "مبارڪ، مبارڪ" جو آواز بلند ڪيو ۽ مبارڪ جي آوازن سبب فضا ۾ وڏو غلغلو پيدا ٿيو.

خان بهادر خداداد خان جو بروقت دَربار دُربار ۾ سنڌيءَ ۾

## شڪريو ادا ڪرڻ

"مان ناچيز، حضرت فرمان فرما ۽ گورنر جنرل صاحب بهادر هندوستان، جو شڪرگذار ۽ بي حد احسان مند آهيان، جو مهربان حاڪم آنريبل جيمس صاحب جي سفارش تي مون کي اهڙي اعزاز سان نوازيو اٿس. مان اميد ٿو ڪريان ته جيستائين حياتي باقي آهي، نوڪريءَ ۾ هجان يا نه هجان، هميشه سرڪار آبَد قرار (سدائين قائم رهڻ واري) جي خيرخواهيءَ جي ڪوشش ڪندو رهندس. اڄوڪو مبارڪ ڏينهن مون کي ائين ياد رهندو، جيئن پٿر تي ليڪو. مون کي يقين آهي ته منهنجي مرڻ کان پوءِ منهنجا پٽ، جي هين عزت پرئي جلسي ۾ حاضر آهن، منهنجي خدمتگذاريءَ جي پيروي ڪندا ۽ انهيءَ جي نتيجي ۾ مرادون حاصل ڪندا."

پوءِ دَربار دُربار برخواست ٿي ۽ سڀئي خوش ٿي، پنهنجين جاين ڏانهن واپس وريا.

١١- سال ١٣١٠هه مطابق ١٨٩٣ع ۾ (جيمس صاحب) سکر ۾ تشريف آور ٿيو ۽ راقم الحروف کي به پاڻ سان وٺي ويو. اٽڪل هڪ مهينو اتي قيام ڪيائين. خير پور واري ٽالپر خاندان جي اڪثر مير صاحبن کي، جي پينشن بردار هئا، پاڻ وٽ گهرايائين. سڀني جي حالات، ضروريات، آمدني، خرچ، شادي، غمي،

گهر ٻار ۽ گذر اوقات وغيره جي باري ۾ مڪمل معلومات
حاصل ڪيائين ۽ پوءِ انهن ٽالپرن بابت بمبئيءَ جي سرڪار کي
رپورٽ موڪليائين. حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جي ٽالپرن خاندانن
جو احوال به لکيائين. سرڪار نامدار انهيءَ رپورٽ جا اڪثر
حصا قبول ڪيا، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو جيڪي ماڻهو
سنڌ جي حڪمرانن جي قطار ۾ شامل هئا (حڪمرانن جو اولاد
هئا) انهن جي لاءِ پِشت بہ پِشت مناسب پينشن مقرر ڪئي وئي.
جيڪي ماڻهو حڪمرانن جي قطار ۾ شامل نہ هئا، انهن جي لاءِ
ٻن ٻن پِشتن ۽ هڪ هڪ پِشت تائين پينشن مقرر ڪئي وئي.
جن ماڻهن کي پينشن ملندڙ نہ هئي، انهن جي لاءِ نوڪريءَ
۽ ڪاتيداريءَ جو انتظام ڪيو ويو. ٽالپرن جا پٽ، جي ٻارهن
سالن جي عمر جا هئا، انهن کي انگريزي تعليم ڏيارڻ لاءِ
”سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي“ ۾ داخل ڪيو ويو ۽ سندن
خوراڪ ۽ پوشاڪ جو ذمو بہ کنيو ويو، تہ جيئن تعليم حاصل
ڪرڻ بعد روزگار حاصل ڪري سگهن.

انهيءَ مبارڪ ۽ مسرت آميز تجويز سبب مير صاحب ۽
سنڌ جا ٻيا باشندا بہ خوش ٿيا ۽ سرڪار نامدار ۽ آنريبل
جيمس صاحب کي دعائون ڪرڻ لڳا ۽ سندن تعريف ڪندا رهيا.
بيشڪ، اهو سندن نيڪ نيتي ۽ حُسن اخلاق جو نتيجو آهي.

١٢- انهيءَ سال (١٣١٠هہ مطابق ١٨٩٣ع ۾) ڪمن ڪان
فارغ ٿي، ”غيبي ديري، تعلقي قنبر ۾ پهتو، جو اولهائين جبل
جي ويجهو آهي. انگريزي ۽ فارسيءَ جي عملي کي اتي ڇڏي،
پنهنجي نائب مسٽر ليوڪس صاحب، ڊسٽرڪٽ سپرنٽنڊنٽ پوليس
اپر سنڌ (جيڪب آباد) ۽ راقم الحروف کي پاڻ سان ساڻ ڪري
۽ مختصر عملو ڪٺي ”دارهاره جبل“ (ڏاڙهيالو جبل) ڏانهن هليو.
ان جو سير ڪيائين. ڪُتي جي قبر ڏٺائين ۽ هڪ هفتي بعد
غيبي ديري واپس پهچي ويو. اگرچہ انهيءَ جبل جي اوچائي،
اتان جي سردي ۽ ڪتي جي قبر عجائبات مان آهن، پر جيئن تہ

اڳ ۾ ٻي مسٽر ايس. ميئسفيلڊ صاحب (۱۲۸۱ھ مطابق ۱۸٦۴ع) جي حڪمرانيءَ جي زماني جي احوال ۾ اهو ذڪر ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري ٻيهر ان جو ذڪر ڪرڻ نٿو ٿئي.

۱۳- انهيءَ سال (۱۳۱۰ھ مطابق ۱۸۹۳ع ۾) پير محمد جزب الله شاه صاحب جي وفات حسرت آيات ٿي. مرحوم پير صاحب بي حد خليق، سخي ۽ حسين و جميل هو. سندس جانشين، سندس وڏو فرزند پير علي گوهر شاه صاحب ٿيو.

۱۴- مٿين سالن ۾ راقم الحروف جي پگهار هڪ سؤ پنجهتر رپين سان وڌائي، ٻه سؤ رپيا ماهوار ڪرڻ جي تجويز پيش ڪئي وئي. چوته عملدار تمام قدردان، محنت شناس ۽ مهربان هئا، انهيءَ سفارشي تحرير جي خاص خاص جملن جو ترجمو پڙهندڙن جي اڳيان پيش ڪيو ٿو وڃي:

كمشنر سنڌ جي آفيس جي وڏي منشي خان بهادر خداداد خان جي پگهار ۾ اضافي ۽ سندس مقرريءَ جي تجويز. بامبي ڪائونسل جي اجلاس ۾ نمبر ۵۹۳۴. مؤرخہ ۷- آگسٽ ۱۸۹۳ع (۱۳۱۰ھ)

ملڪي شعبو. ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ جو مراسلو نمبر ۳۵۵۹، مؤرخہ ۳- جولاءِ ۱۸۹۳ع هن مطلب لاءِ پهتو.

سرڪار نامدار جا احڪام مؤرخہ ۱۲- فيبروري ۱۸۸۹ع ۽ ۳- فيبروري ۱۸۹۲ع نمبر ۱۱۴۸ ۽ ۵۰۱، اوهان صاحبن جي ڌيان تي ٿو آڻيان، ته پهرياڻين "خان صاحب" ۽ هاڻي "خان بهادر" خداداد خان، ڪمشنر صاحب سنڌ جي آفيس جو وڏو منشي، اول چوٿين گريڊ جي مختيارڪار جي پگهار ۽ پوءِ ٽئين گريڊ جي مختيارڪار جي پگهار کڻندو هو ۽ ڊيوٽي ڪمشنر صاحب سنڌ جي آفيس ۾ ڏيندو هو.

(۲) هن وقت ٻئي گريڊ جي مختيارڪار جي جاءِ خالي ٿي آهي. جنهن لاءِ اوهان صاحبن جي خدمت ۾ عرض ٿو ڪريان ته اها جاءِ

خان بهادر خداداد خان کي ڏني وڃي، ته جيئن ڪيس ۾ سؤ رپيا پگهار ملي سگهي. هن تجويز جي ڪري ٻي گريڊ جي مختيارڪار جو هڪ عهدو گهٽ ٿيندو. ٽئين گريڊ جي مختيارڪارن جو تعداد ساڳيو رهندو ۽ پنجين گريڊ جي مختيارڪار جو هڪ عهدو وڌندو ۽ هن تجويز جي ڪري سرڪار جي مٿان خرچ جو بار نه پوندو.

(٣) جيڪي سبب موڪلي نمبر ٥٥٢٦، مؤرخه ١٦- ڊسمبر ١٨٩١ع ۾ ڏنا ويا آهن، ته خان بهادر خداداد خان ٽئين گريڊ جي مختيارڪار جي پگهار کٽي، اهي ساڳيا سبب هن تجويز لاءِ به پيش ڪجن ٿا ۽ هيءَ آخري موقعو آهي جو اوهان صاحبن کي درخواست ڪريان ٿو (۽ چاهيان ٿو) ته خان بهادر (خداداد خان) کي، جو تمام جهونو (ملازم) ايماندار، فرمانبردار ۽ پورن چاليهن سالن جي عرصي کان اعتماد جوڳو خدمتگذار رهيو آهي، اضافو وٺي ڏيان. خان بهادر وٽ نيڪ ناميءَ جون ڪيتريون ئي تصديقون آهن، جي ڪيترن ئي يورپي عملدارن جي طرفان سندس سچائي ۽ ايمانداريءَ جي تصديق سان ڀريل آهن. ازانسواءِ هن جي پينشن وٺڻ جي مرحلي ۾ داخل ٿيڻ کان اول منهنجي خواهش آهي ته هڪ ڀيرو وري به هن کي زياده پگهار ڏياريان، جو ته هو جلد ئي پينشن وٺڻ وارو آهي. مان پنهنجي سر هن کي ٢٢ سالن کان چڱي طرح سان سڃاڻان ٿو، ۽ هن جي باري ۾ اهو چوڻ ضروري ٿو سمجهان ته ڪڏهن به هن جي سچائي ۽ ايمانداري يا اندر ۾ هڪ ڳالهه ۽ ٻاهر ٻي ڳالهه جي باري ۾ ڪنهن به قسم جو ڪو شڪ يا گمان پيدا ڪونه ٿيو ۽ اعتماد جي سلسلي ۾ ٻيو ڪوبه هن جي برابر نه آهي. پنهنجي پنهنجي وقت جي ٻنهي ڪمشنر صاحبن نازڪ سياسي معاملن ۾ هن جي رپورٽ ڪرڻ تي، هن جي مٿان پورو پورو اعتماد رکي، بنا ڪنهن خوف ۽ پس و پيش جي ڪارروائي ٿي ڪئي آهي، ۽ انهيءَ ڪري هن جي ايمانداريءَ تي مڪمل اعتماد ٿي رکيو اٿن. بيشڪ اهو صحيح آهي ته جڏهن ١٦- ڊسمبر ١٨٩١ع تي خان بهادر کي اضافي ڏيڻ جي باري ۾ سرڪار کي لکيو هوم ته جيڪڏهن هن جو

نالو سينارٽيءَ جي ڪري مختيارڪارن کي اضافن ڏيڻ واري لسٽ ۾ هجي ها، ته هن کي اضافو ملي ها. پر انهن اضافي جي باري ۾ جيڪي سبب لکيا هئا، سي هئا: سينارٽي ۽ اضافي لاءِ هن جي انتخاب بابت، ٻن سالن جي عرصي کان مختيارڪارن کي جلد جلد اضافا ملندا رهيا آهن. خداداد خان جو سندس عمر وڏي وجهه سبب اضافي کان محروم رهڻ بالڪل مشڪل آهي. جوڏهن ڏينهن ٿيا، جڏهن مان سکر ۾ خيرپور جي مير صاحبن جي حالات معلوم ڪرڻ لاءِ رهيل هوس. جيڪڏهن (انهيءَ موقعي تي) مون سان خان بهادر خداداد خان ساڻ نه هجي ها، ته اهو ڪم جلد ۽ سهڻي نموني سان پورو ٿي نه سگهي ها. هن جي واقفيت، ماڻهن جي نالن جي يادگيري، واسطيدارن ۽ مٽن مائٽن جي باري ۾ معلومات ۽ مسلسل چاليهه سال نوڪري ڪرڻ سبب، سرڪاري پاليسيءَ جي باري ۾ هن جي جاچ (منهنجي لاءِ) بالڪل مفيد ثابت ٿي. انهن ڳالهين کي پيش نظر رکڻ بعد سرڪار کي عرض ٿو ڪريان، ۽ اميد ٿو ڪريان ته خان بهادر خداداد خان جي حالت سرڪار کي چڱي طرح سان ذهن نشين ٿي ويندي.

(٤) حساب ڪتاب جي معاملي ۾ ڪوبه مونجهارو ڪونهي. ملاحظو ڪريو سرڪار جو حڪم نمبر ١١٤٨، مؤرخه ... فيبروري ١٨٩٨ع جنهن جو ذڪر مٿي ٿي چڪو آهي.

(٥) بندوبست جون يادداشتون شامل آهن. اڪائونٽنٽ جنرل جو مراسلو نمبر ١٧١٧، مؤرخه ٢٥-جنوري ١٨٩٣ع شامل آهي.

## سرڪاري حڪم

سنڌ جي ڪمشنر صاحب جيڪا تجويز موڪلي آهي، سا بمبي ڪائونسل جي اجلاس ۾ وڏي خوشيءَ سان منظور ڪئي ٿي وڃي.

صحيح

ڊبليو. ايل. هاروي صاحب

(بمبي سرڪار جو ملازم)

۱۵- سال ۱۳۱۰هه مطابق سال ۱۸۹۳ع جي شروع ۾ (ڪمشنر صاحب) پنهنجي ڪمال لياقت ۽ عام معلومات جي ڪري لاهور ويو ۽ آفيم جي واهپي تي ضابطو رکندڙ ڪميٽيءَ جي اڳيان شاهدي ڏنائين.

۱۶- ۱۳۱۱هه مطابق ۱۸۹۴ع جي شروع ۾ سر مير علي مراد خان صاحب بهادر واليءِ رياست خيرپور ۸۱ ورهين جي عمر ۾ ۶۵ سال حڪمراني ڪرڻ بعد رحلت ڪئي. سندس جنازو مبارڪ خيرپور کان ڪراچيءَ نيو ويو ۽ "ميري ويدر" نالي بنگلي ۽ باغيچي ۾ رکيو ويو، جتان بعد ۾ نهايت ئي شان ۽ وقار سان جهاز جي ذريعي ڪربلا معليٰ روانو ڪيو ويو. هن اندوهناڪ حادثي تي ماتمداري، ڪيمپ اسٽيشن تي يورپ جي فوجي سپاهين ۽ يورپ جي ئي اهل علم ۽ اهل قلم حضرات جي پاران جنازي جي جلوس جو انتظام ۽ ماتمداريءَ جو، توپن جي سلامي، معزز مسلمانن ۽ هندن جي حاضري، بنگلي جي ڇتن، درين دروازن ۽ فرش ڪسي ماتمي رنگ ۾ رڱڻ، ٽالپر خاندان جي ماڻهن ۽ جنازي سان گڏ هلندڙن جي دعوت وغيره، اهو سڀ ڪجهه هردلعزيز حاڪم مسٽر جيمس صاحب بهادر جي حڪم سان، راقم الحروف جي هٿان ٿيو. جنهن جو تفصيلي احوال ڪتاب "خيرپور نامي" ۾ لکيو ويو آهي، جو مٿين سالن ۾ ڇپجي چڪو آهي. انهيءَ ڪري پيهر انهن ڳالهين لکڻ جي ضرورت نه آهي. جيڪڏهن پڙهندڙ اهو احوال معلوم ڪرڻ جي خواهش رکندا هجن، ته خيرپور نامي جو مطالعو ڪن. مرحوم مير صاحب جو جانشين سر مير فيض محمد خان صاحب بهادر مقرر ڪيو ويو، ۽ قادرداد خان کي سندس وزير ڪري رکيو ويو.

۱۷- سال ۱۳۱۱هه مطابق ۱۸۹۴ع ۾ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جني محل ۾، مدرسي جي معزز ممبرن ۽ پبلڪ جي خاص ۽ عام ماڻهن، "خان بهادر" جي خطاب ملڻ تي هن خاڪسار راقم الحروف کي تهنيت نامو پيش ڪيو (يعني مبارڪباد

تي مشتمل ايڊريس) ۽ انهيءَ مسرت بخش مجلس ۾ جيڪي وهيو واپريو، ان جي ڪارروائي، جا سنڌي اخبار "معاون سنڌ" مؤرخه ٥- مئي ١٨٩٤ع مطابق ٢٨ شوال المڪرم ١٣١١هه ڏينهن ڇنڇر، جلد ٣ ۽ نمبر ١٧ ۾ شايع ٿي آهي، ملاحظه ڪئي وڃي. تاهم پڙهندڙن جي سهولت خاطر ساڳي ڪارروائي هت درج ڪجي ٿي. اگرچ دوستن ۽ سنڌ جي باشندن وٽان خواه ٻين شهرن مان مبارڪبادءِ جا گهڻائي خط پهتل آهن، مگر هڪ خاص تهنيت نامو، جو انجمن جي صدر هٿ هٿ ڏنو آهي، اهو هت درج ڪيو وڃي ٿو:

## تهنيت نامو

محب باوفا مشفق باصفا عالي درجت بلند مرتبت

خان بهادر خداداد خان سلمه المنان

اسين "مجلس محمدي" جي جنرل باڊيءَ جا ميمبر، اوهان صاحبن کي سرڪار نامدار وٽان "خان بهادر" جو لقب عطا ٿيڻ تي دل جي گهراين ۽ ڪمال مسرت سان مبارڪ ٿا ڏيون. جيئن ته سنڌ جي مسلمانن مان تمام ٿورڙا ماڻهو سرڪار نامدار جي ملازمت ۾ آهن، ۽ انهن مان به ٿورڙا آهن، جي سرڪار جي خدمتگذاريءَ ۾ ڪامياب ٿا ٿين، هن ڪري جو گهڻا ماڻهو زماني جي حادثن يا معاندانه مخالف ۽ پنهنجي قوم جي بي وقوفي، ۽ ڪنهن بهتان يا ٻئي ڪنهن سبب جي ڪري سرڪار تائين نٿا پهچن ۽ جيئن ڪنچو ميوو ناموافق هوا ڪري سبب وڻ مان ڇڄي ڪري پوندو آهي، ائين ڇڄي ٿا وڃن. البت مسلمانن مان چند ماڻهو آهن، جي پنهنجي محنت، نمڪ حلالي ۽ سچائي سان سرڪار جي دلي خدمتگذاري ڪري، بي انتها آفرين ۽ عزت پريا القاب حاصل ٿا ڪن، جيئن اوهان صاحبن ڪيو آهي. انهيءَ ڪري اسان مسلمان انهيءَ ڳالهه کي پنهنجي لاءِ فخر ٿا سمجهون.

خُدا جو شڪر آهي، جو اوهان پنهنجي دل جي سچائي ۽ بهترين ايمانداري وسيلي سرڪار ۾ بہ ۽ عوام جي نظر ۾ بہ ايترقدر مقبول ۽ مشهور آهيو. جيڪڏهن ڪو شخص اوهان صاحبن جي اهڙي نيڪ نيتي ۽ خدمتگذاريءَ کان هرويرو ناراض ٿو ٿئي، تہ انهيءَ شخص جو پنهنجو قصور آهي، نہ اوهان صاحبن جو.

اسين هن مناسب موقعي کي غنيمت سمجهي، پنهنجي انتها درجي جي نيڪ نيتيءَ سان پنهنجي قوم (مسلمانن) کي مفيد صلاح ٿا ڏيون تہ جيڪي ماڻهو نوڪريءَ ۾ آهن يا جيڪي ماڻهو روزگار لاءِ سرڪار ۾ اميد رکيو ويٺا آهن، سي پنهنجي قومن جي گمراه ماڻهن کي ڏسي گمراه نہ ٿين ۽ بُرين عادتن اختيار نہ ڪن. بلڪ هر صورت ۾ گمراه ماڻهن کان پري رهن، ۽ هيءَ ٽي اصول پنهنجين دلين تي نقش ڪري ڇڏين. يعني خدا ترسي، حق شناسي ۽ نمڪ حلالي، جيڪڏهن مسلمان انهن اصولن تي چڱي طرح نظر ڪري، سرڪار جي خدمتگذاريءَ لاءِ پاڻ کي تيار ڪن ۽ سرڪاري نوڪري، جا محنت سان هٿ ڪن. انهيءَ جي بجا آوريءَ ۾ انهن اصولن تي عمل ڪن، تہ هو پاڻ کي زماني جي حادثن کان محفوظ رکي سگهندا، جن جي ڪري شروع ۾ ٿي هنن جي نوڪري ختم ٿي وڃي ٿي؛

راستي موجب رضائي خدا ست.
کس نديدم کہ گم شد از رہ راست.

(سچائي خدا جي راضپي جو سبب آهي، مان ڪنهن کي بہ سڌي رستي تان گم ٿيندي نہ ڏٺو آهي).

آخر ۾ اسين دوستاني نموني ۾ اميد ٿا رکون تہ اللّٰه تعاليٰ جل شانہ اها نيڪ نامي، اها تعريف ۽ اهو عزت ڀريو لقب اوهان صاحبن کي مبارڪ ڪري. آمين ثم آمين.

## دعا نامو

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ وَحْدَهٗ وَنُصَلِّيْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِهٖ وَرَسُوْلِهٖ

(سڀ تعريفون الله واحد جي لاءِ آهن ۽ اسين پنهنجي سردار محمد تي صلوات پڙهون ٿا، جو الله جو ٻانهو ۽ رسول آهي)، مان هن عجيب ۽ فرحت بخش موقعي تي ۽ دلپسند ۽ سٺي وقت ۾ هن جذبي ۽ اميد سان، جو سڀني انسانن لاءِ پنهنجن مقصدن ۾ ڪاميابي ۽ مسلمانن لاءِ ڪامراني جو سبب آهي، انتها درجي جي نياز ۽ انڪسار سان، بي پرواه ۽ عالي جاه شهنشاه، بي نياز بادشاه ۽ احڪم الحاڪمين جل شانه وعزبرهانه (حاڪمن جو حاڪم جنهن جو شان وڏو ۽ دليل قوي آهي) جي درگاه مان هيءَ عاجزانه دعا قبوليت جي اميد سان گهران ٿو ته الله تعاليٰ، جو تمام وڏو شان وارو آهي، پنهنجين ازلي ۽ ابدي مهربانين سان اهڙيون مبارڪبادون، برڪتون ۽ حيثيتون، جن کي ڏسڻ واسطي دوستن جون اکيون، هر وقت، هميشه هميشه ۽ ڏينهن رات اِنهيءَ انتظار ۾ رهن ٿيون ته شال عزت ۽ احترام جي صاحبن، نعمتن ۽ انعامن جي مالڪن جي وڏي درجي ۽ عظمت وارن مسلمانن کي نصيحت فرمائي ۽ (الله تعاليٰ) اوهان صاحبن کي شال خوش و خرم رکي، جي وڏن لقبن ۽ لائق خطابن وارا آهيو، بلڪ مناسب لقبن جا سرچشما آهيو ۽ مبارڪ وجود ۽ عاقبت محمود وارا آهيو (الله تعاليٰ اوهان کي) اجها به ان کان زياده عام ۽ خاص ماڻهن جي ڀلائي ڏانهن متوجه ڪري ۽ ان کان به وڏن لقبن ۽ سهڻن خطابن سان سرفراز ۽ ممتاز فرمائي، ۽ ان جي سڀني معزز ميمبرن کي ۽ خاص طور تي پنهنجن سڀني هممعصرن کان وڏي شان مان واري، وڏي دٻدٻي ۽ خوشحاليءَ واري ۽ سهڻي اخلاق واري خان بهادر حسن علي. بي. افندي، مجيديءَ کي (سندس اقبال هميشه قائم رهي) الله تعاليٰ سندس عزت، مرتبي ۽ بخت سميت قائم ۽ دائم رکي.

اهوئي شخص آهي جو پنهنجن معزز ديني ڀائرن ۽ دوستن جي خيرخواهي، ڀلائي، ڪاميابي ۽ ڪامرانيءَ ۾ گهوءِ ڪٿي ويو آهي، ۽ اهڙا به ڪيس انسانن جي ڀلائي ۽ مسلمانن جي فائدي نجي وڏيڪ توفيق عطا فرمائي. هن جي ذات فيض آيات ڪي، هن جي اهل عيال کي، هن جي عزيزن قريبن ۽ وفادار دوستن سميت شاد خوش و خرم ۽ شاد ۽ آباد رکي، ۽ معزز حاضرين کي ٻنهي جهانن ۾ ڪامياب ۽ ڪامران ڪري ۽ پنهنجن رحمتن ۽ برڪتن سان نوازي. سڄي مخلوق جي شفيع، جنهن تي ڪڪر جي ڇانوَ هوندي هئي يعني حضرت محمد ڪريم صلي الله عليه و آله وسلم جي سڄي اُمت کي اتفاق ۽ محبت نصيب ڪري ۽ بي اتفاقي ۽ دشمنيءَ کان امن امان ۾ رکي ۽ سڀني مسلمانن جو خاتمو بالخير ڪري. ياالله! امت محمديءَ جي مدد ڪر. امت محمديءَ کي غلبو عطا ڪر. امت محمديءَ کي سڀني رستن تي هلاءِ ۽ محمدي لشڪر جو جهنڊو بلند رک. يا الله! اسلام ۽ مسلمانن کي غالب ڪر ۽ مشرڪن کي نيست نابود ڪر. عظمت واري قرآن مجيد ۽ حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي صدقي، ۽ اي ارحم الراحمين پنهنجي رحمت سان.

## خان بهادر خداداد خان جي طرفان شڪريو

صاحب موصوف (خان بهادر خداداد خان) جو ڪرسيءَ تي ويٺل هو، اٿيو ۽ سروقد ٿي، سڀني صاحبن، ميمبرن ۽ ٻين معززن ڏانهن متوجه ٿيو ۽ هيٺين بي نظير ۽ باتدبير تقرير زبان فصاحت بيان سان ادا ڪيائين:

"هن محبت ڀري مجلس جا حاضرين! مان ڀهريائين انهيءَ بي مثال مالڪ جل شانه جو شڪرانو بجا ٿو آڻيان، جو پنهنجي بي بهايان لطف سان هن ناقص کي اهڙي عزت ڀرئي لقب سان ملقب فرمايو اٿس. ان کانپوءِ انجمن جي جناب صدر صاحب، سڀني معزز ممبرن ۽ حاضرين

مجلس جو بي حد شڪريو ادا ٿو ڪريان. مان هن وقت پاڻ کي بختاور ٿو سمجهان، جو مون کي هِن عطيه (لقب) ملڻ تي مبارڪباد ڏني، احسانمند بڻايو اٿن. مون کي شڪريه ادا ڪرڻ لاءِ وٽندڙ جملا ۽ دلپسند الفاظ نٿا ملن، جو پنهنجي عاجز زبان سان ادا ڪري سگهان، بلڪ منهنجي مٽي جا سپ وار زبان بڻجي پون، ته به مان هھڙي مهرباني ۽ مبارڪباد جي شڪريه ادا ڪرڻ کان جيڪر قاصر رهجي وڃان. مان پنهنجي مالڪ مطلق جي درگاه ۾ ڪمال عجز ۽ انڪسار سان دعا ٿو ڪريان ته پنهنجي بي پايان فضل ۽ ڪرم سان منهنجن سيني ڏيني پائرن کي به اهڙو فخر ۽ عزت عطا فرمائي. آمين ثم آمين. مان هاڻي پنهنجي پراڻي دوست آنريبل خان بهادر حسن علي (آفندي) صاحب جي اجازت سان ڪجهه عرض ڪرڻ ٿو گهران، ته اي طالب علمؤ (شاگردؤ!) پنهنجا سبق چڱي طرح ياد ڪريو ۽ ”مدرسة الاسلام“ ۽ ان جي ”بورڊنگ هائوس“ جهڙين عمارتن کي ڏسو ۽ غور ڪريو. اهي عمارتون اوهان جي لاءِ تعمير ڪرايون ويون آهن. اوهان انهن مان فائدو وٺڻ لاءِ پاڻ کي تيار رکو ۽ بنا سبب جي پنهنجو وقت ضايع نه ڪريو. مان گذريل سال ڪيترن ئي وڏن شهرن جهڙوڪ: بمبئي، پونا، احمد آباد، راجڪوٽ، جيپور، دهلي، امرتسر، لاهور ۽ ملتان وغيره، (جي ريلوي اسٽيشنن) کي ويجها آهن، جي سياحت ڪرڻ وقت چڱي طرح ڏٺو، مگر مون کي هھڙو عظيم الشان مدرسو ڪٿي به ڏسڻ ۾ نه آيو. انهي ڪري اوهان کي نهايت محبت سان درخواست ٿو ڪريان ته پنهنجي بهترين وقت کي ۽ فيض جي هن سرچشمي کي غنيمت سمجهو ۽ ڪوشش ڪري، ان مان فائدو حاصل ڪريو.

مون وڏي تجربي بعد معلوم ڪيو آهي ته وقت جا حاڪم (انگريز) وڏا مهربان ۽ مسلمانن جا خير خواه آهن؛ تنهنڪري جيڪڏهن اوهين سچائي سان سندن خدمت ۾ ثابت قدم رهندا. ته قوي اميد آهي ته اوهين به اهڙن عزت ڀرين لقبن جا مستحق ٿيندا. مون کي

انگريزيءَ ۾ اِيتري مهارت ڪانهي. مگر صحبتن مان معلوم ڪيو اٿم ته جيڪڏهن انگريزيءَ جي امتحان ۾ هڪ دفعو ڪامياب نه ٿيو، ته ٻيو دفعو ڪوشش ڪري امتحان ۾ داخل ٿيو. جيڪڏهن اڃا به ڪامياب نه ٿيو، ته وري ٽيون دفعو داخل ٿيو. نيٺ وڃي پنهنجي مقصد کي حاصل ڪندؤ. دلشڪسته ۽ غمگين نه ٿيو. ان ۾ اوهان جو نقصان آهي*.

ان ڪانووڪيشن کان پوءِ گلن ۽ عطر تقسيم ڪرڻ بعد دعا خير گهري، مجلس برخواست ڪئي وئي. جيڪڏهن متي ڄاڻايل احوال ۾ پڙهندڙن کي شڪ هجي ته پيهر لکان ٿو ته مهرباني ڪري سنڌي اخبار "معاون سنڌ" ۵-مئي ۱۸۹۴ع (شوال ۱۳۱۱هه) جو پرچو هٿ ڪري، مطالعو ڪن.

۱۸- سال ۱۳۱۱هه مطابق سال ۱۸۹۴ع ۾ ٺٽي جي مسجد شريف جي مرمت جو ڪم شروع ٿيو.

۱۹- مٿئين سال جي آخر ۾ هندوستان جو فرمان فرما ۽ گورنر جنرل جناب لارڊ ايلجن صاحب بهادر ڪراچيءَ ۾ تشريف آور ٿيو ۽ "ليڊي ڊفرن هاسپيٽل" جو بنياد رکيائين، جا هندوستان جي پهرئين فرمان فرما ۽ گورنر جنرل جناب لارڊ ڊفرن صاحب جي بيگم صاحبه جي نالي ۾ تعمير ڪئي وئي هئي. انهيءَ وقت ملاقات فرحت آيات ۽ خاص ملاقات ٿي. اها ڳالهه هيٺين تحرير مان ظاهر ٿيندي، جا پڙهندڙن جي معلومات لاءِ ضروري آهي ۽ عجائبات منجهان آهي.

<u>تصديق شده ترجمو</u>

پهريون مراسلو نمبر ۱۴۷۶ع، مؤرخه ۱۸-آڪٽوبر ۱۸۹۴ع، جو پوليٽيڪل ايجنٽ کي، ڪراچيءَ ۾ رهندڙ افغانستان جي سردارن جي باري ۾ موڪليو ويو آهي، ته قندار جي سابق والي ۽ سردار محمد هاشم خان کي اچڻ ۽ خاص ملاقات ڪرائڻ وغيره جو بندوبست، سنڌ

جي ڪمشنر صاحب جي آفيس جو وڏو منشي خانبهادر خداداد خان ڪندو، ۽ ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر ۽ پوليٽيڪل ايجنٽ هن جي مٿان نظرداري ڪندا.

صحيح
جي. سليڊن صاحب اسسٽنٽ
ڪمشنر سنڌ

## ملاقات جي تجويز بابت تصديق شده تجويز

تاريخ ۱۰-ڊسمبر ۱۸۹۴ع چنڇر ڏينهن، رات جو نوين بجي ويهين منٽين خاص ملاقات واري بي مجلس ۾. هندوستان جي فرمان فرما ۽ گورنر جنرل صاحب بهادر سان ملاقات ٿيندي. هز هائينس مير محمدحسن علي خان، هزهائينس مير نورمحمد خان، هزهائينس مير شاهنواز خان، هز هائينس مير عبدالحسين خان حيدرآبادي، هز هائينس حاجي مير فتح خان خيرپورخاص، ۽ سردار شيرعلي خان قنڌار جو پهريون والي ۽ سردار محمد هاشم خان نوين بجي پندرهين منٽين ڪمشنر صاحب بهادر جي بنگلي تي ملاقات لاءِ ايندا. انهيءَ وقت سندن گهوڙا گاڏيون ڪمشنر صاحب جي بنگلي جي ٻاهران جاءِ ۾ "چرچ" واري دروازي کان داخل ٿينديون، جتي ڪجهه وقت ترسنديون. اتي اسسٽنٽ ڪمشنر مسٽر ويٽل صاحب سندن استقبال ڪندو. ان کانپوءِ ڪمشنر صاحب بهادر جي خانگي جاءِ ۾ ويهندا، ۽ سندن گاڏيون ملاقات پوري ٿي وڃڻ تائين ساڳي رستي سان پٺتي موٽي وينديون. ان کانپوءِ مير صاحب ۽ سردار، جنهن جڳهه تي گاڏين تان لٿا هئا، اتان سوار ٿي روانا ٿيندا. ڪراچي ۽ حيدرآباد جا ڪليڪٽر صاحب، ٿرپارڪر جو ڊپٽي ڪمشنر صاحب ۽ سنڌ جو اسسٽنٽ ڪمشنر صاحب واپس وڃڻ وقت کين الوداع ڪندا. هن انتظام تي پوليس وغيره کي ڌيان ڏيڻ گهرجي، ته جيئن ڪابه ڳالهه انهيءَ انتظام جي خلاف نه ٿئي. هن تجويز جو

تصديق شده نقل. خان بهادر خداداد خان ڏانهن موڪليو ويو ته جو
مٿين سردارن جي سيني ڳالهين جي ذمه داري انهيءَ جي مٿان رکي
وئي آهي.

صحيح

مسٽر جي. سليڊن صاحب اسسٽنٽ
ڪمشنر سنڌ

٢٠- سال ١٣١٢هه، مطابق سال ١٨٩٥ع جي شروع ۾
مسٽر جيمس کي سندس غيرمعمولي دانائي ۽ لياقت سبب سرڪار
جي پاران هندوستان جي سرڪار نامدار جي ايگزيڪيٽو ڪائونسل
تي کنيو ويو، ۽ ان ڪانپوءِ اتان رخصت وٺي، ولايت (انگليند)
روانو ٿي ويو. بيشڪ دانائي ۽ چڱائي جو اهو ئي نتيجو آهي.
وڃڻ وقت مهرباني ڪري راقم الحروف جي باري ۾ پنهنجي
رڪارڊ تي هيءَ الفاظ لکي ويو:

خان بهادر خداداد خان ولد زاضو خان جيئن ته تجربيڪار
ماڻهو آهي، انهيءَ ڪري ڏاڍو مفيد نظر ٿو اچي.

صحيح

ايڇ. اي. ايم جيمس صاحب بهادر
ڪمشنر سنڌ

## چوڏهون ڪمشنر: سر چارلس اوليونٽ صاحب (ايڪٽنگ)

سال ١٣١٢هه مطابق ١٨٩٥ع ۾ پوليٽيڪل ايجنٽ ڪاٺياواڙ
جي معزز عهدي تان، ڪراچيءَ ۾ اچي سنڌ جي ڪمشنريءَ جو
انتظام سنڀاليائين. جيئن ته هن کان اڳ ۾ به سال ٩٥-١٢٩٤هه
مطابق سال ٨١-١٨٨٠ع ۾ سنڌ جي اسسٽنٽ ڪمشنر جي معزز
عهدي تي رهيو هو، تنهنڪري سنڌ جي حالتن کان چڱي طرح
واقف هو، ۽ انهيءَ ڪري ئي سرڪاري ڪمن جي سرانجامي
سهڻي نموني سان ڪندو رهيو. انهن ڏينهن ۾ سندس اسسٽنٽ

مسٽر جي. سليڊن صاحب هو. ڪمشنر صاحب اگرچه دستور موجب چڱي طرح سان ڪاروبار هلائيندو رهيو، تاهم سندس اياسڪاريءَ ۾ جيڪي وڏا ڪم ٿيا، يا عجيب حالات پيدا ٿيا، سي ترتيب وار هت درج ڪيا وڃن ٿا.

(۱) ستٿين سال (۱۳۱۲هه مطابق ۱۸۹۵ع) ۾ سرحد سنڌ (جيڪب آباد) جو پوليس عملدار مسٽر پينٽن صاحب، عيسائي مذهب ترڪ ڪري، اسلام ۾ داخل ٿيو. انصاف پسند حاڪمن کيس ڪابه ملامت نه ڪئي، بلڪ ساڳئي ريت پوليس عملداريءَ جي عهدي تي کيس بحال رکيائون. البت هيترو ڪيائون، جو کيس سنڌ مان بدلي ڪري، دکن موڪلي ڇڏيائون. بيشڪ، ائين ئي ڪرڻ کپي، جو انصاف جو بهترين طريقو اهو ئي آهي.

(۲) انهيءَ سال (۱۳۱۲هه مطابق ۱۸۹۵ع ۾) ڪپري ۽ سانگهڙ (ضلعي ٿرپارڪر) ۽ شهداد پور (ضلعي حيدرآباد) ۾ "حُرن" شورش، فساد ۽ خونريزي شروع ڪئي. اهو فرقو زياده تر "ڪنگري" جي سجاده نشين پيرن جو مريد ۽ پوئلڳ آهي ۽ هين، سچائي جي رستي تان ٿڙيل فرقي جو اعتقاد هيءُ آهي جو گادي نشين پير کي نعوذ باالله منها "خدا وند عالم" سمجهندا آهن. جنهن جا اوصاف "الصمد لم يلد ولم يولد" آهن (۱). انهيءَ ڪري کنهن کي به هن جو ستت ۽ شاني نه پائيندا آهن. هي گمراه "حُرَّ" جي نالي سان مشهور آهن. هنن حرن جو قصو اگرچه

(۱) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نوٽ: اهو گمان، حقيقت جي بالڪل برخلاف آهي. انگريز سرڪار جي عملدارن ڄاڻي ٻُجهي اها تهمت گهڙي، ۽ هن ڳالهه کي مشهور ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏيائون. ته سنڌ جا مسلمان عام طرح ۽ سنڌ جا (سڀ) باشندا خاص طرح حرن جي جماعت (جا حريت پسند ۽ انگريز سرڪار جي دشمن هئي) ڪان بدگمان آهن ۽ ڪين ڪابه مدد ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن.

تمام وڏو آهي، پر هت اختصار سان بيان ڪيو ٿو وڃي. ”حُر“ عربي، بلڪ ترڪي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”سچو پچو پهلوان“. حر، حضور نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام جي جگر گوشي حضرت امام حسين رضہ الله تعاليٰ عنہ جي ڏينهن ۾ شهيد ٿيو هو. مگر هيءَ فرقو جيئن تہ بدڪار آهي، تنهنڪري ”لُرَّ“ مشهور آهي، جنهن ڪسي سنڌي ٻوليءَ ۾ بي بنياد ۽ بدڪار سڏيو ويندو آهي(١). قصو ڪوتاه، جڏهن انهيءَ فرقي جي شورش ۽ فساد جو اثر رعيت مان انگريز سرڪار جي پوليس آفيسرن تي پيو،

---

(١) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نوٽ: ”لُبِّ تاريخ سنڌ“ جي مؤلف جي اها راءِ سندس وفاداري ۽ نمڪخواريءَ جو دليل آهي، جو هميشه انگريز سرڪار جو خدمتگذار رهيو آهي. حُر، انگريز سامراج کي حقارت جي نظر سان ڏسندا هئا ۽ سانده ساڻس لڙائي ڪندا رهندا هئا. سنڌ ۾ حر تحريڪ جي شروعات هن ريت ٿي، جو ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ هندوستان جي اندر مغل سلطنت جو زوال ٿيو ۽ مسلمانن جي طاقت جو شيرازو درهم برهم ٿي ويو. غير مسلم قومن منجهان مرهٽن مهاراشٽر ۾ ۽ سکن پنجاب ۾ پنهنجون حڪومتون قائم ڪيون. اڻويهين صدي عيسويءَ ۾ سکن سڄي پنجاب تي غليو حاصل ڪري، آتر-اولهہ ڏانهن لشڪرڪشي ڪئي، تان جو پشاور تي ڪاهہ ڪيائون، ۽ امڪان هو تہ پختون ۽ افغان قبيلن کي مغلوب ڪري وجهن، جي پنهنجي شجاعت ۽ مردانگيءَ جي ڪري هندوستان جي مسلمانن ۾ مشهور هئا.

انهيءَ صورتحال مجاهد اعظم سيد احمد بريلويءَ ۾ جوش پيدا ڪيو ۽ هن ديني غيرت ۽ حميت جي ڪري سکن جي برخلاف جهاد جو جهنڊو بلند ڪيو ۽ هن پنهنجن ساٿين سميت دهليءَ کان پشاور وڃڻ جو ارادو ڪيو. پر جيئن تہ پنجاب سکن جي قبضي ۾ هو،

(ڏسو ايندڙ صفحي ٢٩٦ جو حاشيو)

تڏهن سرڪار نامدار حڪمتِ عملي شِروع ڪئي ۽ پلٽڻ، پوليس،

---

(آندل صفحي ٢٩٥ جي حاشيہ تان)

انهيءَ ڪري سيد موصوف راجپوتانا جي رستي سنڌ ۾ آيو. حيدرآباد ۾ ٽالپر حڪمرانن، سيد صاحب جي خاطر تواضع ۾ ڪابہ ڪسر نہ ڇڏي ۽ پنهنجي معزز ترين مهمان جي پذيرائي سندس مرتبي جي مطابق ڪيائون. مگر ڪيس مدد ڏيڻ کان هٻڪڻ لڳا، تہ متان پنجاب جو سِک راجا رنجيت سنگهہ، سنڌ تي چڙهائي نہ ڪري.

سيد احمد بريلوي حيدرآباد کان ڪُوچ ڪري آخر سنڌ ۾ پهتو ۽ پير پاڳاري (دستار ۽ ڪُلاه جو مالڪ) سيد صبغت الله بن مُرشد انام (مخلوق جو مرشد) حضرت محمد راشد رحمت الله عليہ سان مليو. سيد صبغت الله شاه هڪ حريت پسند انسان هو. هن ديني غيرت سبب سيد احمد جي مجاهدانہ عزائم سان مڪمل اتفاق ڪيو تہ جهاد ڪري، اتر هندوستان جي مسلمانن کي سکن جي غلامي ءَ جي مصيبت کان نجات ڏيارڻ گهرجي. پير صاحب سنڌ ۾ هڪ زبردست مهم شروع ڪئي ۽ مسلمانن کي جهاد جي ترغيب ڏياريائين. درزين جي هڪ گروه کي گهرائي، حڪم ڪيائين تہ مجاهدن لاءِ جنگي پوشاڪون تيار ڪن ۽ پنهنجن مريدن ۽ دوستن جي هڪ جماعت، سيد صاحب کي ساڻ ڏنائين. اهائي آها پهرين جماعت هئي، جا "حُرن" يعني احرار جي نالي سان موسوم ٿي.

سيد صبغت الله شاه انهيءَ جماعت کي سازسامان سميت سيد احمد سان گڏ روانو ڪري، پاڻ سنڌ ۾ ترسي پيو. ڪي علماءِ حق، جن حريت جي جذبي ۽ حق جي ڪلمي بلند ڪرڻ کي پنهنجو نصب العين ٺهرايو هو. انهن سيد صبغت الله شاه جي سڏ تي لبيڪ چئي، حرن جي جماعت ۾ شرڪت پئي ڪئي ۽ کين سيد احمد جي مدد لاءِ موڪليو ٿي ويو. انهن مان هڪ قاضي عثمان سنڌي بہ هو، جو قاضي شوڪاني رحمت الله عليه جو

(ڏسو ايندڙ صفحي ٢٩٧ جو حاشيو)

۽ جاسوس متوڪليائين ۽ مرحوم پير علي گوهر شاه صاحب ۽ ٻين کان

---

(آندل صفحي ٢٩٦ جي حاشيه تان)

شاگرد ۽ محمد بن عبدالوهاب نجديءَ جي تعليمات کان متاثر ٿي، پنهنجي وطن سنڌ ڏانهن موٽيو هو ۽ پوءِ حرن جي هڪ گروهه ۾ جهاد لاءِ شريڪ ٿيو هو. هن حقاني عالم جي هٿيارن مان هڪ خنجر اڃا تائين سندس اولاد وٽ محفوظ آهي، ۽ هن جي ڪتابن مان هڪ قلمي مجموعو امام بن تيميه جي رسالن جو آهي، جن مان ڪي گهڻو ڪري اڃا تائين نه ڇپيا آهن ۽ مٿن شيخ محمد بن عبدالوهاب جي فرزند عليءَ جي مُهر لڳل آهي. اهو مجموعو سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي.

سيد احمد ڪي پهريائين هن جهاد ۾ فتوحات حاصل ٿيون، مگر پوءِ حالتون بدلجي ويون ۽ هو سال ١٢٤٦هه جي ذوالقعد ۾ شهيد ٿيو. سندس تاريخ وفات جو قطعو، جو بالاڪوٽ جي قلعي ۾ سندس تربت جي مٿان لڳل آهي ۽ منهنجن دوستن ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان ۽ حضور احمد سليم، سنڌ يونيورسٽيءَ جي پروفيسرن جي ذريعي مون کي مليو آهي، ان مان سيد احمد جي شهادت جي تاريخ ۽ سال جو پتو پوي ٿو:

سيد احمد بريلوی غازی هست مدفون اندرين مرقد
مؤمن و متقی ولی الله بُد مجاهد به راس سيزده صد
آمد از هند با گروه کثير بهر امداد مردم سرحد
جنگ باسِکھہ نمود و گشت شهيد بود راضی از و خدای احد
بيست و چارم بُد از مه ذی قعد سال غم گر بدانی از ابجد
کاف و جارا کشيد گو يوسف "رحمت رب بود باين مرقد"

(١٢٦٩−٢٣=)١٢٤٦هه

(ڏسو ايندڙ صفحي ٢٩٨ جو حاشيو)

مدد ورتائين، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو اڪثر حر گرفتار ٿيا.

---

(آندل صفحي ۲۹۷ جي حاشيہ تان)

ترجمو

۱- غازي سيد احمد بريلوي هن تربت ۾ دفن ٿيل آهي.

۲- هو تيرهين صديءَ جي اوائل جو هڪ مؤمن، متقي، ولي الله ۽ مجاهد هو.

۳- صوبہ سرحد جي ماڻهن جي امداد لاءِ هندوستان کان وڏي جماعت سان آيو.

۴- سکن سان جنگ ڪندي، شهيد ٿي ويو. الله واحد هن کان راضي هو.

۵- آها ذوالقعد جي چوويهين تاريخ هئي، جيڪڏهن غم وارو سال ابجد جي ذريعي معلوم ڪرڻ چاهين تہ........

۶- يوسف، ڪاف ۽ جيم (جي عددن کي مادهٔ تاريخ مان) ڪيڊيو آهي (جو هيءُ آهي تہ) "رحمت رب بود باين مرقد" (يعني هن تربت تي پروردگار جي رحمت هجي) ۱۲۶۹-۲۳ = ۱۲۴۶ھ (۱).

سيد احمد جي شڪست جي سببن مان هڪڙو سبب هيءُ هو جو سيد صبغت الله شاه سنڌ ۾ پهرين رمضان ۱۲۴۶ھ تي وفات ڪئي، ۽ حر مجاهد جماعتن ۽ ساز سامان جي امداد، جا سيد صبغت الله شاه جي طرفان هڪ ٻئي پٺيان سيد احمد کي پهچندي پئي رهي، سا بند

(ڏسو ايندڙ صفحي ۲۹۹ جو حاشيو)

---

(۱) "يوسف" شايد قطعهٔ تاريخ لکڻ واري شاعر جو نالو هو. مادهٔ تاريخ جا عدد ۱۲۶۹ آهن. انهن مان ڪ (۲۰) ۽ ج (۳) جا عدد (۲۳) ڪيڊباءِ تہ ۱۲۴۶ بچندا (مترجم).

(آندل صفحي ٢٩٨ جي حاشيه تان)

تي ويئي. بلڪ سيد صبغت الله شاه جي وفات سبب سيد احمد جو هڪ بازو پڃي پيو. چو ته سيد احمد، سيد صبغت الله شاه کي سنڌ ۾ پنهنجو قائم مقام تي سمجهيو ۽ پنهنجي اهل عيال کي به سندس حفاظت ۾ ڇڏي ويو هو. جيئن سندس خط مان ظاهر آهي، جو سيد صبغت الله شاه کي لکيو اٿس:

"بسم الله الرحمان الرحيم. اميرالمؤمنين سيد احمد جي طرفان، ارشاد ۽ تلقين جي محفلن جي سجاده نشين جي خدمت با برکت ۾، جو صدق ۽ يقين وارن جو رهنما، استفادو ڪندڙن جو مرڪز، هدايت حاصل ڪندڙن جي پناه گاه ۽ الله جي وات ڏانهن رهبري ڪندڙ آهي، منهنجو مخدوم شاه صبغت الله صاحب، الله تعاليٰ سندس هدايت جو سايو قيامت تائين مريدن جي سرن تي قائم رکي. سلام مسنون ۽ دعاء مقبول کانپوءِ واضح هجي، ته اوهان جا مبارڪ خط مليا، جي ملت مسلمه کي بيدار ڪرڻ، سنت محمديءَ کي جيارڻ، جهاد کي قائم رکڻ ۽ ڪفر ۽ دشمنيءَ جي پاڙ پٽڻ لاءِ انتها درجه جي اشتياق، بلند همتي ۽ اراده جي پختگيءَ تي مشتمل هئا. منجهن درج ٿيل احوال خطن جي بليغ عبادت مان اختصار سان، ۽ ايندڙ ويندڙ ماڻهن جي واتان تفصيل سان معلوم ٿيو. بيشڪ، هھڙي عظيم ڪم جي سرانجامي ۽ اهڙي اهم ترين مهم جي تڪميل ڏانهن توجه ڏيڻ اوهان جهڙن هدايت يافتن، معزز ترين ۽ مقبول انسانن، بي مثال رهنمائن ۽ همت ۽ حوصلي جي صاحبن کي سونهي ٿو. اين ڪار از تو آيد و مردان چنين ڪنند" (اهو ڪم توکان پڃي سگهندو ۽ مرد ائين ئي ڪندا آهن). جيڪڏهن جنگ- جهر لتاڙي هيڏانهن تشريف آور ٿيڻ چاهيو ۽ اسان فقيرن

(ڏسو ايندڙ صفحي ٣٠٠ جو حاشيو)

هن حيرت انگيز معاملي ۾ (انگريز سرڪار جي) مدد ڪئي،

(آندل صفحي ٢٩٩ جي حاشيہ تان)

جي محفل کي پنهنجي شاهانہ تشريف آوريءَ سان بهشت جي باغيچن ۽ گل ياسمين ۽ ريحان کان بہ زياده رونقدار بنائڻ چاهيو، تہ اها ڳالھ اوهان جهڙي بلند همتي ۽ بلند حوصلگيءَ کان بعيد ناهي. مگر وقت جي مصلحت انهيءَ ۾ نظر تي اچي ٿي تہ پنهنجن مخلص دوستن کي خاص طرح ۽ پين سچن مؤمنن کي عام طرح ترغيب ڏياري، ۽ اتان جي مشهور ماڻهن، بلڪ اتان جي عوام کي ساٿي بڻائي (ساڻ ڪري) اهڙي جڳھ تي اچي رهو، ۽ هن فقير جي اهل عيال کي بہ پنهنجي اهل عيال سان گڏ آڻي يا ٻي ڪنهن اهڙي جڳھ تي رهايو، جا دشمنن جي ايذاءرساني ۽ سندن پهچ کان محفوظ هجي، ۽ سِک ڪافرن جي حد کي ويجهي مگر انهن ظالمن جي رسائيءَ کان پري هجي يعني دشمنن جي قلمرو جي اندر نہ هجي. اُتي رهي پٽ ڀٽ واڙ کوليو، ڪافرن ۽ فتنہ انگيزن جي خلاف دانائي ۽ شجاعت سان جهاد جو ميدان تيار ڪريو ۽ اوسي پاسي وارن علائقن ڏانهن همت جو هٿ وڌايو ۽ ڪافرن جي شهرن کي مجاهدن جي قدمن ۽ دين متين جي جلوه افروزين سان مشرف فرمايو ۽ جيتريقدر ٿي سگهي، جهاد جو ناله بلند ڪريو ۽ ڪفر ۽ فساد جو شور و شر ختم ڪريو (بحوالہ "سوانح احمدي" از مولانا محمد جعفر ٿانيسري صفحہ ٢٨٢-٢١٩).

هن خط مان ظاهر آهي تہ مجاهد اعظم سيد احمد جي دل ۾، سيد صبغت الله شاه جي لاءِ ڪيڏا نہ غيرمعمولي احترام جا جذبا هئا، ۽ هو ڪيئن نہ کيس ميدان جهاد ۾ پنهنجو همدم ۽ همقدم سمجهندو هو.

"حُر تحريڪ"، جيئن مٿي ڄاڻايل احوال مان ظاهر ٿيو، هن برصغير جي مسلمانن پنهنجي وڃايل آزاديءَ کي دوباره حاصل ڪرڻ

(ڏسو ايندڙ صفحي ٣٠١ جو حاشيو)

انهن کي انعام ڏنا ويا، جن جو تفصيل مناسب موقعي تي بيان ڪيو ويندو.

---

(آنڌل صفحي ٣٠٠ جي حاشيہ تان)

لاءِ جيڪي بہ ڪوششون ڪيون، انهن ۾ پهرين ڪوشش هئي، ان ڪان پوءِ سيد صبغت الله جي جانشنين، جي "پير پاڳاري" جي لقب سان مشهور آهن، ۽ سنڌ مريدن ۽ معتقدن هميشه پنهنجون دليون جهاد ۽ حريت پسنديءَ جي جذبي سان سرشار رکيون، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو انگريزن سان ناهہ ڪرڻ لاءِ ڪڏهن بہ آماده نہ ٿيا. نيٺ حرن ٩٦-١٨٩٥ع ۾ سنڌ تي انگريزن جي غاصبانہ قبضي جي خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو. اهو پيو قدم هو، جو سيد احمد ڪان پوءِ سامراج جي خلاف کنيو ويو. انهيءَ صورت ۾ اها فطري ڳالهہ آهي. جو هن تاريخ جو مؤلف، "حُر تحريڪ" کي حقارت سان ڏسي ۽ ان جي مذمت ڪري. ڇو تہ هو (انگريز سرڪار جو) نمڪخوار ۽ وفادار نوڪر آهي.

هت هن ڳالهہ جي وضاحت ڪرڻ ضروري آهي تہ حرن جي جدوجهد هميشه جاري رهندي آئي ۽ ڪنهن بہ وقت بالڪل بند نہ ٿي، تان جو سيد صبغت الله شاه اول کان پوءِ، ٻيو ڀيرو هن سهڙ جو آغاز ١٩٤٢ع ۾ سيد صبغت الله شاه ثاني (ولد سيد شاه مردان شاه ولد سيد حزب الله شاه ولد سيد علي گوهر شاه ولد سيد صبغت الله شاه اول رحمهم الله) پير پاڳاري نمبر پنجين جي هٿان ٿيو. اها پهرين بغاوت هئي، جا ٻي عالمگير لڙائي هلندي، علي الاعلان انگريز جي خلاف برپا ڪئي وئي. انهيءَ زماني ۾ هندوستان ۽ پاڪستان (متحده هندوستان) جي اندر بہ آزاديءَ جي تحريڪ هلي رهي هئي. انهيءَ بغاوت جي نتيجي ۾ سنڌ سان "مارشل لا" لاڳو ڪيو ويو ۽ پورن ٻارهن مهينن تائين جاري رهيو.

(ڏسو ايندڙ صفحي ٣٠٢ جو حاشيو)

(٣) سال ١٣١٢هه مطابق ١٨٩٥ع ۾ بمبئيءَ جو گورنر لارڊ سينڊهرسٽ صاحب بهادر مختصر عملو ساڻ ڪري ڪراچيءَ تشريف آور ٿيو. صاحب بهادر، مرحوم مسٽر ايس. سينسفيلڊ صاحب سابق ڪمشنر سنڌ جو پاڻيو هو. پهرئين ئي ڏينهن، سرچارلس اليونٽ صاحب ڪمشنر سنڌ جي اطلاع ڏيڻ تي، گورنر سان راقم الحروف جي ملاقات ٿي. سنڌس چاچي جي جيڪا تحرير مون وٽ موجود هئي (جنهن جو ترجمو هيٺ درج ڪجي ٿو) سا کيس ڏيکاريم. اُن کي ڏسي اکين ۾ پاڻي اچي ويس ۽ فرمايائين ته توکي خبر آهي ته منهنجو چاچو هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو آهي. جواب ۾ عرض ڪيومانس ته ”ها، مون کي معلوم آهي“. پوءِ فرمايائين ته ”جيڪڏهن چاچو زنده هجي ها ته کيس لکي موڪليان ها، ته مان اوهان جو وڏو منشي ڏٺو. ڏاڍو تندرست ۽ خوش و خرم آهي“. بيشڪ، عزازت قرابت جي ڪري حسن سلوڪ ڪرڻو پوي ٿو.

---

(آندل صفحي ٣٠١ جي حاشيه تان)

غازي ۽ مجاهد سيد صبغت الله شاه ثانيءَ کي ظالم انگريزن مارچ ١٩٤٣ع ۾ ڦاسيءَ جي تختي تي چاڙهي شهيد ڪيو. فوجي ڪورٽ (جنهن ۾ سڀ فوجي آفيسر هئا) پنهنجي فتويٰ ۾ لکيو هو ته ”سيد موصوف، شهنشاه جارج ڇهين جي خلاف هڪ فوج تيار ڪئي هئي.“ مگر بهادر ۽ مجاهد حرن انگريزن جي خلاف هميشه ۽ مسلسل جنگ جاري رکي ۽ ڪنهن به وقت آڻ نه مڃيائون، تان جو آگسٽ ١٩٤٧ع ۾ انگريزن کي متحده هندوستان ڇڏڻو پيو ۽ پاڪستان جي مملڪت قائم ٿي. پاڪستان جي حڪومت اهڙي پاليسي اختيار ڪئي، جنهن جو بنياد حرن سان دوستيءَ تي رکيل هو ۽ سيد صبغت الله شاه شهيد (رحمت الله عليه) جو فرزند سيد سڪندر شاه، جو هاڻي ”پير پاڳارو“ آهي، پنهنجي سموري قوت ملڪ ۽ ملت جي استحڪام لاءِ صرف ڪري رهيو آهي.“

مسٽر مينسفيلڊ سابق ڪمشنر سنڌ جي تحرير جو ترجمو، جو مٿي به سندس ڪارگذارين ۾ پيش ڪيو ويو آهي، دوباره عام واقفيت لاءِ هت پيش ڪيو ٿو وڃي:

هيءَ تحرير سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس جي منشي خداداد خان جي شناخت لاءِ آهي. هو وڏو محنتي ۽ هر ڳالهه تي ڌيان ڏيڻ وارو آهي. گذريل پنجن سالن ۾ هن شخص سرڪاري ڪمن ڪارين کي سهڻي نموني سان سرانجام ڪيو آهي.

تاريخ ١٨-فيبروري ١٨٩٧ع

صحيح

مسٽر ايس. مينسفيلڊ صاحب

ڪمشنر سنڌ

ان کانپوءِ گورنر صاحب بهادر، سر چارلس اليونٽ صاحب بهادر ڪمشنر سنڌ سان گڏجي، ڪراچيءَ کان ريل گاڏيءَ رستي سکر روانو ٿي ويو ۽ اتي سر ميرفيض محمد خان صاحب بهادر والي ولايت خيرپور سنڌ، ساڻس هڪ خوشگوار ملاقات ڪئي ۽ وري موٽ ۾ گورنر صاحب، مير صاحب موصوف سان سندس قيام گاه "پير صبريه" ۾ وڃي ملاقات ڪئي. گورنر صاحب شڪارپور ۽ جيڪب آباد ۾ درباروُن منعقد ڪيون ۽ خصوصيت سان ڪوئٽا (شال ڪوٽ) پهچي، سياحت ڪيائين، ۽ پوءِ بمبئيءَ روانو ٿي ويو.

شڪارپور واري دربار ۾ فوج جي پينشر سپاهين جي وڏي قطار ڏسڻ ۾ آئي. گورنر صاحب پهريائين انهن سان ڳالهايو ۽ سندن حال احوال همدردي ۽ شفقت سان پڇائين ۽ سهڻي نموني ساڻن ملاقات ڪندي، کين فرمايائين ته "مان فوجي سپاهين جو وڏو قدر ڪندو آهيان. هنن پنهنجون پياريون جانيون اسان جي ملڪ، مال ۽ جان تان قربان ڪيون آهن. مان پاڻ به فوجي آهيان ۽ اسان جو خاندان به". گورنر صاحب جو اهو اشارو غالباً

پنهنجي وڏي ڏاڻهن هو، جو انگريزن جي شروعاتي زماني ۾ سڄي هندوستان جو جنرل هو)

٤- مٿئين سال (١٣١٢هه مطابق ١٨٩٥ع) ۾ آخر ۾، افغانستان جي والي امير عبدالرحمان خان صاحب بهادر جو ٻيو نمبر فرزند سردار نصرالله خان انگلينڊ جي سير ڪرڻ بعد واپسيءَ تي جهاز جي ذريعي ڪراچي بندر تي اچي پهتو. شهزاده صاحب سان انڪل هڪ سؤ معزز ۽ مخصوص ماڻهن جو مختصر عملو ساڻ هو. سندن پهچڻ کان اڳ ۾، بمبئيءَ سرڪار جي منظوريءَ سان سنڌ جي ڪمشنر صاحب معزز مهمانن جي مرحبا ۽ استقبال لاءِ هيٺين چئن ماڻهن کي مقرر ڪيو:

(١) مسٽر ليوڪس صاحب ڪليڪٽر ڪراچي (٢) مسٽر جي. سليڊن صاحب اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ (٣) مسٽر ميڪيور صاحب ڪراچي پوليس جو عملدار ۽ (٤) خان بهادر خداداد خان سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس جو وڏو منشي.

هيٺ ڄاڻايل سرڪار لکپڙهه جي اقتباسن مان انهيءَ ڳالهه جي صدارت معلوم ٿيندي. اگرچه سردار صاحب جي تشريف آوريءَ وقت سر چارلس اليونٽ صاحب بهادر هڪ مهيني جي موڪل تي ڪلڪتي ويل هو ۽ سندس جاءِ تي ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر ڪرنل ڪرافورڊ صاحب ڪم ڪري رهيو هو. تاهم اهو سڄو بندوبست انهيءَ جي پاران ٿي هو.

١- انگريز خط نمبر ٢٨٢٠، مؤرخه ٢١-سيپٽمبر ١٨٩٥ع جي ٽئين نمبر فقري جي اقتباس جو ترجمو، پاران ڪليڪٽر صاحب ڪراچيءَ جي، جو انهيءَ وقت سنڌ جو ايڪٽنگ ڪمشنر هو:

منهنجو خيال آهي ته جڏهن سردار نصرالله خان صاحب پنهنجن ماڻهن سان گڏجي، ڪراچيءَ ۾ اچي قيام ڪري، ته ڪيس سرڪاري مهمان سمجهڻ گهرجي، ۽ انهيءَ صورت ۾ اهو بهتر ٿيندو ته جنهن وقت ڪرنل غلام رسول خان (هيءُ شخص افغانستان جي والي عبدالرحمان خان صاحب بهادر جي پاران هندوستان جي حڪمران جناب

گورنر جنرل صاحب بهادر جي ماتحت رهندو هو) ڪراچيءَ ٻهچي، انهيءَ وقت پنهنجي ملڪ جو آفيسر خان بهادر خداداد خان سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس جو وڏو منشي ساڻس گڏ رهي، ضروري شين ۽ ٻئي سازسامان جني موجودگي ۽ سيفي ڪمن جي سرانجاميءَ جو بندوبست ڪري، ته جيئن ڪنهن به قسم جي بي بندوبستگي نه ٿئي ۽ سڄو انتظام سهڻي نموني سان ٿي وڃي.

(٢) انگريزي خط نمبر ٢٤٧، مؤرخه ٢٤-سيپٽمبر ١٨٩٥ع جي فقري نمبر چوٿين جو اقتباس، جو سنڌ جي ڪمشنر صاحب بهادر ڏانهن، بمبئيءَ جي سرڪار جي وزيراعظم لکيو ته:

"جنهن وقت سردار صاحب بندرگاه تي لهي، انهيءَ وقت استقبالي جماعت وجهي، جنهن ۾ ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر صاحب، اسسٽنٽ ڪمشنر صاحب، ڪراچيءَ جو پوليس سپرنٽنڊنٽ ۽ خان بهادر خداداد خان وڏو منشي هجي."

(٣) تار: سنڌ جي ڪمشنر صاحب بهادر جي پاران بمبئي سرڪار ڏانهن، مؤرخه ٢٤-سيپٽمبر ١٨٩٥ع "مراسلي نمبر ٢٤٧، مؤرخه ٢١-سيپٽمبر ١٨٩٥ع جي فقري چوٿين ۾ استقبالي جماعت جي باري ۾ جيڪي تجويز ڪيو اٿو، سو منظور آهي."

(٤) ايجنٽ جنرل صاحب (ڊپٽي جنرل) سنڌ، مراسلي نمبر ٢٤٥٤، مؤرخه ٣-آڪٽوبر ١٨٩٥ع جي فقري نمبر ٢ ۾ تنبن (خيمن) جي باري ۾ لکي ٿو ته "ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر صاحب ڏانهن. جيڪڏهن وڏو منشي خان بهادر خداداد خان، تنبن جي انچارج ڏانهن لکندو ته هو سردار صاحب جي ساٿين لاءِ مناسب تنبن جي نشاندهي ڪندو."

(٥) ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر صاحب پنهنجي مراسلي نمبر ١٦٥٨، مؤرخه ٤-آڪٽوبر ١٨٩٥ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر صاحب کي لکيو ته "ايجنٽ جنرل صاحب (ڊپٽي جنرل) جي خط جي ڪاپي مناسب فيصلي

جي لاءِ موڪلجي ٿي، ۽ انگريزي مراسلي نمبر ٤٩٥، مؤرخه ٣٠-سيپٽمبر ١٨٩٥ع جي ڪاپي ۽، جو آنهيءَ جي جواب ۾ خان بهادر خداداد خان جي خواهش تي لکيو هو.“

(٦) ڪمشنر صاحب بهادر پنهنجي مراسلي نمبر ٤٩٥، مؤرخه ٥-آڪٽوبر ١٨٩٥ع ۾، ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر صاحب ڏانهن سنڌس مراسلي نمبر ١٦٥٨، مؤرخه ٤-آڪٽوبر ١٨٩٥ع جي جواب ۾ لکيو ته ”سردار نصرالله خان جي ماڻهن لاءِ ٽنبن جي باري ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر صاحب سمجهي ٿو ته حضور ڊپٽي ڪليڪٽر صاحب ڪراچيءَ کي سڄو ڪم پاڻ تي هموار ڪري، سموري بندوبست جي لاءِ ذمه دار ٿيڻ گهرجي. خان بهادر خداداد خان کي ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر صاحب جي ماتحت سڀني ڪمن ۽ ضروريات وغيره جي سرانجاميءَ لاءِ رکيو ويو آهي.“

٥- ساڳئين سال (١٣١٢هه مطابق ١٨٩٥ع) ۾ ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر ڪرنل ڪرافورڊ صاحب ڪيترائي سال نوڪري ڪرڻ ۽ گهڻين ئي ڪارگذارين ۽ وڏين خدمتن بجا آڻڻ بعد، پينشن وٺي، ولايت روانو ٿيو. روانگي کان اڳ ۾ سندس اعزاز ۾ يورپ وارن خواه سنڌ جي باشندن جي پاران ميونسپالٽيءَ جي باغيچي ۾ جيڪي رونقدار جلسا منعقد ڪيا ويا، سي ڏسڻ وٽان هئا.

٦- ساڳئين سال ۾ مرحوم خان بهادر محمد حسن علي صاحب افندي مجيدي صدر ”انجمن اسلاميان سنڌ“ وفات ڪئي. انا لله و انا اليه راجعون.

٧- سال ١٣١٤هه مطابق ١٨٩٦ع جي شروع ۾ سر چارلس اليونٽ صاحب پنهنجي حسن ڪارڪردگيءَ سبب پهريائين بمبئي سرڪار جي وزيراعظم جي عهدي تي، ۽ پوءِ ”ڪائونسلر“ جي وڏي عهدي تي مقرر ٿيڻ بعد (ڪراچيءَ کان بمبئي) روانو ٿيو ۽ پنهنجي ذمه داري چند ڏينهن لاءِ حيدرآباد جي ڪليڪٽر مسٽر ووڊ برن صاحب جي سپرد ڪري ويو.

جيئن تہ هن آفيسر (مسٽر ووڊ برن) جي حڪومت جو عرصو مختصر آهي، تنهنڪري سنڌس ڪارگذاريون نہ ٿيون لکجن سواءِ هڪ ڳالهہ جي، تہ بمبئي سرڪار جي حڪم سان سنڌ جي ڪمشنر صاحب جي توشاخاني مان هڪ عمده سوني ترار، هڪ شاندار قيمتي خلعت ۽ هڪ آفرين نامو مرحوم پير علي گوهر شاه کي پهچائي ڏيڻ لاءِ، راقم الحروف جي سپرد ڪيا ويا، ۽ راقم الحروف پير صاحب موصوف جي شهر ۾ پهچي، هڪ مختصر دربار ۾ کيس هٿو هٿ ڏنا.

## مسٽر ايچ. اي. ايم جيمس (ڪمشنر) جو ٻيو دفعو اچي چارج وٺڻ

سال ١٣١٤هه مطابق ١٨٩٦ع ۾ آنريبل مسٽر جيمس موڪل تان موٽڻ بعد سنڌ جي ڪمشنريءَ جون ذمہ داريون سنڀاليون:

١- اگرچہ حُرن جو فساد، شورشون ۽ خونريزيون گهٽو ڪري بند ٿي چڪيون هيون، مگر انهيءَ ڳالهہ جو تحريري اطلاع بمبئي سرڪار کي هاڻي ڏنو ويو. "بچو" موچي، جو نالي وارو هو ۽ هن گمراه فرقي جو سرڪردو هو(١) گرفتار ٿي

---

(١) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نوٽ: "بچو" ذات جو خاصخيلي هو. مگر هن تاريخ جي مؤلف هڪ مشڪوڪ ڳالهہ ڪئي آهي. دراصل "موچي" هن جو هڪ دوست هو، جنهن جو نالو "گُلو" هو. سنڌ ۾ حرن جي پاران انگريز سرڪار جي خلاف پهريون ٻيرو بغاوت (١٨٩٥-٩٦ع ۾) ٻارهن اڳواڻن جي همت سان برپا ٿي. اهي ٻارهن باغي "ٻارهن جٿا ٻهرونيا" جي نالي سان مشهور ٿيا. درحقيقت هو انقلابي هئا. انهن مان آئين ڄڻن جا نالا ملي سگهيا آهن، جي هيءُ آهن: (١) بچو خاصخيلي جنهن جو لقب "بادشاه" هو (٢) پير بخش وساڻ، جنهن جو لقب "وزير" هو (٣) گلو موچي (٤) تڳيو چانگ (٥) پلو ڳاهو (٦) خميسو وساڻ (٧) فتلو قاضي ۽ (٨) فلاڻو (٩) قاصائي.

چڪو هو. ڪيس ضلع ٿرپارڪر جي شهر سانگهڙ ۾ گرفتار ڪيو ويو هو. "شادي پلي" نالي هڪ ڳوٺ ۾ دربار منعقد ڪري، اڪثر عملدارن، پوليس آفيسرن ۽ زميندارن کي ترارون ۽ لونگيون وغيره عطا ڪيون ويون ۽ سندس (ڪمشنر صاحب جي) لکڻ ۽ سفارش ڪرڻ تي مرحوم پيرعلي گوهرشاه صاحب کي "شمس العلماء" ۽ خان بهادر محمد يعقوب خان کي "سردار" جي لقب سان مسرور ۽ سرفراز ڪيو ويو، ۽ هن خاڪسار راقم الحروف کي خدمتگذاري ۽ مددگاريءَ جي ڪري آفرين ۽ شاباس جو مستحق ٺهرايو ويو. بيشڪ، هرڪه خدمت کرد، او مخدوم شد. گهڻو ڪري چڱي ڪم جو نتيجو چڱو نڪرندو آهي.

۲- سال ۱۳۱۴هه مطابق ۱۸۹۶ع جي آخر ۾ سنڌ جي جاگيردارن ۽ ڪاتيدارن جي ملڪيتن جي واگذاريءَ جو قاعدو، جنهن جو نالو "قاعدو نمبر ۲، سال ۱۸۸۶ع" آهي، آنريبل مسٽر جيمس جي سفارش سان سرڪار جي پاران بحال ڪيو ويو ۽ قرض ۽ وياج جي ڪيس فيصل ڪرڻ لاءِ هڪ عملدار مقرر ڪيو ويو، جنهن کي "مئنيجر" سڏيو ويندو، جو قرض ۽ وياج جا فيصلا ڪندو. انهيءَ مفيد ۽ سهٺي تجويز جي ڪري سمورا جاگيردار، زميندار ۽ ڪاتيدار بي حد خوش ٿيا. نه ته (ان کان اڳ ۾) هندو، قرض ۽ سود در سود جي چڪر ۾ سندن ملڪيتن (زمين) جا مالڪ ٿي ويندا هئا. انهيءَ ڪري هو (جاگيردار ۽ زميندار) آنريبل مسٽر جيمس جي تعريف ٿا ڪن جو انهيءَ جيئي ڪوشش سان کين ايڏي سهولت ملي آهي. بيشڪ، هيءُ قاعدو تمام ضروري هو. اگرچه سال ۱۲۹۰هه مطابق ۱۸۷۵ع ۾ سر وليم ميري ويدر صاحب (ڪمشنر سنڌ) جي ايماڪاريءَ ۾ ساڳئي مسٽر جيمس جي ڪوشش سان، جڏهن هو اڃا ڊپٽي ڪليڪٽر هو، اهڙو قاعدو جاري ڪيو ويو هو. مگر دعوائن جي شنوائي جو عرصو تمام ٿورو يعني فقط ڇهن مهينن جيترو هو. جيئن ته موجوده قاعدي جي مدت وڌائي،

ويهه سال ڪئي وئي آهي، تنهنڪري سيئي قرضدار آزاد ٿي سگهندا.

۳- سال ۱۳۱۴هه مطابق ۱۸۹۶ع ۾ پير علي گوهر شاه صاحب وفات ڪئي. اناللهِ و انا اليه راجعون. مرحوم پير صاحب بي اولاد فوت ٿيو، جنهنڪري سندس ٽيون نمبر ڀاءُ شاه مردان شاه سندس جانشين ٿيو.

۴- ٽنهين سالن ۾ ڏيون پيرو آنريبل جيمس صاحب ڪي ڪلڪتي ڏانهن سخت قحط ساليءَ جي مغاملن کي منهن ڏيڻ لاءِ منتخب ڪري موڪليو ويو. بيشڪ، سڄي هندوستان مان اهڙي مدبر ۽ سياڻي عملدار جو انتخاب سندس غير معمولي دانائي ۽ ديانتداريءَ جي ڪري ڪيو ويو، ۽ سچ پچ اهڙن نازڪ ۽ اهم ترين ڪمن لاءِ اهڙو ئي سياڻو ۽ لائق عملدار منتخب ٿيڻ گهربو هو.

۵- ٽنهين سالن ۾ درياءَ مهراڻ (سنڌو ندي) جي مٿان ڪوٽڙيءَ وٽ (اولهائين پاسي ڪان) ۽ گدو بندر وٽ (اوڀارين پاسي ڪان) سرڪار پل تعمير ڪرڻ جي رٿ منظور ڪئي، جنهن جو ڪم شروع ٿي ويو آهي، ۽ اميد آهي ته سال ۱۳۱۸هه مطابق ۱۹۰۰ع ۾ ڏهي راس ٿيندي، ۽ سندس افتتاح ٿي ويندو.

## پندرهون ڪمشنر: مسٽر ونگيٽ صاحب (ايڪٽنگ)

سال ۱۳۱۴هه مطابق ۱۸۹۷ع جي آخر ۾ بمبئيءَ ڪان ڪوٽڙي (سنڌ) ۾ وارد ٿيو. سندس اسسٽنٽ پهريائين مسٽر جي. سليڊن صاحب هو ۽ پوءِ مسٽر لارينس صاحب ٿيو. ونگيٽ صاحب ڏاڍو بردبار هو. ڪمشنريءَ جو ڪاروبار نهايت بردباري، ڌيرج ۽ سياڻپ سان سرانجام ڪندو رهيو. دستور ۽ معمول وارا ڪم تمام سهڻي نموني سان ادا ڪندو هو.

۽ سنڌ ۾ ايامڪاريءَ ۾ طاعون يا هيضي جي بيماري ڦهلي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ پليگ سڏيندا آهن. زياده تر بيماريءَ جو زور ڪراچي، ٺٽي، حيدرآباد، ڪوٽڙي، سکر ۽ شڪارپور جي شهرن ۾ هو. انگريز سرڪار جي ملازمن، يورپي ڊاڪٽرن جي صلاح سان بيماريءَ جي مدافعت ۽ خاتمي لاءِ ڪيترن ئي قسمن جون ڪوششون ڪيون. ڊاڪٽرن جي راءِ گهڻو ڪري هيءَ هئي ته هيءَ منحوس بيماري غلاظت، گندگي ۽ بدبوءِ جي ڪري ٿيندي آهي. انهيءَ ڪري ان جي علاج وقت صفائي، تازي هوا ۽ ڪشادو ۽ خلاصو ٿي رهڻ لاءِ زور ٿي ڀريائون ۽ خوشبودار دوائون ٿي ڏنائون، جنهنڪري ڪجهه نه ڪجهه مڙني بيماريءَ جي اثر ۾ هلڪائي پئي ٿي ۽ ۽ اهڙيءَ ريت مٿي ڄاڻايل شهر هن منحوس بيماريءَ کان آزاد ۽ پاڪ صاف ٿيا. بيماريءَ ۾ هزارها ماڻهن جون جانيون ضايع ٿيون يعني سڄي سنڌ ۾ پنج هزار ماڻهو بيماريءَ جو بک ٿيا(١) ۽ اٽڪل هڪ لک رپيا سرڪار ۽ ميونسپالٽين جا خرچ ٿي ويا. انگريز سرڪار جي ملازمن کي آفرين، بلڪ هزار آفرين هجي، جو رعيت جي خاطر، جا الله جي مخلوق آهي، ايترو خرچ ڪيائون ۽ ايڏي ڪوشش ورتائون، جنهن جو نتيجو آخرڪار چڱو نڪتو. اگرچه هن بيماريءَ جي تدارڪ ۽ علاج وغيره جي باري ۾ يورپ جي ڊاڪٽرن جي راءِ اها هئي، جا مٿي بيان ڪئي وئي، تاهم صحيح روايتن موجب هيءَ بيماري "آسماني آفت" آهي، جا حضرت موسيٰ عليه السلام جي خواهش

---

(١) اهو انگ صحيح نه آهي. جن ماڻهن هيءَ مهلڪ بيماري ڏٺي هئي ۽ انهن مان جيڪي اڃا تائين زنده آهن، انهن جو چوڻ آهي ته سنڌ ۾ هن بيماريءَ جي وگهي ۾ لکن کان زياده ماڻهو مري ويا، ۽ وڏن شهرن کان ٻاهر، خاص طور تي ڳوٺن ۾ سرڪار جي پاران صحت جي اپائن ۽ دوا درمل جو ڪوبه بندوبست ڪونه هو. (ن. ب).

۽ دعا سان بني اسرائيل جي گمراه ماڻهن جي مٿان سندن ٻُڌن افعالن جي ڪري نازل ٿي هئي، ۽ اسان جي نبي آخرالزمان صلي الله عليه و آله وسلم جي زماني ۾ به ڪيترا ئي پيرا ٿي آهي. هن وبائي بيماريءَ پيدا ٿيڻ وقت اُن کي ٽارڻ لاءِ هيٺيون تسبيحون پڙهڻ گهرجن، جي بالڪل مجرب آهن:

(١) لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ سُبْحَانَكَ اِنِّي كُنْتُ مِنَ الظَّالِمِيْنَ.
(٢) سُبْحَانَ اللّٰهِ وَ الْحَمْدُ لِلّٰهِ وَلَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَ اللّٰهُ اَكْبَرُ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ.
(٣) سُبْحَانَ اللّٰهِ وَ بِحَمْدِهٖ سُبْحَانَ اللّٰهِ الْعَظِيْمِ وَ بِحَمْدِهٖ اَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ رَبِّيْ مِنْ كُلِّ ذَنْبٍ وَ اَتُوْبُ اِلَيْهِ.

درود شريف: اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَ عَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا وَ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ كُلِّ دَاءٍ وَ دَوَاءٍ وَ بِعَدَدِ كُلِّ مَرَضٍ وَ شِفَاءٍ.

وبا جي بيماريءَ جي باري ۾ انگريز سرڪار جي عملدارن جون تجويزون گهڻو ڪري اسان جي حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي حڪم ۽ حديث جي مطابق آهن. حديث شريف ۾ آهي ته فَاِذَا اسْتَمَعْتُمْ اِنَّ الطَّاعُوْنَ وَقَعَ بِاَرْضٍ فَلَا تَدْخُلُوْهَا، فَاِذَا وَقَعَ بِاَرْضٍ وَ اَنْتُمْ بِهَا فَلَا تَخْرُجُوْا مِنْهَا (يعني اوهان جڏهن ٻڌو ته فلاڻي ملڪ ۾ طاعون جهڙي بيماري پئي آهي ته اتي نه وڃو ۽ جتي اوهان رهو ٿا، اتي بيماري پوي، ته اتان نڪري ٻئي هنڌ نه وڃو) اهڙيءَ ريت اسلامي ڪتابن ۾ ڪي اهڙيون ڳالهيون آهن، جي يورپ جي ڊاڪٽرن جي طريقهٔ علاج سان مشابهت رکن ٿيون. ائين چوڻ ته ٿي، جو يورپ جا ڊاڪٽر وڏي عقل ۽ سمجهه وارا ۽ زماني جا آزمودگار آهن.

اگرچه ظاهر ۾ سنڌ جي اندر تندرستي ۽ بيمارن کي هڪ ٻئي کان الگ رکڻ ۽ گهرن، ڪپڙن ۽ ٻئي گهريلو سامان، وغيره جي صفائي ڪرڻ ۾ ماڻهن کي وڏيون تڪليفون پهتيون، تاهم يورپي ڊاڪٽرن جون سموريون تجويزون بي مقصد ۽ بي معنيٰ نه هيون ۽ نه وري بي مقصد ئي سگهن ٿيون. البت ايڏي افراتفريءَ جي زماني ۾ ماڻهن جي ملڪيت جي سنڀال بالڪل مشڪل هئي، جا اوباش ماڻهن موقعي مان فائدو وٺي ڦري لٽي ويا.

٢- سال ١٣١٤ھ مطابق ١٨٩٧ع ۾ ڪن يورپي صاحبن خواه مخواه راقم الحروف جي خلاف فرياد داخل ڪيو ته سنڌس ڪراچيءَ واري گهر جي ٻاهران گندگي موجود رهندي آهي. جنهن تي آخري تحرير نمبر ٦٦١٦، مؤرخه ٢٧- آگسٽ ١٨٩٨ع ۾ لکيو ويو ته ”خانبهادر خداداد خان پنهنجي حسن اخلاق، ايمانداري ۽ سهڻي نموني سان خدمتن بجا آڻڻ سبب نيڪ نامي حاصل ڪئي آهي، انهيءَ صورت ۾ هڙو فرياد بنا ڪنهن سبب جي مٿس ڪرڻ نه گهرجي“. گويا اهو فرياد منهنجي لاءِ مفيد ثابت ٿيو.

٣- سال ١٣١٤ھ مطابق ١٨٩٧ع ۾ قنڌار جو سابق والي مرحوم سردار شير علي خان، جنهن کي ڪراچيءَ ۾ پنج هزار رپيا پينشن ملندي هئي، انتقال ڪري ويو. انا لله و انا اليه راجعون.

٤- سال ١٣١٥ھ جي شروع ۾ ۽ ١٨٩٧ع جي آخر ۾ مسٽر ونگيٽ، آنهن خدمتگذارين جي صلہ ۾، جي هن صاحب طاعون ڦهلجڻ واري زماني ۾ ڪيون هيون، بمبئي جي وزارت عظميٰ (چيف سيڪريٽري) جي عهدي تي مقرر ٿيڻ بعد بمبئيءَ روانو ٿيو، ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جون ذميداريون ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر مسٽر آر. جائيلس جي سپرد ڪري ويو، جيستائين آنريبل جيمس صاحب هندوستان ۾ پيدا ٿيل قحط ساليءَ جي معاملن کي منهن ڏيڻ بعد واپس اچي.

## مسٽر جيمس جو ٽيون ڀيرو اچي چارج وٺڻ

سال ١٣١٥ھ مطابق ١٨٩٨ع ۾ بمبئيءَ جي گورنر لارڊ سينڊ هرسٽ صاحب بهادر جيڪب آباد (سنڌ) ۾ دربار منعقد ڪئي، جنهن ۾ سر فيض محمد خان صاحب بهادر والي رياست خيرپور به پنهنجي اولاد ۽ معزز دربارين سميت تشريف آور ٿيو. انهيءَ دَربار دُربار ۾ سمورا مير صاحب، ۽ سڄي سنڌ جا معزز جاگيردار ۽ نامور زميندار مدعو ڪيا ويا هئا. ڇاڪاڻ ته انهيءَ دربار ۾ مير فيض محمد خان صاحب کي لارڊ موصوف جي هٿان "جي. سي. آءِ. اي" (يعني "سر") جو خطاب هڪ تمغي ۽ عالي شان جُبّي سميت عطا ٿيو. جنهنڪري مير صاحب موصوف بي حد خوش ٿيو. پڙهندڙن کي ياد هوندو ته هيءُ اهوئي شاندار خطاب آهي، جو مير فيض محمد خان جي والد بزرگوار مرحوم سر مير علي مراد خان کي پنجاه سال حڪومت ڪرڻ بعد ۽ بهترين ۽ هر قسم جي خدمتن بجا آڻڻ بعد سرڪار نامدار وٽان عطا ٿيو هو، مگر آنريبل مسٽر جيمس صاحب، سر مير فيض محمد خان صاحب کي فقط پنجن سالن جي حڪمرانيءَ بعد وٺي ڏنو. بيشڪ، اها سندوري همت، سياڻپ ۽ مهرباني آنريبل مسٽر جيمس صاحب بهادر جي هئي، جو هميشه سرڪار سان وابسته ماڻهن ۽ پنهنجن زيردستن جي ڀلائيءَ جو خواهشمند هوندو آهي. انهيءَ دَربار دُربار جو بندوبست هن خاڪسار راقم الحروف جي هٿان ٿيو، جنهن جو پتو پڙهندڙن کي هيٺين لکپڙهه مان پوندو:

نمبر ٢٠٤

انگريزي مراسلي نمبر ٧٦٤٢، مؤرخه ١٦ - ڊسمبر ١٨٩٨ع

(پوليٽيڪل ڊپارٽمنٽ) جو تصديق شده ترجمو

مهربان ڊپٽي ڪمشنر صاحب اپر سنڌ (جيڪب آباد) ڏانهن.

انهيءَ اطلاع جو نقل موڪليو وڃي ٿو، جو هن کان اڳ ۾ مرحوم سر مير علي مراد خان صاحب کي جي. سي. آءِ. ايس جو لقب

عطا ٿيڻ وقت مهربان ڪليڪٽر صاحب شڪارپور ۽ پوليٽيڪل ايجنٽ صاحب رياست خيرپور وٽان پهتو هو، ۽ آهو اطلاع به مراسلي نمبر ٦٣٤ سان گڏ هلندڙ مهيني جي ١٤ تاريخ هن آفيس جي طرفان موڪليو ويو آهي. انهن پنهي اطلاعن کي چپارائي سيني ضلع آفيسرن ڏانهن موڪليو وڃي، ۽ جيڪي سردار ۽ معزز هن دربار ۾ حاضريءَ جا خواهشمند هجن، انهن جا نالا مسٽر ميڪنزي صاحب (ڊپٽي ڪمشنر) کي موڪليا وڃن.

(٢) خان بهادر خداداد خان ڪمشنر صاحب جي آفيس جي وڏي منشيءَ کي حڪم ڏنو وڃي ته مسٽر ميڪنزي صاحب سان گڏ رهي، سندس مدد ڪري. جيڪي ماڻهو دربار ۾ اچن، انهن کي انهن جاين تي ويهاري، جيڪي هنن جي لياقت آهر هنن جي لاءِ مقرر ڪيون ويون آهن. مهربان ڪليڪٽر صاحب شڪارپور ۽ پوليٽيڪل ايجنٽ (خيرپور) کي لکيو وڃي ته نون ڏينهن جي موڪل پوري ٿيڻ بعد، فوراً اسسٽنٽ ڪليڪٽر روهڙي ۽ مئجسٽريٽ صاحب شڪارپور کي موڪلي ته هو هت اچي بندوبست رکڻ ۾ مدد ڪن. جناب گورنر صاحب بهادر بمبئيءَ جي تشريف آوريءَ تي جيڪو به خرچ اچي، ان جو حساب پوري خبرداريءَ سان رکيو وڃي ۽ ادائگي لاءِ بل هن آفيس کي موڪليو وڃي ته انهيءَ موجب ادائگي ڪرڻ ۾ اچي.

ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ جي حڪم سان

صحيح

مسٽر جي. سليمان صاحب اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ

انگريزي مراسلي نمبر ٥٩ (پوليٽيڪل ڊپارٽمنٽ) آفيس ڪمشنر صاحب (ڪيمپ جيڪب آباد) مؤرخه ١٢-جنوري ١٨٩٨ع جو

تصديق شده ترجمو

هزهائينس مير حاجي نورمحمد خان حيدرآبادي، سپاٽي، ١٣-جنوري ١٨٩٨ع ١٢ بجي گورنر صاحب بهادر بمبئيءَ جي

ملاقات لاءِ ايندو، ۽ ڪمشنر صاحب جي ڪيمپ ۾ هڪ تنبوءَ ۾ قيام ڪندو. ۽ وري ٿوري دير بعد جناب گورنر صاحب، مير صاحب موصوف جي جوابي ملاقات لاءِ ايندو، خان بهادر خداداد خان، هز هائينس حاجي مير نور محمد خان سان گڏجي ڪمشنر صاحب جي تنبوءَ ۾ اچي، پوءِ اتان مير صاحب کي حيدرآباد جو ڪليڪٽر وٺي ويندو.

ڪمشنر صاحب جي حڪم سان

صحيح

مسٽر جي. سليڊن صاحب

اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ

جيڪب آباد جي دربار جي باري ۾ راقم الحروف کي جيڪو حڪم جيڪب آباد جي ڊپٽي ڪمشنر صاحب وٽان پهتو هو، ان جو اختصار هيٺينءَ ريت آهي:

منهنجا دوست خان بهادر خداداد خان!

جيڪب آباد جي دربار جو بندوبست ڪمشنر صاحب بهادر جي حڪم موجب اوهان جي ذمي رکيو ويو آهي، تنهنڪري اوهان وڏي ڏاڪڻي دروازي تي پاڻ حاضر رهي، اهڙو خيال رکو جو ڪنهن به قسم جي ڪا گهٽ وڌائي نه ٿئي.

فقط. تاريخ ١٣-جنوري ١٨٩٩ع.

صحيح

ميڪنزي صاحب ڊپٽي ڪمشنر

سرحد سنڌ

٦- سال ١٣١٥ هه مطابق ١٨٩٨ع ۾ آنريبل مسٽر جيمس صاحب بهادر کي ”اسٽار آف انڊيا“ (هندوستان جو ستارو) جو معزز لقب مليو. بيشڪ، جيمس صاحب سچي هندوستان ۾ سنهنجن همعصرن جي وچان چڱو ستارو هو، جنهنڪري کيس

اهڙي وڏي شاندار خطاب سان نوازيو ويو. ان کان پوءِ صاحب موصوف هندوستان ۾ پيدا ٿيل قحط ساليءَ جي باقي رهيل معاملن جي تصفيه لاءِ جيڪب آباد کان ڪلڪتي روانو ٿي ويو، ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جو انتظام ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر مسٽر آر. جائيلس جي سپرد ڪيائين.

## سورهون ڪمشنر: مسٽر آر. جائيلس صاحب (ايڪٽنگ)

سال ١٣١٥هه مطابق ١٨٩٨ع ۾ ڪراچيءَ کان جيڪب آباد آيو ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جون ذمه داريون سنڀاليائين. جيئن ته هيءُ صاحب ڪيترن ئي سالن تائين سنڌ جي اڪثر ضلعن ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر، شڪارپور ۽ ڪراچي ضلعن جو ڪليڪٽر ۽ اپر سنڌ (جيڪب آباد) ۽ ٿر پارڪر ضلعن جو ڊپٽي ڪمشنر رهي چڪو هو ۽ تمام سهڻي نموني سان حڪومت جو ڪاروبار هلايو هئائين، ان ڪري نهايت ئي همت ۽ عقلمنديءَ سان ڪمشنريءَ جي ذمه دارين کي نباهيائين. پهريائين مسٽر جي. سليڊن صاحب سنڌس اسسٽنٽ هو. جائيلس صاحب معمول مطابق جيڪي روزمره جا ڪم سرانجام ڪيا، انهن کان قطع نظر، جيڪي نازڪ ۽ وڏا ڪم ڪيائين يا سندس ايامڪاريءَ ۾ جيڪي عبرت آموز حالات پيدا ٿيا، هت انهن کي قلمبند ڪيو وڃي ٿو:

١- مٿين سالن (١٣١٥هه مطابق ١٨٩٨ع) ۾ وري طاعون جي منحوس بيماري ڪراچيءَ ۾ واپس آئي ۽ ايڏي شدت سان آئي، جو گذريل سالن جي ڀيٽ ۾ ماڻهن جي مرڻ جو تعداد وڌي ويو. انهيءَ صورت حال جي پيش نظر صفائي، رهائش ۽ خلاصائي ۽ دوادرمل وغيره جو اهڙو انتظام ڪيائين، جو ڪراچي ڪانسواءِ سنڌ جي ٻئي ڪنهن شهر ۾ هڪڙو ماڻهو به نه مئو. اگرچه ڪراچي شهر جي ”پشاوري نانوائين“ جي محلي ۾ فساد جهڙيون حالتون پيدا ٿيون، مگر وقت جي حڪمران (مسٽر جائيلس) جي حسن اخلاق جي ڪري ۽ راقم الحروف کي حالتن سڌارڻ

جو حڪم ڏيڻ ڪري، شورش ختم ٿي وئي، حالتون سڌري ويون ۽ ماڻهو راضي ٿي ويا.

٢- انهن سالن ۾ وري "حُرّ فرقي" جي شرير ماڻهن مٿي ڄاڻايل سرحدن تي گمراهي ۽ بدڪاري ڦهلائي (شورش برپا ڪئي). مگر وقت جي حڪمران جي سهڻين تجويزن ۽ سهڻي بندوبست سبب امن امان قائم ٿيو، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ پيرشاه مردان شاه کان جيڪا مدد ورتي وئي، ان جو نتيجو سٺو نڪتو.

## مسٽر جيمس جو ٻيو ڀيرو اچي چارج وٺڻ

سال ١٣١٥هه مطابق ١٨٩٨ع جي آخر ۾ وري آنريبل مسٽر جيمس صاحب قحط ساليءَ جي معاملن کان فارغ ٿي، دارالحڪومت ڪلڪتي کان ڪراچيءَ آيو ۽ ڪمشنريءَ جي عهدي جون واڳون ورتائين ۽ نهايت ئي هوشياري ۽ دانائي سان خلق خدا جي ڀلائي لاءِ، جيئن شروع کان سندس عادت هئي، ڪوششون ڪندو رهيو. انهن ڏينهن ۾ مسٽر ڪينڊل صاحب سندس اسسٽنٽ هو، جنهن سندس خوب مدد ڪئي.

١- طاعون جي منحوس بيماري اڃا پوري طرح دفع نه ٿي هئي. مگر آنريبل جيمس صاحب جي اچڻ بعد سندس سهڻين تجويزن سان هڪدم دفع ٿي وئي. بيشڪ، بزرگن جو چوڻ آهي ته "هر انسان جي قدم ۾ زمين ۽ آسمان جي مالڪ (الله) جي فضل سان چڱو اثر هوندو آهي". جيڪڏهن قارئين ڪرام پڙهو نه ڄاڻندا ته اها ڳالهه واضح ڪئي وڃي ته "لبّ تاريخ" جي هن مؤلف مسٽر جائيلس، آنريبل مسٽر جيمس صاحب ۽ پنهنجن عزيزن قريبن ۽ معزز دوستن جي صلاح جي باوجود پنهنجو بنگلو نه ڇڏيو ۽ قدم ٻاهر نه رکيائين، بلڪ الله تي توڪل ڪري، درود شريف ۽ تسبيح پاڪ ۾ مشغول رهيو. الله جي حڪم ۽ تسبيحن جي برڪت سان خير جي گذري وئي. اهڙيءَ ريت سکر ۾ منهنجا جيڪي عزيز ۽ دوست هئا، اهي به منهنجي

نقش قدم تي هلي، گهر کان ٻاهر نہ نڪتا. قران پاڪ جو ارشاد آهي تہ فَاِذَا جَاءَ اَجَلُهُمْ لَا يَسْتَاْخِرُوْنَ سَاعَةً وَّ لَا يَسْتَقْدِمُوْنَ (يعني جڏهن هنن جو موت اچي ٿو تہ هڪڙي گهڙي بہ اڳي پوءِ نہ ٿا ٿين). پوءِ انهيءَ آيت سڳوريءَ جي مصداق هن خاڪسار جي جان بہ ۽ عزيزن ۽ دوستن جي جان بہ ڪراچيءَ ۾ خواه سکر ۾ امن امان ۾ رهي.

٢- آخر ۾ هيٺ چند سٽون آنريبل مسٽر جيمس صاحب جي خصوصيتن جي بيان ۾ قلمبند ڪيون وڃن ٿيون. پڙهندڙ هيءَ ڳالهہ نهايت ئي تعجب ۽ دلچسپيءَ سان پڙهندا:

جيمس صاحب کي جڏهن ڪائونسل جي معزز عهدي تي مقرر ڪيو ويو، تہ هن روزمره (ڪمشنريءَ جي عهدي) جا فرائض معطل ڪري ڇڏيا. يعني هاڻي ڪيس اڳين ڊيوٽي ڏيڻي ڪانہ هئي. مگر انهيءَ هوندي بہ جيمس صاحب سرڪار کان گهٽ پگهار سان پندرهن ڏينهن جي موڪل وٺي، چند نازڪ سرڪاري ڪم، جي رهجي ويل هئا، پورا ڪيا. راقم الحروف سترهن ڪمشنرن جي ماتحت رهيو آهي ۽ هميشه پنهنجي ڊيوٽي تي موجود رهيو آهي، مگر ڪڏهن بہ ڪنهن اعليٰ عملدار کي ائين ڪندي نہ ڏٺو اٿس تہ پنهنجي پگهار جو نقصان سهي، سرڪار جو ڪم سرانجام ڪري. اهو سرڪار سان خيرخواهيءَ جو عجيب مثال آهي.

سنہ ١٣١٦هہ مطابق ١٨٩٨ع جي شروع ۾ بمبئي سرڪار کي راقم الحروف جي باري ۾ سفارش ڪيائين تہ ڪيس "پينشن" جي طور تي سموري پگهار خصوصي نموني ۾ عطا ڪئي وڃي، ۽ انهيءَ سفارش ۾ نهايت ئي خوش اسلوبيءَ سان ۽ سهڻي لهجي ۾ سهڻا الفاظ درج ڪيائين ۽ راقم الحروف جي محنت، هوشياري ۽ سرڪاري معاملات ۾ ٤٥ سالن کان ايمانداريءَ سان خدمتگذاري وغيره جو ذڪر ڪيائين. جيئن تہ اها سفارشي لکپڙهہ "نيم سرڪاري" قسم جي هئي، انهيءَ ڪري ان جو

تفصيلي احوال لکڻ ۽ هر خط ۽ جوابي خط جو حوالو ڏيڻ بالکل مشکل آهي، ۽ نه وري راقم الحروف کي انهيءَ لکپڙهه جو نقل ئي مهيا ڪيو ويو آهي، جو ان جو تصديق ٿيل ترجمو پيش ڪري سگهجي. مگر الله تعاليٰ جي بارگاه ۾ قوي اميد آهي ته بلند اخلاقيءَ کان ڪم وٺي ۽ عمومي ڀلائي جو خيال ڪري، راقم الحروف جو ذڪر سهڻي انداز ۾ ڪيو ويو هوندو. جنهن ٿيهن سالن کان عوامي ڀلائي جا ڪم ڪندي ۽ عوام جي نگاهن جي اڳيان سهڻو وقت گذاريو آهي.

٤- سال ١٣١٦ هه مطابق ١٨٩٨ع جي شروع ۾، جڏهن بامبي ڪائونسل جي معزز عهدي تي فائز ٿيڻ بعد، بمبئيءَ تشريف نيئي رهيو هو، ته ڪمشنريءَ جي ايوان ۾ پنهنجن سيني ماتحت آفيسرن سان گڏجي تصوير (فوٽو) ڪڍايائين، جنهن ۾ پاڻ وچ ۾ تشريف فرما آهي. ڪمشنر صاحب جي بنگلي ۽ آفيس ۾، بلڪ سيني زيردست ملازمن وٽ انهيءَ مبارڪ تصوير جون ڪاپيون موجود آهن، ۽ اهو کيس ياد ڪرڻ ۽ سندس حق ۾ دعا ڪرڻ جو ذريعو آهي.

٥- سال ١٣١٦ هه مطابق ١٨٩٨ع ۾ تشريف نيڻ وقت پنهنجن سيني ماتحت آفيسرن ۽ ملازمن کي سندن ڪارگذارين ۽ لياقتن آهر نيڪناميءَ جا پروانا عطا ڪيائين ۽ راقم الحروف کي هيٺئين مضمون تي مشتمل پروانو ڏنائين:

”خان بهادر خداداد خان جي باري ۾ تازو (بمبئي) سرڪار کي (جيڪي) لکيو ويو آهي (اهو ڪافي آهي) وڌيڪ لکڻ جي ضرورت ڪانهي. تاهم هت ڪجهه لکجي ٿو ته هو پنجيتاليهن سالن تائين ايمانداريءَ سان (انگريز) سرڪار جي بهترين خدمتگذاريءَ بعد هاڻي آرام ڪرڻ (پينشن تي وڃڻ) جو ارادو رکي ٿو، ۽ جڏهن وينده ته سر بارٽل فريئر صاحب جي حڪمرانيءَ جي زماني جا راز (يعني انهيءَ وقت کان وٺي

اڄ تائين جا راز) ۽ علم ۽ معلومات جي خزاني جون صندوقون پاڻ سان کڻي ويندو.

جولاءِ ۱۸۹۸ع.

صحيح

آنريبل مسٽر جيمس صاحب بهادر
ڪمشنر سنڌ.

٦- روانگيءَ وارن ڏينهن ۾ راقم الحروف کي ٻن هزار رپين جي سوني ترار سان نوازيائين ۽ هڪ تمغو عطا فرمايائين، جنهن تي انگريزي ۽ فارسيءَ ۾ هيءَ عبارت اُڪريل هئي:
”سنڌ جي ڪمشنر صاحب بهادر جي پاران، خان بهادر خداداد خان کي سندس بهترين ۽ گهڻي عرصي تائين ڪيل خدمتن سبب عطا ڪيو ويو. جولاءِ ۱۸۹۸ع مطابق صفرالمظفر ۱۳۱٦هه.“

بيشڪ، هيءَ سڀ ڪجهه الله جي فضل ۽ سندس خاص مهربانين جو اثر آهي ۽ آنريبل مسٽر جيمس صاحب بهادر جي شفقت. نه ته راقم الحروف ڪهڙي شيءِ آهي. راقم الحروف کي پنهنجي باري ۾ پاڻ معلوم آهي ته هن جي قيمت تير جيتري به نه آهي. جيڪڏهن الله جو فضل و ڪرم اڳين ئي جاري رهيو، ته راقم الحروف جي قيمت جو ڪاٿو ئي نه رهندو.

٧- سال ۱۳۱٦هه جي شروع ۾ (سال ۱۸۹۸ع جي وچ ڌاري) جنهن ڏينهن آنريبل مسٽر جيمس صاحب بهادر روانو ٿي رهيو هو، تڏهن مهرباني فرمائي راقم الحروف جي باري ۾ پنهنجي آفيس ۾ هيٺيون نوٽ ڇڏي ويو:
”مان سنڌ ۾ هجان يا نه هجان، خان بهادر خداداد خان کي، جو هاڻي پينشن تي وڃڻ جو ارادو رکي ٿو، سندس لياقت، گهڻي عرصي جي ملازمت ۽ ٤٥ سالن تائين ايمانداريءَ سان بهترين خدمتگذاريءَ جي عيوض ۾ سؤ ايڪڙ ٿئين نمبر جي جاگير ڏني وڃي.“

٨- جيمس صاحب جي روانگيءَ وقت ڪياماڙيءَ جي بندرگاه تي عام ۽ خاص ماڻهو اچي گڏ ٿيا، جن ۾ يورپي، ڪراچي شهر ۽ سنڌ جي مختلف ضلعن جا باشندا به هئا، انهيءَ موقعي تي جيمس صاحب کي الوداعي دعوت ڏيڻ جو بندوبست ڪيو ويو هو. شربت، چانهه ۽ خوردونوش جو سهڻو انتظام هو. انگريزي بئنڊ وڄي رهي هئي. جيمس صاحب کي جيڪا الوداعي ايڊريس پيش ڪئي وئي، ان ۾ سندس ڪارگذارين جو ذڪر خير ڪيو ويو هو. اهڙي الوداعي مجلس هن کان اڳ ۾ ڪنهن به ڪمشنر جي اعزاز ۾ منعقد نه ڪئي وئي هئي. جيمس صاحب پيڙيءَ تي سوار ٿيڻ کان اڳ ۾ وڏي خوشيءَ سان سڀني سان هٿ ملائي موڪلايو. راقم الحروف سان به وڏي خوشيءَ سان هٿ ملايائين، ڇو ته مون تي ڏاڍو مهربان هو. موڪلائڻ وقت بي اختيار منهنجي واتان هيءَ بيت نڪتو:

بهرجا کہ باشی خدا یار تو،
خداوند گیتی نگهدار تو.

(تون جتي به هجين، الله تنهنجو مددگار هجي.
۽ زماني جو مالڪ (الله) تنهنجو نگهبان ٿئي).

سچ پچ، مون اهو بيت خوشامد ڪري نه چيو، بلڪ بي اختياريءَ جي عالم ۾ منهنجي واتان نڪتو.

## مسٽر جائيلس ٽيون پيرو ايڪٽنگ ڪمشنر ٿيو

انهيءَ ئي سال (١٣١٦هه مطابق ١٨٩٨ع ۾) مسٽر آر. جائيلس ٽيون پيرو سنڌ جو ايڪٽنگ ڪمشنر ٿيو. هيءُ عملدار جيئن تہ وڏو هوشيار ۽ سنڌ جي حالات کان چڱي طرح آگاه هو، انهيءَ ڪري وڏي هوشياريءَ سان سرڪاري معاملات ۽ روزمره جو دستوري ڪاروبار هلائڻ شروع ڪيائين. سندس اسسٽنٽ شروع ۾ مسٽر ڪينڊل صاحب، پوءِ مسٽر ريو صاحب

۽ ان کان پوءِ مسٽر وان صاحب هئا. هن جي اياڻڪاريءَ ۾ جيڪي اهم ڪم ٿيا يا عجيب ۽ غريب حالات پيدا ٿيا، اهي هت درج ڪيا وڃن ٿا:

١- مٿي ڄاڻايل سالن (١٣١٦ هه مطابق ١٨٩٨ع) ۾ ڪراچيءَ جي انهن باشندن ۽ سرڪاري ملازمن کي لونگيون ۽ گهڙيون انعام طور ڏنيون ويون، جن پليگ جي منحوس بيماريءَ وقت مدد ڪئي هئي.

بيشڪ، هرڪه خدمت ڪرد، او مخدوم شد.

٢- انهيءَ ئي سال، آنريبل مسٽر جيمس صاحب جي نوٽ ملاحظه ڪرڻ بعد، جو راقم الحروف کي ٻي سؤ ايڪڙ زمين ڏيڻ جي باري ۾ هو، بمبئي سرڪار کي سفارش ڪيائين. انهيءَ سلسلي ۾ پنهنجي ڪريمانه اوصاف سبب از راه مهرباني جيڪي مشفقانه الفاظ لکيائين، پڙهندڙن کي انهن جو پتو هيٺين خط مان پوندو، جو بمبئي سرڪار کي موڪليائين:

مراسلي نمبر ١٣١٦، مؤرخه ٢٢- آڪٽوبر ١٨٩٨ع جو

تصديق شده ترجمو، جو سنڌ جي ايڪٽنگ ڪمشنر

مسٽر جائيلس صاحب بمبئي سرڪار کي لکيو

پوليٽيڪل ڊپارٽمنٽ

نمبر ١٣١٦

تاريخ ٢٢- آڪٽوبر ١٨٩٨ع.

منهنجا سائين!

آنريبل مسٽر جيمس صاحب پنهنجي آفيس ۾ جيڪو نوٽ ڇڏي ويو آهي، انهيءَ کي ملاحظه ڪرڻ مان معلوم ٿو ٿئي ته سندس ارادو هو ته سرڪار کي سفارش ڪري، ته سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس جو وڏو منشي خانبهادر خداداد خان، جو جلد پينشن تي وڃڻ جو

ارادو ٿو رکي، ڪيس ٿي سؤ ايڪڙ ٽئين درجي جي جاگير عطا ڪئي ويئي. اها زمين ڪيس تعلقي سکر ضلع شڪارپور ۾ ڏيڻ گهرجي. ڇوته خانبهادر موصوف پوري پوري ديانتداري ۽ ايمانداريءَ سان سرڪار جي خدمت ڪئي آهي ۽ اجا تائين ڪندو رهي ٿو.

(٢) خان بهادر خداداد خان جي بهترين خدمتن جو احوال ڪيترائي ڀيرا ڪيترن ئي ڪمشنر صاحبن وقت بوقت سرڪار جي ڌيان تي پئي آندو آهي، انهيءَ ڪري آنهن ڳالهين کي وري وري دهرائڻ جي گهٽي ضرورت نہ آهي. جيڪڏهن سنڌس سموريون ڪارگذاريون قلمبند ڪيون وينديون، تہ دفتر ڀرجي ويندا. انهيءَ ڪري هن جي متعلق جيڪا استدعا ڪئي پئي ويئي، هو آن جو لائق بہ آهي ۽ حقدار بہ.

(٣) خان بهادر خداداد خان، آنجهاني سر وليم ميري ويدر صاحب جي ماتحت، ڪيترن ئي نازڪ سياسي معاملن سان واسطو رکندو رهيو آهي، ۽ ميري ويدرصاحب هن جي باري ۾ هيٺيون نوٽ لکيو آهي. سال ١٨٧٦ع جي انهيءَ رپورٽ ۾، جا هندوستان جي سرڪار ڪي موڪلي هئائين ۽ جنهن ۾ خان بهادر خداداد خان کي نيڪ ناميءَ جي پرواني ڏيڻ لاءِ بہ لکيو هئائين، ميري ويدر صاحب لکيو هو تہ:

هيءُ منشي (خان بهادر خداداد خان) گهٽي عرصي کان سرڪار جون بهترين خدمتون ڪندو رهيو آهي. هيءُ شخص پهريون دفعو سر ايف. جي گولڊ اسمڊ صاحب سان گڏجي سال ١٨٥٨ع ۾ جيسلمير ۽ پوڪران ڏانهن ويو هو، ۽ سال ١٨٦١ع ۾ ساڳئي صاحب سان گڏجي هڪ خاص خدمت جي سلسلي ۾ مڪران جي ساحل کان لنگهي، اڳتي ويو هو، ۽ انهن پنهي خاص خدمتن جي لاءِ ڪيس ئي منتخب ڪيو ويو هو. جنهن زماني ۾ مسٽر ايس. ميڪسنڊ صاحب خليج فارس ۽ دجلي کان اڳتي وڌي بغداد ويو هو، تڏهن بہ انهيءَ مخصوص خدمت جي لاءِ خان بهادر خداداد خان کي ئي پاڻ سان ساڻ ڪنيو هئائين. مسٽر هيولاڪ صاحب، جو آن کان اڳ ۾ ڪمشنريءَ جي عهدي تي فائز هو، خان بهادر خداداد خان کي سنڌس سهڻين خدمتن سبب هڪ

ترار انعام ۾ ڏني هئائين. خان بهادر خداداد خان ڪيترائي پيرا فارسي، عربي، مڪراني ۽ بلوچي زبانن جي مترجم جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو آهي. ازانسواءِ هيءُ شخص ڪراچيءَ جي ممتحنن جي جماعت جو ممبر به آهي، جا تعليم کاتي جي ساتجت آهي، ۽ پين به ڪيترن ئي اهم سياسي معاملن ۾ وڏو بهرو وٺندو رهيو آهي، جن جي اظهار جي هت ضرورت نه آهي. انهن ڳالهين جي پيش نظر منهنجو خيال آهي ته خداداد خان جي لاءِ نيڪناميءَ جي پرواني ڏيڻ جي جيڪا تجويز پيش ڪئي وئي آهي، ان تي عمل ڪيو وڃي، ڇوته هو بالڪل لائق ۽ ان جو حقدار آهي". ان کانپوءِ جڏهن سر وليم ميري ويدر صاحب سنڌ سان وچڻ لڳو، ته کيس هڪ سٺي ولايتي ترار انعام طور ڏئي ويو هو.

(۴) سال ۱۸٦٦ع ۾ مسٽر ميلول صاحب هيٺينءَ ريت لکيو هو.

"مون کي منشي خداداد خان جي باري ۾ هيءُ نوٽ لکندي، بي حد خوشي ٿي ٿئي ته هو وڏو ذهين منشي ۽ هڪ بهترين ورڪر آهي. هو مسافريءَ کان خواه سخت ڪمن کان نٿو ٿڪجي. هن جون خدمتون نهايت ئي مفيد آهن بنسبت هندو منشين جي، جيڪي بالڪل بيڪار آهن. هيءُ شخص هڪ سفر ۾، جو بالڪل ڏکيو هو، ڪرنل گولڊاسمڊ صاحب سان گڏجي مڪران ڏانهن ويو هو، ۽ پوءِ ڪمشنر صاحب (گولڊاسمڊ) ۽ مون سان گڏجي خليج فارس ۽ بغداد هليو. ان کانپوءِ اسان سان گڏجي سنڌ جي اولهائين جبلن ڏانهن هليو ۽ اتي اسان سان پنج مهينا گذاريائين ۽ انهن ڏينهن ۾ ڪمشنر جي آفيس جا سمورا معاملا به سهٽي نموني سان نباهيائين. جيتوڻيڪ انهن معاملن جي سرانجاميءَ ۾ هن کي وڏيون تڪليفون پهتيون، مگر هن انهن کي انتها درجي جي صبر، تحمل ۽ سياڻپ سان برداشت ڪري، پاڻ کي سرخرو ڪيو.

(۵) سال ۱۸۸۱ع ۾ مسٽر ارسڪين صاحب هن جي لاءِ سفارش ڪئي ته کيس ايڪسترا اسسٽنٽ ڪليڪٽر مقرر ڪيو وڃي، ۽ انهيءَ سفارش ۾ لکيائين ته:

”خان صاحب خداداد خان ١٨٥٣ع کان سرڪاري نوڪريءَ ۾ ۾ داخل ٿيو آهي ۽ سڀني عملدارن (ڪمشنرن) جن جي ماتحت منشيءَ جي حيثيت ۾ خدمتون بجا آنديون اٿس، هن جي بي حد تعريف ڪئي آهي، سال ١٨٥٥ع ۾ سر ايف. جي گولڊ اسمڊ صاحب جي ماتحت جاگيري ۽ سياسي ڪم ڪندو رهيو. ان ڪانپوءِ خاص خدمتن جي سلسلي ۾ ساڻس گڏجي مڪران ۽ جيسلمير ويو. سر ايف. جي گولڊ اسمڊ صاحب سر ليوس پيلي صاحب، سر هنري گرين صاحب، مسٽر هيولاڪ صاحب، مسٽر ميلول صاحب ۽ سر وليم ميري ويدر صاحب سندس سهڻين عادتن، چڱي چال ۽ بهترين خدمتن جي تعريف ڪئي آهي ۽ ڪيس اضافو ڏيڻ جو لائق ٺهرايو اٿن. سال ١٨٦٨ع ۾ سندس حسن خدمت سبب ڪيس دربارِ عام ۾ هڪ عمدي ترار انعام طور ڏني وئي، ۽ سر وليم ميري ويدر صاحب سنڌ کان روانگيءَ وقت هن جي لاءِ هيءَ نوٽ ڇڏيو هو.
”مان ڏاڍو خوش ٿيان ها، جيڪڏهن هن کي (خداداد خان کي) ڪنهن وڏي منصب تي سڌي پگهار ڪٺندڙ ڏسان ها. مگر بدقسمتيءَ سان مون کي اهڙو مناسب موقعو ملي نه سگهيو؛ تنهنڪري مان پوري خاطريءَ سان اها ذمه داري پنهنجي جانشين جي مٿان رکي ٿو وڃان“.

(٦) سال ١٨٨٣ع ۾ خان بهادر خداداد خان کي (انهن ڏينهن ۾ هن کي اجا ڪوبه لقب نه مليو هو) هڪ خاص خدمت سپرد ڪئي وئي يعني سنڌ جي جاگيرن جي تواريخ جي تياري، جنهن ڪري ڪيس پراڻي فارسي رڪارڊ جي پوري پوري ۽ اعتماد جوڳي واقفيت آهي.

(٧) سال ١٨٨٨ع ۾ ڪيس ”خان صاحب“ جو لقب ڏنو ويو. انهيءَ وقت (٢-آگسٽ ١٨٨٨ع) سر چارلس پرچرڊ صاحب (ڪمشنر سنڌ) چيو ته ”خان صاحب خداداد خان سرڪار جو جهونو ملازم آهي. هن جي ملازمت ٣٥ سالن جي عرصي کان زياده آهي ۽ سندس ملازمت جو گهڻو عرصو ڪمشنر صاحب جي آفيس ۾ گذريو ويو آهي. جوانيءَ جي زماني ۾ ڪن سياسي معاملن جي سلسلي ۾ چڱي مسافري ڪئي اٿس،

انهن مان ڪي معاملا اهڙا به هئا، جن ۾ سندس حياتيءَ کي نقصان پهچڻ جو انديشو هو. انهن ڳالهين کان قطع نظر، مون کي هن جي گذشته ملازمت جي باري ۾ انتها درجي جي خوشي ٿيي ٿئي (جڏهن مان ڏسان ٿو) ته هن جي هٿان ڪهڙا ڪهڙا نازڪ ڪم سرانجام ٿيا آهن. حالانڪ هن جو واسطو فقط سياسي ڪمن سان هو. ملڪ معظمه ۽ قيصرهٔ هند (وڪٽوريه) جي جبليءَ جي زماني ۾ هن ڪي انهيءَ لقب ڏيڻ واسطي درخواست ڪئي وئي هئي. پر انهيءَ لقب جو انعام هن جو آخري انعام نه آهي. ڇوته هن جي خدمتن جو سلسلو (ملازمت) اڃا جاري آهي. اهو انعام محض هڪ علامت آهي هنن جي ڊگهي ۽ بهترين خدمات جي اعتراف جو.

(٨) سال ١٨٩٢ع ۾ آنريبل مسٽر جيمس صاحب سرڪار کي سفارش ڪري، هن کي "خان بهادر" جو خطاب انهيءَ ڪري ڏياريو، جو هو گهڻي عرصي تائين (ڪمشنر جي آفيس ۾ رهڻ سبب سنڌ جي معززن کان چڱي طرح واقف آهي ۽ اهي ماڻهو، جي ڪمشنر جي آفيس ۾ ايندا رهن ٿا، انهن جي شرافت، لياقت ۽ سنڌي خدمتگذارين جي جاڻ رکي ٿو ۽ اهڙين نازڪ ڳالهين کان باخبر ڪرڻ سبب ڪمشنر جي آفيس ۾ هن جو رهڻ بي حد قيمتي آهي، ايڏو قيمتي، جو اُن جو اندازو لڳائڻ ناممڪن آهي.

(٩) ١٨٩٦ع جي اپريل جي آخر ۾ آنريبل مسٽر جيمس صاحب هڪ ارادو ڪيو هو، جو هن سرڪار کي بروقت لکڻ مناسب نه سمجهيو، پر اُن جي متعلق پنهنجي آفيس ۾ نوٽ ڇڏيائين ته "جڏهن خان بهادر (خداداد خان) پينشن تي وڃي، ۽ انهيءَ وقت، مان سنڌ جو ڪمشنر نه هجان، ته به سندس ايمانداري ۽ بهترين خدمتگذاريءَ سبب، جي نهايت ئي مفيد ثابت ٿيون آهن، هو خاص انعام جو لائق ۽ حقدار آهي، بشرطيڪ آخر تائين ساڳئي نموني نوڪري ڪندو رهي، جيئن هن وقت تائين ڪندو رهيو آهي". وري جولاءِ ١٨٩٨ع ۾ پنهنجي

آفيس ۾ هيءَ نوٽ چڙهيائين تہ "خان بهادر خداداد خان جڏهن پينشن تي وينڊو، تہ سر بارٽل فريئر صاحب جي حڪمرانيءَ جي زماني جا راز (يعني انهيءَ وقت کان وٺي اڄ تائين جا راز)- ۽ علم ۽ معلومات جي خزاني جون صندوقون پاڻ سان کڻي ويندو".

(١٠) انهن ڳالهين جي مان اميد رکان ٿو تہ بمبئيءَ سرڪار، هند سرڪار کي سفارش ڪندي، خان بهادر خداداد خان کي جاگير ڏيڻ جي باري ۾، جنهن جي سفارش هتان ڪئي وئي آهي. هن کان اڳ ۾ بہ خان بهادر فيض محمد خان ڊپٽي ڪليڪٽر کي جاگير ڏني وئي هئي، جڏهن هن پينشن ورتسي هئي. ملاحظہ ٿئي سرڪار جو حڪم نمبر ٥١٨٦، مؤرخہ ٢٣-فيبروري ١٨٩٢ع.

(١١) خان بهادر فيض محمد خان جي نوڪريءَ جو عرصو ٣٦ سال هو، ۽ خداداد خان جو ٤٥ سال آهي. فيض محمد خان کي هڪ هزار ايڪڙ جاگير عطا ڪئي وئي هئي ۽ خداداد خان جي لاءِ مان فقط ٽي سؤ ايڪڙن جي سفارش ٿو ڪريان، ۽ هوئنئن بہ تجويز ڪيل زمين سندس قبضي ۾ آهي.

(١٢) مان اميد ٿو ڪريان تہ بمبئي سرڪار منهنجي تجويز کي پسند ڪري، هند سرڪار کي سفارش ڪندي.

صحيح
آر. جائيلس
ايڪٽنگ ڪمشنر سنڌ

٥- سال ١٣١٦هہ مطابق ١٨٩٨ع جي آخر ۾ (مسٽر جائيلس) ڪراچيءَ کان مختصر عملو ساڻ ڪري نڪتو ۽ سنڌ جي اڪثر ضلعن جو دورو ڪيائين. پهرِ يائين نوشهرو فيروز ۾ پهتو. سڄي ضلعي جا ڳوٺ ۽ گهر پنهنجين اکين سان ڏٺائين ۽ هر شيءِ آباد، غير آباد، ڪلر، نهري پاڻي ۽ هٿرلن ۽ کوهن وغيره جي پاڻي جو معائنو ڪرڻ بعد، سرڪاري ڊل بست ڪرڻ جي باري ۾ تجويزون تيار ڪيائين. پوءِ سکر ۽ شڪارپور ويو ۽ اتي بہ

اهڙيون ئي تجويزون تيار ڪيائين. اها سچي محنت ۽ ڪوشش رعيت جي ڀلائي خاطر، جا خالق اڪبر جي مخلوق آهي، پاڻ تي هموار ڪيائين. راقم الحروف، جو سيني ڪمشنر صاحبن سان سفر ۾ هميشه گڏ رهيو آهي، ڪنهن به ڪمشنر ڪي اهڙو جفاڪش ۽ محنتي نه ڏٺو آهي، سواءِ هڪ ڪمشنر مسٽر جيمس صاحب جي جڏهن هو روهڙيءَ ويو ته اتي رهي، روهڙي تعلقي جي ڳوٺن جو بالڪل اهڙيءَ ريت ئي معائنو ڪيائين ۽ ائين ئي سرڪاري ڍل مقرر ڪيائين. نه ته وڏا عملدار (ڪمشنر) جي گويا سنڌ جا بادشاه هئا، پنهنجي سر ايڏي محنت ۽ مشقت ڪرڻ پسند نه ڪندا هئا. (حقيقت هي آهي ته) خدا ترسيءَ، نيڪ نيتيءَ ۽ رعيت پروريءَ جو راز اهڙي ئي محنت ۽ مشقت ۾ پوشيده آهي (جهڙي جيمس صاحب ۽ جائيلس صاحب ڪئي) ۽ حاڪمن تي رعيت جو اهڙو حق به آهي، جو ڪين ادا ڪرڻو آهي.

٦- سال ١٣١٦هه مطابق ١٨٩٩ع جي شروع ۾ طاعون جي بيماريءَ ڪراچي جي شهر جي مٿان ٻيون دفعو اچي ڪڙڪي. جائيلس صاحب هن منحوس بيماريءَ جي مقابلي ۽ خاتمي لاءِ خوب ڪوشش ڪئي ۽ تمام زبردست اپاءَ ورتائين، جنهنڪري بيماري ڪراچي شهر کان ٻاهر نه نڪتي ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۽ ڳوٺن ۾ نه پکڙي. البت ڪراچيءَ ۾ ماڻهن کي لڏ پلاڻ سبب تڪليفون پهتيون ۽ پئسو به خرچ ٿيو، مگر هنن جي صحت ۽ حياتي بچي، ۽ حڪمرانن جو اصلي مقصد به اهوئي هو.

## آنريبل جيمس صاحب جو پنجون ڀيرو اچي چارج وٺڻ

٢٧- ذوالقعد ١٣١٦هه مطابق ٦- اپريل ١٨٩٩ع بامبي ڪائونسل جي ممبريءَ کان فارغ ٿيڻ بعد ڪجهه ڏينهن هندوستان جي وڏن شهرن جو سير سياحت ڪيائين ۽ اتان جون عجيب و غريب شيون ڏسي، ريل گاڏيءَ جي رستي ڪراچيءَ آيو

۽ ڪمشنري بنگلي کي پنهنجي قيام پذيريءَ سان رونق بخشيائين، انهي موقعي تي ايڪٽنگ ڪمشنر مسٽر آر. جائيلس صاحب، جيمس صاحب جي شخصيت جي اهميت سبب ڪراچي شهر جي اڪثر معززن مثلاً يورپين (جي ڪراچيءَ ۾ رهندا آهن) پارسين، مسلمانن ۽ هندن کي دعوتناما موڪلي، ڪمشنر صاحب جي بنگلي جي ايوان ۾ هڪ شاندار جلسو منعقد ڪيو، جنهن ۾ هرقسم جي کاڌي پيتي، ميوي، مٺائي، برف ۽ شربت وغيره جو بندوبست ڪيل هو. اگرچه راقم الحروف بہ دستوريءَ ريت دعوتنامي جي ذريعي مدعو هو، تاهم مسلمانن کي کارائڻ پيارڻ جو سچو انتظام راقم الحروف جي هٿ ۾ هو. هيءَ هڪ سٺي مجلس هئي. انهيءَ موقعي تي مسٽر جائيلس صاحب پنهنجي اسسٽنٽ مسٽروان صاحب ۽ راقم الحروف سميت دروازي تي موجود هو ۽ دعوت تي آيل معزز مهمانن جو جيمس صاحب سان تعارف ڪرائي رهيو هو. سڀئي مهمان نهايت ئي خوش ٿيا ۽ خورد نوش، انگريزي ساز پڌڻ ۽ پين عجيب وغريب تماشن ڏسڻ بعد ستين بجي شام جو پنهنجن گهرن ڏانهن روانا ٿي ويا. اهو دلي محبت جو هڪ شاندار مظاهرو هو، جو انهيءَ مجلس ۾ ڪيو ويو.

١- ذوالقعد ١٣١٦ھ جي آخري تاريخ، جا مطابق هئي ١٢- اپريل ١٨٩٩ع جي، ڪراچي جي فريئرهال ۾ هڪ تمام وڏو جلسو منعقد ٿيو، هن مقصد سان تہ سنڌ جي باشندن کي اها ڳالهہ چڱي طرح ذهن نشين رهي تہ آنجهاني سر بارٽل فريئر صاحب سال ١٢٦٨ھ مطابق ١٨٥١ع کان سال ١٢٧٦ھ مطابق ١٨٥٩ع تائين سنڌ جي ڪمشنريءَ جي عهدي تي قائم هو ۽ هن پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ سنڌ جي سڌاري، تعمير ۽ ترقيءَ جي لاءِ تمام چڱا ڪم ۽ نهايت ئي سهٺا بندوبست ڪيا، جن سان گهڻن جو احوال مٿي سنڌ س دور حڪومت جي ذڪر ۾ ڪيو ويو آهي، ۽ پنهنجي سرڪاري فرض ادائي جو عرصو پورو ڪرڻ بعد ولايت ويو ۽ اتي راه رباني وٺي ويو. انهيءَ

موقعي تي فريئر صاحب جي اهليه محترمه، سندس هڪ خوبصورت قدآدم تصوير فريئر هال ۾ يادگار طور رکڻ لاءِ موڪلي.

۲- آنريبل جيمس صاحب ڏاڍو وسياڻو ۽ اهڙين تقريبن منعقد ڪرڻ جو شائق هوندو هو. جنهنڪري انهن معزز ماڻهن کي به، جي فريئر صاحب کي سڃاڻندا هئا، ڪراچيءَ جي ايڪٽنگ ڪليڪٽر مسٽر جي. سليڊن صاحب جي معرفت ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي پاران دعوتناما ارسال ڪرائي، مدعو ڪيائين ۽ انهيءَ يادگار تقريب ۾ سڀني معزز مهمانن کي ڪرسين تي ويهاريائين، جنهن کي جهنڊين سان سينگاريو ويو هو. آنريبل جيمس صاحب، ايڪٽنگ ڪمشنر جائيلس صاحب، ڪن معزز يورپين ۽ نامور شخصيتن سان گڏجي ڊائيس تي ويٺو، جا پڻ حاضرين جي نشست گاه کان ڪجهه ڪن بلند ڪئي وئي هئي.

پوءِ جيمس صاحب اٿي، حاضرين مجلس کي خطاب ڪيو ۽ آنجهاني فريئر صاحب جي ڪارگذارين جي واکاڻ ڪيائين. فريئر صاحب سان جن ماڻهن جي دوستي ۽ ڄاڻ سڃاڻ هئي، انهن جو ذڪر به ڪيائين ۽ سندن نالن کڻڻ وقت راقم الحروف جو نالو بہ کنيائين. جيمس صاحب جنهن وقت تقرير ڪري رهيو هو، انهيءَ وقت راقم الحروف هن جي بلڪل ويجهو ۽ سندس اکين آڏو بيٺل هو. راقم الحروف، فريئر صاحب کي چڱي طرح سڃاڻندو هو ۽ سندس ماتحتيءَ ۾ ڪيترين ئي خدمتون سرانجام ڪيون هئائين. انهيءَ ڪري جيمس صاحب، راقم الحروف ڏانهن اشارو ڪندي، چيو تہ خان بهادر، جو هت حاضر آهي ۽ منهنجو پراڻو دوست آهي، آنجهاني فريئر صاحب جي حڪمراني جي زماني کان وٺي هن وقت تائين وڏو منشي آهي ۽ پنجيتاليهن سالن کان وٺي تمام سهڻي نموني سان نوڪري ڪري رهيو آهي.

جيمس صاحب کان پوءِ ٻين صاحبن به تقريرون ڪيون ۽ پوءِ فريئر صاحب جي اهليه جي موڪليل تصوير، فريئر هال جي ديوار تي لڳائڻ بعد جلسو برخاست ڪيو ويو.

هن جلسي منعقد ڪرڻ جي سلسلي ۾ معزز ماڻهن جي نالن ڏيڻ ۽ ڪين دعوتنامن موڪلڻ ۾ راقم‌الحروف کان مدد ورتي وئي (ملاحظه ڪريو اپريل ١٨٩٩ع جون انگريزي اخبارون).

٣- ٻهرين ذوالحج ١٣١٦هه مطابق ١٣-اپريل ١٨٩٨ع پنجين بجي شام جو جيمس صاحب سڀني زيردست آفيسرن کي ڪمشنريءَ ۾ گهرائي، انهن سان معززن سان موڪلائيءَ جو هٿ ملايو، جن ۾ راقم‌الحروف به شامل هو، ۽ باقي ملازمن کي زبان سان "خدا حافظ" چئي ۽ گهوڙا گاڏيءَ تي سوار ٿي، ڪياماڙيءَ ڏانهن روانو ٿيو ۽ ڪياماڙيءَ جي بندرگاه کي رونق بخشي، وڏيڪ رونقدار بڻايائين. اگرچه راقم‌الحروف سان اڳ ۾ ئي هٿ ملائي خدا حافظ چيو هئائين. تاهم راقم‌الحروف، جو سندس مروت ۽ شفقت سبب سندس ٿورائتو هو، پنهنجي گهوڙا گاڏيءَ کي سندس گهوڙا گاڏيءَ جي پٺيان آڻي، ٻين يورپي ۽ سنڌي معززن سان گڏجي کيس دوباره خدا حافظ چيو. سنڌ جا ٻاشندا جيئن ته سندس حسن سلوڪ جي ڪري سندس احسانمند هئا، انهيءَ ڪري مٿس گلن جي ورکا ڪري، کيس ڏاڍو خوش ڪيائون، ۽ راقم‌الحروف به سڀني معززن جي روبرو وڏي اشتياق ۽ جوش خروش سان هيءُ بيت پڙهيو:

بسفر رفتنت مبارکباد،
بسلامت روي و باز آئي.

(تنهنجي سفر تي روانگي شال مبارڪ ثابت ٿئي،
خير سان وڃين ۽ خير سان موٽي اچين).

بيشڪ، اهڙو رعيت نواز، زيردستن تي مهربان ۽ عوام سان ايڏي مروت ۽ خوش خلقيءَ سان پيش اچڻ وارو بيو ڪو به

حاڪم نہ هوندو، سر دست هو (جيمس صاحب) سر چارلس اليونٽ صاحب جي جاءِ تي بامبي ڪائونسل جو ايڪٽنگ ميمبر مقرر ٿيو آهي. مگر الله تعاليٰ جي بارگاه مان قوي اميد آهي تہ هو انهيءَ دل گهرئي عهدي تي مستقل طور تي فائز رهندو. (آمين ثم آمين).

## مسٽر جائيلس چوٿون پيرو ايڪٽنگ ڪمشنر ٿيو

۱- ذوالحج ۱۳۱۶ھ مطابق مئي ۱۸۹۸ع ۾ حضرت پير بابرڪت مولانا و مرشدنا مرحوم پير غلام محي الدين صاحب جيلاني عليہ الرحمت راڻي پور (رياست خيرپور) ۾ رحلت فرمائي (انا لله و انا اليہ راجعون). پير صاحب موصوف سنڌ ۾ رهندڙ جيلانين جو سردار هو. سندس جانشين سندس وڏو فرزند پير محمد صالح شاه صاحب ٿيو ۽ پنهنجي آبائي مسند تي رونق افروز ٿيو.

۲- هلندڙ سال (۱۳۱۶ھ مطابق ۱۸۹۹ع) ۾ بمبئي سرڪار وٽان انهيءَ سفارش جو جواب آيو، جا راقم الحروف جي پينشن بابت هئي ۽ جنهن جو احوال مٿي آنريبل جيمس صاحب بهادر جي ڪارگذارين ۾ بيان ڪيو ويو آهي، تہ سرڪار نامدار جي جاري ڪيل قانون موجب ضروري آهي تہ جنهن وقت سرڪاري ملازم، سرڪاري ملازمت کان رٽائر ڪري، انهيءَ وقت سندس حقن ۽ خدمتن تي نظر ڪئي وڃي.

۳- محرم الحرام سال ۱۳۱۷ھ مطابق جون ۱۸۹۹ع ۾ راقم الحروف، سرڪاري خدمات ۽ ملازمت کان سبڪدوشي (رٽائرمنٽ) جي درخواست ڪئي. جنهنڪري مسٽر جائيلس صاحب ايڪٽنگ ڪمشنر دوباره پينشن جي باري ۾ سفارش ڪئي، جا سندس پهرين سفارش کان بهتر، بلڪ تمام بهتر هئي ۽ ان ۾ اهڙا قوي ۽ مضبوط دليل ڏنائين، جو ڪنهن بہ طرح پينشن ۾ ذري جيتري ڪمي بہ نہ ٿئي. سنڌ ۾ ۽ سنڌ کان

پاهر ڪيل خدمتن جي نشاندهي ڪيائين ۽ لکيائين ته جيڪڏهن خان بهادر خداداد خان پندرهن سال کن اڳ پينشن جي لاءِ درخواست ڪري ها، ته سرڪار کي تمام گهٽي رقم ڏيڻي پوي ها.

راقم الحروف کي اگرچه انهيءَ سفارشي تحرير جو نقل نه ڏنو ويو آهي، تاهم جائيلس صاحب جي مردم شناسي ۽ لائقيءَ ۾ اميد آهي ته تمام سٺو لکيو هوندائين، جو گهٽيءَ عرصي کان هن خاڪسار راقم الحروف کي سچاڻي ٿو ۽ الله ۾ وڏي اميد آهي، ته اها سفارش، جا خاص سفارش آهي، ڪارائتي ثابت ٿيندي.

٤- جمادي الآخر ١٣١٧هه مطابق آڪٽوبر ١٨٩٩ع جي آخر ۾ هندوستان جي سرڪار نامدار وٽان بمبئي سرڪار جي معرفت دوپشتي جاگير يعني ٽئين درجي جي جاگير جي منظوري پهتي، جنهن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي. سرڪار نامدار جو حڪم نامو بالڪل انهيءَ سفارش جي مطابق آهي، جا ايڪٽنگ ڪمشنر صاحب ڪئي هئي، بلڪ حڪمنامي ۾ مهرباني فرمائي هئين به لکيو ويو آهي ته ”خان بهادر خداداد خان جي لاءِ سندس گوناگون خدمتن سبب، جي سنڌ جي اندر ۽ سنڌ کان پاهر بجا آنديون اٿس ۽ سندس سچائي ۽ ڊگهي ملازمت سبب، جا پنجيتاليهه سال ڪئي اٿس، خصوصي منظوري ڏني وڃي ٿي مگر هن کانپوءِ ڪنهن به آفيسر کي جاگير ڏيڻ لاءِ سفارش نه ڪئي وڃي.

سرڪار جو ٺهراءُ، جو راقم الحروف کي مليو آهي، ان جو ترجمو لکيو وڃي ٿو.

جاگير جي منظوري اچڻ شرط سنڌ جي ڪمشنر وٽان مسٽر وان صاحب جي صحيح سان مبارڪباد جو هيٺيون خط پهتو.

منهنجا پيارا خان بهادر!

شايد اوهان کي اطلاع مليو هوندو ته سرڪار وٽان تي سؤ ايڪڙ جاگير جي منظوري اچي وئي آهي. جنهن ڪري ايڪٽنگ

ڪمشنر مسٽر آر. جائيلس صاحب اوهان کي مبارڪباد ٿو چوي. اميد آهي تہ اسان جو دوست خوش هوندو.

١٠-آڪٽوبر ١٨٩٩ع.

اوهان جو مخلص دوست
جي. پي وان اسسٽنٽ ڪمشنر

ازانسواءِ ڪيترن ئي مخلص ۽ گهاٽن دوستن ۽ وڏن ماڻهن، جن ۾ يورپي بہ شامل آهن ۽ سنڌي بہ، مبارڪباد جا خط مليا، جن جا ذڪر طوالت جي انديشي جي ڪري درج نٿا ڪيا وڃن.

## جاگير جي منظوريءَ بابت انگريزي حڪمنامي جو ترجمو

منتخب فقرا: نمبر پهريون ۽ نمبر ٽيون. بمبئي سرڪار جي مراسلي نمبر ٢٢، مؤرخہ ٦-جنوري ١٨٩٩ع منجهان، جو هند سرڪار جي امور خارجہ جي سيڪريٽري صاحب (وزير) کي موڪليو ويو.

(فقرو پهريون) مون کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ مان هند سرڪار جو ڌيان مبارڪ سنڌ جي ڪمشنر صاحب جي مراسلي نمبر ٩٣٨، مؤرخہ ١٢-آڪٽوبر ١٨٩٨ع ڏانهن مبذول ڪرايان، جنهن ۾ ڄاڻايل آهي تہ خان بهادر خداداد خان، جو سنڌس آفيس جو وڏو منشي آهي ۽ هاڻي ملازمت کان سبڪدوشيءَ جو ارادو ٿو رکي، هن جي قابل قدر ملازمت سبب، جا پنجيتاليهن سالن کان زياده عرصي تائين رهي آهي، کيس ٽي سؤ ايڪڙ رعيتي زمين، جا تعلقي سکر ضلع شڪارپور ۾ آهي، عطا ڪئي وڃي ۽ جيڪا هاڻي بہ سندس ئي نالي آهي.

(فقرو ٽيون) مان ڪمشنر صاحب جي تجويز کي خيال ۾ ٿو آڻيان، جا خان بهادر فيض محمد ولد ڏٽي ڏني سابق ڊپٽي ڪليڪٽر ضلعي ٿرپارڪر جي باري ۾ هئي تہ کيس انهيءَ ضلعي جي اندر هڪ هزار ايڪڙ غير آباد زمين ڏني وڃي. اها تجويز هند سرڪار جي روينو ۽

ايگريڪلچرل کاتن جي پاران جاري ڪيل حڪمن نمبر ١٣٢، ۽ ١١١٨ مؤرخه ٧-جون ١٨٩٢ع جي ماتحت منظور ڪئي وئي هئي. انهيءَ مثال کي مد نظر رکي، ڪمشنر صاحب سفارش ڪئي آهي ته جيڪڏهن هيءَ جاگير منظور ڪئي وڃي ته ٽئين درجي جي دستوري جاگيري شرطن موجب منظور ڪرڻ ۾ اچي، يعني پهرئين شخص کي (جنهن کي جاگير ڏني وڃي ٿي) ڏل معاف ڪئي وڃي. ٻئي شخص کان (هن جي اولاد کان) ڏل جو چوٿون حصو ورتو وڃي ۽ ان کانپوءِ جيئن مناسب، هجي اوڻئين ڪيو وڃي. اها زمين حقاب جي سيني لوازمن جي ادائگيءَ کان معافيءَ جي لائق هوندي.

منتخب فقرو پهريون. مراسلي نمبر ٨٨١ ۽ ١٨٩٢، مؤرخه ٢٥-اپريل ١٨٩٩ع منجهان، جو هند سرڪار جي روينيو ۽ ايگريڪلچرل کاتن جي سيڪريٽري (وزير) بمبئي سرڪار جي پوليٽيڪل سيڪريٽري (وزير) کي موڪليو:

مون کي حڪم ڪيو ويو آهي ته ماڻ مراسلي نمبر ٣٢، مؤرخه ٦-جنوري ١٨٩٩ع جي رسيد موڪليان، جو امور خارجه جي کاتي کي لکيو ويو هو، ۽ جنهن ۾ سفارش ڪيل هئي، ته خان بهادر خداداد خان ڪمشنر سنڌ جي آفيس جو وڏو منشي، جو عنقريب ملازمت کان سبڪدوش ٿي، پينشن تي وڃڻ وارو آهي، ان کي ٽي سؤ ايڪڙ رعيتي زمين جاگير ڪري ڏني وڃي، جا هن وقت تعلقي سکر ضلعي شڪارپور ۾ سنڌس نالي آهي. جاڪاڻ ته هن پنجيتاليهن سالن کان به زياده عرصي تائين ملازمت ڪئي آهي، جا نه صرف ڊگهي عرصي واري ملازمت آهي، پر نهايت سٺي ۽ نهايت ئي مفيد به. اها سفارش منظور ڪئي ٿي وڃي، ۽ اهو به منظور ڪيو ٿو وڃي ته اها زمين جنهن کي ڏني ٿي وڃي، ان جي حياتيءَ ۾ روينيو ڏل کان آزاد هوندي ۽ ان کانپوءِ سندس پٽن کان ڏل جو چوٿون حصو ورتو ويندو.

نمبر ٢٠٨، مؤرخہ ٧ مارچ ١٩٠٠ع. پوليٽيڪل ڊپارٽمنٽ.
ڪمشنر صاحب جي آفيس ڪيمپ سکر.
خان بهادر خداداد خان کي انتخاب موڪليو ٿو وڃي، سندس معلوميت جي لاءِ.

حسب الحکم

مسٽر جي. بي وان صاحب

ايڪٽنگ اسسٽنٽ ڪمشنر صاحب سنڌ

## مسٽر جيمس جو بامبي ڪائونسل جي ميمبريءَ تان موٽي اچڻ بعد چوٿون ڀيرو چارج وٺڻ

جمادي الاول ١٣١٧ هه مطابق آڪٽوبر ١٨٩٩ع جي آخر ۾ جيمس صاحب بمبئي کان ڪراچيءَ آيو ۽ سندس تشريف آوريءَ تي ڪراچيءَ ۾ رهندڙ معزز يورپي ۽ سنڌي آفيسرن سندس استقبال ڪيو، جن ۾ راقم الحروف به شامل هو. جيمس صاحب ڪمشنريءَ جي ڪرسيءَ تي جلوه افروز ٿي، پنهنجي عهدي جو ڪاروبار دستور موجب هلائڻ شروع ڪيو، جنهن کان هو پوري طرح آگاه هو.

١- انهيءَ سال (١٣١٧ هه مطابق ١٨٩٩ع ۾) جناب لارڊ ڪرزن صاحب بهادر هندوستان جو فرمان فرما (گورنر جنرل ۽ وائسراءِ) ٿيو، جو هڪ مشهور روشن دماغ حڪمران هو.

٢- رجب المرجب ١٣١٧ هه مطابق نومبر ١٨٩٩ع ۾ بمبئي جو گورنر جناب لارڊ سينڊهرسٽ صاحب بهادر ڪراچيءَ تشريف آور ٿيو. جنهن ڪري آنريبل جيمس صاحب بهادر ڪراچيءَ جي ڪيترن ئي يورپين، پارسين، مسلمانن ۽ هندن کي ڪمشنريءَ جي ايوان ۾ مدعو ڪيو، جن ۾ مرد به هئا ۽ عورتون به. مجلس ۾ قسم قسم جا ميوا به موجود هئا ۽ شربت چاءِ وغيره به، جي پڻ تناول ڪيائون ۽ لارڊ موصوف سان بہ ملاقات جو شرف حاصل ڪيائون. انهن ئي ڏينهن ۾ فريئر هال ۾ هڪ

دَربار دُربار منعقد ٿي ۽ سرچارلس پرچرڊ صاحب سابق ڪمشنر سنڌ جي هڪ دلپذير تصوير لڳائي وئي. انهيءَ ئي موقعي تي ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي پريزيڊنٽ راءِ بهادر ٽهلرام کي، جنهن طاعون جي بيماريءَ وقت مدد ڪئي هئي، هڪ تمغو ۽ سي. آءِ. اي جو لقب ڏنو ويو. ڪن ماڻهن کي نيڪناميءَ جا پروانا عطا ڪيا ويا ۽ ٽن جي ماڻهن کي به خوش ڪيو ويو، جن طاعون جي بيماريءَ وقت خدمت ڪئي هئي. انهن سڀني دربارن ۽ مجلسن ۾ راقم‌الحروف به مدعو ۽ شريڪ هو. جناب گورنر صاحب، جو راقم‌الحروف کان چڱي طرح واقف هو ۽ جنهن جو احوال ڪيترائي ڀيرا مٿي بيان ڪيو ويو آهي، پنهنجي طويل ملاقات سان راقم‌الحروف کي خوش ڪيو.

٣- رجب المرجب ١٣١٧هه جي وچ ۾ نومبر ١٨٩٩ع جي آخر ۾ بمبئي جو گورنر جناب لارڊ سينڊهرسٽ صاحب بهادر، ڪمشنر صاحب ۽ پنهنجي مختصر عملي سان گڏجي حيدرآباد ويو، جتي دربار منعقد ڪري، حيدرآباد جي ميرصاحبن، سرڪاري ملازمن ۽ نامور ۽ معزز ماڻهن سان ملاقاتون ڪيائين. "جمڙاؤ واه" تي پهچي، هڪ دربار منعقد ڪري، واه جو افتتاح ڪيائين. پوءِ رياست خيرپور ۽ ڪوٽ ڏجيءَ ۾ سر مير فيض محمد خان صاحب والي رياست خيرپور سان ملاقات ڪيائين، ۽ هر قسم جي جانورن جو شڪار به ڪيائين. ان کان پوءِ هڪ اسپيشل ٽرين ۾ سوار ٿي، سکر کي پنهنجي تشريف آوريءَ سان رونق بخشيائين. سکر ۾ يورپي معززن، سرڪاري آفيسرن، خيرپور جي ميرصاحبن ۽ ٻين جاگيردارن کي ملاقات جو شرف عطا ڪيائين. انهيءَ وقت سڀني معززن ۽ آفيسرن کان اول راقم‌الحروف سان هٿ ملائي شڪرگذاريءَ جو موقعو ڏنائين، ۽ ڏيڍ ڏينهن اتي رهڻ بعد ڪراچيءَ جي رستي بمبئيءَ روانو ٿي ويو. انهيءَ ملاقات جو ثبوت هيٺين خط (نمبر ٢٧٨٨، مؤرخه ١٣- نومبر ١٨٩٩ع) مان ملندو، جو جناب ڪليڪٽر صاحب ضلعي شڪارپور جو لکيل آهي:

عزت پناه خانِ بهادر خداداد خان ساڪن سکر، سلامت هجو
جناب گورنر صاحب بهادر بمبئيءَ، صبح جو نوين بجي سکر اسٽيشن تي رونق افروز ٿيندو ۽ سندس خوش آمديد ۽ استقبال لاءِ سرڪاري آفيسرن ۽ ٻين معزز ماڻهن جو اڳواٽ اچڻ ضروري آهي. انهيءَ ڪري لکجي ٿو ته اوهان به پاس وٺي، گورنر صاحب جي سلام ۽ ملاقات جو شرف حاصل ڪندا.

صحيح
مسٽر ميولس صاحب بهادر
ڪليڪٽر ضلع شڪارپور

٤- شعبان المعظم ١٣١٧ هه مطابق ڊسمبر ١٨٩٩ع جي آخر ۾ جناب پير شاه مردان شاه صاحب سجاده نشين ساڪن ديهه پيرصاحب تعلقو روهڙيءَ، جي باري ۾ هڪ مقدمي ۾ فتحيابيءَ جي فتوىٰ جي خبر مشهور ٿي. سندس وڏي ڀاءُ پير ظفر علي شاه، ضلعي ڪورٽ ۾ هن جي خلاف بي واجبي ۽ ناحقي دعوىٰ داخل ڪئي هئي، پر جيئن ته انصاف جي نظر ۾ مدعيءَ جي دعوىٰ بالڪل بي واجبي هئي، انهيءَ ڪري رد ٿي وئي. انهيءَ فتوىٰ جي ڪري گهڻائي خيرخواه دوست ۽ مريد خوش ٿيا. انهيءَ خوشيءَ جي موقعي تي راقم الحروف کي پيرصاحب موصوف وٽان هيٺيون خط موصول ٿيو:

خان صاحب مهربان اميد گاه دعاگويان عالي جاه رفيع جائگاه چاچا سائين خان بهادر خداداد خان سلمه الرحمٰن.

مسرت پريل سلامن جي سوڪڙين موڪلڻ ۽ مقدس دعائن ڪرڻ بعد اوهان جي خلوص ڀريءَ دل تي نيڪ روشن هجي، الله تعاليٰ جو شڪر آهي جو ٻنهي طرفن ڏانهن (اسان ڏانهن به ۽ اوهان ڏانهن به) خير يت آهي. مطلب ته گادي ۽ پڳ جي تڪراري مقدمي جي فتوىٰ جي تاريخ ضلعي ڪورٽ جي پاران ٢٣-ڊسمبر ١٨٩٩ع مقرر ٿيل هئي. انهيءَ انتظار ۾ هوس ته مٿين تاريخ ٣ ۽ ٤ بجي ڌاري شام جو مريدن ۽ وڪيل جي پاران موڪليل تار پهتي.

جنهن ۾ مختصر طور تي درج هو تہ "مدعيءَ جي دعوىٰ رد ٿي ۽ پير شاه مردان شاه کي مبارڪباد هجي، جنهن مقدمي جو فيصلو سندس فائدي ۾ ٿيو آهي". تار جو مطلب معلوم ڪرڻ شرط پروردگار جا شڪرانا بجا آندم. اهڙي ئي تار روهڙي ڊويزن جي مهربان اسسٽنٽ ڪليڪٽر صاحب بهادر جي پاران بہ آئي. جنهنڪري ڏاڍي خوشي ٿي. انهيءَ ڳالهہ جو اطلاع هن خاندان جي سڀني دوستن ۽ خير خواهن کي ڏنو ويو آهي ۽ مبارڪباد بہ.
فقط. تاريخ ٢١- شعبان المعظم ١٣١٧هہ.

صحيح
سيد پير شاه مردان شاه پاڳارو
سجاده نشين درگاه مبارڪ

٥- شعبان المعظم ١٣١٧ هہ مطابق ١٨٩٩ع ۾ ساروارڙ، ريگستان ۽ انهيءَ پاسي جي ٻين علائقن ۾ هڪ ٻن سالن تائين برسات نہ پوڻ ۽ ڏڪار پيدا ٿيڻ سبب، انهيءَ ملڪ جا ماڻهو بڪ کان لاچار ٿي، سنڌ ۾ اچي حيران پريشان ڦرندا ٿي وتيا. جنهنڪري صاحب موصوف (جيمس صاحب) سڀني ضلع عملدار ڏانهن احڪام جاري ڪيا، تہ پنهنجي ضلع جي باشندن کان سندن حيثيت آهر چندو وصول ڪري، اطلاع ڏين. جنهنڪري چندي جي وصولي شروع ڪئي وئي. سکر شهر ۾، شڪارپور ضلعي جي ڪليڪٽر مسٽر ميولس صاحب جي حڪم سان معزز ماڻهن جو اجتماع ٿيو، جنهن ۾ ميوليس صاحب هڪ مؤثر ۽ نهايت سُٺي سهڻي تقرير ڪرڻ بعد چندو وصول ڪرڻ شروع ڪيو، جنهن ۾ راقم الحروف جو بہ ڪجهہ حصو شامل هو. ميولس صاحب اهڙي

دلنشين ۽ انتها درجي جي اثرائتي تقرير ڪئي، جو ڪيترائي ماڻهو چندي ڏيڻ جو وعدو ڪري، پوءِ پنهنجن گهرن ڏانهن روانا ٿيا. پراڻي سکر مان چندي وصول ڪرڻ لاءِ راقم الحروف کي مقرر ڪيو ويو. مون چندو وصول ڪري سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرايو. سمورو چندو، جو سڄي سنڌ مان وصول ڪيو ويو هو، پنجاه هزار کن رپيا ٿيو. پوءِ جيمس صاحب جي صلاح سان عمرڪوٽ ۾ هڪ ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ هڪ مختيارڪار مقرر ڪيا ويا، جن جي مٿان مارواڙ ۽ ريگستان جي مصيبت زده ماڻهن ۾ امداد تقسيم ڪرڻ جو ڪم رکيو ويو. ان کان علاوه ڪيترائي ضروري خواه غير ضروري تعميراتي ڪم شروع ڪيا ويا جهڙوڪ واه کوٽائڻ، بند ٻڌائڻ ۽ عام رستا ٺهرائڻ وغيره. اهي ڪم سرڪار ۽ ميونسپالٽين جي خرچ سان ڪيا ويا، تہ جيئن انهيءَ ملڪ جي قحط زده ماڻهن کي مزدوري ملي ۽ سندن شڪم پُري ٿئي. بيشڪ، غريب پرور حاڪم ائين ئي ڪندا آهن.

٦- شعبان المعظم ١٣١٧هہ مطابق ١٩٠٠ع ۾ هڪ تار جي ذريعي، افريقا ۾ بورين کي جنگ ۾ فتح حاصل ٿيڻ جي خبر مشهور ٿي.

٧- انهن ڏينهن ۾ پير شاه مردان شاه سجادہ نشين کي ”حُرّن“ عرف لُرن کي گرفتار ڪرائڻ جي صلي ۾ ”شمس العلماء“ جو لقب ڏنو ويو، ۽ خان بهادر سردار يعقوب خان ڊپٽي ڪليڪٽر ٿرپارڪر کي طاعون جي بيماريءَ وقت مدد ڪرڻ جي صلي ۾ ”سي. اي. آءِ“ جو لقب ڏئي مسرور ۽ سرفراز ڪيو ويو. بيشڪ، هر کہ خدمت کرد، او مسرور شد. اهي جيمس صاحب جون مهربانيون سمجهڻ گهرجن.

انهن ئي ڏينهن ۾ لارڊ نارٿ ڪورٽ صاحب بهادر، بمبئي جي گورنريءَ جي عظيم عهدي تي فائز ٿيو ۽ بمبئي جو

سابق گورنر لارڊ سينڊهرسٽ صاحب بهادر پنهنجي عهدي جا پنج سال پورا ڪري، ولايت روانو ٿي ويو. آنريبل جيمس صاحب بهادر جو اڳئين گورنر جي الوداع ۽ نئين گورنر جي استقبال لاءِ بمبئيءَ وڃڻ ٿيو.

١٠- شوال المڪرم ١٣١٧هه جي ٢٧ تاريخ مطابق فيبروري ١٩٠٠ع ٢٨- تاريخ مسٽر ايڇ. اي. ايم جيمس صاحبُ بهادر سي. ايس. آءِ، ۽ آءِ. سي. ايس ڪمشنر سنڌ پنهنجي اسسٽنٽ مسٽر وان صاحب ۽ ٻين واسطيدار انگريز ۽ سنڌي آفيسرن سميت پاڻيءَ جي جهاز رستي سکر جي بندرگاهه تي لنگرانداز ٿيو، ۽ ان جي ٻئي ڏينهن بندر تي تنبو کوڙي، قيام پذير ٿيو ۽ سکر ۽ روهڙيءَ جي سير سياحت ۾ مشغول رهيو. ذوالقعد ١٣١٧هه جي نائين تاريخ (مارچ ١٩٠٠ع جي ڏهين تاريخ) راقم الحروف جي نيازمندانه دعوت تي پراڻي سکر ۾ منهنجي بنگلي تي اسسٽنٽ ڪمشنر مسٽر وان صاحب سان گڏجي تشريف آور ٿيو ۽ مون کي، منهنجن عزيزن، دوستن ۽ خيرخواهن کي مسرت ۽ عزت بخشيائين، ۽ انهيءَ موقعي تي پنهنجي حيثيت آهر بنگلي کي ۽ ان جي فرش فروش کي سينگارڻ ۽ ڪرسين جي مٿان ڪيمخواب وجهڻ وغيره جي سلسلي ۾ مون کان جيڪي ٿي سگهيو هو، ان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. ناشتو، چانهه ۽ ميوو وغيره تناول فرمايائين. ڪلاڪ کن ترسيو. سڄي بنگلي جو سير ڪيائين ۽ سامان اسباب، تصويرون ۽ لائبريري وغيره ڏٺائين. ان کان پوءِ پنهنجن تنبن ڏانهن روانو ٿيو ۽ روانگيءَ وقت منهنجي ڀائٽي نصيرعلي خان سان ملاقات ڪيائين، جو زميندار آهي. اهڙيءَ ريت منهنجي ننڍي فرزند عبدالحميد خان سان انگريزيءَ ۾ گفتگو ڪيائين ۽ ڪيس تعليم جو سلسلو جاري رکڻ جو تاڪيد ڪيائين. الله تعاليٰ اهڙن حاڪمن کي، جي زيردستن جي مٿان رحم ڪن، هميشه عزت ۽ عظمت جي ڪرسيءَ تي جلوه افروز رکي. موڪلائڻ وقت راقم الحروف جي

هٿ ۾ هٿ ڏئي فرمايائين ته "توهان جيئن ته سهڻي نموني ۽ آرام سان گذارين ٿا، انهيءَ ڪري توهانجي حياتي هڪ سؤ سال کان زياده ٿيندي".

۱۱- ذوالقعد ۱۳۱۷هه جي يارهين تاريخ (مارچ ۱۹۰۰ع جي يارهين تاريخ) سکر ۾ شڪارپور ضلعي جي ڪليڪٽر جي بنگلي جي هيٺان ميدان تي هڪ دَربار دَربار منعقد ڪئي وئي، جنهن ۾ اڪثر معزز مير صاحب، پير صاحب، جاگيردار، زميندار ۽ ارباب وغيره هڪ هزار جي تعداد ۾ مدعو هئا، جي ترتيب وار پنهنجين مقرر ڪيل ڪرسين تي ويٺل هئا. راقم الحروف پهرين صف ۾ ٽئين نمبر ڪرسيءَ تي ويٺل هو. جڏهن دربار مهمانن جي اچڻ بعد چڱي طرح سان رسي وئي، تڏهن مسٽر ميولس صاحب ڪليڪٽر شڪارپور، چند معززن سان گڏجي، جن ۾ يورپي، فوجي سپاهي ۽ ملڪي ماڻهو به شامل هئا، ڪمشنر صاحب کي وٺي اچڻ لاءِ تنبن ڏانهن روانو ٿيو. جناب ڪمشنر صاحب بهادر پنهنجي اسسٽنٽ سميت دربار ۾ تشريف آور ٿيو ۽ ڪيمخواب جي ڪرسيءَ تي رونق افروز ٿيو، جا ٻين ڪرسين کان مٿڀرو رکي وئي هئي. انهيءَ وقت سلاميءَ جون تيرهن توبون ڇوڙيون ويون، ۽ دربار جي سڀني حاضرين پنهنجين ڪرسين تان اٿي، تعظيم ۽ تڪريم بجا آندي. پوءِ مسٽر ايڇ. پي ميولس صاحب ڪليڪٽر شڪارپور پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي، دربار وارن کي خطاب ڪيو ۽ جيمس صاحب جي ڪارگذارين جي تعريف ڪيائين، جيڪي صاحب موصوف سنڌ جي اندر ٽيهن سالن جي عرصي تائين رهي، بجا آنديون هيون ۽ هزارها ماڻهن کي فائدو پهچايو هئائين.

ڪليڪٽر صاحب جي انهيءَ تقرير جو اختصار، جا انگريزي ۽ سنڌي اخبارن ۾ شايع ٿي هئي، هت پيش ڪيو وڃي ٿو:

حاضرين دربار! مون کي يقين آهي ته اوهين ههڙي سهڻي موقعي کي ڪڏهن به وساري نه سگهندا. جيمس صاحب سان ملاقات جو هيءَ موقعو بيشڪ وقت خوشيءَ جو به آهي ۽ غم جو به.

خوشي هن ڪري جو جيمس صاحب هن دربار ۾ مير مجلس آهي ۽ هن ضلعي جا سيئي معزز هٿ ڳنڍ ٿي، سندس تعظيم ۽ تڪريم ڪري رهيا آهن. ڇوته صاحب بهادر سنڌ وارن جي ڀلائي لاءِ وڏيون تڪليفون برداشت ڪيون آهن، جي اڃا تازيون آهن ۽ سنڌ جي باشندن جي دلين تي نقش آهن؛ ۽ غم جو سبب هيءُ آهي جو اسين اهڙي لائق فائق ڪمشنر صاحب بهادر کي هن مسرت بخش مجلس ۾ آخري دفعو ڏسي رهيا آهيون. ڇوته جيمس صاحب هاڻي ٿي هتان رخصت ياب ٿي ولايت آسهي رهيو آهي. صاحب بهادر پورا ٽيهه سال سنڌ جي اندر حڪمران ٿي رهيو آهي ۽ انهيءَ طويل عرصي ۾ سنڌ کي ڪيترن ئي قسمن جا فائدا پهچايا اٿس. صاحب بهادر پهريائين اسسٽنٽ ڪليڪٽر جي عهدي تي فائز هو، جنهنڪري سنڌ جي حالات کان چڱي طرح واقف آهي ۽ شروع کان ئي سنڌ جي بهبودي ۽ بهتريءَ لاءِ هزارها تجويزن تي عمل ڪيو اٿس.

هاڻي مان سندس گذشته ڪارگذارين کان قطع نظر ڪندي، سندس تازين ڪارگذارين جو ذڪر ٿو ڪريان. (سمورين ڪارگذارين بيان ڪرڻ سبب) هڪ طويل داستان ٿي ويندو. "جمڙائو واه" ڏسو، جو داناءَ ۽ تجربيڪار انجنيئرن کان وڏي خرچ سان کوٽايو اٿس. اهڙيءَ ريت اپر سنڌ ۾ "شاهي واه" ۽ ٻيا به ڪيترائي واه کوٽايا اٿس. ازانسواءِ عام ۽ خاص ماڻهن جي ڀلائيءَ خاطر موزون ۽ مناسب هنڌن تي مردن لاءِ جدا ۽ عورتن لاءِ جدا اسپتالون تعمير ڪرايون اٿس. تعليم جي حصول لاءِ "سنڌ مدرسة السلام" ۽ سنڌ ڪاليج" (ڊي. جي. سنڌ ڪاليج) کان علاوه ڪيترائي (پرائمري ۽ سيڪنڊري) اسڪول کوليا اٿس: اسين الله تعاليٰ کان دعا ٿا گهرون ته جيمس صاحب جهڙيءَ ريت سنڌ ۾ ڪوششون وٺي رعيت کي فائدو پهچايو آهي، اهڙي طرح پنهنجي ملڪ (انگلينڊ) ۾ پهچي، خوشي ۽ اطمينان سان وقت گذاري. آمين".

ان کانپوءِ خان بهادر مير گل حسن خان ٽالپر، جيمس صاحب جي بهترين ڪارگذارين، عوام جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ ۽ سندس ذاتي اخلاق بابت چند ڳالهيون چيون، جن جي حاضرين تصديق ڪئي.

آخر ۾ جيمس صاحب پاڻ اٿي تقرير ڪئي، جنهن جو اختصار هت درج ڪيو ٿو وڃي:

"مان ميولس صاحب ڪليڪٽر شڪارپور ۽ خان بهادر مير گل حسن خان ٽالپر جي تقريرن کان بي حد محظوظ ٿيو آهيان ۽ هن دربار جي معزز حاضرين کان تمام خوش آهيان، جن مون کي پنهنجي سلام سان شڪرگذار بڻايو آهي. مان هاڻي اوهان سڀني کي "خدا حافظ" چئي ولايت وڃي رهيو آهيان ۽ اميد آهي ته جتي به هوندس، اتي اوهان جي خوشحاليءَ لاءِ ڪوشش ڪندو رهندس. مان اها به اميد ڪريان ٿو ته مسلمان پنهنجي اولاد کي تعليم ۽ تربيت ڏيارڻ جي ڪوشش ڪندا. ڇو ته سرڪار کي مسلمانن سان هميشه دلچسپي رهي آهي. سرڪار کي يورپي خواه هندو تمام وڏي تعداد ۾ ملازمت لاءِ ملن ٿا، مگر افسوس آهي جو مسلمان تعليم يافته بالڪل ٿورا آهن.

انهيءَ موقعي تي جيمس صاحب کي وري سنهنجي فرزند عبدالحميد خان جي يادگيري آئي ۽ چيائين ته "افسوس آهي جو خان بهادر خداداد خان جهڙي لائق آفيسر جو فرزند چڱي طرح تعليم حاصل نٿو ڪري. وغيره".

پوءِ جناب پيرشاه مردان شاه صاحب کي "شمس العلماء" جي خطاب جي سند ۽ ڪيمخواب جي خلعت عطا فرمائي، سندس تعريف ۾ چند الفاظ چيائين، جو پيرصاحب موصوف حرن جي معاملي ۾ (جن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي) سرڪار جي مدد ڪئي هئي. ان کانپوءِ راقم الحروف کي پنهنجي روبرو سڏي

۽ هٿ ۾ هٿ ڏئي تقرير ڪيائين ۽ ٻي سؤ ايڪڙ جاگير جي سَنَدَ ڪيمخواب جي ٿيلهيءَ ۾ وجهي، ڪيمخواب جي شاندار خلعت سان گڏ عطا ڪيائين. جيمس صاحب جي اها تقرير هت درج ڪئي وڃي ٿي، جا اڪثر انگريزي ۽ سنڌي اخبارن ۾ شايع ٿي چڪي آهي:

"مسٽر خداداد خان سال ۱۸۵۳ع ۾ سرڪاري ملازمت ۾ داخل ٿيو ۽ سال ۱۸۵۵ع ۾ جاگيري ۽ سياسي شعبي ۾ ميجر سر فريڊرڪ گولڊ اسمڊ صاحب (اسسٽنٽ ڪمشنر جاگيرات) جو ماتحت مقرر ٿيو. هندستان جي غدر (۱۸۵۷ع واري آزاديءَ جو انقلاب) واري زماني ۾ گولڊ اسمڊ صاحب سان گڏجي بيابان ۽ ريگستان (ڪڇ جو رڻ) لتاڙي، خفيه مشن تي مخصوص مقصد جي حصول خاطر جيسلمير ۽ پوڪران (مارواڙ) ويو. سال ۱۸٦۱ع ۾ بلوچستان جي پوليٽيڪل ايجنٽ سر هنري گرين صاحب بهادر سان گوادر ۽ اورماڙه (مڪران) ويو، جو ڪن نازڪ ۽ مخفي معاملن جي سلسلي ۾ کيس گرين صاحب سان گڏجي وڃڻ لاءِ منتخب ڪيو ويو هو. سال ۱۸٦۲ع ۾ جام صاحب لس ٻيلي ۽ خان قلات جي ملڪن (بلوچستان) ۾ ٽيليگراف لائين جي انتظام ۾ سرڪار کي مدد ڏنائين. ان کان پوءِ ٻئي سال سنڌ جي ڪمشنر مسٽر ايس مينسفيلڊ صاحب سان گڏجي هندوستان ۽ يورپ جي درميان ٽيليگراف لائين نصب ڪرڻ جي انتظام جي سلسلي ۾ خليج فارس ۽ دجله درياءَ عبور ڪري بغداد ويو. سر وليم ميري ويدر صاحب بهادر (ڪمشنر سنڌ) مٿس مڪمل اعتماد رکي، ڪن مخفي ۽ نازڪ معاملن جي جوابداري کيس سپرد ڪئي. جاگيري ۽ سياسي معاملن کان پوري واقفيت رکڻ سبب ائين مناسب سمجهيو ويو ته جاگيرن جو رڪارڊ اصلاح ۽ تڪميل جي واسطي ساڻس سپرد ڪيو وڃي، جو ۱۸۸۲ع ۾ ساڻس سپرد ڪيو ويو. قوت حافظه جي تيزي، گذشته زماني جي ڳالهين ياد رکڻ، تاريخي معاملن کان واقفيت،

سڀني اسڪيمن ۽ وقت سِر مناسب انتظامن ڪرڻ سبب خان بهادر خداداد خان جي ملازمت بي مثال ۽ بي بها هئي؛ هو گذشته مٿي ۾ پنجيتاليهن سالن تائين سهڻي نموني ۽ ايمانداريءَ سان ملازمت ڪرڻ بعد سبڪدوش ٿيو آهي ۽ هاڻي پينشن وٺي پنهنجي گهر (سکر) ۾ رهڻ لڳو آهي. اميد آهي ته هو آرام ۽ آسائش سان وقت گذاريندو.“

## جاگير جي سَنَد جو نقل

| نمبر. پوليٽيڪل<br>سال ١٩٠٠ع مطابق<br>سال ١٣١٧هه | مُهُر<br>اعلىٰ مراتب جناب ڪمشنر<br>صاحب بهادر سنڌ |
|---|---|

عالي جاه رفيع جايگاه حشمت و شوڪت دستگاهَ خان بهادر خداداد خان خوش هجو شال

جيئن ته هندوستان جي سرڪار نامدار مهرباني فرمائي پنهنجي حڪم نمبر ١٧٧٧ ۽ ٤٨٩، مؤرخه ٣-آگسٽ ١٨٩٩ع جي ذريعي، جو بامبي سرڪار جي حڪم نمبر ٦٢٠٩، مؤرخه ...... ڊسمبر ١٨٩٩ع سان گڏ جاري ٿيو آهي. ٽي سؤ ايڪڙ رعيتي زمين جو عطيو بطور جاگير جي تعلقي سکر ضلع شڪارپور ۾ اوهان جي واسطي منظور فرمايو آهي، انهيءَ ڪري هيءَ سَنَد اوهان کي عطا ڪئي وڃي ٿي، ته جيئن مٿي ڄاڻايل عطيو، جناب ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ جي آفيس ۾ طويل ۽ قيمتي ملازمت ڪرڻ، ۽ هاڻي انهيءَ ذمه داريءَ کان سبڪدوش ٿيڻ بعد جڏهن پينشن ورتي، اتو، ته قائم رهي.

(٢) مٿي ڄاڻايل انعام اوهان جي قبضي ۾ ٽنين درجي جي جاگير جي شرطن مطابق رهندو، يعني اوهان جي حياتي تائين سموري ڍل معاف رهندي. اوهان کان بعد اوهان جي پهرئين وارث جي حياتيءَ

تائين چوٿون حصو ڏل ورتي ويندي ۽ ان کان پوءِ سموري ڏل بند ٿيندي.

(٣) هن زمين تان حقابو ۽ ٻيا لوازما ني سؤ پنج رپيا اسڪولن ۽ رستن جي خرچ لاءِ، جي اهڙي قسم جي جاگير کان ورتا ويندا آهن، اوهان کان به ورتا ويندا، ۽ پٽه داريءَ جي حق جي ادائگي، جا هن زمين سان لاڳو آهي، اوهان جي مٿان رهندي.

(٤) هن انعام جو برقرار رهڻ اوهان جيءَ ۽ اوهان جي جانشين جي نمڪ حلالي ۽ چڱي چال تي منحصر رهندو.

(٥) هن جاگير جي ايراضي جون حدون هيٺينءَ ريت آهن:

... ... ... ...

آفيس جناب ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ
تاريخ ١٢-مارچ ١٩٠٠ع
مطابق ١١-ذوالقعد ١٣١٧هه

صحيح
مسٽر ايچ. اي. ايم جيمس صاحب بهادر
سي. ايس. آءِ ۽ آءِ. سي. ايس
ڪمشنر سنڌ.

ساڳئي مضمون جي ٻي هڪ سند انگريزيءَ ۾ به (ساڳئي سند جي انگريزي ڪاپي) هن سان گڏ جدا ڪاغذ تي ۽ جدا ڪپڙي ۾ ويڙهيل شامل هئي.

پوءِ ڪن معزز زميندارن کي ترارون، بندوقون، دوربينيون ۽ لونگيون عطا ڪيائين، ۽ سڀني کي ”خدا حافظ“ چئي، پنهنجن تنبن ڏانهن روانو ٿيو، ۽ وري ساڳئيءَ ريت ڪيس تيرهن توبن جي سلامي ڏني وئي. ان کانپوءِ ١٥-ذوالقعد ١٣١٧هه مطابق ١٦-مارچ ١٩٠٠ع سکر جي بندر تان پاڻيءَ جي جهاز ۾ روانو ٿي، دارالحڪومت ڪراچيءَ ڏانهن روانو ٿيو. راقم الحروف جهاز جي لنگر کڻڻ وقت موڪلائڻ لاءِ اتي حاضر ٿيو ۽ جيمس صاحب نهايت ئي مسرت سان پنهنجو هٿ هن عاجز جي هٿ تي رکي ٻي دفعا خدا حافظ چيو. الله تعاليٰ پنهنجي لطف ۽ ڪرم سان اهڙن فراخدل حاڪمن کي شال پنهنجي امن ۽ حفظ ۾ رکي.

١٢- ذوالحج ١٣١٧هه مطابق اپريل ١٩٠٠ع هندوستان جو فرمان فرما ۽ گورنر جنرل جناب لارڊ ڪرزن صاحب بهادر ستين بجي شام جو اسپيشل ٽرين جي ذريعي بکر جي لينسڊائون پل تان لنگهي، ڪوئٽہ (شال ڪوٽ) و يو. اتفاق سان راقم الحروف سوڀ مبارڪ جي زيارت فيض بشارت لاءِ چند دوستن سان گڏ (روهڙيءَ وڃڻ لاءِ) لينسڊائون پل تي موجود هو، جو اسپيشل ٽرين کي اتان تڪڙو لنگهندو ڏٺو و يو. صاحب موصوف ڪوئٽہ ۾ دربار منعقد ڪري، خان صاحب واليءِ قلات، جام صاحب لس ٻيلي ۽ افغانستان ۽ بلوچستان جي سردارن اڳيان ملڪ ۾ امن امان قائم ڪرڻ جي سلسلي ۾ جيڪا تقرير ڪئي، سا اخبارن ۾ ڏسي، صاحب موصوف جي دانائي، تدبر، تحمل برجستائي ۽ روشن دماغيءَ جو پتو پوي ٿو. ائين چوڻ هجي. چوته ايڏي اعليٰ عهدي جي لاءِ اهڙوئي باوقار حڪمران هجڻ گهرجي ٿو.

١٣- ذوالحج ١٣١٧ه، مطابق اپريل ١٩٠٠ع جي آخر ۾ شڪارپور جي ڪليڪٽر مسٽر ميولس صاحب، راقم الحروف کي شڪرگذاريءَ جو خط لکيو، جو مسڪين مارواڙين ۽ ريگستاني ساٿين جي امداد لاءِ چندي جمع ڪرڻ جي سلسلي ۾ سندس مدد ڪئي هير، جنهن جو ذڪر مٿي بہ اچي چڪو آهي. انهيءَ خط جو ترجمو هت درج ڪيو ٿو وڃي:

نمبر ٣٠٩٠، ڪليڪٽر صاحب ضلع شڪارپور جي آفيس جي جنرل ڊپارٽمنٽ، ڪيمپ سکر. تاريخ ٢٥-اپريل ١٩٠٠ع. بابت نمبر ٢٢٦٦، مؤرخہ ١٠-اپريل ١٩٠٠ع، ڪليڪٽر صاحب جي آفيس.

خان بهادر خداداد خان جي خاص شڪرگذاري ڪئي ٿي وڃي، جو چندي جمع ڪرڻ ۾ نهايت مفيد مدد ڪئي اٿس.

صحيح

مسٽر ميولس صاحب

ڪليڪٽر ضلع شڪارپور.

محرم الحرام ١٣١٧هه مطابق مئي ۽ جون ١٩٠٠ع ۾،
انگلينڊ کان آيل تار جي ذريعي بورين جي هٿان "ميفکنگ"
۽ "ٽرانسوال" جي فتح جي خبر سنڌ ۾ مشهور ٿي، جنهنڪري
خير خواه ماڻهو بيحد خوش ٿيا، جو دراصل اها فتح انگريز
سرڪار کي نصيب ٿي هئي، جا ڳالهه مسرت جو باعث آهي.

١٥- محرم الحرام ١٣١٧هه جي ٢٥ تاريخ مطابق مئي
١٩٠٠ع جي ٢٥ تاريخ مهراڻ درياء (سنڌو ندي) جي پل
جو افتتاح ٿيو، جا ڪوٽڙي بندر ۽ گدو بندر جي سامهون
حيدرآباد جي نزديڪ آهي، ۽ جنهن جي تعمير جي ڪم شروع
ٿيڻ جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي. هن پل جي ڪري
هڪ طرف واپارکي فائدو رسندو ۽ ٻئي طرف ايندڙن ۽ ويندڙن
کي آرام ۽ آسائش ٿيندي.

١٦- صفرالمظفر ١٣١٧هه جي پهرين تاريخ ۽ مئي
١٩٠٠ع جي ٣١ تاريخ هلندڙ سال جي واسطي رياست خيرپور
جي پاران راقم الحروف کي هنري اسڪول جو ميمبر مقرر ڪرڻ
جي باري ۾ ٻيو دفعو تجويز پهتي. بهرحال (ميمبر شپ قبول ڪري)
هلندڙ سال پورو ڪيو ويندو، جو والي رياست جي خوشي
انهيءَ ۾ آهي.

١٨- جيئن ته هيءَ "لُبِّ تاريخ سنڌ" انڪل ٽن سالن
جي وڏي محنت ۽ مشقت بعد مڪمل ٿي آهي ۽ عنقريب
ڇپجڻ واري آهي، تنهنڪري ضروري نظر ٿو اچي ته محرم الحرام ۽
صفرالمظفر ١٣١٧هه مطابق مئي ۽ جون ١٩٠٠ع جي مهينن ۾
جيڪي جشن ۽ هر قسم جي دعوتن جون مجلسون ۽ محفلون
راقم الحروف جي بنگلي تي پراڻي سکر ۾ ڪن خاص دوستن جي
بدليءَ جي سلسلي ۾ منعقد ٿيون جهڙوڪ راءِ بهادر ڏيون مل راءِ
بهادر هشمتراءِ جي بدليءَ سکر کان ڪراچيءَ ڏانهن،
راءِ بهادر نارائڻداس جي بدلي ڪراچيءَ کان سکر، ۽ سيد

پناه علي شاه معصوميءَ جي انسپيڪٽر پوليس جي عهدي تي مقرري وغيره. انهن الوداعي تقريبن ۾ هر درجي جا اٽڪل پنج سؤ معزز مهمانن شريڪ هئا. جيڪڏهن انهن جو ذڪر هن ڪتاب جي آخر ۾ ڪيو وڃي، ته يادگيريءَ جو سبب ٿيندو. الله تعاليٰ شال اهڙيون مسرت بخش دعوتون مبارڪ ڪري.

"لُبِ" تاريخ سنڌ" جي پڙهندڙن کي نيڪ روشن هجي، ته (هن ڪتاب ۾) انگريز سرڪار جي حڪمرانيءَ جي تاريخ ۾ جن گهڻن مستقل ڪمشنر صاحبن ۽ ڪن ايڪٽنگ ڪمشنر صاحبن جو احوال بيان ڪيو ويو آهي، انهن جي حڪمرانيءَ جو عرصو ڇهه مهينا يا ڇهن مهينن کان زياده سمجهڻ گهرجي. مگر جن ڪمشنرن جي حڪمرانيءَ جو عرصو ڇهن مهينن کان گهٽ رهيو آهي. انهن جا نالا ۽ انهن جي حڪمرانيءَ جو عرصو هت درج ڪيو ٿو وڃي:

| حڪمران جو نالو | اڳيون عهدو | حڪمرانيءَ جو عرصو | سال | رمارڪ |
|---|---|---|---|---|
| ١- مسٽر ٻلاس | اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ | ٽي مهينا | ١٢٦٨هه ١٨٥٢ع | سر بارٽل فريئر جي غير حاضريءَ ۾ |
| ٢- مسٽر ايليس | دکن ۾ انعام ڪمشنر | چاليهه ڏينهن | ١٢٧٤هه ١٨٥٧ع | جيڪب صاحب جي وڃڻ سبب |
| ٣- ميجر هنري گرين | پوليٽڪل ايجنسي بلوچستان | ٽي مهينا | ١٢٨١هه ١٨٦٢ع | مسٽر انوار ريٽيءَ جي غير حاضريءَ ۾ |
| ٤- سر چارلس پيل | پوليٽيڪل ايجنسي ڪاٺياواڙ | ٽي مهينا | ١٢٩١هه ١٨٨٠ع | مسٽر ارسڪين جي غير حاضريءَ ۾ |
| ٥- ڪرنل لامبرٽ | ڪليڪٽر ڪراچي | ٽي مهينا | ١٢٩٥هه ١٨٨٣ع | " " " " " |
| ٦- ڪرنل بولٽن | ڪليڪٽر ڪراچي | ٽي مهينا | ١٣٠٠هه ١٨٨٥ع | " " " " " |
| ٧- ڪرنل ٽريور | ڪليڪٽر حيدرآباد | چار مهينا | ١٣٠١هه ١٨٩٠ع | مسٽر ٽريور جي غير حاضريءَ ۾ |
| ٨- ڪرنل ڪرافورڊ | ڪليڪٽر ڪراچي | پنج مهينا<br>(درجه بدرجه) ۽ | ١٣٠٨-٩هه ١٨٩١ع<br>١٣١١-١٣هه ١٨٩٣ع<br>١٨٩٤-٩٥ع | سر چارلس اليونٽ ۽ مسٽر ايچ. اي. ايم جيمس جي غير حاضريءَ ۾ |
| ٩- مسٽر ووڊبرن | ڪليڪٽر حيدرآباد | پنجاه ڏينهن | ١٣١٣هه ١٨٩٥ع<br>١٣١٥هه ١٨٩٧ع | سر چارلس اليونٽ ۽ مسٽر ايچ. اي. ايم جيمس جي غير حاضريءَ ۾ |

## ڪتاب جي پڇاڙي

هيءَ ڪتاب "لُبِ تاريخ سنڌ" پورو ٿيو، الله قادر قدير جي حڪم سان، وڏي محنت ۽ مشقت ڪان پوءِ، حقير پُر تقصير احقرالعباد خان بهادر خداداد خان افغان ترين ولد رضا محمد خان عرف راضو خان افغان ترين، اصل ساڪن پشنگ ۽ حال رهندڙ پراڻو سکر ضلع شڪارپور سنڌ، سابق وڏو منشي آفيس ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ، هاڻي جاگيردار ديهه "انگاه" تعلقو سکر ضلعو شڪارپور سنڌ، ۽ پينشن بردار جي هٿان، جناب آنريبل ايڇ . اي . ايم جيمس صاحب ڪمشنر سنڌ جي خواهش سان، جو اهڙين ڳالهين سان دلچسپي رکندو آهي.

بيت

يلوح الخط في القرطاس دهراً،
وكاتبه رميم في التراب.

(تحرير ڪاغذ ۾ هميشه جي لاءِ محفوظ رهي ٿي، جڏهن ته ان جو لکندڙ مٽيءَ جي اندر ڳري ٿو وڃي).

بيت

هر کہ خوانده دعا طمع دارم،
زانکہ من بندهٔ گنهگارم.

(مان هر پڙهندڙ کان دعا جي اميد ٿو رکان، ڇو ته مان هڪ گنهگار انسان آهيان).

بيت

نوشتہ بماند سیہ بر سفید،
نویسنده را نیست فردا امید.

(هر تحرير جي مس ڪاغذ جي سفيديءَ جي مٿان قائم رهندي آهي، جڏهن ته لکڻ واري کي سياڻي تائين زنده رهڻ جي اميد به نه هوندي آهي).

اي قادر مطلق

خداداد خان جون خطائون معاف ڪر

ڪتاب جو اختتام ربيع‌الاول ١٣١٨ هه ستين تاريخ جمعي جي مبارڪ ڏينهن، مطابق جولاءِ ١٩٠٠ع جي پنجين تاريخ ٿيو.

ڪن دوستن وٽان ”لُبِّ“ تاريخ سنڌ“ جي اختتام تي تاريخي قطعا پهتا آهن، جي سندن خواهش موجب درج ڪيا ٿا وڃن، ته دوستن جي يادگيريءَ جو باعث ٿين.

جناب پير رفيع الدين صاحب ”رفيع“ سرهندي شڪارپوري

از عنايات خداي بحر و بر
هم ز افضال رسول راهبر
نسخهٔ تاريخ لُبّ گشتم تمام
از توجه خان بهادر نامور
گشت ظاهر با هزاران رمزها
هر طرف شد تهنيت از اين خبر
کرد دريا را درون کوزهٔ
آفرين بر دانش والا گهر
چون خداداد ست او را بخت و علم
هرکجا آواز جاهش بيشتر
”کلک مرغوب“ آمده تاريخ لُبّ

١٣١٨

هم ”مخازن بخشش“ آمد در نظر

١٩٠٠

”ارغوانی مشی“ بخوان تاريخ لُبّ

١٣١٨

ای رفيع الحق که آمد مفتخر.

ترجمو

١- بحر ۽ بر جي مالڪ جي مهربانيءَ سان، پڻ رهبر رسول جي لطف ۽ ڪرم سان.
٢- ڪتاب "لُبّ تاريخ" پورو ٿيو. معزز خان بهادر (خداداد خان) جي توجه سان.
٣- هزارن رمزن سان نڪري نروار ٿيو. ۽ انهيءَ خبر جي ڪري چوڌاري مبارڪ ٿي وئي.
٤- درياء ڪسي ڪُوزي ۾ بند ڪيو اٿس. هن شريف ۽ نجيب انسان جي عقل تي آفرين هجي.
٥- جيئن ته هن ڪي بخت ۽ علم الله ڏنو آهي. (انهيءَ ڪري) هر هنڌ هن جي مرتبي جو چرچو آهي.
٦- ڪتاب "لب تاريخ" جي تاريخ آهي "ڪلڪ مرغوب" پڻ منهنجي نظر ۾ هن جي ٻي تاريخ آهي "مخازن بخشش".
٧- "لب تاريخ" جي ٽئين تاريخ آهي "ارغواني مئي". چوته اي رفيع! هيءَ ڪتاب فخر ڪرڻ جي لائق آهي.

"ڪلڪ مرغوب" (سهڻو قلم) ١٣١٨ عدد. "مخازن بخشش" (سخا جا خزانا) ١٩٠٠ عدد. "ارغواني مئي" (ڳاڙهو شراب) ١٣١٨ عدد.

از: جناب سيد غلام مرتضيٰ شاه صاحب مرتضائي رضوي ٺٽوي

---

( ١ )

خان زمان جناب خداداد نامدار
آن شيردل، کريم و قوي پنجه، خوش بيان
تاريخ سند کرد بنا، ني عجب که زو
راحت رسد کشير بدلهاي قابلان
سالش ز ختم جستم و خوش گفت هاتفم
"از بهر يادگار تماشاي سند" خوان

١٣١٨

ما مرتضائي قطعۂ تاريخ گفته ايم
اميد آنکه خوش بنمايد بدوستان .

( ٢ )

بود خان خانان خداداد خان
که مشهور قايل به اقليم سند
کتابي بتاريخ سندي نوشت
که مطبوع عالم بهرجا پسند
سنش جستم و از خرد يافتم
بخوان "بي سر زنگ تاريخ سند" .

١٣٢٥-٧=١٣١٨

مبارکب دهند مرتضائي به او
خدايا بهرجا بود بهره مند .

( ٣ )

جناب خان بهادر که خود خداداد ست
وجود او به همين وقت ابر گوهر بار
ز کلک گوهر ريزش عجيب شد تاريخ
حيات داد دگر چون مسيح در امصار
چو خود مسيح شد و قول او مسيحائي
سروش گفت سنش بي نظير رنگ بهار
گل مضامين آورد خوش بگلشن سند
به مرتضائي مسرت نما بود اظهار .

ب م س ر ت ن م ا ا ظ ه ا ر = ١٩٠٠

( ٤ )

آن خداداد خان بهادر دهر
لا تُعَدّ ديده ايم توصيفش
گفت تاريخ سند را زيبا
که در و اندراج تحريرش

آن مسيح زمانم ثانی شد
زنده شد مرده دل ز تقريرش
عيسوي سال دوش، گفت خرد
"نوبت اختتام" تاريخش

١٩٠٠

مرتضائی مبارک است کتاب
شد ملذذ بکام تسطيرش.

( ٥ )

تاريخ سندکرد چو تصنيف خوش بيان
خان زمان جناب خداداد در زمان
جستم سحر زغيب ندا داد خوش بگفت
تاريخ او سروش "شجرِ خاصِ خاندان"

١٩٠٠

در باغ سند رونق ديگر بهار داد
وه مرتضائی سند دگر يافت زيب زان.

ترجمو

١- زماني جو خان، جناب خداداد، نالي وارو، شيردل، سخي، بهادر، خوش گفتار.

٢- سنڌ جي تاريخ مرتب ڪئي اٿس، جيڪڏهن ان مان فاضل انسانن جي دلين کي خوشي حاصل ٿئي، ته اها عجب جهڙي ڳالهه نه آهي.

٣- ڪتاب جي خاتمي جي تاريخ ڳولڻ لڳس ته فرشتهء غيب ڏاڍي سهڻي ڳالهه ٻڌائي ته "از بهر يادگار تماشاي سند" جو فقرو پڙهي ڏس.

٤- مرتضائي! مون قطعهٔ تاريخ چيو آهيء اميد آهي ته دوستن کي وڻندو.

("از بهر يادگار تماشاي سند" (يادگار جي خاطر سنڌ جو نظار) انهيءَ فقري مان ١٣١٨ عدد ٿا نڪرن).

( ٢ )

١- خداداد خان، خانن جو خان آهي. ۽ سنڌ جو هڪ مشهور فاضل.
٢- سنڌ جي تاريخ تي هڪ ڪتاب لکيو اٿس. جو دنيا ۾ مقبول آهي ۽ هر هنڌ پسنديده.
٣- سندس سال جي تلاش ڪير ۽ عقل کان جواب حاصل ڪير، ته "زنگ" جي "ز" جا عدد ڪڍي، "تاريخ سنڌ" جا الفاظ پڙهيم.
٤- مرتضائي کيس مبارڪباد ڏنو چوي. مولا سائين! هو جتي به هجي، اتي ڪامياب هجي.

("تاريخ سنڌ" جي عددن (١٣٢٥) مان "ز" جا عدد (٧) ڪڍيا ته ١٣١٨ رهندا).

( ٣ )

١- جناب خان بهادر، جو پاڻ خداداد (خدائي ذات جو مالڪ) آهي. موجوده وقت ۾ هن جو وجود هڪ ڪَڪَر وانگر آهي، جنهن مان موتي وسندا آهن،
٢- هن جي گوهر بار قلم مان هڪ عجيب تاريخ نڪتي آهي. جنهن حضرت مسيح وانگر ڪيترن ئي شهرن کي بي حياتي بخشي آهي.
٣- جيئن ته هو پاڻ مسيح آهي، ان ڪري هن جو قول به ميسحائي آهي. غيب جي فرشتي هن جو سال ٻڌايو "بهار جو بي مثال رنگ".
٤- سنڌ جي گلشن ۾ مضمونن جا سهڻا گل آندا اٿس. مرتضائي جي لاءِ انهيءَ حقيقت جو اظهار مسرت بخش آهي.
"ب م س رت ن م ا ا ظ هـ ا ر = ١٩٠٠"

(شاعر، آخري مصرع جي مٿي ڄاڻايل مفرد حرفن مان عيسوي سنه (١٩٠٠) ڪڍيو آهي).

( ۴ )

۱- خداداد سچي دنيا جو خان بهادر آهي. اسان هن جا بي حساب اوصاف ڏٺا آهن.

۲- سنڌ جي هڪ سهڻي تاريخ مرتب ڪئي اٿس، جنهن ۾ هن جون سهڻيون ليکتون آهن.

۳- هو دنيا جي لاءِ پيو مسيح آهي، جنهن جي تقريرن سان مرده دليون زنده ٿي پيون آهن.

۴- رات عقل (ڪتاب جو) عيسوي سال پڇايو تہ هن جي تاريخ "نوبت اختتام" آهي.

۵- اي مرتضائي! هيءَ مبارڪ ڪتاب آهي. جنهن جون تحريرون زبان کي لذت ڏيون بخشين.

("نوبت اختتام" تاريخ آهي، جنهن جا عدد ۱۹۰۰ آهن).

( ۵ )

۱- جڏهن خوش گفتار، دنيا جي خان، جناب خداداد تازو سنڌ جي تاريخ تصنيف ڪئي.

۲- (تڏهن) هن جي تاريخ جي جستجو ڪيم تہ غيبي فرشتي اسرجو سڏ ڪري پڌايو تہ "شجر خاص خاندان".

۳- بهار، سنڌ جي باغ ۾ نئين رونق پيدا ڪئي آهي. اي مرتضائي! سنڌ دوباره انهيءَ بهار جي ڪري حسن و جمال حاصل ڪيو آهي.

("شجر خاص خاندان" ماده تاريخ آهي، جنهن مان عيسوي سال ۱۹۰۰ ٿو نڪري)(۱).

---

(۱) مرتضائي صاحب پنج قطعا چيا آهن مگر پنج ئي غير دلچسپ آهن. شعر جي حيثيت تُڪ بنديءَ کان زياده نہ آهي. تاريخ جا مادا فضول ۽ غير متعلق آهن. ٽئين نمبر قطعہ جي ٽئين نمبر شعر جي آخري مصرع (ڏسو ايندڙ صفحي ۳۵۹ جو حاشيو)

از: جناب مولانا محمد عاقل صاحب ”عاقل“ ساڪن ڳوٺ عاقل

تعلقو لاڙڪاڻو

درين عـهـد منشي خـداداد خان
کہ مردی ست دانا و فرخند خو
کـتـابـی بـتـاريـخ بنمود جـمـع،
کـہ مثلش نيابـی بـصـد جستجو
بہ ”لبّ“ التواريخ“ موسوم کـرد
چـہ پاکيزہ اسمی ست و نامی نکو،
ز تصنيف ايـن نسخہ صـد منقش
بـر اهـل جـهـان است بی گفتگو
پئی سـال تـاريـخ ”عاقل“ بگفت
”عجب لب تاريخ“ تـاريـخ او.
۱۳۱۸

(آندل صفحي ۳۵۸ جي حاشيہ تان)
جي نحواي ڪلام ڏسجي ٿو تہ سمجهجي ٿو تہ مادهٔ تاريخ ”بي نظير رنگ بهادر“ جو فقرو آهي. مگر دراصل اهو تاريخي ماد و نہ آهي. ڇوتہ ان جا عدد ۱۹۰۰ نہ ۱۶۵۰ آهن. ڇوٿين شعر جي پهرئين مصرعہ غير موزون آهي ۽ ٻي مصرعہ جا هڪ لغو ۽ مهمل مصرعہ آهي. ان مان ڪي مفرد ۽ بي ترتيب حرف ڪڍي ۽ انهن مان هڪ بي معنيٰ فقرو ٺاهي ان کي مادهٔ تاريخ ٺهرايو اٿس. حالانڪ انهن جي مادهٔ تاريخ سان ڪابہ نسبت ڪانهي. خبر نہ ٿي پوي تہ مرتضائي صاحب اها صنعت ڪيئن ۽ ڪهڙيءَ قاعدي سان اختراع ڪئي آهي؟. ڇوٿين قطعہ جا قافيا قطعي طور تي غلط آهن. تاريخي مادن جي باري ۾ سان هڪ دفعو وري چوندس تہ بالڪل فضول ۽ غير متعلق آهن. مرتضائي صاحب جيڪڏهن پنجن قطعن جي بدران فقط هڪ صحيح ۽ مناسب قطعو چوي ها ۽ مادهٔ تاريخ بہ با معنيٰ ۽ درست هجي ها تہ اهو بهتر هو. (مترجم).

